Sindhi Bolee ain Adab Jee Taareekh DrNabi Bakhsh Baloch

# سنڌي ٻوليءَ ادب جي تاريخ

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ

پهريون ايڊيشن: 1962،

ٻيون ايڊيشن: 1980

ٽيون ايڊيشن: 1990

ڇپائيندڙ: پاڪستان اسٽڊيز سينٽر،

سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو، سنڌ، پاڪستان

ويبسائٽ: سنڌي ادبي بورڊ

# ناشتر جي طرفان

سنڌ يونيورسٽي ۾ ’پاڪستان اسٽڊي سينٽر‘ (پاڪستان بابت مطالعي جو مرڪز) سنه 1974ع ۾ قائم ٿيو. ان وقت جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌ يونيورسٽي جا وائيس چانسيلر هئا. پاڪستان اسٽڊي سينٽر جو ايڪٽ سنه 1976ع ۾ گورنمينٽ آف پاڪستان طرفان پارليامينٽ ۾ منظور ڪيو ويو.
هن ايڪٽ هيٺ ٻين يونيورسٽين ۾ قائم ٿيل مرڪزن وانگر، هي مرڪز علمي طور ٻه ڪم ڪري رهيو آهي: هڪ پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جو، جنهن ۾ ايم. ايل فائنل ۽ پي ايچ ڊي جون ڊگريون ڏنيون وڃن ٿيون ۽ ٻيو پاڪستان ۽ خاص طرح سنڌ جي تاريخ، تهذيب، ثقافت، سياست، پرڏيهي پاليسي، سماجيات ۽ ٻين موضوعن بابت تحقيق ۽ اشاعت جو ڪم ڪيو وڃي ٿو. هن وقت تائين هر مرڪز ڏهه ڪتاب ۽ ڇهه - ماهي تحقيقي رسالي ’گراس روٽس‘ جا چوڏهن جلد شايع ڪري چڪو آهي.
هن ٻيري پاڪستان اسٽڊي سينٽر سنڌ يونيورسٽي طرفان شايع ٿيندڙ ڪتاب جو مصنف استاد محترم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ آهي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب نه صرف سنڌ ۽ پاڪستان جو ناميارو محقق ۽ عالم آهي، بلڪه بين الاقوامي ڄاتل سڃاتل اسڪالر آهي. خاص طرح هن صاحب سنڌ جي علم ۽ ادب جي جيڪا عظيم خدمت ڪئي آهي تنهن تي اسين بجا طور فخر ڪري سگهون ٿا.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جيڪا سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي خدمت ڪئي انهيءَ جو اعتراف ڪندي، ڊاڪٽر صاحب کي 'سنڌي لينگويج اٿارٽي' جو چيئرمين مقرر ڪيو ويو آهي. دراصل ڊاڪٽر بلوچ کي 'باباءِ سنڌي' چئجي ته بيجا نه ٿيندو.

پاڪستاني ٻولين جي مطالعي جي سلسلي ۾، سنڌي ٻولي جو مطالعو هڪ اهم موضوع آهي. سنڌي ٻولي جي تاريخ ۽ ادب تي جناب ڊاڪٽر بلوچ وڏي عرصي کان تحقيق ۽ تصنيف پئي ڪئي آهي. ان سلسلي ۾ هن سنڌي ٻولي جي ابتدا ۽ اوسر کان اڳ نئين سر روشن ڪيو آهي. ڊاڪٽر صاحب جي تحقيق کان اڳ سنڌي ٻولي ۽ ادب جي دؤر وار تاريخ موجود ئي ڪانه هئي. 'سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ' جي هن موجوده ٽئين ايڊيشن ۾ دؤر وار تاريخ کي انگريزن جي دؤر جي شروع تائين پهچايو ويو آهي.

آءٌ استاد محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو شڪر گذار آهيان جو هن قيمتي ڪتاب جي هن نئين ايڊيشن جي اشاعت پاڪستان اسٽڊي سينٽر جي حوالي ڪيائون. آخر ۾ آءٌ محترم ڊاڪٽر رشيد احمد شاهه صاحب وائيس چانسيلر ۽ چيئرمين بورڊ آف گورنرز 'پاڪستان اسٽڊي سينٽر' سنڌ يونيورسٽي جو ٿورائتو آهيان، جنهن پنهنجي دؤر ۾ استادن، ملازمن ۽ شاگردن جا مسئلا حل ڪرڻ لاءِ حتي الامڪان ڪوشش ڪري سنڌ يونيورسٽي ۾ پرامن ماحول پيدا ڪيو آهي. انهيءَ سان گڏوگڏ محترم ڊاڪٽر شاهه صاحب پاڪستان اسٽڊي سينٽر جي علمي ۽ تحقيقي پروگرام جي سلسلي ۾ اسان کي هر وقت همٿايو آهي، جنهن لاءِ آءٌ پيهر سندن ٿورو مڃڻ پنهنجو فرض سمجهان ٿو. مونکي اميد آهي ته اسان جي يونيورسٽي جا قابل احترام استاد صاحبان ۽ اسان جي سينٽر جا ساٿي علم ۽ ادب جي خدمت جو سلسلو جاري رکي، يونيورسٽي جو مان مٿانهون ڪندا.

علم و ادب ۽ تاريخ جو شيدائي

ڊاڪٽر محمد يعقوب مغل

ڊائريڪٽر پاڪستان اسٽڊي سينٽر سنڌ يونيورسٽي.

# مهاڳ

(پهرين اشاعت جو)

’سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ‘ جي عنوان سان هڪ مضمون پهروين پيرو ڏهين سنڌي ادبي ڪانفرنس (لاڙڪاڻو، 22-23 آڪٽوبر 1950ع) ۾ پڙهيو ويو؛ جنهن جو متن (حاشين کان سواءِ) ٻيو ڪانفرنس جي ڪارروائي ”تحفہ لاڙڪاڻه“ ۾ ڇپيو. ان ساڳئي متن کي ذرا سوڌي سنواري ۽ پويان سومرن جي دور بابت قدري نئين مواد جو اضافو ڪري، تفصيلي حاشين ۽ حوالن سان سنڌي ادبي بورڊ جي رسالي ’مهراڻ‘ کي اشاعت لاءِ ڏنو ويو، ۽ ان رسالي جي ’جلد 1- سال 1959ع‘ ۾ شايع ٿيو. ان بعد ڪن سڄڻن زور پريو ته ’سنڌي ٻولي جي تاريخ‘ تي تفصيل سان روشني وڌي وڃي، ۽ هن مضمون کان اڳتي قدم وڌائي ان بابت هڪ مستقل ڪتاب لکيو وڃي. مگر جيئن ته هي مسئلو گهري علمي تحقيق جو محتاج آهي ۽ ان بابت وڌي ويچار جي ضرورت آهي، جنهن لاءِ متعدد مشغولين سببان پورو وقت ۽ فراغت ميسر نه آهن، انهيءَ ڪري في الحال سنڌي ٻولي جي تاريخي مطالعي کي سمن جي دور جي توڙ تائين پهچايو ويو آهي، ۽ جيڪڏهن حياتي وفا ڪئي ته باقي

باب پورا ڪري، هن مطالعي کي موجوده دور تائين مڪمل ڪيو ويندو.
سنڌي ٻوليءَ بابت تاريخي تحقيق اڄ ڏينهن تائين ڪنهن تسلي بخش پايي تي نه پهتي آهي. ان تحقيق جا ڪم از ڪم ٻه مکيه پهلو آهن: پهريون ’سنڌي ٻوليءَ جي تاريخي ارتقاء جو جائزو‘، ۽ ٻيو ’ٻوليءَ جي اندروني ساخت ۽ سٿاء (صرف نحو، صوتيات، لغت ۽ محاورن) جو مطالع، پهرئين پهلو جي جانچ ۽ جستجو هن وقت تائين بالڪل ابتدائي مرحلي تي بيٺل آهي، بلڪ ائين چئجي ته هن پهلو تي علمي تحقيق حقيقي معنيٰ ۾ شروع ئي ڪانه ٿي آهي. البت ڪن يوروپي عالمن سڌي ٻوليءَ جي بنياد بابت ڪي نظريا پيش ڪيا آهن، جن کي هنن کي هن وقت تائين سنڌي عالمن، پنهنجن ڪتابن ۾ سند طور پئي پيش ڪيو آهي. ڀيرومل جو ’سنڌي ٻولي جي تاريخ‘ انهيءَ عنوان تي پهريون ڪتاب آهي، جنهن ۾ انهن نظرين کي سنڌي ترجمي جي صوت ۾ ورجايو ويو آهي. شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽي، مولوي دين محمد ’وفائي‘ ۽ ٻين صاحبن سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ تي مضمون لکيا آهن، جن ۾ پڻ اڳين نظرين جي اُپٽار ٿيل آهي. ٻئي پهلو، يعني ٻوليءَ جي اندروني ساخت ۽ سٿاء بابت البت ڪافي ڪجهه لکيو ويو آهي. يوروپي

عالمن مان واٿن(Wathen)، سٽَيڪ(Stack)، ايسٽوڪ(Estvick)، ليچ(Leech)، برٽن(Burton)، ٽُرمپ(Trumpp)، گولڊ سمِڊ(Goldsmid)، گِريئرسَن(Grierson) ۽ ٻين، پنهنجن مضمونن ۽ تصنيفن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سٽاء ۽ صرف نحو بابت مفيد معلومات مهيا ڪيا آهن. سنڌي اديبن مان خاص طرح آخوند عبدالرحيم ’وفا‘، مرزا قليچ بيگ، پيرومل ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، سنڌي صرف نحو ۽ لغت بابت پنهنجن ڪتابن ۽ مضمونن ذريعي قابل قدر مواد مهيا ڪيو آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ جي سلسلي ۾، جيتوڻيڪ ڪن فاضلن آڳاٽي دور ۾ ٻوليءَ جي ابتداء بابت قدري ڪجهه لکيو آهي ۽ پنهنجا رايا پيش ڪيا آهن، مگر ان بعد پوين دورن جي سلسليوار تاريخ بابت ڪا خاص تحقيق ڪانه ڪئي آهي. هن ڪتابڙي ۾ قديم دور کان وٺي سنڌي ٻوليءَ جي سلسليوار تاريخ مرتب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي، ۽ سرِ دست انهيءَ سلسلي کي علم تحقيق جي روشني ۾، دليلن ۽ حوالن سان ’سمن جي دور‘ جي آخر تائين پهچايو ويو آهي.

باب پهرئين ۾، 500ع کان اڳ واري قديم دور جي تاريخي اُهڃاڻن ۽ آثارن ۽ هند - آريائي ٻولين بابت ٿيل تحقيق جي بناء تي هڪ نئون تحقيقي نظريو نروار ڪيو ويو آهي: يعني ته، ”سنڌي ٻولي بنيادي طور سڌو سنئون سنسڪرت مان نڪتل ناهي، بلڪ سنسڪرت کان اڳ واري دور جي سنڌو - ماٿر جي قديم ٻولي آهي.“ سنسڪرت، پراڪرت، اپڀرنش ۽ وراچڊ اپڀرنش بابت نئين تحقيق اڳين لکندڙن جي هيٺين عام نظريي کي رد ڪري ٿي ته، ”سنڌي وراچڊ اپڀرنش مان نڪتل آهي، وراچڊ اپڀرنش پراڪرت مان ۽ پراڪرت سنسڪرت مان نڪتل آهي.“
ٻئي بابت ۾، راءِ ۽ برهمڻ گهراڻن ۽ عربن جي حڪومت واري دور (500 - 1050ع) جو تاريخي دليلن جي روشني ۾ تفصيلي جائزو ورتو ويو آهي، ۽ اهو نتيجو قائم ڪيو ويو آهي ته، ”اهو ’سنڌي ٻولي‘ جي تشڪيل جو بنيادي دور هو، جنهن ۾ موجوده ’سنڌي ٻولي‘ اُسري“.
ٽئين باب ۾، سومرن جي دور بابت تاريخي اُهڃاڻن ۽ سنڌ جي مشهور مقامي روايتن جي بناء تي، هيءُ نتيجو قائم ڪيو ويو آهي ته، ”اهو ’سنڌي ٻولي‘ جو تعميري دور هو.“ انهيءَ سلسلي ۾ هن دور متعلق، سنڌ جي تاريخي توڙي روايتي سرمايي جو نئين سر

جائزو ورتو ويو آهي؛ ۽ هن ڪان اڳ رسالي ’مهراڻ‘ ۾ ڇپيل مضمون ۾ آندل ڪن روايتن ڪي پڻ درست ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح نئين ترتيب سان هن دور بابت ڪافي نئون نواد پيش ڪيو ويو آهي، جو ان ’روماني دور ۾‘ سنڌي ٻولي جي تعمير ۽ ترقي تي نئين روشني وجهي ٿو.

باب چوٿين ۾، سمن جي دور جو تفصيلي جائزو ورتو ويو آهي. حقيقت ۾ سمن جو دور، تاريخي لحاظ کان اسان کي ويجهو آهي ۽ ان بابت ڪافي تاريخي مواد موجود آهي، مگر هن وقت تائين انهيءَ دور جي لساني ۽ ادبي سرمايي جو صحيح اندازو نه لڳايو ويو آهي. ايستائين فقط سمن جي دور جي آخري شاعر قاضي قادن جا بيت ۽ ڪي ٻيا هڪ - ٻه شڪي بيت عالمن ۽ اديبن جي آڏو پئي رهيا آهن. اسان پنهنجي موجوده تحقيق جي بناء تي، پهريائين سمن جي دور جي ٻولي ۽ ادب جي روايتي ذخيري ۽ ان بعد تاريخي سرمايي کي سلسليوار پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، انهيءَ لاءِ ته ان دور جي ٻوليءَ جي مطالعي لاءِ جيڪو روايتي توڙي تاريخي مواد موجود آهي، سو پوري تحقيقي سان پڙهندرن جي آڏواڇي وجي. انهيءَ لاءِ اسان ان دور جي ٻولي جي نمونن ۽ نسانن - جي ’ڳاهن‘، ’پهاڪن‘، ’مصراعن‘ يا ’بيتن‘ جي

صورت ۾ موجود آهن - توڙي انهن جي نروار ڪندر دانائن، درويشن، ۽ شاعرن جي سلسلي ۽ سوانح تي تحقيقي بحث ڪيو آهي، تان ته سمن جي دور جي ٻوليءَ جا مڙيئي معلوم نشان ۽ آثار، تاريخ جي روشنيءَ ۾ پوريءَ طرح نروار ٿين ۽ ايندڙ محقق انهن آثارن جي تاريخي وجود ۽ اهميت کان مطمئن ٿي، سچو توجهه انهن جي هيئت ۽ سٽاء کي سمجهڻ طرف ڪن.

حقيقت ۾ ’ٻولي جي تاريخ‘، ملڪ جي سياسي ۽ سماجي تاريخ توڙي ٻوليءَ جي علم ادب جي تاريخ کان هڪ الڳ مضمون آهي، مگر ملڪ جي سياسي ۽ سماجي پس منظر ۽ ٻوليءَ جي ادبي سرمايه کي سمجهڻ کان سواءِ، ٻوليءَ جي اوسر ۽ ارتقاء جي تاريخ لکڻ مشڪل آهي. جيئن ته سنڌ جي آڳاتي سياسي ۽ سماجي تاريخ توڙي سنڌي ادب جي اوائلي تاريخ - خصوصاً قديم دور کان وٺي سمن جي دور تائين - اجان پوري تحقيق سان ڪانه لکي ويئي آهي، انهيءَ ڪري انهن اوائلي دورن ۾ سنڌي ٻولي جي تاريخي حيثيت کي سمجهڻ لاءِ، ملڪ جي تاريخي پس منظر توڙي سنڌي ساهت جي ابتدائي اهڃاڻن تي پڻ نئين سر تحقيق ڪري، ٻوليءَ جي اوسر ۽ ارتقاء بابت نوان نظريا قائم ڪيا ويا آهن.

هن ڪتاب ۾ جن چئن تاريخي دورن بابت بحث ڪيو ويو آهي، سي سنڌ جي تاريخ توڙي ٻوليءَ جا آڳاٽا دور آهن جن جو تحقيقي جائزو وٺي، انهن بابت علمي نظريا قائم ڪرڻ ۽ صحيح نتيجا ڪڍڻ هڪ مشڪل مسئلو هو، جنهن کي قدري حل ڪيو ويو آهي، ۽ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخي مطالعي بابت آينده محققن لاءِ راه روشن ڪئي وئي آهي. سمن جي دور کان پوءِ، مغلن جي دور کان وٺي موجوده دور تائين ڪافي تاريخي توڙي ادبي سرمايو موجود آهي، جنهن جي روشنيءَ ۾ سنڌي ٻولي جي انهن پوين دورن جي تاريخ نسبتاً آساني سان مرتب ڪري سگهجي ٿي.
هر ڪم مداء تي نبرندو آهي، مگر هيءُ ڪتاب ايترو جلد پورو نه ٿي سگهي ها، جيڪڏهن محترم ممتاز مرزا وقت بوقت ان جي لکي پوري ڪرڻ جي تاڪيد نه ڪري ها. هن صاحب نهايت سهڻي سليقي سان هنن بابن جي مسودن کي لکي صف ڪيو، ۽ پروفن پڙهڻ توڙي ڪتاب جي سهڻي ڇپائي ۽ اشاعت جو بار پنهنجي ذمي ڪيو. محترم شيخ محمّد اسماعيل ڇپائيءَ وقت، بابن ۽ عنوانن جي سهڻي سٽاء بيهارڻ ۽ آخري طور پروفن پڙهڻ ۾ وڏي مدد ڪئي؛ ۽ پايونير پريس جي مئنيجر ۽ عملي هن ڪتاب جي ڳوڙهي متن ۽ مشڪل حاشين کي صحيح نموني ۾

چاپڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. محترم ع. ق. شيخ ۽ علي اڪبر سرورق جي تصوير تيار ڪئي. ڪتاب جا بلاڪ محترم اعجاز محمد صديقي، مئنيجر سنڌ يونيورسٽي پريس جي نظرداري هيٺ ڇپيا. بنده مٿين مڙني صاحبن جو شڪر گذار آهي.

يونيورسٽي،
حيدرآباد سنڌ. خادم العلم
16- نومبر 1962ع نبي بخش

# مهاڳ

(ٻي اشاعت جو)

هن ڪتاب جو پهريون خاڪو ارڙهن سال اڳ؛ سنه 1962ع ۾ ”سنڌي ٻولي جي مختصر تاريخ“ جي عنوان سان شايع ٿيو. ان ۾، سنڌي ٻولي جي تاريخ تي، قديم دور کان وٺي سمن جي حڪومت جي پڇاڙي (1520ع) تائين ان وقت دستياب ٿيل مواد کي جملي ڇئن بابن ۾ مرتب ڪيو ويو هو.

انهيءَ پهرين اشاعت کي ڪافي وڏو عرصو گذري ويو جنهن ۾ هن موضوع تي غور ڪندي وڌيڪ معلومات مليا، جن جي آڌار تي نه فقط اڳئين ڇپيل مواد ۾ درستيون ۽ اضافا ڪيا ويا پر نئين مواد جي مدنظر نوان باب ۽ عنوان مرتب ڪيا ويا. مثلاً باب ٽيون ”سنڌي زبان جي انفراديت ۽ بين الاقوامي حيثيت جو تسيلم ٿيڻ“ هڪ نئون وڌايل باب آهي. ان کان سواءِ اڳئين ڇاپي جي باب ٽئين (سومرن جو دور) ۽ باب چوٿين (سمن جو دور) ۾ نئين مواد ۽ نون عنوانن جو اضافو ڪيو ويو آهي، ايتري قدر جو هن ڇاپي ۾ اهي باب (چوٿون ۽ پنجون) گهڻي حد تائين نئين سر سنواريل آهن ۽ انهن ۾ ڪي نوان نتيجا نروار

ڪيا ويا آهن. باب ڇهون خاص طرح هن اشاعت لاءِ تصنيف ڪيو ويو آهي، ۽ ان ۾ ”ارغون - ترخان - مغليه دور“ ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ ۽ ارتقائي لاڙن ۽ خاص خصوصيتن کي روشن ڪيو ويو آهي.
پهرين اشاعت ۾ بيان جو سلسلو 1520ع تائين آندل هو، مگر هن ۾ ’باب ڇهين‘ جي اضافي سان اهو 1690ع تائين پهچايو آهي: يعني ته عرصي جي لحاظ سان هڪ سؤ ستر سالن جي وڌيڪ تاريخ کي زيربحث آندو ويو آهي.
هت اهو ڄاڻڻ ضروري آهي ته مغليه سلطنت جيتوڻيڪ 18- صديءَ تائين باقي رهي، مگر اورنگزيب بادشاه جي وفات کان به 17 ورهيه اڳ واري سال 1690ع کي سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ ۾ هڪ دور جي پڇاڙي ۽ ٻئي دور جي شروعات وارو سال شمار ڪري سگهجي ٿو. انهيءَ لحاظ سان هن جلد ۾ تاريخي سلسلي کي پڻ تخميناً 17- صدي جي آخر تائين پهچايو ويو آهي، ۽ حياتي وفا ڪئي ته ٻئي جلد ۾ اڳتي ايندڙ تاريخي دور بابت وڌيڪ ويچار پيش ڪيا ويندا.
سنه 1962ع ۾ پهرئين اشاعت جي مهاڳ ۾ ڄاڻايو ويو هو ته: ”ملڪ جي سياسي ۽ سماجي پس منظر ۽ ٻولي جي ادبي سرمايه کي سمجهڻ کان سواءِ ٻولي جي

اوسر ۽ ارتقا جي تاريخ لکڻ مشڪل آهي“. اسان ڪوشش ڪري هر دور جي سياسي ۽ سماجي ماحول جو ٻولي جي تاريخي اوسر جي لحاظ سان جائزو ورتو ويو، ۽ خاص طرح هر دور جي ادبي ذخيري کي اُجاگر ڪري ان کي ٻولي جي سڌاء جي لحاظ سان توريو تڪيو آهي. باوجود انهيءَ جي هن علمي تحقيق لاءِ اڃان وڌيڪ ڪوشش ۽ ڪشالي جي ضرورت آهي، جنهن ڏانهن اميد ته هن ڪتاب جي ايندڙ ڇاپي کي بهتر بنائڻ خاطر قدم وڌايو ويندو. هن اشاعت ۾ ادب جي تحريري توڙي روايتي ذخيري کي گهٽي حد تائين بحث هيٺ آندو ويو آهي، ۽ انهيءَ لحاظ سان ڪتاب جو عنوان پڻ ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ“ قائم ڪيو ويو آهي.

شروع ۾ محترم ممتاز مرزا ۽ ان بعد محترم شيخ محمد اسماعيل هن ڪتاب جي پريس ڪاپي تيار ڪرڻ ۽ پروفن پڙهڻ ۾ مدد ڪئي ۽ برادرم مراد علي خان ڪتاب جو صحتنامو تيار ڪيو. آءٌ سندن شڪر گذار آهيان. سنڌ پريس جي مالڪ احمد نبي بخش شيخ هن ڪتاب جي ڇپائي جي ذميداري قبول ڪئي.

حيدرآباد سنڌ — خادم العلم

18- سوال 1400 هه — نبي بخش

(30- آگسٽ 1980ع)

# مهاڳ

(ٽيون ڇاپو)

ڏهن سالن بعد، هن ڪتاب جي ٽئين اشاعت لاءِ راهه هموار ٿي آهي. انهيءَ عرصي ۾ تحقيق جو سلسلو جاري رهيو ۽ ڪافي نئون مواد دستياب ٿيو جنهن جي روشنيءَ ۾ ٻئي ڇاپي جي ڇهن بابن ۾ ضروري ترميمون ۽ اضافا ڪيا ويا آهن. هن اشاعت ۾، خاص طرح ٻن نون بابن ستين ۽ اٺين جو اضافو ڪيو ويو آهي، جن سان سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ کي انگريزن جي شروع وارن سالن تائين پهچايو ويو آهي. انگريزن جي دور جو رڪارڊ موجود آهي ۽ ان مواد کي آساني سان پيش ڪري سگهجي ٿو بشرطيڪ، ان کي قومي نڪته نظر واري تحقيق ۽ تنقيد سان پيش ڪيو وڃي. البت انگريزن جي دور کان اڳ وارو مواد ناياب هو جنهن کي سهيڙي سنواري پيش ڪرڻ ايترو آسان نه هو. انهيءَ ڪري باوجود راقم جي مسلسل جستجو جي، 1950ع ۾ لاڙڪاڻي ادبي ڪانفرنس ۾ سنڌي ٻولي جي تاريخ تي پڙهيل مضمون واري شروعات کان وٺي 1990ع ۾ هن اشاعت تائين، چاليهه سال لڳي ويا. ڪافي محنت ۽ تلاش سان جدا جدا ماڳن ۽ جدا جدا ماخُذن مان مواد

هٿ ڪري، سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ کي ’دور - وار وضاحت‘ سان توڙ تائين پهچايو ويو آهي.
هن ڇاپي ۾ شامل پويان ٻه باب نهايت ئي اهم آهن جو نه فقط انهن ۾ نئون ۽ ناياب مواد پهريون ڀيرو شايع ٿي رهيو آهي، پر انهن ۾ هڪ ته سنڌي ٻولي ۽ ادب جي ڪن گمنام گوشن کي روشن ڪيو ويو آهي، ۽ ٻيو ته سنڌي ٻولي ۾ تعليم۽ تصنيف جي ٻن مکيه سلسلن بابت لکيل ڪتابن جا حوالا دستاويزي ثبوت طور پيش ڪيا ويا آهن. انهن باب ۾ جن يارهن عنوانن تي بنيادي معلومات مهيا ڪيا ويا آهن تن کي وڌيڪ تفصيل سان بيان ڪرڻ جي ضرورت باقي آهي ۽ جيڪڏهن زندگي وفا ڪئي ته چوٿين اشاعت ۾ ان جي تڪميل ڪئي ويندي.
هن اشاعت جي تياري ۽ تڪميل ۾ عزيزم ڊاڪٽر محمد يعقوب مغل، ڊائريڪٽر پاڪستان سٽڊي سينٽر، سنڌ يونيورسٽي جي ترغيب ۽ تقاضا کي وڏو دخل آهي. سندس محبت پري تاڪيد جو ئي نتيجو آهي جو هيءُ ڪتاب شايع ٿي رهيو آهي.
منهنجي قلمي ڪشالن ۾ شروع کان وٺي منهنجي ساٿي ۽ سڄڻ محمد اسماعيل شيخ دستور موجب هن ڪتاب جي مسودي کي پريس لاءِ صاف ڪرڻ ۽ آخري طور ڪمپوز ٿيل مواد کي ڏسڻ جو بار کنيو.

ڪتاب جا پروف محترم محمد بخش لاشاري صاحب وڏي ڌيان سان پڙهيا. سنڌ يونيورسٽي پريس جي مئنيجر محترم فيض محمد ميمڻ باوجود پراڻي ۽ گهٽل ٽائيپ جي ڪتاب کي نئون نڪور ڪري ڇاپيو.

حيدرآباد سنڌ	خادم العلم

13- صفر 1411 هه	نبي بخش

3- سيپٽمبر 1990ع

# فهرست

## باب پهريون

## باب ٻيون



## باب ٽيون

سنڌي زبان جي انفراديت ۽ بين الاقوامي حيثيت جو تسليم ٿيڻ
(950 -1050ع)
سنڌ جي لساني انفراديت ۽ بين الاقوامي حيثيت جو تسليم ٿيڻ
بيروني جي ڪتاب الصيدنہ ۾ آيل سنڌي نالن جي جدول
نتيجا

## باب چوٿون

سنڌي ٻولي جي تعمير ۽ توسيع، ۽ زباني ادبي روايت جي اوسر وارو دور
(سومرن جي حڪومت: 1050-1350ع)
سومرن جي حڪومت جو تاريخي ۽ جغرافيائي پس منظر
سنڌي ٻولي جي پڪيڙ
سنڌي ۾ ذڪر ۽ سماع جا سلسلا
بابا فريد گنج شڪر جي ذڪر ۽ دوهن ۾ سنڌي الفاظ
سنڌ جي عام مقبول داستانن ۽ مشهور قصن جو بنياد
سومرن جي دور جي جنگين بابت ڳاهون
(الف) سومرن ۽ گجرن جون جنگيون
(ب) سومرن جي علاؤالدين جي لشڪر سان جنگ

(ج) ڪڇ جي مهڙ ۾ مناهين جي واگهم چاوڙي سان جنگ
(د) ڄام هالي ۾ همير سومري جي جنگ
سومرن جي سخا بابت پڻن ۾ چارڻن جون شڪايتون
سيد بدرالدين رضوي جو پڙهيل بيت
نتيجا

# باب پنجون

معياري سنڌي ٻولي جي توسيع ۽ ان ۾ اعليٰ معياري شاعريءَ جي ابتداء وارو دور

(سمن جي حڪومت وارو دور: 1350-1520ع)

معياري سنڌي ٻولي جي ترقي جا اسباب

سنڌي ٻولي جي سرحدن جو وسيع ٿيڻ

ڪڇ ۾ سنڌي جي ڪڇي محاوري جي تشڪيل

لس ٻيلي ۾ ”ٻيلي جي ٻولي“ جي تشڪيل

بلوچستان طرف سنڌي جو سفر، ۽ سنڌي ۽ بلوچي جو هڪ ٻئي تي اثر

سنڌي ۽ سرائڪي جو سنبنڌ

تعليمي ۽ سرڪاري ٻولي

سمن جي دور ۾ سنڌي ٻولي جي روايتي ادب جو ذخيرو

سورهين جي سورهيائي بابت ڳاهون

سخي مردن جي سخاوت بابت ڳاهون

عشق ۽ محبت جي داستانن بابت ڳاهون

ماموين جا بيت

سمن جي پهرئين دور جي ٻوليءَ ۾ شعر جو تاريخي ذخيرو

سنڌين جو هڪ جنگي ’رجز‘ يا نعرو

ڄام تماچي لاءِ دعا يا اڳڪٿي جا بيت
شيخ حماد جو بيت
درويش نوح هوٿياڻي جي دعا
خوجن جي پيرن جا ڳنان
پير صدرالدين ڏانهن منسوب ڳنان
پير حسن ڪبيرالدين
سمن جي پوئين دور واري ٻولي ۾ شعر جو مستند مواد
پير مراد شيرازي جو منظوم دعائيه فقرو
شيخ عبدالجليل چوهڙ جي سماع جي مجلس ۾ ڳايل سنڌي بيت
حضرت شيخ عبدالجليل چوهڙ جو چيل سنڌي بيت
شيخ چوهڙ جي سماع جي مجلس ۾ ڏوهيڙي طور پڙهيل سنڌي بيت
شيخ عبدالجليل چوهڙ جي وفات کان پوءِ سماع ۾ پڙهيل بيت
سمن جي بالڪل آخري دور جو شعر
سيد حيدر سنائي جو چيل بيت
مخدوم احمد ڀٽي آڏو سماع جي مجلس ۾ پڙهيل بيت
اسحاق آهنگر (لوهار) جو بيت
شاعر پراڙ جو بيت
هڪ بيت جنهن جي مريدن معنيٰ پڇي

قوال جو سماع ۾ پڙهيل بيت
قاضي قادن جا بيت ۽ ٻولي
نتيجا

# باب چهون

## سنڌي ۽ فارسي جي وڌندڙ تعلق، سنڌي اصطلاحن ۽ نثري جملن جي وضاحت، سنڌ جي ادبي ثقافتي دائري جي وسعت، روايتي ادب ۾ اضافي ۽ سنڌي شعر جي تحريري ذخري ۾ واڌاري وارو دور

(ارغون - ترخان - مغليه دور: 1520-1690ع)
فارسي ۽ سنڌي جو وڌندڙ تعلق
(الف) سنڌ جي تاريخي ۽ ادبي مواد جو فارسي نثر ۽ نظم ۾ نروار ٿيڻ
(ب) سنڌي لفظن ۽ اصطلاحن جو فارسي عبارتن ۾ استعمال ٿيڻ
(ج) سنڌي بيتن جو فارسي ۾ ترجمو ٿيڻ
(د) فارسي ۽ سنڌي جي گڏيل عبارتن سان ڪتابن جو تنصيف ٿيڻ
سنڌي لفظن، اصطلاحن ۽ جملن جي معنيٰ ۽ مقصد کي سمجهڻ ڏانهن ڌيان

(الف) طلاق لاءِ استعمال ٿيندڙ سنڌي الفاظ ۽ اصطلاح
(ب) سنڌي ۾ سخن وجهڻ يا قسم کڻڻ واري صورت ۾ طلاق جو فيصلو
(ج) سڱابندي وقت چيل جملا
(د) اهي الفاظ جن جي چوڻ سان چوندڙ کي مسلمان تسليم ڪري
سگهجي
اتر طرف ملتان ۽ مٿي پنجاب تائين سنڌي ٻولي جي ثقافتي دائري جو
وسيع ٿيڻ
سکن جي گروئن جي ڪلام ۾ سنڌي الفاظ ۽ فقرا
گرو نانڪ جي ڪافي
گرو ارجڻ جا سلوڪ
سنڌي ٻولي ۽ ادبي ثقافت جو ڪڇ کان هيٺ ڏکڻ طرف ڪاٺياواڙ ۽
گجرات تائين پهچڻ
مهر راج عرف پراڻناٿ جا سنڌي سلوڪ
سنڌي ٻولي جي ڪڇي لهجي مطابق بيتن جي اصل صورتخطي
سنڌي ٻولي ۽ ثقافت جو راجستاني پرڳڻن تائين پهچڻ
دادو ديال جو سنڌي ڪلام

ٻولي جي روايتي ادب جي ذخيري ۾ اضافو
دولهه دريا خان ۽ همون رانوڻ
موکي ۽ متارا
بوبنا ۽ جراڙ
ٻداماڻي پنرو
سنڌي شعر جي مستند تحريري ۽ ذخيري ۾ اضافو
راڃو ستيو دل
مخدوم نوح رحه
سيد علي ثاني شيرازي
مخدوم ونهيو چانيهو
مخدوم قاضي عثمان درپيلائي
شاه خيرالدين قادري ۽ سندس دور جو ٻيو شاعر
مخدوم عثمان اگهم ڪوٽي
ميين شاه ڪريم جي هڪ همعصر درويش جو بيت
ميين شاه ڪريم جي ٻئي هڪ همعصر جو بيت
شاه ڪريم جي زباني بيان ٿيل بيت ۽ انهن جي ٻولي
سنڌ کان ٻاهرين روايت واري سنڌي، سنڌي - سرائيڪي ۽ ٻين پاڙيسري ٻولين جي آميزش واري شعر جو هڪ اهم ذخيرو
(الف) قاضي قادن جي دور جا سنڌي بيت
(ب) سنڌ جي شاعر ’حلو‘ جو سهڻو سنڌي بيت
(ج) سنڌ جي اُترئين پاڳي جي شاعرن جا بيت

(د) سنڌي سرائيڪي ۽ پنجابي - هندي جي آميزش
وارا بيت
شيخ فريد (ننڍي) جا بيت
شيخ فريد کان سواءِ ٻين جا چيل بيت
(هه) دادو جا بيت
(و) اوپر ۽ ڏکڻ - اوپر سنڌ ۽ پر وارن راجسٿاني
علائقن جي ٻولين جي
آميزش وارا بيت
(ز) سنڌ جي سري ۽ ان سان لاڳو راجسٿاني علائقن
ٻولين جي آميزش وارا
بيت
نتيجا

# باب ستون

مادري زبان سنڌيءَ ذريعي تعليم ڏيڻ ۽ سنڌيءَ ۾
درسي ۽ علمي مواد جي منظوم ٿيڻ وارو شروعاتي
دور
(مغليه دور: 190 - 1680ع)
مادري زبان ذريعي بنيادي تعليم ڏيڻ جو نظريو
تعليمي مقصد لاءِ سنڌي ۾ درسي ۽ علمي ڪتاب
سنڌي ۾ هڪ وڏي علمي ادبي زخيري جو لکجڻ
ٻولي جي سٿاء ۽ قدامت اسم، فاعل وغيره

ضمير استفهام

عدد

نتيجا

# باب اٺون

سنڌي ذريعي تعليمي تحريڪ جي ڪاميابي، سنڌيءَ ۾ معياري درسي ۽ علمي ڪتابن جي تنصيف، سنڌي صرف - نحو ۽ لغات جي مطالعي، سنڌي نثر جي شروعات ۽ اعليٰ سنڌي شاعري جي عروج وارو دور (آخري مغلن، عباسي ڪلهوڙن ۽ ٽالپر جو دور: 1680 -1860ع)

1. مادري زبان ذريعي تعليمي تحريڪ جا بنياد مضبوط ٿيڻ ۽ ان جي ڪاميابي

(الف) معياري درسي ڪتاب ’ابوالحسن جي سنڌي‘

(ب) شاه لطف الله قادري جو رسالو

(ج) ”سنڌي“ جي خاص نالي سان وڏيڪ درسي ڪتابن جو شايع

ٿيڻ

مخدوم ضياء الدين جي سنڌي

مطلوب المؤمنين سنڌي

مخدوم محمد ابراهيم جي سنڌي

سنڌي عبدالرحيم جي

اساس الفرائض سنڌي
سنڌي احمد جي
عالم جمعي گراڻي جي سنڌي
عبدالحميد جي سنڌي
دائري وارن جي سنڌي
سيد هارون جي (ٺيهه اکري) سنڌي
(د) سولي سنڌي ۾ ڪتابن لکڻ جو عام نظريو
2. ”سنڌي درسي نصاب“ جو بنياد مضبوط ٿيڻ
3. مختلف موضوعن تي وڏي تعداد ۾ سنڌي ڪتابن جو تاليف ٿيڻ
تفسير
حديث
فقہ
دين اسلام
ايمان ۽ عقيدي، ريت ۽ رسم بابت وضاحت
سوانح ۽ تاريخ
تصوف، اخلاقيات
سماجي اصلاح
طب
تعويذات
4. ڪتابن جي ترجمن جو سلسلو شروع ٿيڻ
(الف) سنڌي مواد جو عربي فارسي ۾ ترجمو ٿيڻ

(ب) عربي ۽ فارسي ڪتابن جا سنڌي ۾ ترجما ٿيڻ
5. تجرباتي ۽ تحقيقي نتيجن کي سنڌي ۾ شايع ڪرڻ
6. سنڌي نثر ۽ عبارتن ۽ ڪتابن جي لکڻ جي شروعات
7. سنڌي لفظن ۽ ضرب - نحو (گرامر) جو مطالعو
(الف) ابتدائي سکيا لاءِ ’دو - وايا‘ ۽ - ’ٽه - وايا‘
(ب) سنڌي ذريعي فارسي ۽ سنڌي گرامر جو مطالعو
8. سنڌي ”الف - بي“ جو ساڳي هڪ ئي صورت ۾ لکجڻ ۽ سنڌي صورتخطي جو وڏيڪ صحيح صورت ۾ رائج ٿيڻ
9. سنڌي لغات بابت تحقيقي مواد جو شايع ٿيڻ
10. سنڌ جي روايتي ادبي ذخيري ۾ تفصيلي ۽ تخليقي واڌارو
11. سنڌي اساسي شاعري جي عمارت جو اڏجڻ
شاهه لطف الله قادري اگهم ڪوٽي
ميون شاه عنايت رضوي نصرپوري
شاهه عبداللطيف ڀٽائي
عبدالوهاب سچيڏنو عرف سچل
فقير محمد صديق سومرو
قنبر علي شاه پاڏائي
خليفو نبي بخش صاحب
غلام محمد خانزئي

خواجه محمد زمان لواروي
فقير عبدالرحيم گرهوڙي
پائي چئنراءِ شڪارپوري
نتيجا

# باب پهريون

**قديم دؤر: سنڌ جي ٻولي يا ٻوليون**

(600 ورهيه قبل مسيح کان 500 ورهيه بعد مسيح)

سهوليت خاطر، تاريخي لحاظ سان، سنڌي ٻولي جي ابتداء ۽ ارتقاء کي چئن مکيه دؤرن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: (1) قديم دؤر، جنهن ۾ کا 'سنڌ جي ٻولي' يا 'سنڌ جون ٻوليون' رائج هيون، پر موجوده 'سنڌي ٻولي' جي خاڪي جو اڃان نالو نشان ئي ڪونه هو؛ (2) بنيادي دؤر، جنهن ۾ موجوده 'سنڌي ٻولي' جي خاڪي جي تشڪيل ٿي؛ (3) تعيمري دؤر، جنهن ۾ سنڌي ٻولي ترقي ڪري پنهنجي لغوي ۽ ادبي منزل قائم ڪئي؛ ۽ (4) علمي دؤر، جنهن ۾ عالمن، شاعرن، مورخن، مصنفن ۽ محققن جي ڪارنامن ۽ ڪوشش سان، سنڌي ٻولي جو سرمايو هر لحاظ سان وڌيو ۽ ويجهيو. هن باب ۾ "قديم دؤر" تي قدري روشني وڌي وڃي ٿي.

(الف) 600 ورهيه قبل مسيح کان اڳ.

'سنڌ جي اوائلي ٻولي' ۽ موجوده 'سنڌي ٻولي': قديم دور اٽڪل چوٿين صدي عيسوي ۽ ان کان اڳ وارو زمانو آهي، جنهن کي 'سنڌ جي ٻولي يا ٻولين وارو

دور‘ چئي سگهجي ٿو. ان وقت سنڌ جي ٻولي يا ٻوليون ضرور هيون، مگر ”سنڌي ٻولي“ جنهن جي اسان کي علمي ڄاڻ آهي، سا اڃا ناپيد هئي. هن عرصي ۾ سنڌ ديس جي ٻولين تي سامي، دراوڙي ۽ آريائي ٻولين جو اثر پيو.
’مئن جي دڙي‘ جي آثار قديم مان مليل مواد ۽ معلومات جي بناء تي چئي سگهجي ٿو ته، ’سنڌ جي قديم ٻولي‘ شايد ڪا ’سامي‘ زبانن جي سٽ مان هئي، جنهن تي دراوڙي ۽ پوءِ آريائي ٻولين جو اثر پيو. انهن آريائي ٻولين مان، هن قديم زماني ۾ ’سنڌ جي ٻولي‘ تي گهڻي ۾ گهڻو اثر ايراني ۽ داردي ٻولين جو پيو، ۽ ان بعد پالي پراڪرت جي ذريعي سنسڪرت جو اسان جي تحقيق جي لحاظ سان اهو صحيح نه آهي ته سنڌي ٻولي ڪو سنئون سڌو ”سنسڪرت“ مان نڪتي. هن غلط فهمي جا ٻه ٽي ڪارڻ آهن: اول ته لسانيات جا يوروپي عالم، پنهنجي ابتدائي ۽ اجنبي تربيت سببان، هن اثر هيٺ رهيا ته هندوستان جون جملي ٻوليون سنسڪرت مان نڪتل آهن. انهيءَ گمان هندوستاني زبانن بابت سندن جانچ پڙتال تي اثر وڌو. هنن هر زبان ۾ سنسڪرت جي عڪس کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. سنڌي ٻولي جي سنسڪرت مان نڪتل لفظن جي بناء تي، هنن سڄي کي سنسڪرت

مان نڪتل قرار ڏنو. سنڌي صرف - نحو جي نرالي ۽ ڳُوڙهي سِٽا، جا هن ٻولي سنسڪرت خواه ان جي پوئين توڙي ڏهئين ڪان ممتاز ڪري ٿي ۽ سنڌي ٻولي کي هڪ جدا اصليت ۽ مستقل حيثيت ڏئي ٿي - توڙي ٻولي جون ٻيون ’انفرادي خوصيتون‘، تن کي انهن يوروپي محقق، مستشماق (exceptions) جو نالو ڏيئي، ٽاري ڇڏيو. ازنسواءِ انهن محقق جيڪي دليل دلائل سنڌي جي سنسڪرت سان نسلي نسبت بابت ڏنا آهن، تن مان گهڻا رڳو گماني آهن؛ باقي جيڪي علمي آهن، سي به تنقيد جا محاج آهن، ۽ اجان زياده تحقيق طلب آهن. ٻيو ڪارڻ، سنڌي جي سنسڪرتي نسل واري نظريي جو، ڪن هندن صاحبن جون لکيتون آهن، جن جي اڪثريت هن خيال جي وڌي تائيد ڪئي؛ مگر انهن لکيتن جي حيثيت تبليغي ڇئي سگهجي ٿي ۽ نه علمي ۽ حقيقي. ٽيون ڪارڻ سنڌي جي سنسڪرتي نسل جو، هڪ عام غلط فهيم آهي، ته سنڌي ٻولي يا ته سنسڪرت مان نڪتي آهي يا ته عربي مان: جنهن صورت ۾ عربي زبان ٻاهران آئي، تنهن صورت ۾ سنڌي ٻولي پڪ سنسڪرت مان نڪتي هوندي؛ ۽ اڪثر مسلمان صاحبن کي وري هيءُ حسنِ ظن آهي ته سنڌي ٻولي عربي مان نڪتل آهي.

’مئن جي دڙي‘ جي ٻولي: سر زمين کي جن ماڻهن اول اول اچي آباد ڪيو، سي اُلهندي ڪناري واري ايراضي ۾ پنهنجون بينڪون قائم ڪيون. سندن تمدن جي انتهائي ترقي ’مئن جي دڙي‘ واري تهذيب جي صورت اختيار ڪئي. ’مئن جي دڙي‘ جي آثار قديمہ جي انڪشاف مان قطعي ثبوت ملي ٿو ته سنڌ جو هي قديم تمدن، مغربي ’دريائي تمدن‘ يعني ته دجله ۽ فرات دريائن جي سُمير ۽ بابُلي تمدن جو ساٿياري آهي. سر جان مارشل جي تحقيق موجب، ”سنڌ، سُمير ۽ بابُل جي تهذيبن جي وچ ۾ ڪافي هڪجهڙائي هئي: خصوصاً سنڌ ۽ عراق جي ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ گهاٽي اچ وڃ هئي، جا سمنڊ توڙي سيستان ۽ ايران مان خشڪيءَ ذريعي جاري هئي“ (1). ازانسواءِ سنڌ جو هيءُ قديم تمدن هڪ قسم جو ’غير آريائي تمدن‘ آهي (2)؛ ۽ انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو قديم سنڌي تمدن جي ٻولي به ڪا غيرآريائي، يا ’سامي - صفت‘ (1)، زبان هئي، جا سنڌ ملڪ جي اوائلي زبانن مان هئي. انهيءَ ٻولي جا مسخ شده نشان ’مئن جي دڙي‘ مان لڌل مهرن تي موجود آهن. ڪن لکندڙن جي خيال مطابق ’مڻ‘، ’ڪنجهو‘ ۽ ’هنجهه‘ بابلي زبان جا الفاظ آهن؛ جيڪڏهن اهو صحيح آهي ته پوءِ غالباً اهي الفاظ سنڌي ۾ هن اوائلي دور ۾ داخل

ٿيا. تازي تحقيق موجب قديم عراق جي ’سِمير تمدن‘ جي قديم لکيتن ۾ لفظ ’ادا‘ بمعنيٰ ’پيءُ‘ جي ملي ٿو ۽ ساڳيو لفظ، فقط سنڌي ٻولي ۾ ئي اڄ ڏينهن تائين ’پاءُ‘ جي معنيٰ ۾ رائج آهي.

انهيءَ دور واري سنڌ جي هن ’سامي-صفت‘ زبان جي سنبنڌ جو امڪان هڪ طرف دراوڙي زبانن سان، ٻئي طرف ايراني زبانن سان، ته ٽئين طرف ’ملتان کان ڪشمير‘ وارين ’سنڌو - وادي ٻولين‘ سان ٿي سگهي ٿو. ازنسواءِ هندوستان جي اُتر - اولهه وارن پهاڙي لڪن مان به اتي جي داردي قومن جو ڪشمير کان ملتان تائين رهندڙ ماڻهن سان، اصل - آريائي قرابت توڙي مسلسل هجرت ۽ آمدرفت سببان تعلق رهيو، جنهنڪري هن سڄي اُتر - اولهه خطي تي داردي ٻولين جو پڻ اثر پيو. انهيءَ ڪري ڪشميري، ملتاني ۽ سنڌي ٻولين جو رنگ ڍنگ ٻين هندي - آريائي ٻولين کان نرالو ٿيو ۽ انهن ٽنهي ٻولين ۾ هڪ بنيادي نسبت پيدا ٿي.

دراوڙي ٻوليون ۽ سنڌي ٻولي

آرين جي اچڻ کان اڳ دراوڙي ٻوليون هن برصغير جي گهڻي ڀاڱي ۾ رائج هيون. سنڌ سان لاڳو بلوچستان جي ڀاڱي ۾ ’بروهڪي ٻولي‘ دراوڙي ٻولين جي قبيلي مان آهي. انهيءَ مناسبت سان ڪن جو گمان

آهي ته شايد ’مئن جي دڙي‘ واري ٻولي پڻ ’دراوڙي‘ دفعي جي هجي. اسان مٿي چئي آيا آهيون ته ’مئن جي دڙي‘ جي ٻولي شايد سامي سٽ مان هئي، ۽ ان دور جي پاڙيسري دراوڙي ٻولين سان ان جي لهه وچڙ ممڪن ٿي سگهي ٿي. دراوڙي اصليت وارا الفاظ جهڙيءَ طرح ٻين موجوده عوامي ٻولين ۾ ملن ٿا، اهڙيءَ طرح ۾ پڻ موجود آهن.

جارج شرٽ ’سنڌي ٻولي جي بنياد‘ بابت سنه 1878ع ۾ هڪ مضمون لکيو، جنهن ۾ سنڌي جي مستقل لغوي ذخيري ۽ ٻين جداگانه نحوي خصوصيتن کان متاثر ٿي، هن ’سنڌي جي سنسڪرت‘ مان نڪرڻ واري نظريي کان منهن موڙيو ۽ ان جي بجاءِ ’سنڌي جي دراوڙي بنياد‘ واري نظريي جي پٺڀرائي ڪئي. سندس مضمون ”سنڌي ۾ دراوڙي جُز جا اهڃاڻ“ جي عنوان سان ”انڊين اينٽِيڪُئري“ ۾ ڇپيو (1)، جنهن ۾ اهو نئون نظريو پيس ڪيائين. هيٺ اسان سندس نظريي ۽ دليلن جو اختصار سان تجزيو پيش ڪريون ٿا.

سنڌي جي سنسڪرت مان نڪرڻ واري نظريي ۾ شڪ: سنڌي ٻوليءَ جي ڪن مستقل خصوصيات جي مدنظر، جارج شرٽ سنڌي جي سنسڪرت مان نڪرڻ واري نظريي کي شڪ جي نگاهه سان ڏٺو ۽

چڻ ڊيپل زبان ۾ انهيءَ ڳالهه جو اعتراف ڪيائين ته سنڌي جو نج بنياد سنسڪرت ناهي. چوي ٿو ته:

”اهو ته بلڪل سچ آهي ته سنڌي سنسڪرت زبان جي ڌيءَ آهي، پر ساڳئي وقت اهو ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي ته سنسڪرت وارو نج خون سنڌ ۾ ناهي. ان جي گرامر جي مکيه پاڱن جو بنياد سنسڪرت آهي، مگر هڪ اهم ۽ خاص خصوصيت، يعني ضميري پڇاڙين جو استعمال، سنڌيءَ کي ايراني زبانن سان ملائي ٿي، حالانڪ انهيءَ استعمال ۾ انهن (ايراني زبانن) کان هيءَ (سنڌي) گهڻو اڳتي آهي“ (ص 293).

سنڌي لغت جو پنهنجو نج ذخيرو ڪٿان آيو؟ عربي ۽ فارسي لفظن کان سواءِ، سنڌي ۾ جيڪي ٻيا الفاظ آهن تن ۾ پڻ ڪيترائي اهڙا آهن جن جو سنسڪرت سان ڪو لاڳاپو ڪونهي: (مثلاً، لفظ ’اسان‘ يا ’اسين‘ سنسڪرت ۾ آهن ئي ڪونه.) جارج شرٽ سوال اُٿاري ٿو ته لغت جو اِهو پنهنجو ذخيرو ڪٿان آيو؟ اهي لفظ سندس خيال ۾ يقيني طور انهيءَ ٻولي جا آهن، جيڪا سنسڪرت کان اڳ جي هئي. سندس نظريي مطابق اهي الفاظ ڪنهن دراوڙي ٻولي جا آهن، چوي ٿو ته:

”جڏهن (سنڌي مان) سڀ سنسڪرت، عربي ۽ فارسي لفظ خارج ٿا ڪجن ته به هڪ وڏو ذخيرو

اهڙن لفظن جو باقي بچي ٿو، جن کي مسٽربيمس (Beames)، پنهنجي تقابلي گرامر (Comparative Grammar) ۾ ’ديسي‘ سڏي ٿو. (سنڌي ۾) در حقيقت اهو ذخيرو ايترو ته گهڻو آهي، جو جيڪر فقط اهڙن لفظن کي استعمال ڪندي پورو مڪالمو مرتب ڪري سگهجي. اهي لفظ ڪٿان آيا؟

منهنجي خيال ۾ انهيءَ ۾ ڪو شڪ نٿو ٿي سگهي ته اهي لفظ انهيءَ زبان جي بقايا آهن، جيڪا آرين جي آمد کان اڳ سنڌ ۾ ڳالهائي ويندي هئي: آرين غالباً انهن دراوڙي نسل جي ڪن قبيلن کي، جيڪي (موجوده) بروهين جا وڏا هئا، پهاڙن ڏي هڪالي ڪڍيو، ۽ سنڌ جي باقي باشندن کي گهٽ ذات جي طبقيۃ ملائي ڇڏيو.

جيڪڏهن سنڌي لغت ۾ ايترا سارا سنسڪرت کان اڳ جا ’ديسي‘ لفظ ملن ٿا ته هيءَ اهم ۽ دلچسپ سوال اُٿي ٿو ته پلا سنڌي گرامر ۾ پڻ اهڙي ديسي اُهڃاڻ موجود آهن“ (ص 293).

جارج شرٽ اهو اشوُ اٿاريو آهي ته آرين کان اڳ سنڌ ۾ دراوڙي قبيلا آباد هئا، جن مان ڪن کي، جيڪي بروهين جا وڏا هئا، آرين الهندي طرف ڪوهستان ڏانهن هڪالي ڪڍيو ۽ باقي جيڪي سنڌ ۾ بچيا تن

کي ”گهٽ ذات واري طبقي“ ۾ شامل ڪري ڇڏيو. هي محض شرٽ جو پنهنجو خيال آهي، جنهن لاءِ ڪابه تاريخي ثابتي مجود ڪانهي: مگر انهيءَ تصور پيشڪرڻ سان ه-و پنهنجن نظرين جي پٺڀرائي ڪرڻ چاهي ٿو ته سنڌي ٻولي جي لفظن جو پنهنجو نج ذخيرو توڙي ان جي گرامر جا ڪي اهڃاڻ دراوڙي نسل جي ڪنهن ٻولي سان تعلق رکن ٿا: ان مان نتيجي طور هن نظريي کي هٿي ملي ٿي ته سنڌي ٻولي جو بنياد ڪا دراوڙي ٻولي آهي.

سنڌي ٻولي جي دراوڙي بنياد لاءِ شرٽ جا دليل: سندس انهيءَ نظريي جي پٺڀرائي لاءِ جارج شرٽ ڇهه مکيه دليل ڏنا آهن، جيڪي قدري توضيح ۽ تجزبي سان هيٺ ڏجن ٿا:

(1) لفظن جي آخري حرف تي حرڪت وارو اصول سنڌي توڙي دراوڙي زبانن ۾ ساڳيو آهي. شرٽ جي هن دليل جو خلاصو هن طرح آهي ته: هر سنڌي لفظ جي پڇاڙي حرڪت يا نون غُني سان آهي. ’بشپ ڪالڊويل‘ پڻ پنهنجي تصنيف ”دراوڙي ٻولين جي تقابلي گرامر“ ۾ چوي ٿو ته: ’تيليگو‘ ٻولي جي هر لفظ جو آخري حرف لازمي طور صحيح متحرڪ ٿئي ٿو جيڪڏهن بنيادي طور اهو حرف صحيح متحرڪ نه هوندو آهي ته پوءِ ان تي پيش ڏنو ويندو

آهي، جيتوڻيڪ اُهو اُچاريو نه ويندو آهي. اهو قاعدو سنسڪرت مان نڪتل لفظن سان پڻ لاڳو ٿئي ٿو، موجوده ’ڪَينڙِي‘ ٻولي ۾ پڻ اهو قاعدو رائج آهي: ’تامل‘ ٻولي ۾ لفظن جو آخري ’حرف صحيح‘ تي پيش ڏنو وڃي ٿو، جو قديم ’ڪينري‘ ٻولي دراوڙي ٻولين ۾ اها آخري حرڪت تمام هلڪي هوندي آهي، جيئن سنڌي ۾ ساڳيو اصول ڪارفرما آهي. مگر تعجب اهو آهي ته سنڌيءَ تي آريائي، ايراني ۽ سامي ٻولين جي اثر جي باوجود اهو اصول سلامت رهيو آهي!

هن دليل تي تنقيد: اول ته خود ’ڪالڊويل‘ جي لکڻ موجب تيليگو، تامل يا ڪينري ٻولين ۾ لفظن جي آخر حرف تي ننڍو خفيف پيش هوندو آهي جو لکجي ٿو پر ڳالهائجي ڪونه ٿو. ان جي برعڪس، سنڌيءَ ۾ نه صرف اسمن جي آخر ۾ زير، زبر، پيش يا الف، واو ۽ ي اچن ٿا، پر اهي حرڪتون مختلف حالتن (فاعلي، مفعولي، اضافي ۽ جري) ۾ ڦرن ٿيون. يعني ته سنڌي ۾ ’اعراب‘ جو هڪ وسيع نظام موجود آهي، جو يقيني طور عربي جي اثر جو نتيجو آهي. مگر انهيءَ مشترڪه خصوصيت سببان ائين ڪونه چئبو آهي ته ڪو سنڌي ٻولي عربي مان نڪتي آهي.

شرٽ جي دليل جي بناءُ تي، سنڌي جو دراوڙي زبانن جي بجاءِ عربي مان نڪرڻ وڌيڪ مناسب ٿيندو.

(2) سنڌي جي ڪن مجهول فعلن جي سٽاءَ ۾ ’ب‘ جو اچار موجود آهي، جو ساڳيو دراوڙي ٻولين وارو ’پو‘ (Po) آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ’وڃڻ‘: شرٽ جي هن دليل جو اختصار هن طرح آهي: سنڌي ۾ ڪي غير جانبدار (Neuter) فعل آهي جي ’فعل مجهول‘ جو ڪم ڏين ٿا، حالانڪ اهي مجهول فعلن وانگر نٿا بنجن، سنڌي ۾ فعل مجهو بالڪل ائين ٺهي ٿو جيئن سنسڪرت ۾، سواءِ هن جي جو سنسڪرت ۾ فعل مجهول واري نشاني ’ي‘ سنڌي ۾ ڦري ’ج‘ ٿئي ٿي (جيئن ته مارجڻ، ڪائجڻ، گهٽجڻ وغيره). مگر هيٺيان سنڌي فعل انهيءَ قاعدي کان مستثنيٰ (exception) آهن: ڊاپڻ، چيپڻ (= لڳڻ، پليت ٿيڻ)، پرپڻ (= پلئه پوڻ، ملڻ)، جاپڻ، ڏوپڻ، ماپڻ ۽ڪپڻ (ص 293) انهن ۾ مصدر واري وڻ، کان اڳ ’ج‘ جي بدران ’پ‘ حرف صحيح طور موجود آهي. منهنجي خيال ۾ انهيءَ ’پ‘ جو تعلق دراوڙي ’پو‘ (Po) بمعنيٰ ’وڃڻ‘ سان آهي، جو انهن ٻولين ۾ فعل مجهول ٺاهڻ لاءِ ڪم اچي ٿو. اهو ’پو‘ سنسڪرت واري ’ي‘ ۽ فارسي جي ’شُدن‘ جي معنيٰ آهي. ’شدن‘ پڻ قديم فارسي ۾ ’وڃڻ‘ جي معنيٰ ۾ هو؛

جيئن فارسي جي قديم پيڙ ’بلوچي‘ ۾ (شُتَغ = وڃڻ) آهي. هندوستاني ۾ ته فعل، ’جانا‘ (= وڃڻ) جي پٺتي سان ئي ٺهن ٿا (ص 294).

هن دليل تي تنقيد: هن دليل ۾ ڏنل آخري مثال خود ثابت ڪن ٿا ته ’وڃڻ‘ جي پٺتي سان مجهول فعل جي سٺاءَ دراوڙي ٻولين تائين محدود ناهي بلڪ هيءَ خصوصيت ايراني، هندوستاني وغيره ٻولين ۾ به موجود آهي. اهو پڻ غور طلب آهي ته ڪو انهن سنڌي فعلن ۾ ’پ‘ جو اچار ’وڃڻ‘ جو قائم مقام آهي، چو ته ’وڃڻ‘، جي پٺتي لڳائڻ جي باوجود انهن فعلن جي اڪثر صيغن ۾ ’پ‘ باقي رهي ٿي: مثلاً ’ڊاپڻ‘ برابر آهي ’ڊاپي وڃڻ‘ جي، ۽ اهڙي طرح ڏاپڻ = ڏاپي وڃڻ، ڇاپڻ = ڇاپي وڃڻ، ڏوپڻ = ڏوپي وڃڻ، ڪپڻ = ڪپي وڃڻ. جيڪڏهن ’پ‘ قائم مقام هجي ها ’وڃڻ‘ جو، ته ’وڃڻ‘ جي پٺتي لڳائڻ سان ’پ‘ يا ته حذف ٿئي ها يا بدلجي ها.

(3) سنڌي ۾ ٻه حرف صحيح گڏ نٿا اچن، ۽ ساڳي خصوصيت دراوڙي ٻولين ۾ آهي: سنڌي لفظن ۾ ساڳيو ’حرف صحيح‘ تشديد جي صورت ۾ ٻٽو ٿي سگهي ٿو، يا وري جڏهن ٻه حرف صحيح گڏ ايندا ته هڪ ضرور هلڪو (Liquid) هوندو. انهن ٻنهي صورتن کان سواءِ سنڌي ۾ ڪنهن به لفظ ۾ حرف

صحيح (بنا حرڪت جي) گڏ نه بيهندا. اها خصوصيت دراوڙي ٻولين ۾ بالڪل نمايان آهي. (ص 294).

هن دليل تي تنقيد: هيءَ اهڙي خصوصيت ناهي جيڪا صرف دراوڙي ٻولين ۾ آهي. خود شرٽ پاڻ قبول ڪري ٿو ۽ چوي ٿو ته: ’البت اهو اقرار ڪرڻو پوندو ته اِها خصوصيت رڳو دراوڙي ٻولين تائين محدود ناهي، حالانڪ انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته اِها خصوصيت غير سنسڪرتي‘ آهي (ص 294).

(4) سنڌي جا لفظ ’ڪي‘ ۽ ’آن‘ سنسڪرت بدران دراوڙي ٻولين مان نڪتل آهن: سنڌي جي ’ڪي‘، سنسڪرت ’ڪِرِت‘ جي بدران دراوڙي ’ڪوُ‘ سان واسطو رکي ٿي. ٻن لفظن ’آن‘ ۽ ’ڪان‘ مان، ٿي سگهي ٿو ته ’آن‘ سنسڪرت مان نڪتل هجي. ’آن‘ يا ’ائان‘ بروهڪي ٻوليءَ ۾ موجود آهي، جنهن مان پائنجي ٿو ته آرين جي اچڻ کان اڳ دراوڙي ٻولين ۾ ’آن‘ يا ’ائان‘ جا لفظ موجود هئا: آرين ڪو لاحقو (affiix) کانئن اڳ موجود ڏنو، جو سندن ’آت‘ واري ’ت‘ بدلجي ’آن‘ وارو ’ن‘ بڻيو (ص 294).

هن دليل تي تنقيد: هن دليل جو پس منظر مغربي عالمن جو ان وقت وارو عام خيال آهي ته سنڌي ۽

ٻيون هند - آريائي ٻوليون سنسڪرت مان ٻڻيون، ۽ انهيءَ ڪري انهن ٻولين جو هر لفظ ڪنهن نه ڪنهن سنسڪرت لفظ جا عڪس آهي. اهڙي خيال سببان، شرٽ پڻ چڪتاڻ ڪري سنڌي 'آن' کي سنسڪرت 'آت' مان بدلجڻ جو جواز پيش ڪيو آهي، حالانڪ ٻئي طرف شرٽ ٻڌائڻ چاهي ٿو ته 'آن' سنڌ ۾ اڳ موجود هئي، مگر اها دراوڙي ٻولين جي هئي، چاڪاڻ ته اجا تائين بروهڪي ٻولي ۾ موجود آهي. کيس غالباً اهو معلوم نه هو ته سنڌي جا ڪيترائي الفاظ بروهڪي ۾ رائج ٿي چڪا آهن.

(5) سنڌي ۾ ڪي لفظ اهڙا آهن، جيڪي اصل ۾ دراوڙي آهن. شرٽ چوي ٿو ته: منهنجي خيال ۾ (جيڪڏهن جانچ ڪبي ته) هيٺين سنڌي لفظن مان "گهڻن جو" اصل نسل يقيني طور 'دراوڙي' ثابت ٿيندو:

| سنڌي | دراوڙي | *سنڌي | دراوڙي * |
| --- | --- | --- | --- |
| پرائڻ | پيڙ | نِرَڙُ | نِڙ |
| سُلَڻ | شول | وائي | وائي (= وات) |
| ڪُراڙو | ڪِيَڙُو | سوڙهو | شُرُّڪُّ |
| ڪوُڙو | ڪارُو | پِڙُ. (چنبُ جو) پير، پئه | |
| ڪُڏڻ | ڪُودي | منڊ | منڊُ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪوٺڻ | ڪوٽّ | اوڍڻ | اُڊّ |
| منجي | مانُرِي | ڪرندي | ڪارَندي |
| ٿَڙي | ٿاڙي | ** اوڙاهه | آڙ |
| ٿِڙڻ | ٿِيڙاپُو | ڪٽ | ڪَٽَّ |

دليل تي تنقيد: ٿي سگهي ٿو ته انهن ۾ ”گهٽا“ لفظ اصل دراوڙي هجن. اهڙي طرح عربي ۽ فارسي بلڪ انگريزي جا پڻ ”گهٽا ئي لفظ“ سنڌي ۾ رائج آهن، پر ان جو مطلب اهو نه ٿيندو ته ڪو سنڌي جو بنياد اهي ٻوليون آهن. مثي ڏنل لفظ ’ڪٽ‘ جي مثال مان (جيڪو سنڌي، هندي بلڪ انگريزي ۾ رائج آهي) ته جيڪر ائين چو نه چئجي، ته مٿين لفظن مان گهٽا اصل ۾ ’آريائي‘ يا ’هند - آريائي‘ الفاظ آهن، جي پوءِ دراوڙي ٻولين (تامل وغيره) ۾ رائج ٿيا.

(6) ڪي الفاظ نڪي سنسڪرت ۾ نه ڪي ايراني يا سامي زبانن ۾ آهن، مگر سنڌي ۽ بروهڪي، ٻنهي ۾ يڪسان موجود آهن. شرٽ جي خيال ۾ هيٺيان ۽ ٻيا الفاظ سنڌي ۽ بروهڪي ۾ موجود آهن، مگر اهي نڪي سنسڪرت ۾ نڪي ايراني يا سامي زبانن ۾ آهن.

| سنڌي | بروهڪي | سنڌي | بروهڪي |
|---|---|---|---|
| منجهند | مَنجَن | ڪَڪِڙا | ڪَڪَّڙا |
| ڪوپري (مٿي جي) | ڪوپري | رنبي | رنبي |

ٻِني (چنگهه جي) ٻني         جهُڙ         جُر
(ڪوهيرو)
ڪُڙي         ڪُرِي         لڪ         لڪ
ٺونٺ         ٺوٺ         ارمان         ارمان
ٺوم         ٺوم         تنوار         توار
ڪارِي
(ڪاريندڙ)         ڪارِي         ڪٻڙ         ڪبر
ڳوٺرِي         گوٺري         پولڙو         بولُو
ڍِڳي         ڍِڳي
اوجهري         اوجَرنِڪ         ڱُنگُ
ڱنگ

هن دليل تي تنقيد: بروهڪي سنڌ جي همسايه ٻولي آهي، ۽ صدين کان وٺي هر سال سياري ۾ بروهي - بلوچ قبيلا سنڌ ۾ پورهئي خاطر اچن ٿا، جنهن ڪري سنڌيءَ جا سوين لفظ بروهي زبان م سنڌي توڙي بروهڪي ۾ موجود آهن. مگر شرٺ هن قسم جي دليل کي رد ڏيڻ لاءِ چوي ٿو ته: ”انگريزي ۽ وياشي ٻئي زبانون همسايه آهن، مگر ٻنهي جي لغات ۾ ايترا مشترڪ الفاظ نه آهن جيترا بروهڪي ۽ سنڌي ۾. ٻيو ته بروهين ۽ سنڌين جي صدين تائين پاڻ ۾ لهه وچڙ نه رهي آهي، ڇاڪاڻ ته بروهڪي - بلوچ خانه بدوش ۽ تيز - خو آهن، سنڌي صلح پسند ۽ سانتيڪا،

واپاري ۽ زراعت پيشو آهي.“ شرٽ جا اهي ٻئي دليل ڪمزور آهن. غالباً ڪيس بروهي - بلوچ قبائل ۽ سنڌين جي صدين تائين هڪٻئي سان لهه وچڙ جي خبر ئي ڪانهي. ازانسواءِ مٿين لفظن ۾ ’ٿوم‘ لفظ عربي ۽ ’ارمان‘ ۽ ’گونگو‘ (گنگ) فارسي آهن: يعني ته بروهڪي ۽ سنڌي ۾ جيڪي مشترڪ الفاظ آهن، سي شرٽ جي چوڻ جي برعڪس، ايراني ۽ سامي زبانن ۾ پڻ موجود آهن.

---

[(1)]. جان مارشل: محڪمۀ آثار قديمه هند، ساليانه رپورٽ، 27 - 1926ع.

[(2)]. ”غير آريائي تمدن“ (A Non-Aryan Civilization)- ڏسو اسٽار رچرڊ جو ڪتاب Indus Valley Pottery، ڇپيل پرنسٽن يونيورسٽي، پرنسٽن، آمريڪا، 1941ع.

[(1)] . سرياني، عبراني ۽ حبشي عربيءَ ڪي علم لغات جي اصطلاح ۾ ’سامي زبانون‘ سڏيو ويو آهي ’سامي - صفت‘ يعني انهن ٻولين جهڙي.

[(1)] .Shirt, George: `Traces of a Dravidian Element in Sindhi’, The Indian Antiquary, Vol. II, 1878 (Issue of December 1878).

[*]. شرٽ اهي الفاظ انگريزي صورتخطي ۾ لکيا آهن. اسان ڪوشش ڪري سنڌي صورتخطي ۾ ساڳيو اچار پيش ڪيو آهي.

[*]. شرٽ اهي الفاظ انگريزي صورتخطي ۾ لکيا آهن. اسان ڪوشش ڪري سنڌي صورتخطي ۾ ساڳيو اچار پيش ڪيو آهي.

[**]. اصل آڙاهه:

# باب پهريون

**قديم دؤر: سنڌ جي ٻولي يا ٻوليون**

(600 ورهيه قبل مسيح کان 500 ورهيه بعد مسيح)

سهوليت خاطر، تاريخي لحاظ سان، سنڌي ٻولي جي ابتداء ۽ ارتقاء کي چئن مکيه دؤرن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: (1) قديم دؤر، جنهن ۾ کا 'سنڌ جي ٻولي' يا 'سنڌ جون ٻوليون' رائج هيون، پر موجوده 'سنڌي ٻولي' جي خاڪي جو اڃان نالو نشان ئي ڪونه هو؛ (2) بنيادي دؤر، جنهن ۾ موجوده 'سنڌي ٻولي' جي خاڪي جي تشڪيل ٿي؛ (3) تعيمري دؤر، جنهن ۾ سنڌي ٻولي ترقي ڪري پنهنجي لغوي ۽ ادبي منزل قائم ڪئي؛ ۽ (4) علمي دؤر، جنهن ۾ عالمن، شاعرن، مورخن، مصفن ۽ محققن جي ڪارنامن ۽ ڪوشش سان، سنڌي ٻولي جو سرمايو هر لحاظ سان وڌيو ۽ ويجهيو. هن باب ۾ "قديم دؤر" تي قدري روشني وڌي وڃي ٿي.

(الف) 600 ورهيه قبل مسيح کان اڳ.

’سنڌ جي اوائلي ٻولي‘ ۽ موجوده ’سنڌي ٻولي‘: قديم دور اٽڪل چوٿين صدي عيسوي ۽ ان کان اڳ وارو زمانو آهي، جنهن کي ’سنڌ جي ٻولي يا ٻولين وارو دور‘ چئي سگهجي ٿو. ان وقت سنڌ جي ٻولي يا ٻوليون ضرور هيون، مگر ”سنڌي ٻولي“ جنهن جي اسان کي علمي ڄاڻ آهي، سا اڃا ناپيد هئي. هن عرصي ۾ سنڌ ديس جي ٻولين تي سامي، دراوڙي ۽ آريائي ٻولين جو اثر پيو.

’مئن جي دڙي‘ جي آثار قديم مان مليل مواد ۽ معلومات جي بناء تي چئي سگهجي ٿو ته، ’سنڌ جي قديم ٻولي‘ شايد ڪا ’سامي‘ زبانن جي سٽ مان هئي، جنهن تي دراوڙي ۽ پوءِ آريائي ٻولين جو اثر پيو. انهن آريائي ٻولين مان، هن قديم زماني ۾ ’سنڌ جي ٻولي‘ تي گهڻي ۾ گهڻو اثر ايراني ۽ داردي ٻولين جو پيو، ۽ ان بعد پالي پراڪرت جي ذريعي سنسڪرت جو اسان جي تحقيق جي لحاظ سان اهو صحيح نه آهي ته سنڌي ٻولي ڪو سنئون سڌو ”سنسڪرت“ مان نڪتي. هن غلط فهمي جا ٻه ٽي ڪارڻ آهن: اول ته لسانيات جا يورپي عالم، پنهنجي ابتدائي ۽ اجنبي تربيت سببان، هن اثر هيٺ رهيا ته هندوستان جون جملي ٻوليون سنسڪرت مان نڪتل آهن. انهيءَ گمان هندوستاني زبانن بابت سندن جانچ پڙتال تي اثر وڌو.

هنن هر زبان ۾ سنسڪرت جي عڪس کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. سنڌي ٻولي جي سنسڪرت مان نڪتل لفظن جي بناء تي، هنن سڌي کي سنسڪرت مان نڪتل قرار ڏنو. سنڌي صرف - نحو جي نرالي ۽ ڳُوڙهي سِٽا، جا هن ٻولي سنسڪرت خواه ان جي پوٽين توڙي ڏهٽين کان ممتاز ڪري ٿي ۽ سنڌي ٻولي کي هڪ جدا اصليت ۽ مستقل حيثيت ڏئي ٿي - توڙي ٻولي جون پيون ’انفرادي خوصيتون‘، تن کي انهن يوروپي محقق، مستشماق (exceptions) جو نالو ڏيئي، ٿاري ڇڏيو. ازنسواءِ انهن محقق جيڪي دليل دلائل سنڌي جي سنسڪرت سان نسلي نسبت بابت ڏنا آهن، تن مان گهڻا رڳو گماني آهن؛ باقي جيڪي علمي آهن، سي به تنقيد جا محاج آهن، ۽ اجان زياده تحقيق طلب آهن. پيو ڪارڻ، سنڌي جي سنسڪرتي نسل واري نظريي جو، ڪن هندن صاحبن جون لکيتون آهن، جن جي اڪثريت هن خيال جي وڌي تائيد ڪئي؛ مگر انهن لکيتن جي حيثيت تبليغي چئي سگهجي ٿي ۽ نه علمي ۽ حقيقي. ٽيون ڪارڻ سنڌي جي سنسڪرتي نسل جو، هڪ عام غلط فهيم آهي، ته سنڌي ٻولي يا ته سنسڪرت مان نڪتي آهي يا ته عربي مان: جنهن صورت ۾ عربي زبان ٻاهران آئي، تنهن صورت ۾ سنڌي ٻولي پڪ سنسڪرت مان

نڪتي هوندي؛ ۽ اڪثر مسلمان صاحبن ڪي وري هيءُ حسنِ ظن آهي ته سنڌي ٻولي عربي مان نڪتل آهي.

’مئن جي دڙي‘ جي ٻولي: سر زمين ڪي جن ماڻهن اول اول اچي آباد ڪيو، سي اُلهندي ڪناري واري ايراضي ۾ پنهنجون بيٺڪون قائم ڪيون. سندن تمدن جي انتهائي ترقي ’مئن جي دڙي‘ واري تهذيب جي صورت اختيار ڪئي. ’مئن جي دڙي‘ جي آثار قديمه جي انڪشاف مان قطعي ثبوت مليو ته سنڌ جو هي قديم تمدن، مغربي ’دريائي تمدن‘ يعني ته دجله ۽ فرات دريائن جي سُمير ۽ بابُلي تمدن جو ساٿياري آهي. سر جان مارشل جي تحقيق موجب، ”سنڌ، سُمير ۽ بابُل جي تهذيبن جي وچ ۾ ڪافي هڪجهڙائي هئي: خصوصاً سنڌ ۽ عراق جي ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ گهاٽي اچ وڃ هئي، جا سمنڊ توڙي سيستان ۽ ايران مان خشڪيءَ ذريعي جاري هئي“ (1). ازانسواءِ سنڌ جو هيءُ قديم تمدن هڪ قسم جو ’غير آريائي تمدن‘ آهي (2)؛ ۽ انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو قديم سنڌي تمدن جي ٻولي به ڪا غيرآريائي، يا ’سامي - صفت‘ (1)، زبان هئي، جا سنڌ ملڪ جي اوائلي زبانن مان هئي. انهيءَ ٻولي جا مسخ شده نشان ’مئن جي دڙي‘ مان لڌل مهرن تي موجود آهن. ڪن

لکندڙن جي خيال مطابق ’مڻ‘، ’ڪنجهو‘ ۽ ’هنجهه‘ بابلي زبان جا الفاظ آهن؛ جيڪڏهن اهو صحيح آهي ته پوءِ غالباً اهي الفاظ سنڌي ۾ هن اوائلي دور ۾ داخل ٿيا. تازي تحقيق موجب قديم عراق جي ’سِمير تمدن‘ جي قديم لکيتن ۾ لفظ ’ادا‘ بمعنيٰ ’پيءُ‘ جي ملي ٿو ۽ ساڳيو لفظ، فقط سنڌي ٻولي ۾ ئي اڄ ڏينهن تائين ’پاءُ‘ جي معنيٰ ۾ رائج آهي.

انهيءَ دور واري سنڌ جي هن ’سامي-صفت‘ زبان جي سنبنڌ جو امڪان هڪ طرف دراوڙي زبانن سان، ٻئي طرف ايراني زبانن سان، ته ٽئين طرف ’ملتان کان ڪشمير‘ وارين ’سنڌو - وادي ٻولين‘ سان ٿي سگهي ٿو. ازنسواءِ هندوستان جي اُتر - اولهه وارن پهاڙي لڪن مان به اتي جي داردي قومن جو ڪشمير کان ملتان تائين رهندڙ ماڻهن سان، اصل - آريائي قرابت توڙي مسلسل هجرت ۽ آمدرفت سببان تعلق رهيو، جنهنڪري هن سڄي اُتر - اولهه خطي تي داردي ٻولين جو پڻ اثر پيو. انهيءَ ڪري ڪشميري، ملتاني ۽ سنڌي ٻولين جو رنگ ڍنگ ٻين هندي - آريائي ٻولين کان نرالو ٿيو ۽ انهن ٽنهي ٻولين ۾ هڪ بنيادي نسبت پيدا ٿي.

دراوڙي ٻوليون ۽ سنڌي ٻولي

آرين جي اچڻ کان اڳ دراوڙي ٻوليون هن برصغير جي گهڻي ڀاڱي ۾ رائج هيون. سنڌ سان لاڳو بلوچستان جي ڀاڱي ۾ ’بروهڪي ٻولي‘ دراوڙي ٻولين جي قبيلي مان آهي. انهيءَ مناسبت سان ڪن جو گمان آهي ته شايد ’مئن جي دڙي‘ واري ٻولي پڻ ’دراوڙي‘ دفعي جي هجي. اسان مٿي چئي آيا آهيون ته ’مئن جي دڙي‘ جي ٻولي شايد سامي سٽ مان هئي، ۽ ان دور جي پاڙيسري دراوڙي ٻولين سان ان جي لهه وچڙ ممڪن ٿي سگهي ٿي. دراوڙي اصليت وارا الفاظ جهڙيءَ طرح ٻين موجوده عوامي ٻولين ۾ ملن ٿا، اهڙيءَ طرح ۾ پڻ موجود آهن.

جارج شرٽ ’سنڌي ٻولي جي بنياد‘ بابت سنه 1878ع ۾ هڪ مضمون لکيو، جنهن ۾ سنڌي جي مستقل لغوي ذخيري ۽ ٻين جداگانه نحوي خصوصيتن کان متاثر ٿي، هن ’سنڌي جي سنسڪرت‘ مان نڪرڻ واري نظريي کان منهن موڙيو ۽ ان جي بجاءِ ’سنڌي جي دراوڙي بنياد‘ واري نظريي جي پٺڀرائي ڪئي. سندس مضمون ”سنڌي ۾ دراوڙي جُز جا اهڃاڻ“ جي عنوان سان ”انڊين آينٽيڪُئري“ ۾ ڇپيو (1)، جنهن ۾ اهو نئون نظريو پيس ڪيائين. هيٺ اسان سندس نظريي ۽ دليلن جو اختصار سان تجزيو پيش ڪريون ٿا.

سنڌي جي سنسڪرت مان نڪرڻ واري نظريي ۾ شڪ: سنڌي ٻوليءَ جي ڪن مستقل خصوصيات جي مدنظر، جارج شرٽ سنڌي جي سنسڪرت مان نڪرڻ واري نظريي کي شڪ جي نگاهه سان ڏٺو ۽ چڻ دبيل زبان ۾ انهيءَ ڳالهه جو اعتراف ڪيائين ته سنڌي جو نج بنياد سنسڪرت ناهي. چوي ٿو ته:

”اهو ته بلڪل سچ آهي ته سنڌي سنسڪرت زبان جي ڌيءَ آهي، پر ساڳئي وقت اهو ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي ته سنسڪرت وارو نج خون سنڌ ۾ ناهي. ان جي گرامر جي مکيه پاڳن جو بنياد سنسڪرت آهي، مگر هڪ اهم ۽ خاص خصوصيت، يعني ضميري پڇاڙين جو استعمال، سنڌيءَ کي ايراني زبانن سان ملائي ٿي، حالانڪ انهيءَ استعمال ۾ انهن (ايراني زبانن) کان هيءَ (سنڌي) گهڻو اڳتي آهي“ (ص 293).

سنڌي لغت جو پنهنجو نج ذخيرو ڪٿان آيو؟ عربي ۽ فارسي لفظن کان سواءِ، سنڌي ۾ جيڪي ٻيا الفاظ آهن تن ۾ پڻ ڪيترائي اهڙا آهن جن جو سنسڪرت سان ڪو لاڳاپو ڪونهي: (مثلاً، لفظ ’اسان‘ يا ’اسين‘ سنسڪرت ۾ آهن ئي ڪونه.) جارج شرٽ سوال اُٿاري ٿو ته لغت جو اِهو پنهنجو ذخيرو ڪٿان آيو؟ اهي لفظ سندس خيال ۾ يقيني طور انهيءَ ٻولي جا آهن، جيڪا سنسڪرت کان اڳ جي هئي. سندس

نظريي مطابق اهي الفاظ ڪنهن دراوڙي ٻولي جا آهن، چوي ٿو ته:

”جڏهن (سنڌي مان) سڀ سنسڪرت، عربي ۽ فارسي لفظ خارج ٿا ڪجن ته به هڪ وڏو ذخيرو اهڙن لفظن جو باقي بچي ٿو، جن کي مسٽربيمس (Beames)، پنهنجي تقابلي گرامر (Comparative Grammar) ۾ ’ديسي‘ سڏي ٿو. (سنڌي ۾) در حقيقت اهو ذخيرو ايترو ته گهڻو آهي، جو جيڪر فقط اهڙن لفظن جي استعمال ڪندي پورو مڪالمو مرتب ڪري سگهجي. اهي لفظ ڪٿان آيا؟

منهنجي خيال ۾ انهيءَ ۾ ڪو شڪ نٿو ٿي سگهي ته اهي لفظ انهيءَ زبان جي بقايا آهن، جيڪا آرين جي آمد کان اڳ سنڌ ۾ ڳالهائي ويندي هئي: آرين غالباً انهن دراوڙي نسل جي ڪن قبيلن کي، جيڪي (موجوده) بروهين جا وڏا هئا، پهاڙن ڏي هڪالي ڪڍيو، ۽ سنڌ جي باقي باشندن کي گهٽ ذات جي طبقي۾ ملائي ڇڏيو.

جيڪڏهن سنڌي لغت ۾ ايترا سارا سنسڪرت کان اڳ جا ’ديسي‘ لفظ ملن ٿا ته هيءَ اهم ۽ دلچسپ سوال اُٿي ٿو ته پلا سنڌي گرامر ۾ پڻ اهڙي ديسي اُهڃاڻ موجود آهن“ (ص 293).

جارج شرٽ اهو اشوُ اڻاريو آهي ته آرين کان اڳ سنڌ ۾ دراوڙي قبيلا آباد هئا، جن مان ڪن ڪي، جيڪي بروهين جا وڏا هئا، آرين الهندي طرف ڪوهستان ڏانهن هڪالي ڪڍيو ۽ باقي جيڪي سنڌ ۾ بچيا تن کي ”گهٽ ذات واري طبقي“ ۾ شامل ڪري ڇڏيو. هي محض شرٽ جو پنهنجو خيال آهي، جنهن لاءِ ڪابه تاريخي ثابتي مجود ڪانهي: مگر انهيءَ تصور پيشڪرڻ سان ه-و پنهنجن نظرين جي پٺڀرائي ڪرڻ چاهي ٿو ته سنڌي ٻولي جي لفظن جو پنهنجو نج ذخيرو توڙي ان جي گرامر جا ڪي اهڃاڻ دراوڙي نسل جي ڪنهن ٻولي سان تعلق رکن ٿا: ان مان نتيجي طور هن نظريي کي هٿي ملي ٿي ته سنڌي ٻولي جو بنياد ڪا دراوڙي ٻولي آهي.

سنڌي ٻولي جي دراوڙي بنياد لاءِ شرٽ جا دليل: سندس انهيءَ نظريي جي پٺڀرائي لاءِ جارج شرٽ ڇهه مکيه دليل ڏنا آهن، جيڪي قدري توضيح ۽ تجزبي سان هيٺ ڏجن ٿا:

(1) لفظن جي آخري حرف تي حرڪت وارو اصول سنڌي توڙي دراوڙي زبانن ۾ ساڳيو آهي. شرٽ جي هن دليل جو خلاصو هن طرح آهي ته: هر سنڌي لفظ جي پڇاڙي حرڪت يا نون غُني سان آهي. ’بشپ ڪالڊويل‘ پڻ پنهنجي تصنيف ”دراوڙي ٻولين جي

تقابلي گرامر“ ۾ چوي ٿو ته: ’تيليگو‘ ٻولي جي هر لفظ جو آخري حرف لازمي طور صحيح متحرڪ ٿئي ٿو جيڪڏهن بنيادي طور اهو حرف صحيح متحرڪ نه هوندو آهي ته پوءِ ان تي پيش ڏنو ويندو آهي، جيتوڻيڪ اُهو اُچاريو نه ويندو آهي. اهو قاعدو سنسڪرت مان نڪتل لفظن سان پڻ لاڳو ٿئي ٿو، موجوده ’ڪَينَڙي‘ ٻولي ۾ پڻ اهو قاعدو رائج آهي: ’تامل‘ ٻولي ۾ لفظن جو آخري ’حرف صحيح‘ تي پيش ڏنو وڃي ٿو، جو قديم ’ڪينري‘ ٻولي دراوڙي ٻولين ۾ اها آخري حرڪت تمام هلڪي هوندي آهي، جيئن سنڌي ۾ ساڳيو اصول ڪارفرما آهي. مگر تعجب اهو آهي ته سنڌيءَ تي آريائي، ايراني ۽ سامي ٻولين جي اثر جي باوجود اهو اصول سلامت رهيو آهي!

هن دليل تي تنقيد: اول ته خود ’ڪالڊويل‘ جي لکڻ موجب تيليگو، تامل يا ڪينري ٻولين ۾ لفظن جي آخر حرف تي ننڍو خفيف پيش هوندو آهي جو لکجي ٿو پر ڳالهائجي ڪونه ٿو. ان جي برعڪس، سنڌيءَ ۾ نه صرف اسمن جي آخر ۾ زير، زبر، پيش يا الف، واو ۽ ي اچن ٿا، پر اهي حرڪتون مختلف حالتن (فاعلي، مفعولي، اضافي ۽ جري) ۾ ڦرن ٿيون. يعني ته سنڌي ۾ ’اعراب‘ جو هڪ وسيع نظام موجود

آهي، جو يقيني طور عربي جي اثر جو نتيجو آهي. مگر انهيءَ مشترڪه خصوصيت سببان ائين ڪونه چئبو آهي ته ڪو سنڌي ٻولي عربي مان نڪتي آهي. شرٽ جي دليل جي بناءُ تي، سنڌي جو دراوڙي زبانن جي بجاءِ عربي مان نڪرڻ وڌيڪ مناسب ٿيندو.

(2) سنڌي جي ڪن مجهول فعلن جي سٿاءَ ۾ 'ب' جو اچار موجود آهي، جو ساڳيو دراوڙي ٻولين وارو 'پو' (Po) آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'وڃڻ': شرٽ جي هن دليل جو اختصار هن طرح آهي: سنڌي ۾ ڪي غير جانبدار (Neuter) فعل آهي جي 'فعل مجهول' جو ڪم ڏين ٿا، حالانڪ اهي مجهول فعلن وانگر نٿا بنجن، سنڌي ۾ فعل مجهو بالڪل ائين ٺهي ٿو جيئن سنسڪرت ۾، سواءِ هن جي جو سنسڪرت ۾ فعل مجهول واري نشاني 'ي' سنڌي ۾ ڦري 'ج' ٿئي ٿي (جيئن ته مارجڻ، ڪائجڻ، گهٽجڻ وغيره). مگر هيٺيان سنڌي فعل انهيءَ قاعدي کان مستثنيٰ (exception) آهن: ڊاپڻ، چپڻ (= لڳڻ، پليت ٿيڻ)، پرپڻ (= پلئه پوڻ، ملڻ)، جاپڻ، ڌوپڻ، ماپڻ ۽کپڻ (ص 293) انهن ۾ مصدر واري وڻ، کان اڳ 'ج' جي بدران 'پ' حرف صحيح طور موجود آهي. منهنجي خيال ۾ انهيءَ 'پ' جو تعلق دراوڙي 'پو' (Po) بمعنيٰ 'وڃڻ' سان آهي، جو انهن ٻولين ۾

فعل مجهول ٺاهڻ لاءِ ڪم اچي ٿو. اهو ’پو‘ سنسڪرت واري ’ي‘ ۽ فارسي جي ’شُدن‘ جي معنيٰ آهي. ’شدن‘ پڻ قديم فارسي ۾ ’وڃڻ‘ جي معنيٰ ۾ هو؛ جيئن فارسي جي قديم پيڻ ’بلوچي‘ ۾ (شُتَغ = وڃڻ) آهي. هندوستاني ۾ ته فعل، ’جانا‘ (= وڃڻ) جي پٺتي سان ئي ٺهن ٿا (ص 294).

هن دليل تي تنقيد: هن دليل ۾ ڏنل آخري مثال خود ثابت ڪن ٿا ته ’وڃڻ‘ جي پٺتي سان مجهول فعل جي سٺاءَ دراوڙي ٻولين تائين محدود ناهي بلڪ هيءَ خصوصيت ايراني، هندوستاني وغيره ٻولين ۾ به موجود آهي. اهو پڻ غور طلب آهي ته ڪو انهن سنڌي فعلن ۾ ’پ‘ جو اچار ’وڃڻ’ جو قائم مقام آهي، چو ته ’وڃڻ‘، جي پٺتي لڳائڻ جي باوجود انهن فعلن جي اڪثر صيغن ۾ ’پ‘ باقي رهي ٿي: مثلاً ’ڍاپڻ‘ برابر آهي ’ڍاپي وڃڻ‘ جي، ۽ اهڙي طرح ڌاپڻ = ڌاپي وڃڻ، ڇاپڻ = ڇاپي وڃڻ، ڌوپڻ = ڌوپي وڃڻ، ڪپڻ = ڪپي وڃڻ. جيڪڏهن ’پ‘ قائم مقام هجي ها ’وڃڻ‘ جو، ته ’وڃڻ‘ جي پٺتي لڳائڻ سان ’پ‘ يا ته حذف ٿئي ها يا بدلجي ها.

(3) سنڌي ۾ ٻه حرف صحيح گڏ نٿا اچن، ۽ ساڳي خصوصيت دراوڙي ٻولين ۾ آهي: سنڌي لفظن ۾ ساڳيو ’حرف صحيح‘ تشديد جي صورت ۾ ٻٽو ٿي

سگهي ٿو، يا وري جڏهن به حرف صحيح گڏ ايندا ته هڪ ضرور هلڪو (Liquid) هوندو. انهن ٻنهي صورتن کان سواءِ سنڌي ۾ ڪنهن به لفظ ۾ حرف صحيح (بنا حرڪت جي) گڏ نه بيهندا. اها خصوصيت دراوڙي ٻولين ۾ بالڪل نمايان آهي. (ص 294).

هن دليل تي تنقيد: هيءَ اهڙي خصوصيت ناهي جيڪا صرف دراوڙي ٻولين ۾ آهي. خود شرٽ پاڻ قبول ڪري ٿو ۽ چوي ٿو ته: ’البت اهو اقرار ڪرڻو پوندو ته اِها خصوصيت رڳو دراوڙي ٻولين تائين محدود ناهي، حالانڪ انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته اِها خصوصيت غير سنسڪرتي‘ آهي (ص 294).

(4) سنڌي جا لفظ ’ڪي‘ ۽ ’آن‘ سنسڪرت بدران دراوڙي ٻولين مان نڪتل آهن: سنڌي جي ’ڪي‘، سنسڪرت ’ڪِرِت‘ جي بدران دراوڙي ’ڪوُ‘ سان واسطو رکي ٿي. ٻن لفظن ’آن‘ ۽ ’ڪان‘ مان، ٿي سگهي ٿو ته ’آن‘ سنسڪرت مان نڪتل هجي. ’آن‘ يا ’ائان‘ بروهڪي ٻوليءَ ۾ موجود آهي، جنهن مان پائنجي ٿو ته آرين جي اچڻ کان اڳ دراوڙي ٻولين ۾ ’آن‘ يا ’ائان‘ جا لفظ موجود هئا: آرين ڪو لاحقو (affiix) ڪانئن اڳ موجود ڏنو، جو سندن

’آت‘ واري ’ت‘ بدلجي ’آن‘ وارو ’ن‘ بڻيو (ص 294).

هن دليل تي تنقيد: هن دليل جو پس منظر مغربي عالمن جو ان وقت وارو عام خيال آهي ته سنڌي ۽ ٻيون هند - آريائي ٻوليون سنسڪرت مان بڻيون، ۽ انهيءَ ڪري انهن ٻولين جو هر لفظ ڪنهن ه ڪنهن سسڪرت لفظ جا عڪس آهي. اهڙي خيال سببان، شرٽ پڻ چڪتاڻ ڪري سنڌي ’آن‘ کي سنسڪرت ’آت‘ مان بدلجڻ جو جواز پيش ڪيو آهي، هالانڪ ٻئي طرف شرٽ ٻڌائڻ چاهي ٿو ته ’آن‘ سنڌ ۾ اڳ موجود هئي، مگر اها دراوڙي ٻولين جي هئي، چاڪاڻ ته اجا تائين بروهڪي ٻولي ۾ موجود آهي. ڪيس غالباً اهو معلوم نه هو ته سنڌي جا ڪيترائي الفاظ بروهڪي ۾ رائج ٿي چڪا آهن.

(5) سنڌي ۾ ڪي لفظ اهڙا آهن، جيڪي اصل ۾ دراوڙي آهن. شرٽ چوي ٿو ته: منهنجي خيال ۾ (جيڪڏهن جانچ ڪبي ته) هيٺين سنڌي لفظن مان ”گهڻن جو“ اصل نسل يقيني طور ’دراوڙي‘ ثابت ٿيندو:

| سنڌي | دراوڙي | *سنڌي | دراوڙي * |
|---|---|---|---|
| پرائڻ | پيڙ | نِرَڙُ | نِڙ |

سُلَڻ شول وائي وائي (= وات)
ڪُراڙو ڪِيِڙُو سوڙهو شُرُّڪُ
ڪؤڙو ڪارُو پڙُ. (چنڊ جو) پير، پئه
ڪُڏڻ ڪُودي منڊِ منڊُ
ڪوٺڻ ڪوٺّ اوڍڻ اُڊّ
منجي مانُڙِي ڪرنڊي ڪارَنڊي
ٽَڙي ٽاڙي ** اوڙاهه آڙ
ٽِڙڻ ٽِيڙاپُو ڪٽ ڪَٽَّ

دليل تي تنقيد: ٺي سگهي ٿو ته انهن ۾ ”گهڻا“ لفظ اصل دراوڙي هجن. اهڙي طرح عربي ۽ فارسي بلڪ انگريزي جا پڻ ”گهڻا ئي لفظ“ سنڌي ۾ رائج آهن، پر ان جو مطلب اهو نه ٿيندو ته ڪو سنڌي جو بنياد اهي ٻوليون آهن. مثي ڏنل لفظ ’ڪٽ‘ جي مثال مان (جيڪو سنڌي، هندي بلڪ انگريزي ۾ رائج آهي) ته جيڪر ائين چو نه چئجي، ته مثين لفظن مان گهڻا اصل ۾ ’آريائي‘ يا ’هند - آريائي‘ الفاظ آهن، جي پوءِ دراوڙي ٻولين (تامل وغيره) ۾ رائج ٿيا.

(6) ڪي الفاظ نڪي سنسڪرت ۾ نه ڪي ايراني يا سامي زبانن ۾ آهن، مگر سنڌي ۽ بروهڪي، ٻنهي ۾ يڪسان موجود آهن. شرٿ جي خيال ۾ هيٺيان ۽ ٻيا الفاظ سنڌي ۽ بروهڪي ۾ موجود آهن، مگر اهي

نڪي سنسڪرت ۾ نڪي ايراني يا سامي زبانن ۾ آهن.

| | | | |
|---|---|---|---|
| سنڌي | بروهڪي | سنڌي | بروهڪي |
| منجهند | مَنجَن | ڪَڪِڙا | ڪَڪِڙا |
| ڪوپري (مٽي جي) | ڪوپري | رنبي | رنبي |
| پِني (چنگهه جي) | پني | جهُڙ | جُر (ڪوهيرو) |
| ڪُڙي | ڪُرِي | لڪ | لڪ |
| ٺونٺ | ٺوٺ | ارمان | ارمان |
| ٺوم | ٺوم | تنوار | توار |
| ڪارِي (کاريندڙ) | ڪارِي | ڪبڙ | ڪبر |
| ڳوٺڙِي | گوٺري | پولڙو | بولُو |
| ڏِڳي | ڏِڳي | | |
| اوجهري | اوجَرنِڪ | ڳُنگ | گُنگُ |

هن دليل تي تنقيد: بروهڪي سنڌ جي همسايه ٻولي آهي، ۽ صدين کان وٺي هر سال سياري ۾ بروهي - بلوچ قبيلا سنڌ ۾ پورهئي خاطر اچن ٿا، جنهن ڪري سنڌيءَ جا سوين لفظ بروهي زبان م سنڌي توڙي بروهڪي ۾ موجود آهن. مگر شرٺ هن قسم جي دليل کي رد ڏيڻ لاءِ چوي ٿو ته: ”انگريزي ۽ وياشي ٻئي

زبانون همسايه آهن، مگر ٻنهي جي لغات ۾ ايترا مشترڪ الفاظ نه آهن جيترا بروهڪي ۽ سنڌي ۾. ٻيو ته بروهين ۽ سنڌين جي صدين تائين پاڙ ۾ لهه وچڙ نه رهي آهي، ڇاڪاڻ ته بروهڪي - بلوچ خانه بدوش ۽ تيز - خو آهن، سنڌي صلح پسند ۽ سانتيڪا، واپاري ۽ زراعت پيشو آهي.“ شرٽ جا اهي ٻئي دليل ڪمزور آهن. غالباً ڪيس بروهي - بلوچ قبائل ۽ سنڌين جي صدين تائين هڪٻئي سان لهه وچڙ جي خبر ئي ڪانهي. ازانسواءِ مٿين لفظن ۾ ’ٿوم‘ لفظ عربي ۽ ’ارمان‘ ۽ ’گونگو‘ (گنگ) فارسي آهن: يعني ته بروهڪي ۽ سنڌي ۾ جيڪي مشترڪ الفاظ آهن، سي شرٽ جي چوڻ جي برعڪس، ايراني ۽ سامي زبانن ۾ پڻ موجود آهن.

---

[(1)]. جان مارشل: محڪمۂ آثار قديمہ هند، ساليانه رپورٽ، 27 - 1926ع.

[(2)]. ”غير آريائي تمدن“ (A Non-Aryan Civilization)- ڊسو اسٽار رچرڊ جو ڪتاب Indus Valley Pottery، ڇپيل پرنسٽن يونيورسٽي، پرنسٽن، آمريڪا، 1941ع.

[(1)] . سرياني، عبراني ۽ حبشي عربيءَ ڪي علم لغات جي اصطلاح ۾ ’سامي زبانون‘ سڏيو ويو آهي ’سامي - صفت‘ يعني انهن ٻولين جهڙي.

[(1)] .Shirt, George: `Traces of a Dravidian Element in Sindhi’, The Indian Antiquary, Vol. II, 1878 (Issue of December 1878).

*. شرٽ اهي الفاظ انگريزي صورتخطي ۾ لکيا آهن. اسان ڪوشش ڪري سنڌي صورتخطي ۾ ساڳيو اچار پيش ڪيو آهي.

*. شرٽ اهي الفاظ انگريزي صورتخطي ۾ لکيا آهن. اسان ڪوشش ڪري سنڌي صورتخطي ۾ ساڳيو اچار پيش ڪيو آهي.

**. اصل آڙاهه:

آخر ۾ نتيجي طور شرٽ چوي ٿو ته: جيڪڏهن سنڌي جون مٿي بيان ڪيل نحوي خصوصيتون دراصل ’دراوڙي‘ آهن ۽ پڻ پيش ڪيل لفظن جا سلسلا ساڳئي سرچشمي سان تعلق رکن ٿا، ته به ائين ڪونه چئبو ته ڪو سنڌي کي اهو سرمايو بروهڪي مان مليو، چاڪاڻ ته اهي نحوي ۽ لغوي خصوصيتون بروهڪي ۾ آهن ئي ڪين... اهو سڄو سرمايو سنڌ وارن کي مقامي طور ورثي ۾ مليو آهي، جو منهنجي خيال ۾ انهيءَ طرف رهنمائي ڪري ٿو ته آرين جي اچڻ کان اڳ سنڌو جي وادي دراوڙي نسل جي ماڻهن جو گهر هئي (ص 295)،

مٿين تقيد جي باوجود، انهيءَ امڪان جو انڪار ڪري نٿو سگهجي، ته قديم دؤر جي مُندا ۽ دراوڙي ٻولين توڙي موجوده دور جي پاڙيسري ’بروهڪي ٻولي‘ جا ڪي الفاظ سنڌي ۾ رائج ٿي چڪا آهن.

سنڌي ۾، مُندا ۽ دراوڙي ٻولين جا الفاظ: بنيادي طور، سنڌي ٻولي جي خمير سنڌ جي پنهنجي مقامي لساني

ماحول جو پيدا ڪيل آهي؛ ان ڪي دراوڙي ٻولي يا ٻولين مان نڪتل يا ورتل سمجهڻ صحيح نه ٿيندو. البت انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته برصغير جي ٻين عوامي زبانن وانگر سنڌي پڻ قديم ’مُنڊا‘، (1) ۽ ’دراوڙي‘ ٻولين جا ڪي لفظ يادگار طور باقي آهن. مگر اهڙن لفطن جي صحيح سڃاڻپ ڪرڻ سولي نه آهي. ڪن لکندڙن، موجوده دراوڙي ٻولين (ڪينري، تامل، تيلگو ملايالم، تولو، ڪوٽا، ٽوڊا، گڊيا، پارجي، ڪوئي وغيره) ۾ رائج لفظن کي اکيون ٻوري ’دراوڙي‘ سمجهيو آهي، حالانڪ انهن مان گهڻا الفاظ سنسڪرت، پراڪرتن توڙي عربي ۽ فارسي مان ورتل آهن. انهيءَ ڪري ائين چوڻ صحيح نه ٿيندو، ته فلاڻو لفظ ’دراوڙي‘ آهي ڇاڪاڻ ته ڪنهن دراوڙي ٻولي ۾ رائج آهي. هن سلسلي ۾ تحقيق جي تڪميل تائين، ائين چئي سگهجي ٿو ته هيٺئين قسم جا ڪي ٿورا الفاظ جيڪي سنڌي پنجابي، اردو يا ٻين زبانن ۾ رائج آهن سي شايد بنيادي طور ’مُنڊا‘ يا ’دراوڙي’ هجن (2):

’مينڊ‘ دفمي جا الفاظ. پاٽي، ڪپهه، ڪوڙِي (= ويهه)، مُنڊي (سر)، ڄنگهه، جَهَنڊ (وارن جي)، ليڄڻ (شاديءَ وقت ڪپڙا ڏيڻ) لِڏ، مُگِري (ڪاٺ جو ٿلهو سونٽو)، مُهانڊو وغيره.

دراوڙي دفعي جا الفاظ. الاچي، ڪوتمير، ڪاٻار يا ڪاٻاڙو (ناريل جي تندن جو واجهه) ’دراوڙي‘ لفظ ڪري تسليم ڪري اويا آهن. هن قسم جا ٻيا الفاظ هيٺيان چئي سگهجن ٿا:

| لفظ جي سنڌي صورت | دراوڙي ٻولين ۾ رائج صورت |
| --- | --- |
| ڪُڏِي، ڪُڏو | ڪُتِي |
| ڏنڊ | تنتو، ڊنڊ |
| سُنگ (محصول) | سَنڪم |
| چُونگي (محصول) | چَنْگم |
| ابڙ، ايل (جهنگلي، وحشي) | ايڙ، ايڙو |
| نِيرُ (پاڻي) | نير |
| ڪَڙهي (ٻوڙ) | ڪَڙي |
| ڪِڙڪِي | ڪِڙڪ، ڪِٽڪي |
| مُنڊزي | موديرا |
| ڳَندُ (خوشبوءِ، هٻڪار) | ڳَندَ |
| وِرلو، ورلي | ورل |

سنسڪرت ۽ سنڌي ٻولي:

هن قديم دور جي علمي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته جنهن وقت آريائي قبيلا اول اول هندوستان ۾ داخل ٿيا، ان وقت اسان جي هاڻوڪي سنڌ جو هيٺيون ڏاکڻيون پاڳو (لاڙ ۽ ٿر) شايد سمنڊ هيٺ آيل هو؛ ۽

سنڌو درياءَ جو ڊو - آبو (ڊيلٽا) به مٿي وچ ڌاري هو؛ انهيءَ ڪري غالباً اوائلي آرين جون جيڪي بيٺڪون ٿيون، سي هاڻوڪي سنڌي خطي ۾ نه، بلڪ سنڌونديءَ جي مٿئين پاڱي ۾ پنجاب واري ڪناري جي آسپاس ٿيون. ان بعد، اهي آريائي قومون اُڀرندي طرف وڌيون. گنگا - جمنا ڊو - آبي ۾ سندن مستقل قيام جي دور ۾ ئي سنسڪرت زبان آهستي آهستي جڙي راس ٿي. ملتان کان ڪشمير واري ايراضي جون پنهنجيون ساڳيون اصلي ٻوليون رهيون، جيڪي پوءِ هن خطي ۾ مسلسل لڏ پلاڻ ۾ 'ايراني - آرين' جي هندوستان طرف هجرت هڪ اهم واقعو هو، جنهنڪري هتي جي ٻولين تي قديم ايراني ٻولي جو به اثر پيو.

ڌيان طلب ڳالهه هيءَ آهي ته هن قديم دور ۾، جنهن وقت گنگا - جمنا ڊو آبي جي ارد گرد، سنسڪرت پنهنجون ابتدائي ۽ آخري منزلون طئي ڪري رهي هئي، ۽ اتي جون پراڪرت زبانون ان جي زير اثر وڌي ويجهي رهيون هيون، ان وقت 'ڪشمير کان سنڌ' واري خطي جي لساني نوعيت جداگانه هئي. اهو خطو پهريائين 'هند - ايراني' ۽ پوءِ 'هند - آريائي' ۽ 'داردي، زبانن جي زير اثر رهيو.

سنسڪرت پنهنجي ڪلاسيڪي (پراڻن واري) قالب ۾ بند ٿي چڪي هئي، ۽ ان جي زير اثر عوام جون ٻوليون پنهنجون اوائلي پراڪرتي دور ختم ڪرڻ واريون هيون. سنڌ ۾ انهيءَ ڪلاسيڪي سنسڪرت، توڙي اوائلي پراڪرت جي اثر جي نه پهچ هئي ۽ نه ئي گنجائش هئي ڇو ته انهيءَ ساڳئي وقت سنڌ جي ’موئن جي دڙي‘ واري دريائي تمدن جي ’سامي - صفت‘ زبان سنڌ ۾ رائج هئي. ان بعد سنڌ تي تقريباً 600 ورهيه قبل مسيح تائين جيڪو اثر پوندو رهيو، سو ڪشمير - ملتان واري خطي مان داردي ٻولين جو، ۽ سنسڪرت جو. انهيءَ ڪري ئي بنيادي طور سنڌي ٻولي، داردي ٻولين سان قريب تر رهي *. داردي ٻولين ۾ ٻن حرف علتن جي وچ ۾ ايندڙ ’ت‘ متجي نٿي؛ اها ’داردي‘ خصوصيت اڃا تائين ”سنڌو ماٿر وارين ٻولين“ [سنڌي، لهندا، پنجابي (لهندا جي اثر هيٺ) ۽ ڪوهستاني] ۾ موجود آهي. انهن ٻولين ۾ ’پيتو‘، ’لاتو‘، ’ڪيتا‘، ’سيتا‘، وغيره مروج آهن، حالانڪ ٻين هند - آريائي ٻولين ۾ اهي الفاظ ’پيا‘، ’لايا‘، ’سيا‘ بنجي چڪا آهن **. سنڌ کان ڪشمير تائين ’سنڌو - ماٿر وارين ٻولين‘ ۾ ’اسين‘، ’اسان‘، ’اسي‘، وغيره مشترڪ الفاظ ”اسّمي“ مان نڪتل آهن، ۽ نه سنسڪرت لفظ ”ويوئم“ مان (جنهن سان

انگاريزي لفظ we به لاڳاپيل آهي). اهو لفظ ’آسمي‘، سنسڪرت کان اڳ يا سنسڪرت واري زماني جي پراڪرت جو آهي، جنهن کي جيڪڏهن ’پروٺو - پراڪرت‘ (Proto-Prakrit) چئجي ته مناسب ٿيندو. بهرحال، اهڙا الفاظ ’سنڌ. ماٿرين وارين ٻولين‘ جي مشترڪ مگر سنسڪرت کان هڪ الڳ سرچشمي جو پتو ڏين ٿا.

(ب) 600 ورهيه ق - م کان 500 ورهيه ب - م.

سنڌ جي ٻولي ۽ پالي پراڪرت.

آڳاٽي قديم دور بعد، اسين پوئين قديم دور (600 ورهيه قبل مسيح کان 500 ورهيه بعد مسيح) تي اچون ٿا. هيءُ هند جي پراڪرت ٻولين جو ٻيو دور آهي. ’سنڌ جي ٻولي‘ تي جنهن پراڪرت جي اثر جو امڪان نظر اچي ٿو، سا ’پالي‘ زبان هئي، جنهن جو اثرائتو دور هندستسان ۾ تقريباً 600 ورهيه قبل مسيح کان شروع ٿئي ٿو. لڳ ڀڳ انهيءَ زماني بعد ئي سنڌ تي ٻاهران هندوستان جي مذهبي خواه سياسي اثرات جي شروعات ٿئي ٿي؛ ٻڌ ڌرم جو پرچار، توڙي جين (چندر گپت) ۽ ٻڌ حاڪمن (اشوڪ ۽ ڪنسڪ) جو سياسي اقتدار، مختلف وقتن ۾ ٿوري يا گهڻي عرصي لاءِ ان بعد ٿيو؛ تنهنڪري پالي ۽ ٻين ’ٻئي دور وارين‘ پراڪرت زبانن جو اثر سنڌ جي ٻولي تي

ممڪن نظر اچي ٿو. مگر پراڪرت ٻولين ۾ خاص طرح پالي زبان جو اثر ڪيتري قدر ’سنڌ جي ٻولي تي پيو هوندو، انهيءَ لاءِ تاريخ ڏانهن نظر ڪرڻ گهرجي.

پالي زبان جو عروج تقريباً (600 ورهيه قبل مسيح) توڙي مهاتما ٻڌ جي زماني سان شروع ٿئي ٿو. انهيءَ زماني ۾ توڙي ان کان گهٽو پوءِ، اَشوڪ جي حڪمراني (تقريباً 250 ورهيه قبل مسيح سوڌو، سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم جي پرچار جو تاريخي ثبوت ڪونه ٿو ملي. اَشوڪ جي مذهبي پرچار جي ڪابه لکيت سنڌ م موجود ڪانهي. سنڌ کي ويجهي ۾ ويجهو اَشوڪ جون لکيتون شايد شهباز ڳڙهي ۽ مانسهره واريون آهن، جيڪي پالي ٻولي جي مقامي محاوري (dialect) ۾ اُڪريل آهن. انهيءَ ڪند ٿيل محاوري مان سمجهجي ٿو ته اَشوڪ جي ڏينهن ۾، خود پالي پراڪرت اتر - اولهه هندوستان جي مقامي محاورن جي قالب ۾ بند ٿي چڪي هئي.

سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم جو اثرائتو پرچار ان کان چار سؤ ورهيه پوءِ، ٻي صدي عيسوي ۾ ڪوشان گهراڻي جي دور ۾ شروع ٿيو. عيسوي سنه 50 ڌاري، ڪوشان شاهه ڪنَشڪ جي ڏينهن ۾ ، اشوڪ جي خالص ٻُڌمَتي ’هنايَنِ‘ تي ’مهاين‘ پنٿ غالب پيو، جنهن موجب

ظاهري ڪريا ڪرم ۽ پاٺ پوڄائن زور ورتو. مهاتما ٻڌ جي ذاتي وسيلن ۽ ٺَڳن، توڙي سندس آستانن ۽ ٽَڪين تي پوڄا واسطي ٿُل ۽ دڪل (stupa)، منارا ۽ مندر بنيا. اهي ٿِل ۽ دڪل مهاين پنٿ جا نمايان نسان هئا. سنڌ ۾ ٻُڌڪا ٺَڪر، مير رڪن جو ٿُل، ڏيپر گهانگهري جو ٿُل، ’ڪاهوءَ جي دڙي‘ ۽ ’موئن جي دڙي’ جا ٻُڌڪا مندر، انهيءَ مهاين پنٿ جا پڪا ثبوت آهن. سنڌ جي مهاين پنٿ جو پرچار شايد ڪنشڪ جي ڏينهن ۾ شروع ٿيو هجي؛ مگر گمان غالب آهي ته هن پنٿ، سنڌ ۾ ڪنشڪ جي ٽين پيڙهيءَ جو حاڪم ’واسديو‘ جي ڏينهن ۾ اٽڪل ٻي صديءَ ڌاري زور ورتو *. واسديو جا جيڪي سڪا ’مئن جي دڙي‘ جي مٿينءَ سطح واري ’ٻُڌ - ڪندرات‘ مان مليا آهن، تن موجب سنڌ ۾ ڪوشاني سياسي اقتدار (جنهن تي ئي مذهبي پرچار جو گهڻو دارومدار رهيو) جو زمانو ’ٻي صدي عيسوي‘ قرار ڏيئي سگهجي ٿو.

جيڪڏهن مهاين پنٿ جو پرچار پالي پراڪرت ۾ تسليم ڪجي ته پوءِ چئي سگهجي ٿو ته پالي پراڪرت جو اثر سنڌ جي ٻوليءَ تي اٽڪل ٻي صدي عيسوي کان شروع ٿيو. مگر سوال آهي ته جنهن پالي محاوري ۾ اهو پرچار ٿيو، ان جي لساني ڪيفيت ڪهڙي هئي؟ اسان مٿي بيان ڪيو آهي ته اشوڪ

جي شهباز ڳڙهي - مانسهره وارين لڪيتن مان معلوم ٿئي ٿو ته 250 ورهيه قبل مسيح ڌاري، پالي پراڪرت مقامي محاورن جي قالب ۾ بدلجي چڪي هئي. ان کان ٽي چار سؤ ورهيه پوءِ، پالي جي انهن محاورن ۾ ويتر وڌيڪ تبديلي آئي هوندي. گويا، جڏهن پالي ٻولي خود پنهنجي آخري پراڪرتي دور مان لنگهي رهي هئي ۽ ان جا محاورا (Dialects) مڪاني ٻولين سان خلط ملط ٿي پنهنجي اصليت وڃائي رهيا هئا، ان وقت جي ڪنهن 'مخلوط پالي محاوري' ۾ مهاين پنٿ جو پرچار سنڌ ۾ ٿيو. انهيءَ جو ثبوت، ڪنشڪ جي دور جي هڪ پالي عبارت مان ملي ٿو، جيڪا هڪ ٽامي جي ٿالهيءَ تي اُڪريل آهي. اها ٿالهي سنڌ جي آڳاٽين نزديڪي حدن اندر، يعني ته بهاولپور کان سورهن ميل ڏکڻ - اولهه طرف ٻُڌ جي جهوني مندر ''سُئي وِهارِ'' جي کنڊرن مان هٿ آئي هئي *. ان عبارت جو مول مقصد غالباً هيءُ آهي ته ''دَمن وِ هار'' مندر جي هڪ پوڄارڻ مائي 'ٻال نندِي' ۽ سندس ماءُ مائي 'ٻال 'جَيَه'، مها راءِ ڪنشڪ جي حڪمراني جي ٻارهين سال جي 'دائسيس' مهيني جي 20 تاريخ 'سُئي وِهار' مندر ۾ ڀڪشو گياني 'نا گدت' کي پيٺا ڏني. خاص طور غور طلب ڳالهه هيءَ آهي ته اها

عبارت نج پالي ۾ نه، پر ان جي ”بُختي محاوري (bacterian Pali) ۾ لکيل آهي. ٻن عالمن سر بيلي ۽ پروفيسر ڊائوسن، جي راءِ موجب هن ڪَتبي ۾ مقدوني مهيني جو ’ڊائيسيس‘ (Daesius or Daisios) جو نالو چٽو معلوم ٿئي ٿو جو غالباً بختي يوناني جي ذريعي رائج ٿيو. ڊاڪٽر هارنلي جي ڪَتبي جي ٻوليءَ کي ’مغربي پالي‘ ڪري ڄاڻايو آهي. بهاولپور گزيٽيئر ۾ اڳين تحقيق جي بناءَ تي، ان کي ’بختي پالي جو ’ڪتبو‘ تسليم ڪيو ويو آهي *.

بهرحال سنڌ جي حدن اندر، پوئين پراڪرتي دور جو اهو ئي ڪَتبو هٿ آيو آهي، جيڪو پالي جي ڪنهن مقامي محاوري ۾ اُڪريل آهي. سنسڪرت جو ڪوبه ڪَتبو يا ڪابه قديم لکيت سنڌ جي ڪنهن به ڀاڱي مان ايستائين دستياب نه ٿي آهي. انهيءَ بناءَ تي چئي سگهجي ٿو ته سنسڪرت جو اثر، جيڪو هن پالي محاوري ذريعي سنڌي ٻوليءَ تي پيو هوندو، سو اڪثر ’دخيل لفظن‘ جي صورت ۾؛ چو ته پالي جو مخلوط پراڪرتي محاورو، صرف - نحو جي لحاظ سان بذات خود سنسڪرت کان گهڻو پري هٽي چڪو هو. البت سنسڪرت مان مُشتَق (derived) الفاظ جنهن به صورت ۾ ’سنڌ جي ٻولي‘ ۾ جذب ٿيا، سي سرزمين سنڌ ۾ ساڳي صورت ۾ باقي رهيا، ۽ اڄ تائين

باقي آهن. غالباً پالي محاوري جي ذريعي سنسڪرت جا ڪافي الفاظ سنڌ جي ٻوليءَ ۾ داخل ٿيا. سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم جو ’مهايَنَ پنٿ‘ رائج هو، ۽ جيئن ته مهاين پنٿ سنڌ ۾ پهرين صدي عيسوي کان وٺي يارهين صدي تائين (1) جاري رهيو، انهيءَ ڪري سمجهجي ٿو ته هن عرصي ۾ ئي ’سنڌ جي ٻولي‘ کي ٻڌ وارن جي پوتر زبان پالي جي ذريعي سنسڪرت مان نڪتل لفظن جو وڏو ذخيرو مليو.

ٻين حڪمران قومن جي ٻولين جو اثر

پالي پراڪرت جو اثر ’سنڌ جي ٻولي‘ تي خاص طرح ڌرمي پرچار ذريعي پيو. سياسي اقتدار ذريعي حڪمرانن جي ٻولي جو رعيت جي ٻولي تي گهٽو ڪجهه اثر پوي ٿو، پر ڪوشان گهراڻي جو سياسي اقتدار سنڌ تي ڪو گهڻو وقت ڪونه رهيو. هن ساڳئي دور جي سياسي تاريخ ڏيکاري ٿي ته پالي کان سواءِ ايراني، يوناني، ترڪي ۽ داردي ڳالهائيندڙ قومن جو سنڌ تي سياسي اثر رهيو. هيٺ انهن ٻولين جو عرصيوار خاڪو ڏجي ٿو.

ٻولين جو عرصيوار خاڪو

515-250 قبل مسيح، فتح

دارا

آڳاٽي ايراني ٻولي جو اثر 5- صدي ق. م

4- صدي ق. م
326-325 قبل مسيح، فتح
سڪندر
يوناني ٻولي جو اثر 3- صدي ق . م
150-195 قبل مسيح، بلخ جي
يوناني حاڪمن جي فتح
120-150 قبل مسيح، ساڪا ۽
ترڪي ۽ داردي ٻولين جو اثر سٿين جون
ڪاهيون
1- صدي ق. م

50-40 سيحي ڪوشان
شاهه
پالي پراڪرت جو اثر ڪنشڪ
200-160/102 م، پارٿين
جون
ڪاهون
2- صدي م
ساساني تسلط
3- صدي م
پوئين ايراني ٻولي جو اثر 4 صدي م.
هياطله

ترڪي ۽ ايرانيءَ جو اثر 470-480 م، سفيد هَن

315- م، خسرو نوشيروان

6- صدي م، راءِ گهراڻو

ملڪي ٻوليون 7- صدي م، برهمڻ گهراڻو

هاڻي سوال آهي ته هن سڄي قديم دور جي تاريخي ۽ لساني ماحول جو ’سنڌ جي ٻولي‘ تي ڪهڙو ۽ ڪيرو اثر رهيو؟

سنڌ جي قديم تمدن جي زبان شايد سامي - مفت هئي. ان تي جيڪي اوائلي اثرات پيا هوندا، سي خاص طرح مُنڊا، دراوڙي ۽ ايراني زبانن جا، ۽ بعد ۾ داردي زبانن جا. سنڌ جي ٻولي يا ٻولين تي سنسڪرت جو اثر دير سان پالي محاوري جي واسطي سان پيو؛ مگر انهيءَ عرصي ۾، مغربي ۽ شمالي زبانن - جهروڪ ايراني، يوناني، ترڪي ۽ داردي - جو پڻ اثر پيو. انهن اثرن جي علاوه ’سنڌ جي ٻولي يا ٻولين‘ مان اُسريل ’سنڌي ٻولي‘ جي ذاتي اصليت خواه تاريخي حقيقت، سنسڪرت ۽ ان جي پراڪرت ٻولين کان بلڪل نياري هئي؛ انهيءَ ڪري ئي ’سنڌي ٻولي ٻين پراڪرت ٻولين جي ڀيٽ ۾ هڪ نرالي نوعيت ورتي. ٻيون پراڪرت ٻوليون، جيڪي

پنهنجي ٻئي ارتقائي دور مان گذري وڌيڪ بگڙيون، انهن ٻولين کي آڳاتي نحوين ”اپڀرنش“ سڏيو - يعني ’معيار کان ڪريل‘. انهن نحوين جي پرک جو معيار هو ’نسڪرت سان ويجهائپ ۽ مناسبت‘؛ مگر سنڌي ٻولي، جيڪا پنهنجي اصلي سنجٽ ۽ سٽاءَ ۾ نرالي هئي، ۽ جنهن تي هندوستاني پراڪرتن جي پيٽ ۾ مغربي ۽ سمالي ٻولين جا اثر زياده پيا هئا، سا انهي معياري پرک موجب ته گهڻو گهڻو بگڙيل هئي. انهيءَ ڪري ڪن محققن جي چوڻ موجب، جنهن ٻولي کي انهن محوين” وراچڊ اپڀرنش“ يعني ’گهڻو گهڻو بگڙيل‘ سڏيو، سا ’سنڌ جي ٻولي‘ هئي، حقيقت ۾، ’وراچڊ اپڀرنش‘ جو نالو سنڌ کان گهڻو مٿي اتر واري خطي جي ڪنهن ٻولي تي اچي سگهي ٿو، ۽ نه سنڌي ٻولي تي چاڪاڻ ته ’وراچڊ اپڀرنش‘ جي اصطلاح ۾ به ’سنسڪرت سان مناسبت ملحوظ آهي. سنڌي ٻوليءَ جو ته معيار ئي انوکو هو. انهيءَ ڪري پراڪرت وياڪرڻ جي جوڙيندڙ، مارڪنڊيه جو قول ته ”وراچڊ کان به سنڌ جي ٻولي گهڻو ڦريل آهي“، زياده وزندار ۽ قابل غور آهي. انهيءَ قول جي تائيد لاءِ هڪ اهم ثبوت موجود آهي. مثلاً: ’وراچڊ اپڀرنش‘ ۾ ’س‘ جو اُچار ڦيرائي ’ش‘ ڪندا هئا، مگر سنڌي ٻولي ۾ وري ’ش‘ جو اُچار ڦيرائي ’س‘ ڪندا

هئا. سنڌ جي ماڻهن جي اها انوکي لساني خصوصيت پوءِ به ڪافي دير تائين باقي رهي، جيئن ته ”شاعر ابو عطا سنڌي“ جي هيٺ ڏنل مثالن مان ظاهر ٿيندو.

سنسڪرت، پراڪرت ۽ اپڀرنش

’سنڌي ٻولي‘ جي تاريخي حيثيت کي سمجهڻ لاءِ، سنسڪرت، پراڪرت ۽ اپڀرنش جي باهمي رشتي کي پڻ صحيح معنيٰ ۾ سمجهڻ ضروري آهي: چاڪاڻ ته عموماً ائين چاتو ويو آهي ته سنڌي اپڀرنش مان نڪتي آهي، اپڀرنش پراڪرت مان، ۽ پراڪرت وري سنسڪرت مان. انهيءَ سلسلي ۾ هيٺيان نتيجا، جيڪي انهن ٻولين جي آڳاٽن معتبر ڏيهي هندو، ٻُڌ ۽ ڄين عالمن توڙي ڪن پرڏيهي عالمن جي نظرين مطابق آهن، سي ڌيان ۾ رکڻ ضروري آهن: (1) ڪن آڳاٽن هندو عالمن جي خيال ۾ اپڀرنش ٻولي، پراڪرت مان نڪتي ۽ پراڪرت سنسڪرت مان نڪتي. هيمچندر، مارڪنڊيه، ڏَنِڪَ ۽ ڄين جي لکيتن مان اهو ئي نتيجو نڪري ٿو. انهن عالمن هن برعظيم جو ڪن ’ادبي ٻولين‘ کي ’پراڪرت‘ سڏيو آهي ۽ انهن جو ’بنياد‘ (پْراڪْرِتَ، پْرَڪرت = جزو، بنياد) سنسڪرت کي ڪري مڃيو آهي. مگر ڄين آڳاٽن هندو، ٻڌ توڙي جين عالمن جي راءِ هن جي برعڪس آهي ۽ پڻ موجوده علمي تحقيق هن نظريي کي هميشه

لاءِ رد ڪري ڇڏيو آهي. اول ته هندو عالمان مان ’وَرَرُشِي‘ ۽ ٻين نحوين ۽ اديبن، اپڀرنش کي ’پراڪرت‘ مان نڪتل ته ڇا، پر پراڪرت دفعي جي ٻولي ئي ڪري نه مڃيو آهي. انهن جي راءِ ۾ سنسڪرت، پراڪرت ۽ اپڀرنش ٽي جدا قسمن جون ٻوليون آهن. ’ڏنڊِنَ‘به انهن عالمن مان آهي جو چوي ٿو ته ’آڳاٽا ادبي ڪتاب چئن جدا ٻولين - سنسڪرت، پراڪرت، اپڀرنش ۽ مِشْر (گڏيل ٻوليون) - ۾ لکيل آهن‘. هو ڪن ادبي ڪتابن لاءِ ڪم آيل اَڀيرن جي ٻولي کي ’اپڀرنش‘ جي دفعي ۾ شمار ڪري ٿو. اهي عالم ’شاسترن’ يا ’رسالن‘ ۾ استعمال ٿيل جيڪا به ٻولي سنسڪرت کان نرالي آهي ان کي ’اپڀرنش‘ ڪري ٿا ليکين. ’واڳڀَٽ‘ توڙي ’رَوِڪَرَ‘ ٻئي اپڀرنش جا ٻه قسم مڃين ٿا، جن مان فقط هڪ جو بنياد ’پراڪرت‘ ڄاڻائين ٿا، پر ٻيءَ کي ’ديس ڀاشا‘ يا عوامي ٻولي تسليم ڪن ٿا. (2) ٻيو ته هندو عالمن کان سواءِ ٻڌ وارن جي روايتن مطابق پڻ سنسڪرت، پراڪرت ۽ اپڀرنش جدا ٻوليون آهن. مثلاً اتر هندوستاسن جي ٻُڌن جي لکيل روايتن مطابق، مهاتما ٻڌ جي مرتيي کان هڪ سؤ سورهن سال پوءِ، چار ’سَٿَوِيْرَ، ٿيا جي چئن جدا ذاتين مان هئا، ۽ چار جدا ٻوليون - سنسڪرت، پراڪرت، اپڀرنش ۽ پئساچي -

ڳالهائيندا هئا. (3)ٽيون ته ’جين وارن‘ جي نظرين مطابق پڻ ’پراڪرت‘ سنسڪرت مان نڪتل ناهي. اهو ثابت ٿي چڪو آهي ته ’اَردما گڌي‘ (جنهن کي آڳاٽن ڏيهي نحوين ’آرشَ‘ يا ’آرشم‘ سڏيو آهي) جنهن ۾ مهاتما جين پرچار ڪيو، سا سڀني پراڪرت ٻولين ۾ نهايت مکيه ۽ اهم آهي. جين عالمن جي راءِ ۾، ’اردما گڌا‘ سڀ کان آڳاٽي بلڪ سڀني ٻولين جو مول آهي. ’نامسِڌُ‘ عالم، ’رَدٰرَٽ‘ جي ’ڪاوِيا لَمٰڪار‘ بابت لکندي چوي ٿو ته ’اردماگڌا‘ مان ئي ماڳ مڪان جي فرق ۽ نحوي ڦيرگهير کان پوءِ سنسڪرت ۽ ٻيون ٻوليون نمودار ٿيون. ٻين نحوين جي لکيت مان پڻ انهيءَ راءِ جي پٺڀرائي ٿئي ٿي. خود هيمچندر چوي ٿو ته، جين سُوترن جي ٻولي ’ارش‘ متعلق سندس سڀ ڏنل قاعدا مستثنات (Exceptions) جا محتاج آهن.. ’تِرِوڪِرَمَ‘ پڻ ’آرش‘ کي پنهنجي گرامر کان مستثنيٰ ڪيو، ڇاڪاڻ ته سندس ويچار موجب اها بذات خود هڪ جداگانه ٻولي آهي ۽ سنسڪرت ان جو سرچشمو ناهي. (4) چوٿون ته موجوده علمي تحقيق پڻ انهيءَ نظريي کي هميشہ لاءِ رد ڪري ڇڏيو آهي، ته ڪو ’پراڪرت‘ يا ’پراڪرت ٻوليون‘ سنسڪرت مان نڪتل آهن. پراڪرت جي مطالعي ۽ تحقيق ۾

’پشيل‘ (R.Pischel) ۽ ’سينارٽ‘ (Senart) جو درجو مٿاهون ڪري مڃيل آهي. پشيل جي راءِ ۾ مڙني پراڪرتن جو سرچشمو اڳاٽا عام مقبول محاورا (popular dialects) آهن ۽ پيون ته هندوستان جون جملي ’نيون ٻوليون، سنسڪرت مان نڪتل نه آهن *.

---

(1). دراوڙن کان اڳ هن برصغير جي ڪن ڀاڱن ۾ ’منڊا قبيلا‘ آباد هئا. ڀيل، ڪول، سنٿال،ساورا، هو، ڪوروا، جانگ، ڪورڪو وغيره ’منڊا گروه‘ جا قبيلا آهن.

(2). انگريزيءَ ۾ شايع ٿيل تحقيقي ڪتابن، گرامرن ۽ لغاتن کان سواءِ، هن سلسلي ۾ آسانيءَ خاطر هيٺين قسمن جي اشاعتن ۾ پڻ، موجوده دراوڙي ۽ ٻين عوامي زبانن ۾ مشترڪ طور رائج لفظن جو مطالعو ڪري سگهجي ٿو: 1. جي. وي. دويگر جو مضمون ”کنڙي زبان مين رائج هندوستاسني الفاظ اور محاورے“ (سہ ماهي رسالہ، ’نوائي ادب‘، انجمن اسلام اردو ريسرچ انسٽيٽيوٽ، بمبئي، اشاعت اپريل ۽ اشاعت جولاءِ 1966ع). 2. عين الحق فريد ڪوٽي: ”اردو زبان کي قديم تاريخ“. مطبوع لاهور، 1976ع ص ص 96- 125 ۽ 142 - 242.

*. “Sindhi, on the contrary, claims a much more clear relationship to the Dardic languages (which influenced it from northern side) being protected from the East by the desert of Western Rajisthan”.

(Grierson: Linguistic Survey of India, Vol. viii, p-1)

**. Grierson: Linguistic Survey of India, Vol. I, p. 14.

*. واسديو جي حڪمرانيءَ جو عرصو مبهم آهي: ڪن سندس حڪمراني جو دور پهرين صدي عيسوي ڄاڻايو آهي ته ڪن وري ڏيڍ سؤ سال ڪن پوءِ.

*. ڪتبي واري اها ٽالهي جي. ييسٽ (G. Yeast) کي فيبروري 1869ع ۾ ملي، جا پوءِ ميجر سٽبس (Stubbs) هٿ ڪري، سر بيلي (Sir E. C. Bailey) ڏانهن ڪلڪتي موڪلي، جتي سنه 1870ع ”ايشياٽڪ سوسائٽي آف بنگال“ جي ’جرنل‘ ۾ ان تي به مضمون شايع ٿيا. اصل ٽالهي 30 انچ چورس آهي، جنهن جو ننڍو عڪس ايشيائڪ سوسائٽي آف بگال جي جرنل (جلد 39، پليٽ نمبر 2) ۾ شايع ٿيو. اهو ئي اصلي عڪس هت دوباره ڇاپيو ويو آهي. (ڏسو عڪس نمبر 1)

*. پهريائين پروفيسر ڊائوسن (Dowson) ۽ سر بيلي (Sir E. C. Bailey) هن عبارت کي سنه 1870ع ۾ پڙهيو ۽ ان جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو. پروفيسر ڊائوسن جو ترجمو ۽ ڪتبي بابت تفصيل ”جرنل آف دي رايل ايشياٽڪ سوسائٽي“ (جلد: 6. N. S.، سنه 1870ع، ص ص 497-502) ۾ شايع ٿيو ۽ سر بيلي جو ترجمو ”جرنل آف ايشياٽڪ سوسائٽي آف بنگال“ (جلد: 39، سنه 1870ع، ص ص 65-70) ۾ ڇپيو. ان بعد ڊاڪٽر هارنلي (A. F. Rudolf Harnle) اهو ڪتبو پڙهيو، جو بمبئي مان شايع ٿيندڙ ”انڊين اينٽيڪئري“ (InDian Antiquary)، ماهه نومبر 1881ع، ص ص 324-331)، ۾ پروفيسر ڊائوسن ۽ سر بيلي جي پڙهڻين سميت شايع ٿيو، جنهن جو عڪس هت ڇاپيو وڃي ٿو (ڏسو عڪس 3).

ڊاڪٽر هارنلي مهيني جو نالو ’Daisika‘ پڙهيو آهي جو

صفدوني (Daision) (مئي - جون) سمجهڻ گهرجي. ڊاڪٽر هارنلي جي راءِ ۾، ڪتبي ۾ ڏنل مهيني جو نالو ’مغربي پالي محاوري‘ جي زير اثر، اصل مقدوني مهيني جي نالي مان بدليو آهي. بهاولپور گزيٽيئر ۾ هن ڪتبي کي ”بختي پالي جو ڪتبو“ تسليم ڪيو ويو اهي. (ڏسو بهالپور رياست جو گزيٽيئر، پنجاب جي رياستن جي گزيٽيئر سلسلي جو جلد 6، الف، لاهور، 1908ع، ص 384).

(1). پڙ جي صورت واري سر.

*. تصديق لاءِ ڏسو، پشيل جو ”پراڪرت ٻولين جو تقابلي گرامر“، جرمن مان انگريزي ترجمو، دهلي، 1957ع، ص ص 706.

I agree with Senart that all the Prakrits go back to popular dialects as their source and their all essential elements originally developed from the living Speeches (p. 7). This Sanskrit was not the basis of the Prakrit (p. 4)`. The fact that all the new Indian languages do not go back to Sanskrit today needs no more proof (p. 6). [R. Pischel: Comparative Grammar of the Prakrit Languages: translated from German by Subhadra Jha, Motilal Banarasidass Publishers, Delhi 1957, pp, 6-7.]

# اپڀرنش ۽ سنڌي جو تعلق

سنڌي ٻولي جي تاريخي ۽ خصوصي حيثيت کي سمجھڻ لاءِ ’اپڀرنش‘ ۽ سنڌي جي لاڳاپي واري نظريي کي صحيح طور سمجھڻ پڻ ضروري آهي. انهيءَ سلسلي ۾ اول اهو ڄاڻڻ ضروري آهي ته ’اپڀرنش‘ ڪنهن هڪ خاص ٻولي جو مخصوص نالو ڪونهي، بلڪ ساڳئي سلسلي جي ڀاشائن جو مجموعي نالو آهي: يعني ته ڪابه اها ڀاشا يا ٻولي، جيڪا سنسڪرت جي صحيح معيار کان هيٺ هجي. انهيءَ لحاظ سان ’اپڀرنش‘ برعظيم پاڪ - هند جي عام مقبول زبانن جو نالو آهي (1). هيمچندر ۽ مارڪنڊيه، جيڪي پراڪرت جي نحوين ۾ خاص درجو

رکن ٿا، تن ٻنهي اپڀرنش بابت لکيو آهي. هيمچندر (1088 - 1176) اڳاٽو نحوي آهي ۽ هن پنهنجي گرامر ”سِڌَّ هيمچندر“ ۾ ’اپڀرنش‘ کي هڪ مجمل نالي طور استعمال ڪيو آهي. اپڀرنش بابت سندس ڏنل قاعدا ڏيکارين ٿا ته ڪي ئي عام مقبول زبانون ان ۾ شامل آهن. سندس چوٿين نمبر قاعدي موجب،

اپپرنش ۾ ڪَ، ٺَ، ٿَ، پَ، ڦَ اُچار اڪثر ڦري گَ، گهِه، د، ڏَ، بَ، ٻَ ٿين ٿا. انهيءَ قاعدي جي بناءَ تي سنڌي ڪي ’اپپرنش‘ دفعي جي ٻولي ثابت ڪرڻ مشڪل آهي. مارڪنڊيه هڪ نامعلوم مصنف جي حوالي سان سڀيون ساريون ستاويهه ٻوليون ’اپپرنش‘ جي دفعي ۾ شمار ڪري ٿو. مارڪنڊيه ’اپپرنش‘ جا ٽي قسم ڄاڻايا آهن: هڪ ’ناگُر‘ جيڪا مڙني ۾ مکيه آهي. ٻي ’ورِاچَڊَ‘ جا ناگر مان نڪتي ۽ ’سنڌو - ديش‘ ۾ جنم ورتائين: ”سنڌو - ديشي يَو وِراچَڊ وپِيِرُرَ نُشَيہ“؛ ٽين ’اُپَناگر‘ جا ’ناگر‘ ۽ ’وراچڊ‘ جي سنگم مان اُسري. مارڪنڊيه جي انهيءَ بيان مان گريئرسن ۽ ٻين ائين سمجهيو آهي ته ’وراچڊ، سنڌ ۾ اُسري، موجوده سنڌي ’وراچڊ‘ مان نڪتي ۽ وراچڊ ’اپپرنش‘ مان. حقيقت ۾ مارڪنڊيه ۽ ٻين آڳاٽن لکندڙن جڏهن ’سنڌو‘ يا ’سنڌو - سؤوبر‘ جا نالا کنيا آهن، ته ان مان مراد موجوده ’سنڌ‘ ڪانهي، بلڪ ملتان ۽ ڏکڻ - اولهه پنجاب وارو خطو آهي (2).

انهيءَ ڪري اهو محض هڪ گماني نتيجو آهي ته موجوده سنڌ جي سنڌي ٻولي ’وراچڊ‘ مان نڪتي، ڇو ته انهيءَ قسم جي نتيجي لاءِ ڪوبه بنيادي علمي دليل ٿي نٿو سگهي. خود مارڪنڊيه جو ڏنل دليل غور

طلب آهي: ’وراچڊ‘ جي هڪ لغوي خصوصيت مارڪنڊيه اها ٻڌائي ٿو ته ان ۾ ’ج‘ ۽ ’چ‘ اُچان آڏو ’ي‘ جو اُچار اُسريو. سنڌي ۾ حرف ’ج‘ جي آڏو ’ي‘ جي اُچار اُسرڻ جو گمان نڪري سگهي ٿو (جيڪڏهن اسان ’ج‘ جي آڏو توڙي پويان ’ي‘ کي ملائي ’يج‘ يا ’جيه‘ کي ’ڄ‘ جي برابر سمجهون)؛ ’چ‘ جي آڏو توڙي پويان ’ي‘ جي اُچار اُسرڻ جو سنڌي ۾ ڪوبه نشان ئي ڪونهي. مارڪنڊيه هڪ ٻي خصوصيت هيءَ ٻڌائي ته: ’ش‘ ۽ ’س‘ اچارن جو بدلجي وچان هڪ نئون اچار بنجڻ. مگر اها ساڳي خصوصيت هو ’ماگڌي‘ لاءِ پڻ بيان ڪري ٿو. هڪ ٻئي نحوي ’پِرٿوي ڌَر‘ اها خصوصيت وري ’سَنُڪار‘ ٻولي جي ڄاڻائي آهي؛ جنهن جي معنيٰ ته اها ’وراچڊ سان مخصوص ڪانهي. اسان اڳتي هلي شاعر ”ابوعطا“ واري مثال ۾ ’س‘ ۽ ’ش‘ اُچارن جي بدلجڻ جي خصوصيت جو ذڪر ڪنداسون، پر جيئن ته اها لغوي خصوصيت سنڌي لاءِ مخصوص ناهي پر ٻين ٻولين ۾ پڻ موجود آهي، انهيءَ ڪري ان مان ’سنڌي‘ جو ’وراچڊ‘ مان نڪرڻ جو پختو دليل ملي نٿو سگهي.

آخر ۾ خاص توجهه طلب ڳالهه هيءَ آهي ته مارڪنڊيه ڪَوينُدرَ پنهنجي ڪتاب ’پِراڪرتَسرو

سِوِ‘ سنڌ کان سوين ڪوهه پري، اوپر هندوستان (اوڙيسا) ۾ لکيو، جنهنڪري اولهه - هندوستان جي ٻولين بابت سندس راءِ کي ايترو وزن ڏيئي نٿو سگهجي. ٻيو ته مارڪنڊيه کو بنهه آڳاٽو نحوي ڪونهي. هن پنهنجو ڪتاب راجا ’مُڪند ديو‘ جي حڪمرانيءَ ۾ لکيو جنهن جو سال ڪن محققن 1664ع ڪري مڃيو آهي، مگر ڪن ٻين محققن جي راءِ موجب مارڪنڊيه بهر صورت 15 صدي عيسوي جي پهرين پنجويهن سالن کان پوءِ ٿي گذريو، يعني ته 1425ع بعد ٿي گذريو. سنڌ ۾ اهو سمن جي بادشاهي جو پويون دور هو، جنهن وقت اسان کي سنڌي ٻولي جو شعر ’بيتن‘ جي مڪمل صورت ۾ ملي ٿو. نه فقط ايترو پر مارڪنڊيه واري عرصي کان گهڻو اڳ سمن جي دور جي شروعات جا بيت پڻ ملن ٿا، جن ۾ موجوده ’سنڌي ٻولي‘ پنهنجي مڪمل صورت ۾ نظر اچي ٿي (1)؛ بلڪ ان کان به گهڻو اڳ سومرن جي پوئين دور جي ٻولي جا خد و خيال پڻ ’ڳاهن‘ جي صورت ۾ چٽا نظر اچن ٿا (2). جيڪڏهن موجوده سنڌي ٻولي ’وراچڊ‘ مان اُسري هوندي ته اها سومرن جي اوائلي دور ۾ يا انکان به اڳ. هيمچندر سومرن جي دور جي شروعات جو

نحوي آهي، پر هن صرف ’اپڀرنش‘ جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ’وراچڊ‘ جو نالو به ڪونه ڪنيو آهي.

’اپڀرنش‘ جي لغوي ۽ تاريخي حيثيت

’اپڀرنش‘ جي صحيح لساني ۽ تاريخي حيثيت کي وري به سامهون رکڻ ضروري آهي. انهيءَ سلسلي ۾ پشيل جو مٿي نقل ڪيل تحقيقي نظريو نهايت ئي اهم آهي: ’اپڀرنش‘ انهن ڀاشائن جي مجموعي نالو آهي، جيڪي سنسڪرت جي صحيح لغوي معيار کان هٽيل هيون. اصولا، اهي عام مقبول عوامي ٻوليون هيون جيڪي سنئون سڌو سنسڪرت مان نڪتل نه هيون، ۽ انهيءَ ڪري صرف نحو توڙي لغت جي اعتبار سان سنسڪرت جا قاعدا انهن سان لڳي نٿي سگهيا؛ اهي اهڙيون ’پراڪرتون‘ هيون، جن جو سرچشمو سنسڪرت کان اڳ واري ڪا عوامي زبان يا زبانون هيون، جن کي ’پهرين - پراڪرت‘ (Proto-Prakrit) يا ’ويدي ڀاشا‘ (Vedic Language) جي دفعي ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. موجوده لساني تحقيق پڻ اِهو ثابت ڪيو آهي ته ’اپڀرنش‘ دفعي جي ٻولين ۽ ’ويدي ڀاشا‘ ۾ ڪافي هڪجهڙيون آهن (1). انهيءَ حقيقت جي اعتبار سان البت ’سنڌي‘ کي ’اپڀرنش‘ دفعي جي ٻولي شمار ڪري سگهجي ٿو، پر اها سنڌ جي

پنهنجي مقامي اپڀرنش هئي. اسان هن ڪان اڳ ٻين مستقل دليلن جي بناءَ تي پڻ انهيءَ نتيجي تي پهتا آهيون ته سنڌي جو تاريخي رشتو سنسڪرت ڪان اڳ واري ڪنهن عام مقبول ’پهرين - پراڪرت‘ سان ملي ٿو.

هن سلسلي ۾ موجوده دور جو هڪ سنڌي محقق جن نتيجن تي پهتو آهي سي قابل غور آهن (2):

1. ’وراچڊ‘ انهيءَ ’ناگر‘ جو هڪ نمونو هئي، جيڪا (ناگو) راجسٿان ۽ گجرات سميت وچ - اولهه هندوستان جي بين - علائقائي زبان هئي. 2. اها ’وراچڊ‘ ان وقت جيڪي ماڻهو ڳالهائيندا هئا. سي يا ته اولهه پنجاب واري وچ - سنڌو ماٿري (جنهن کي مارڪنڊيه ڪان اڳ وارن لکندڙن ’سنڌو - ديش‘ جي نالي سان سڏيو) يا ته ’ڏکڻ پنجاب ۽ اتر سنڌ جي وچ واري ڀاڱي‘ جا رهاڪو هئا. 3. هيٺين سنڌو ماٿري ۾ سنڌ جي ’سنڌي پراڪرت‘، جنهن پنهنجا ارتقائي دور لنگهي ’مقامي سنڌي اپڀرنش، جي صورت ورتي هئي، سا انهيءَ ساڳئي دور ۾ (جڏهن وراچڊ سنڌ ڪان مٿي ڪٿي هلندڙ هئي) پنهنجي سنڌ ملڪ جي مکيه ٻولي هئي. 4. انهيءَ ’مقامي سنڌي اپڀرنش‘ جو ’ناگر‘ سان فقط اينرو رشتو هو، جو ٻئي ساڳئي بنياد مان

نڪتل هيون. 5. ’موجوده سنڌي ٻولي، غالباً انهيءَ ’مقامي سنڌي اپڀرنش، مان نڪتي.
مٿي جيڪي چيو ويو آهي انهيءَ جي روشني ۾، موجوده وقت ۾ هلندڙ انهيءَ نظريي کي قبول ڪرڻ ۾ هٻڪ ٿئي ٿي جنهن موجب چيو وڃي ٿو ته ’وراچڊ‘ هيٺين سنڌو ماٿري جي ٻولي هئي ۽ موجوده صورت واري سنڌي ٻولي پڻ ’وراچڊ‘ مان نڪتل آهي. ڊاڪٽر سُنِيتِي ڪمار مُڪرجي جي راءِ ۾، سنڌي جو بڻ بنياد غالباً سنڌي جو پنهنجو ئي موروثي لساني سرمايو آهي؛ ۽ اُهو انهن لفظن ۾ نحوي بناوتن کان الڳ آهي، جن کي اتر يا اولهه کان سنڌ ۾ آيل يا آباد ٿيل قومن گذريل صدين ۾ پاڻ سان آندو. [جيرامداس]
نتيجا
مٿئين تجزيي ۽ تحقيق، دليلن ۽ مثالن جي بناءَ تي اسان هيٺ نتيجن تي پهچون ٿا: (1) سنڌ جي قبل-از-تاريخي قديم تهذيب جي ٻولي جا آثار ’مُئن جي دڙي‘ جي کنڊرات مان مليل مُهرن ۾ محفوظ آهن. انهين قبل - از - تاريخي قديم ٻولي جي حقيقت معلوم نه ٿي سگهي آهي؛ ٿي سگهي ٿو ته اها ڪا ’سامي صفت، ٻولي هجي جيڪا عراق جي قديم ’سميري تهذيب‘ جي ٻولي جي ساٿياري هئي. مقامي طور، ان جي دراوڙي سلسلي سان نسبت ٿي سگهي ٿي. (2)

موجوده سنڌي ٻولي سنئون سڌو سنسڪرت مان نڪتل ناهي، بلڪ سنسڪرت کان اڳ واري مقامي پراڪرت يا پراڪرتن مان اُسري. اها ’هند - آريائي‘ ٻولي آهي، ’لهندا‘ (سرائڪي - بهاولپوري - ملتاني - ديري والي - هندڪو(، ’ڪشميري، ۽ اترئين سنڌو ماٿر جون ’داردي‘ ٻوليون ان جون ڀينرون آهن. ٻُودو باش جي لحاظ سان اهي مڙيئي سنڌو ماٿر جون آڳاٽيون ’هند - آريائي، ٻوليون آهن پر سڀاءَ ۽ تاريخي ارتقاءَ جي لحاظ سان اهي هن برعظيم جي ٻين ’هند - آريائي‘ ٻولين کان نراليون آهن، ڇاڪاڻ ته انهن جي بناوت ۽ اوسر ۾ مُندا ۽ دراوڙي ٻولين کان سواءِ هند - ايراني ۽ اولهه کان ٻين داخل ٿيندڙ ٻولين جي اثر ڪي پڻ دخل آهي. (3) سنڌي انهيءَ ’وراچڊ اپڀرنش‘ مان نڪتل ڪانهي، جنهن جو اڳين نحوين ذڪر ڪيو آهي. سنڌي جو خمير سنڌ جي سرزمين ۾ تيار ٿيو: ان جو بڻ بنياد ان جو پنهنجو موروثي سرمايو ئي آهي، جنهن جي تاريخ سنسڪرت کان اڳ واري ’پروٽو - پراڪرت‘ يا ’پهرين - پراڪرت‘ تائين پهچي ٿي.

# باب پيون

سنڌي ٻولي جي سِڌاءَ وارو بنيادي دور

(500ع - 950ع)

’سنڌي ٻولي‘ جي سڌاءَ وارو بنيادي دور راءِ گهراڻي، برهمڻ گهراڻي ۽ عربي حڪومت جي عرصي وارو دور آهي، جو ڦُلهي ليکي عيسوي پنجين صدي کان وٺي يارهين صدي جي آخر تائين سمجهڻ گهرجي. هن دور ۾ موجوده ’سنڌي ٻولي‘ جي تشڪيل ٿي. انهيءَ عرصي کان اڳ واري دور کي اسان ”سنڌ جي ٻولي يا ٻولين“ وارو دور چونداسون، ڇاڪاڻ ته اسان وٽ ڪوبه يقيني دليل موجود ناهي ته راءِ گهراڻي جي حڪومت کان اڳ، يعني پنجين صدي عيسوي کان اڳ، موجوده سنڌي ٻولي جو خاڪو موجود هو.

(الف) راءِ ۽ برهمڻ گهراڻن جي دور ۾ ٻولي جي سڌاءَ ۽ صورت

عرب - اسلامي حڪومت ۽ ان کان اڳ وارا ٿي - چار سؤ ورهيه، مقامي ٻولين مان هڪ مشترڪ ۽ وڏيڪ عام فهم ’سنڌي ٻولي‘ جي اُسرڻ لاءِ هڪ پيش - خيمو هئا. انهيءَ دور ۾ ٻڌ ڌرم وارن جي مهاين پنٿ سنڌ جي سڄي عوام ۾ پکڙيل هو ۽ ماڻهن جي

انهيءَ ڏرمي ميلاپ ذرعي معاشرتي ۽ لساني ميلاپ لاءِ ميدان تيار ٿيو. سنڌ جي ’راءِ گهراڻي‘ جي حڪومت غالباً چوٿين صدي کان شروع ٿي ۽ ستين صدي جي شروعات تائين قائم رهي ۽ انهن ٽن سوَن سالن ۾ سندن حڪومت ذريعي سنڌ ۾ سياسي مرڪزيت جو هڪ خاڪو پيدا ڪيو. راءِ گهراڻو سنڌ جي مسنجي خاندان مان هو. راءِ چگّل، راءِ سيهڙو يا راءِ ساهڙ، ۽ راءِ سَهسِيون هن گهراڻي جا نالي وارا حاڪم هئا. ايران سان سياسي سماجي ناتن سببان هن گهراڻي جي سردارن ۾ ’ڄام (ڄام > جم) جي لقب جو رواج پيو (1). ان دور ۾، ۽ ان کان اڳ، ’ٻڌ ڌرم‘ ئي حڪمرانن توڙي ملڪي ماڻهن جو ڌرم هو؛ انهيءَ ڌرمي ۽ سياسي يڪسانگي سنڌ جي ٻولين ۽ محاورن کي مرڪزيت ڏيڻ لاءِ رستو صاف ڪيو. فتح اسلام کان اڳ جي ’سنڌي ٻولي‘ جا ڪي الفاظ ۽ فقرا ڪتاب ”فتحنامي“ ۾ ملن ٿا، جي هن ريت آهن:

(1) اول ته ڪي اسم خاص ملن ٿا، مثلاً، ڪن قبيلن جا نالا- لاکا. ٺڪُر، جت لاکا، سما، ڪاڪا، چنا، سهتا، اگهم، لوهاڻا، ڀاٽيه وغيره. جيڪي اڄ به ساڳيائي آهن. ماڻهن جي نالن مان خاص سنڌي نالا سيهاراس (سيهڙو يا ساهڙ)، چندر (چنب)، ڏاهر (آواز اٿارينڌڙ؟)، موک (موکيو)، بسايه (وسايو)، وکيه

(وڪيو)، ڪاڪه (ڪاڪو) وغيره ڏنل آهن، جن مان ساهڙ، چنڊ، وسايو، وڪيو ۽ ڪاڪو اڄ به موجود آهن، ندين ۽ واهن جي نالن مان مهراڻ، جلوالي (چراري)، ساڪره، موج ۽ ارل ڏنل آهن؛ ازانسواءِ ڪنبه، دنده ۽ بيت يعني ڪُنب، ڍنڍ ۽ ٻيٽ جا الفاظ آيل آهن. ايراضين ۽ شهرن جي نالن مان ڪي هي آهن: بلهار (ولهار)، ساوندي (ساوڙي)، ودهاتيه، جهم، ڪرهل ۽ دهتايت. اضافي ترڪيبون هي آيل آهن: دنده و کر بهار (وڪر بهار جي ڍنڍ)، ڪاڪا راڄ (ڪاڪن جو راڄ) ککامِٿي (کاري جي مٿي)، ند مِٿي (ندي جي مٿي)، ٻُدرڪُو (ٻُڌ - رکو يعني ٻُڌ جي بت جي رکيا ڪندڙ). انهن اضافي ترڪيبن جي نوعيت ڏيکاري ٿي ته شايد ان وقت حروف اضافيت جدا ڳانه استعمال ۾ آيل نه هئا. هن وقت به انهيءَ قديم سٿاءَ جا مثال سنڌيءَ ۾ آهن. مثلاً: جهنگ - ٻلو، جنڊ - جهرڪي، پَٽ - تتِر، رَس - ول، ٿر - ٻاٻيهو وغيره.

(2) ’فتحنامي‘ ۾ سنڌ جي ٻولي جو جملو صرف هڪ ڏنل آهي: ڏاهر پنهنجي لشڪر کي اطمينان ڏيارڻ لاءِ تنواريو ته ”نسي من، نسي من“، يعني ’من اينجا ام‘ (=مان هتي آهيان). فيضل مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽي جو گمان هو ته شايد اهو اصل ۾ سنسڪرت جو جملو ”آسُمِيَ آتُر“ هجي؛ مگر، گمان غالب آهي ته ڏاهر

پنهنجي عام لشڪر کي خطاب به سندن عام ٻولي ۾ ڪيو هوندو. ۽ انهي حالت ۾ اهو جملو ”هتي مون، هِتي مون“* جي برابر ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن ائين ته پوءِ اجان سنڌي ٻولي جي سڻاءُ اڪثر مفرد لفظن تي ٻيڻل هئي؛ حرفن توڙي زمانن موجب ’فعل‘ اجان جملي جي ربط ۽ ترڪيب جا لازم ملزوم جز نه بنيا هئا.

(3) اسان جي هاڻوڪي زبان لفظن جي اپياس مان معلوم ٿئي ٿو ته جيئن ا تئين الفاظ’حروف‘ صحيح، سان بنيل هئا، ۽ ڊگها حروف علت (ا ، و، ي) ڪي بلڪل ئي گهڙ هئا، ڊگهن حروف علت کان سواءِ الفاظ جهڙوڪ: به، ته، نه، مک، نٿ، ڪڪڙ. مڪڙ، گدڙ- شايد انهيءَ تاريخي اصليت ڏانهن اشارو ڪن ٿا. لفظن جي اهڙي بيهڪ ۽ بناوت جي ماضي جي مطلاعي مان پانئجي ٿو . ته عربي جي اثر کان اڳ، سنڌي الفاظ اڪثر حروف صحيه جڪا مرڪبات هئا.

(4) ساڳي طرح، موجوده سنڌي ٻولي ۽ ان جي محاورن جو اپياس، ٻولي جي ماضي جي تاريخ بابت قدري رهنمائي ڪري ٿو، ملڪ جي ڀين پاڱن يعني لاڙ، ٿر، اتر، کاري، ڪوهستان ۽ ڪاڇي جي محاورن ۾ جو فرق آهي، سو مشهور ۽ معلوم آهي؛ پر انهي کانسواءِ، قبائلي ٻولين ۾ ته اجان به گهڻو فرق

آهي- مثلاً، جتن ، مهاڻن، سامين، ڇهواڻن وغيره جي ٻولين ۾ به صرف لهجي ۽ اُچار مگر لغت توڙي محاوري جو به وڏو فرق آهي. جنهن صورت ۾ هينئر به ايترو تفاوت آهي، ته جيئن اڳ ماضي ۾ تيئن اهو فرق گهڻو رهيو هوندو. لاکن، سمن، سهتن؛ چنن ۽ جتن ۾، گهڻو گهڻو اڳ. نه صرف ريتين رسمن جو مگر ٻولي جو به فرق هوندو؛ ڇاڪاڻ ته سنڌ جي انهن قبيلن جا راڄ جدا جدا ايراضين ۾ آباد هئا. سنڌي نسب- نامي جي هڪ جهوني ڪهاوت آهي ته ”سنڌ سمو، ڪاڇي چَنو، پاٽي جيسلمير“. محمد بن قاسم سنڌ ۾ انهن قبيلن جا راڄ بلڪل انهيءَ ڪهاوت موجب آباد ٿيل ڏٺا. ان وقت، انهن قومن مان هر هڪ کي پنهنجي پنهنجي رسم عرواج ۽ پنهنجين جدا ٻولين هئڻ ۾ ڪو شڪ نٿو نظر اچي.

انهي ڪري چئي سگهجي ٿو ته فتح اسلام کان جيئن اڳ تئين ملڪ جي مختلف ۾، مختلف قومن ۽ قبيلن جون پنهنجون پنهنجون ٻوليون هيون. هِن حقيقت جي تائيد مشهور عربي عالم، اِبّن نَدِيُم جي اٽڪل هڪ هزار ورهيه اڳ جي ڪيل تحقيق مان ٿئي ٿي، جيڪا اڳتي هلي بيان ڪئي ويندي. ان جي تصديق ’جتن جي ٻولي‘ ۽ قدري نڪرن (سوڍن) جي ’ڍاٽڪي ٻولي‘ مان ٿئي ٿي، جن تي هيٺ روسني وجهجي ٿي.

(ب) جتن جي ٻولي ۽ سوڍن ٺڪرن جي ڍاٽڪي ٻولي.

اٺ صدي عيسوي جي شروع ۾ ، مسلمانن جي آمد وقت (سنه 811ع) سنڌ ۾ جيڪي قبيلا آباد هئا (سهتا، سما، لاکا، ڪاڪا، چنا، لوهانا، جت، ٺڪر وغيره) تن مان هن وقت ٻين سڀني جي ٻولي ’خالص سنڌي‘ آهي؛ البت جَتن ۽ ٺَڪرن (سوڍن) جي ٻولين ۾ پنهنجي پنهنجي خاص خصوصيت آهي جيڪا شايد اڳئين تاريخي دور جي يادگار آهي، ۽ جنهن مان ’سنڌي ٻولي‘ جي آڳاٽي خاڪي بابت ڪي نتيجا ڪڍي سگهجن ٿا.

ڍاٽڪي ٻولي: سوڍن ٺڪرن جي ٻولي ’ڍاٽڪي‘ آهي، جنهن تي ننگرپارڪر واري پاسي گجراتي جو اثر، ’وٽ‘ واري پاسي (مٺي ۽ ڏيپلي تعلقي جو ڏاکڻيون حصو) ڪڇ جي ٻولي جو اثر، ۽ چاچري تعلقي جي اپرندي ’ڪَنٺي‘ واري پاسي ’راجستاني - مارواڙي‘ جو اثر پيل آهي، مگر وچئين ’اَونَهر‘ واري پاڳي جي ’ڍاٽڪي‘ وڏيڪ صاف ۽ معياري آهي، جنهن جي مطالاعي مان معلوم ٿئي ٿو ته ان جي بنيادي مرڪزيت ساڳي سنڌي واري آهي، مثلًا: ’ڪي تو ڪَرين‘ (ڇا ٿو ڪرين)؛ ’ڪين تو جائين‘ (ڪيڏانهن ٿو وڃين). هرف اضافت لاءِ جيتوڻيڪ ’ري‘ ۽ رو‘

(جي، جو) هن وقت گھڻو استعمال ٿئي ٿو، تنهن هوندي به ڪن فقرن ۾ سنڌي ’جي‘، ۽ ’جو‘ استعمال ٿين ٿا. مثلاً: ’تاههَ جي‘ (تنهنجي)؛ ’اي ڪيتر تاههَ جو آهي‘ (هي ڪيتڻ توهان جو آهي). ماضي ۾ ’ت‘، جيڪا سنڌي م داردي ٻولين جي اثر جو آڳاٽو يادگار آهي (رتَو = ڳاڙهو ٿيو؛ اَلتو، سَلتو = چيو ؛ وتو = ورتو؛ پانتو = پانيو وغيره) سان ’ڏاٽڪي‘ ۾ ’هئڻ‘ جي صيغن ۾ موجود آهي. مثلاً:

هونِ آيو هَتو = آءُ آيو هوس؛ اسين آيا هتا=اسين آيا هئاسون

تو آيو هَتو = تون آيو هئين، اَپي آيا هتا = اوهين آيا هئا

او آيو هتو = هو آيو هو، او آيا هتا = هو آيا هئا.

’ڏاٽڪي‘ ۾ جمع متڪلم ۽ مستقبل صيغو ’آن‘ جي اضافي سان آهي، جيئن ته ’اسين جاسان‘ (اسين ويندا‌سين)؛ ساڳيءَ طرح ’جتڪي‘ ۾ ’اَسي اچان تا‘ (اسين ايندا‌سين) آهي. شايد اها سٽاءَ آڳاٽي آهي، جيڪا هن وقت سنڌي ۾ بدلجي چڪي آهي.

’جتن جي ٻولي‘ جتن جي ٻولي ۾ ’قديم سنڌي‘ جي خاڪي جا وڏيڪ اهڃاڻ موجود آهن. ٻي ۽ ٽين صدي عيسوي ۾ جڏهن ساڪن (Scythian) ڏکڻ - اولهه ايران واري پاڱي (سيستان) تي قبضو ڪيو، تڏهن

جت - بلوچ قبيلن اتان مڪران، موجوده بلوچستان ۽ سنڌ طرف هجرت ڪئي . سالن به ’سيستا‘ فتح ڪرڻ بعد مڪران، بلوچستان ۽ سنڌ کي فتح ڪري هيٺ ڪاٺياواڙ - گجرات طرف وڌيا. ساڪن جي انهن ڪاهن سببان هجرت ڪندڙ جت - بلوچ قبيلن جبلن ۽ رڻن پٽن کي وسايو. بلوچن جي اها سڀ کان آڳاٽي هجرت هئي جنهن ۾ هڪڙن قبيلن (بروهي - بلوچن) سنڌ ۽ بلوچستان جي جبلن کي وسايو ۽ اتي جي ٻولي اختيار ڪئي؛ ته ٻين قبيلن (جت - بلوچن) وڌي اچي سنڌ ۽ سبي جي بيابانن کي پنهنجو وطن بنايو؛ ۽ ايندڙ ٽن صدين واري عرصي ۾ هو مقامي باشندن سان ملي هڪ ٿيا ۽ مقامي ٻوليون اختيار ڪيائون. اتر ۾ سبي ۽ ناڙي جي ميدانن ۾، ۽ هيٺ لاڙ طرف جاتي ۽ ڪڇ ۾ ٻَني ۽ ٻين بياباني علائقن ۾ ’سنڌي جت -بلوچن‘ جي آبادي انهين آڳاٽي هجرت جو يادگار آهي (1). سندن مقامي بود باش جي لحاظ سان پوءِ هڪڙن جت قبيلن مقامي ’سرائڪي ٻولي‘ اختيار ڪئي، ۽ ٻين ’مقامي سنڌي ٻولي‘. جن ’مقامي ’سنڌي ٻولي‘ کي پنهنجو ڪيو، تن مان هن وقت فقط ’ميرجت‘ قبيلا اها ٻولي ڳالهائين ٿا جنهن ۾ آڳاٽي سنڌي ٻولي جا وڌيڪ آثار موجود آهن، حالانڪ ڪڇ جا ’راڏا جت‘ قبيلا پڻ انهي آڳاٽي ٻولي جا ڪي لفظ ۽ فقرا استعمال ڪن ٿا

مگر انهن جي زبان گهڻي حد تائين ’خالص سنڌي‘ ۾ بدلجي چڪي آهي. انهيءَ ڪري ’جتن جي ٻولي‘ مان اسان جي مراد ’مير جتن جي ٻولي‘ آهي جنهن جا آثار ڪڇ ۽ لاڙ جي ’راڌن جتن‘ جي ٻولي ۾ پڻ ملن آهن.

سنڌ ۾ ’ميرجت‘ قبيلن جو اصل ماڳ سبي - ناڙي آهي، جتي شورڻ، جهل ، ناڙي ۽ جيڪب آباد ضلعن ۾ سندن گهڻي آبادي موجود آهي، ازانسواءِ سنڌ ۾ هي قبيلا خاص طرح خيرپور، حيدرآباد ۽ ٺٽي ضلعن ۾ آباد آهن، هنن قبيلن ۾ راوچي (1)، مندوستاڻي، بياساڻي، لاڪاڻي، براهماڻي، ڪرمتي، منداڻي، سئتاڻي، بياماڻي، ڪنداڻي، تيجواڻي، سيتاناڻي، گُنڊڪاڻي ۽ بلنداڻي شامل آهن اهي اڪثر ’جتن واري آڳاٽي ٻولي‘ ڳالهائين ٿا. لاڙ ۽ ڪڇ جي ’راڌن جتن‘، ۾ راڌا، شيهه، عامّر، لاڪاڻي. مناڻي، اُرياڻي وزيراڻي. منداڻي. جيئنداڻي، ربناڻي، پنپواڻي، ڏاتواڻي، فقيراڻي وغيره قبيلا شامل آهن؛ انهن جي ٻولي ۾ پڻ ’آڳاٽي ٻولي‘ جا ڪي الفاظ ۽ فقرا رائج آهن؛ انهيءَ خصوصيتن سببان ئي، پٺائي صاحب سندن ٻولي کي ’جتن جي ٻولي‘ سڏيو زباني روايتن موجب شاهه صاحب ڪنهن موقعي تي جتن بابت هيٺيون بيت چيو جنهن ۾ سندن ٻولي جا الفاظ آندائين:

هلو هلو ڪن، ’واڇَڻ‘ جي وائي
هُل سِٽي هوندِي‘ جو، موڙهياس ڙي ’مائي
جيڪا ٻولي جتڙين ’سمَجهين، نه سائي
هزَون، گهٽي ڏاهي، پر هوت وٺي ’هُوٽي‘ وئا.

بيت جي هن روايت ۾ پنج لفظ جتن جي ٻولي، جا آهن: واڇڻ - هلڻ، هوندي = هنن، سمجهين = سمجهيس، هزارون = هياس ۽ هوٽي = هوڏانهن . رسالي جي ٻئي هڪ بيت ۾ آهي ته:

”هِنجهَر هُئا هير، وئا نهوڙي ننڊ ۾“. ’هنجهر‘ يعني هينئر، جنهن لاءِ ’جتن جي ٻولي‘ ۾ ٻيو، لفظ ’هيلان‘ آهي.

سٺاءُ جي لحاظ سان، ’جتن جي ٻولي‘ ۾ ٻيو ۽ ’موجوده سنڌي‘ ۾ ڪو فرق ڪونهي، مگر ’جتن جي ٻولي‘ ۾ ڪي خصوصيتون باقي آهن. جيڪي غالباً ’قديم سنڌي ٻولي‘ جي آثارن ۽ اهڃاڻن ۾ جون يادگار آهن. انهيءَ سلسلي ۾ هيٺيون خصوصيوتون غور طلب آهن:

(الف) اسم. ’جتن جي ٻولي‘* ۾ ڪافي الفاظ موجود سنڌي لغات كان الڳ ۽ انوکا آهن، جيئن ته ڳِيهن (گهر)، جَرَ (پوتي)، پيل (ننڊ)، گهبٺ (ننڍو ٻار)، نايئي (سوڙ، مٿان پائڻ جي)، مَڙي (ماءُ)، اُڙ (ڏاچي)، وغيره وغيره.

مگر ان ۾ ڪيترائي اهڙا اسم آهن ۾ ’ز‘ يا ’ذ‘ جو اچار موجود آهي، جيڪو سنڌي ۾ اڪثر ’ه‘ سان بدلجي چڪو آهي. هن وقت ’ر‘ يا ’ذ‘ جي اچارن وارا لفظ جيڪي سنڌي ۾ رائج آهن، سي اڪثر عربي ۽ فارسي مان ورتل آهن.

| جتن جي ٻولي | سنڌي |
|---|---|
| 1، ماز ، ماس | ماڻهو |
| 2. ميز | مينهن |
| 3. ٻيز | ويهَه |
| 4. ڏَزّ | ڏهه |
| 5. اوڙيز | اوڙيهه |
| 6. وِيز | ويهه |
| 7. وَرّز | ورهيه |
| 8. ڳيذونّ، ڳيڏون | ڳيهُون‘ |
| 9. سَزو | سَهو |
| 10. آذَميِ | آدمي |
| 11. سَزرو | سَهُرو (ع . صهر) |

مٿين لفظن مان 1- کان 9- تائين هند - آريائي زبانن جا لفظ آهن، جن جي ’س‘ کي ’ز‘ ڪري اچاريو ويو. انهن ٻاهرين لفظن کان سواءِ ’جتن جي ٻولي‘ ۾ ٻيا ڪي اهڙا لفظ آهن جن ۾ ’ذ‘ يا ’ز‘ جو اچار موجود آهي جيئن ته: کِذي (ڪٿي)، چِذاڻ (ننڍي اُٺ)،

رِذاڻ (ٿانءُ)، زَهڻو (وهاڻو)، گُذَڻ (اُگهڻ)، هَزوُن (آءٌ هئس) وغيره.

(ب) ضمير. ضميرن جي صورت هن طرح آهي: ’آجُو‘ يا آجون (آءٌ،

آئون)، اَسي (اسين)، اَتُون (تون)، اَئين (اوهين)، ’هو‘ يا اُسي (هو) ۽ هي (اهي). انهن مان ٽي پويان ضمير بالڪل انهن صورتن ۾ موجوده سنڌي ۾ پڻ اجا تائين رائج آهن،

(ج) حروف استفهام. ’ڪاڙو‘ يا ’شاڙو‘ (ڇا)، ڪاليي (ڇو)، ڪِذي (ڪٿي)، ڪِيڻي يا ’ڪِيڻي‘ (ڪيڏانهن)، ڪيلان (ڪڏهن)، ڪوهين (ڪيڏانهن)، ڪاهو (ڪهڙو). انهن مان پويون حرف’ڪاهو‘ اجان تائين سنڌي ٻولي جو ’ڪوهستاني‘ محاوري ۾ رائج آهي. جتڪي جو ’ڪيڻي‘ ۽ ڍِاڻڪي جو ’ڪيڻ‘ ساڳيا لفظ آهن ۽ ٻنهي ۾ ساڳي لغت جي نشان تي شاهد آهن.

(د) ظرف. مثلاً هِيڻي (هيڏانهن)، هرڻي (هوڏانهن)، تائين (مٿان)، ٻُڙائين (هيٺان)، ڳُدرا (پويان). انهن مان پهريان چارئي لفظ آڳاٽي ’مقامي سنڌي‘ جا آهن، باقي آخري لفظ بلوچي ٻولي (گُدا يا گُڙا) جو آهي جنهن جي اصلي

صورت مقامي محاوري جي اثر هيٺ بدلجي وئي آهي.

(ه) اضافي صورتون.مانُهُون (منهنجو)، سانُهون (اسان جو)، توهُون (تنهنجو)، واهُون (هنن جو)، ’هي جو‘ (هن جو)، ’هَجَ جو‘ يا ’هونڊِي جو‘ (هنن جو)، پانُهُون (پنهنجو. سنڌيءَ ۾ پهريون ٽي صورتون موجود آهن، مگر معنيٰ بدلجي چڪي آهي (مانهون = منهنجي طرفان؛ اسان هون = اسان جي طرفان؛ توهون = تنهنجي طرفان).

(و) حروف جر. زي (تي، ۾)، ڪِ (ڪي)، ڳان (ڪان)، سُون (ڏي)، تِ (تي)، جيئن ته:

ماڪ = مون ڪي ساڪ = اسان ڪي

توڪَ = توڪي واڪَ = اوهان ڪي

هوڪ = هن ڪي تِجِٽان = هنن ڪي

سنڌي جي ’ڪوهستاني محاوري‘ ۾ ’ماڪِ‘ ۽ ’توڪ‘ اڃان تائين ’مان ڪِ‘ ۽ ’تو ڪِ‘ جي صورت ۾ رائج آهن.

(ز) عدد شماري. ڪَڙو، بِهه، ترَئي، چار، پنج، ڇهه، ست، اٺ، نو، ڏَز.

(ح) فعل ۽ زمان. اڪثر فعلن لاءِ ساڳيا موجوده سنڌي وارا الفاظ آهن جيئن ته ’آڇڻ، ڪرڻ‘ وغيره؛ ڪن فعلن ۾ اچارن جي ٿوري ڦيرڦار آهي جيئن

ته ’وچڻ‘ (واو جي زير سان)؛ انهن کان سواءِ ٻيا ڪافي الفاظ انوکا آهن جيڪي پڻ آڳاٽي لغت جو يادگار آهن: مثلاً لُهرڻ (لاهڻ)، پاڙڻ (ڪٽڻ)، گُڏڻ (اُگهڻ)، ڪَڙهڻ (پيئَڻ) ميهڻ (چِڙڻ)، وَهڻ (وچڻ)، وغيره. انهن مان ’وهَڻ‘ سنڌي ۾ پڻ ’وچڻ‘ جي معنيٰ ۾ موجود آهي ”وهيو ساٿ سندوءِ“.

’اچڻ‘ مان امر، حال ۽ مستقبل، ۽ ماضي جون صورتون هيٺينءَ طور ٺينديون:

امر

آريو = آءُ؛ اچيس = اچو؛ اچي = اچي؛ اچييڻ = اچن.

مضارع ۽ مستقبل

آجُون اچِين تو = آءٌ اچان ٿو/ ايندس

اَتوُن اَجين تو = تون اچين ٿو / ايندين

هو اَچي تو = هو اچي ٿو/ ايندو

اَسي اَچان تا = اسين اچون ٿا/ ايندسون

اَئِين اچيس تا = اوهين اچو ٿا/ ايندؤ

هي اَچيڻ تا = اهي اچن ٿا/ ايندا

---

[(1)]. تصديق لاءِ ڏسو پشيل جو ”پراڪرت ٻولين جو تقابلي گرامر“، انگريزي ترجمو، دهلي 1957ع، ص 31.

[(2)]. محقق بيروني صاف ڪري سمجهايو آهي ته قديم ’سووير‘ ساڳيو ملتان وارو علائقو هو. (”سوبير هوالمولتان“، ڪتاب ماللهند، حيدرآباد دکن ڇاپو، ص ص 253 ۽ 256).

(1) ڏسو باب پنجون.

(2). ڏسو باب چوٿون.

(1). تصديق لاءِ ڏسو هن ڪان گرامر‘ (ص 32).

“Apabhran`sa shows affinities with the Vedic Language not in a small measure”.

(2). اسان 1950ع ۾ ’ڏهين سنڌي ادبي ڪانفرنس (لاڙڪاڻو)، جي موقعي تي سنڌي ٻولي جي بڻ - بنياد بابت غور ڪندي مٿين نتيجن تي پهتاسون. سنه 1957ع ۾ سري جيرامداس دولترام ”آل انڊيا اورينٽل ڪانفرنس“ (دهلي) جي ’سنڌي سيڪشن‘ ۾ ’سنڌي جي اصل نسل‘ بابت پنهنجو صدارتي خطبو پڙهيو، جنهن ۾ مارڪنڊيه ۽ ٻين جي بيانن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪندي هو صاحب انهن نتيجن تي پهتو.

[Jairamdas Daulatram: ‘The Ancestry of sindhi’, Bharatiya Vidya, Vol. XVII, pp. 41.. 59, (The Address) pp. 58-59. (conclusions)].

(1). هن تاريخي سلسلي تي اسان ’سنڌي موسيقي‘ بابت لکيل پنهنجن تصنيفن ۾ قدري روشني وڌي آهي. ڏسو ’سنڌي موسيقي جي تاريخ‘ ۽ پڻ انگريزي ۾ ڇپيل:

“Development of Music in Sindh”, Hyderabad Sindh, 1973.

*. نسي من (نسي = لهي = هتي = هتي؛ من = مون) =هتي مون.

(1) . اسين مٿي چئي آيا آهيون ته جت بلوچ نسل جي قبيلن جي اها آڳاٽي ۾ آڳاٽي هجرت هئي. ان کان پوءِ ايران طرفان بلوچن جون ٻوليون هجرتون

اسلامي دور بعد ٿيون، جن مان وڏي ۾ وڏيون به هيون: هڪ 11 - 12 صدي عيسوي ۽ ٻي 15 -16 صدي عيسوي وارن دورن ۾.

(1). ’راوچي‘ يا ’راوڇي‘ هڪ وڏو قبيلو آهي جنهن ۾ ٻيا ننڍا پاڙا شامل آهن جن مان پڳدار ’جوءنگلاڻي‘ پاڙو آهي.

*’جتن جي ٻولي‘ ۾ پڻ مختلف ڳوٺن ۽ پاڙن جي لغت ۾ فرق آهي مثلاً ڪي ’ڪاڙو‘ ته ڪي ’شاڙو‘ ( =چا) چون؛ اهڙي طرح ڳيزون ۽ ڳيڏون (ڪٽڪ)، هيٺي ۽ ويسين (هتي)، ’ما‘ ۽ مانهين (مون)، هو ۽ اُسي (هوء) هنجهر ۽ هيلان هينئر)، نائي ۽ گادي (سوڙ) وغيره.

# ماضي

اَڃُون آئوسان = آءٌ آيس اَسِي آواسان = اسين آياسون

اَتُون آئُون = تون آئين اَئينُ آواس = اوهين آيا

هو آئو = هو آيو هي آوا = اهي آيا

سنڌي جي ’ڪوهستاني‘ محاوري ۾ اجان تائين ’هو آئو‘ ۽ ’هي آوا‘ رائج آهن. ’جتن جي ٻولي‘ ۾ ’ماضي مطلق‘ جا صيغا ’ي‘ جي اضافي کان سواءِ آهن: يعني ’آئو‘ ۽ (نه ’آيو‘)، ڳالهائو (= ڳالهايو)، پو (= ٻيٺو)، ڪو (= ڪيو) وغيره.

هي ڪم مين ڪو = هي ڪم مون ڪيو

هي ڪم پين ڪو = هي ڪم تو ڪيو

هي ڪم هُوڻ ڪو = هي ڪم هن ڪيو
هي ڪم اَسي ڪو = هي ڪم اسان ڪيو
هي ڪم اَئِين ڪو = هي ڪم او هان ڪيو
هي ڪم هُجيڻ/ وِجيڻ ڪو = هي ڪم هنن ڪيو

غالباً ’قديم سنڌي‘ ۾ پڻ ماضي جي ساڳي صورت هئي ۽ اجان تائين سنڌي ۾ ماضي لاءِ انهيءَ سٽاءَ وارا الفاظ موجود آهن. ڀٽائي صاحب جي رسالي ۾ ’آئو‘ جو لفظ موجود آهي: ”پاڻي پٽيهل ۾ اڳيون نه آئو“ (سر ڏهر). ’هو‘ جو لفظ عام رائج آهي، جيتوڻيڪ اتر جي محاوري ۾ ’هئو‘ ۽ ’هيو‘ استعمال ٿين ٿا. لاڙي محاوري ۾ ڀهراڙي جي عام ٻولي ۾ ’مو‘ (= مئو)، (= سئو، ٻُڌو) ۽ ’چو‘ (چيو) جا اچار رائج آهن.

جت - بلوچن جي قبائلي ٻولي جي مٿئين مختصر جائزي * مان هيٺيان نتيجا نڪرن ٿا جن جو مدار انهيءَ نظريي تي آهي ته: ’جتن جي ٻولي‘ هڪ ’قديم مقامي سنڌي ٻولي‘ جو يادگار آهي جيڪا ڪن جت - بلوچ قبيلن صديون اڳ سنڌ جي ڪنهن ڀاڱي ۾ مستقل طور تي آباد ٿي اختيار ڪئي؛ سندن اها ٻولي ’قديم سنڌي ٻولي‘ جي هڪ خاص محاورو (dialect) هئي، ۽ انهيءَ ڪري ان جي مطالعي مان ’قديم سنڌي ٻولي‘ بابت هيٺيان نتيجا نڪرن ٿا:

(1) قديم سنڌي ۾ ’ذ‘ ۽ ’ز‘ جا صوتيا گهٽا هئا، جيڪي وقت گذرڻ سان ’هه‘ ۽ ’س‘ سان بدليا. ’موجوده سنڌي‘ ۾ ’ز‘ ۽ ’ذ‘ وارا مقامي الفاظ ڪي تمام ٿورڙا بلڪ نه هئڻ جيترا وجي رهيا آهن. (2) ’جتن جي ٻولي‘ ’تا‘ (= ٿا)، وِهه (= وِجهه) وغيره جي استعمال مان گمان نڪري ٿو ته ’اڳين۽َ سنڌي‘ ۾ ’هه‘ سان مرڪب اچار (aspirates) گهٽ هئا، اهي پوءِ اُسريا. (3) ’ڪ‘ (ڪي)، تِ (تي) وغيره حرفن جي صورت وارن لفظن توڙي ماضي جي (بنا ’ي‘ ۽ ’ء‘ جي) ’ڪو‘، ’پو‘ وغيره صورتن وارن صيغن مان معلوم ٿئي ٿو ته ’قديم سنڌي‘ ۾ گهٽا الفاظ صحيح حرفن ۽ ننڍين حرڪتن (زير، زبر، پيش) سان مرڪب هئا، ۽ انهن ۾ (ا، و، ي) جي زائد اُچارن جو استعمال نسبتاً گهٽ هو. (4) ’ڪڙو‘ (هڪڙو) ڪڙي (هڪڙي) وغيره جي سڻاءَ ڏيکاري ٿي ته سنڌي اچارن ۾ ’هه‘ جو ضمني اضافو نسبتا پوئين دور ۾ ٿيو. موجوده دور جي مطالعي مان پڻ ظاهر آهي ته سنڌي لفظن ۾ ’ن‘، ’هه‘ ۽ ’ء‘ ۽ ’ي‘ جو اضافو گذريل سؤ کن سالن کان وٺي گهٽو وڌيو آهي.

(ج) عربن جي دور حڪومت ۾ ٻولي جي تشڪيل ۽ ترقي.

عربي دور حڪومت ۾ ’سنڌ جي ٻولي يا ٻولين‘ تي جي اثرات پيا، سي هي هئا:
1- ٻولي ۾ وڌيڪ مرڪزيت پيدا ٿي. هن دور ۾ سنڌ جي مختلف پاڱن ۽ قبيلن جي ٻولين ۾ وڌيڪ مرڪزيت پيدا ٿي، جنهن جي ڪري هڪ جامع ’سنڌي ٻولي‘ جي تشڪيل وجود ۾ آئي، اها عام ملڪي ٻولي بني، ۽ ان جو بنياد مضبوط ٿيو. هن مرڪزيت جا مکيه ڪارڻ هي هئا: (1) سڄي سنڌ هڪ پختي نظامِ حڪومت هيٺ آئي، جيڪو اڍائي سوَن سالن تائين قائم رهيو. ملڪ ۾ قافلن جي اَچ - وڃ ۽ تجارت، قضا ۽ عدالت، خراج ۽ زراعت جي ساڳئي سرشتي، سماجي ۽ اقتصادي زندگي ۾ يڪ - جهتي پيدا ڪئي. (2) ملڪ جي ماڻهن دين اسلام قبول ڪيو، ۽ اسلامي عقيدن عملي زندگي ۾ يڪسانيت پيدا ڪئي، جنهنڪري سماجي توڙي سياسي مرڪزيت وڌيڪ مضبوط ٿي. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو قبائلي فرق گهٽيا، ۽ شريعت اسلامي قبائلي ريتين رسمن کي هموار ڪيو. (3) هن دور ۾ نون شهرن ۽ آبادين جو سلسلو وڌيو ۽ منصوره جو نئون مرڪزي شهر تعمير ٿيو. واپار لاءِ خشڪي ۽ دريائي رستا کليا، ۽ واپار جي ترقي ۽ قافلن جي اچ وڃ سان ملڪ جا مختلف حصا پاڻ ۾ وڌيڪ ويجها

ٿيا. ملڪ جي مختلف ڀاڱن ۾ رهندڙ ماڻهن جي وچ ۾ وڌيڪ لهه وچڙ پيدا ٿي، ۽ انهيءَ لهه وچڙ ۽ لڳ لاڳاپي، ملڪ جي مختلف ٻولين ۽ محاورن ۾ لساني ربط پيدا ڪيو، جيڪو هڪ عام مشترڪ ’سنڌي ٻولي‘ جي اوسر لاءِ ڪارگر ٿيو.

2- ٻولي جي نفسياتي ڪيفيت بدلي. محمد بن قاسم سنڌ جي مختلف شهرن ۾ عربن جون آباديون قائم ڪيون (1) ۽ سنڌ وارن جا عرب ملازمن، ڪاريگرن ۽ عالمن سان گهرا معاشرتي تعلقات پيدا ٿيا. عربن سنڌ کي پنهنجو وطن بنايو. محمد بن قاسم کان پوءِ، عرب باشندن پوئتي موٽڻ ٿي چاهيو، مگر خليفي سليمان جو فرمان آيو ته ”اتي رهي ڪيتي ڪريو ۽ هَرُ ڪاهيو ته سڪيا هجو“ (2). انهيءَ حڪم کان پوءِ عرب باشندا سنڌ کي ئي پنهنجو وطن سمجهي ويهي رهيا، ۽ سنڌي هارين ۽ آبادگارن جا پاڙيسري ٿي پاڻ سنڌي بنجي ويا. سندن دائمي سڪونت سببان، عربن ۽ سنڌين جي وچ ۾ شادين مُرادين ۽ مائٽين جا سلسلا قائم ٿيا. سنڌين جي شرافت ۽ مروت کان وڏا وڏا عرب خاندان متاثر ٿيا، ۽ هو سنڌ وارن سان سڱيڻا ٿيا. معتبر حوالن موجب حضرت علي جي فرزند محمد، امام زين العابدين ۽ امام زيد بن الحسين جون مائرون سنڌي هيون (3). علي الاصغر بن زين

العابدين علي بن الحسين جي امڙ به سنڌي هئي (1).
بنو اُمَيہ جي مشهور جرنيل مُهلَّب جي پٽ بهادر پُٽن، مُفَضَّل ۽ عبدالملڪ، جي ماءُ سنڌي هئي ۽ سندس نالو مائي 'پِلِي' هو (2). بنو اميہ جي آخري ڪماندر اِن - چيف يزيد بن عمر بن هبيرة الفرازي جي ماءُ، جيڪا نهايت حسين عورت هئي، سنڌي هئي (3).
انهيءَ سنڌي رشتي جي ڪري ئي ان وقت جي شاعر، 'ابو عطا سنڌي' سندس ظالمانه قتل ٿيڻ تي هڪ دردناڪ مرثيو چيو، جو ملڪان ملڪ مشهور ٿي ويو، ۽ عربي شاعريءَ ۾ مرثياگوئي ۾ بهترين مثالي شعر بڻيو، ۽ عربي ادب جي ڪيترن ئي ڪتابن ۾ نموني طور نقل ٿيو (4).
عربن ۽ سنڌين جي مائٽين مطعلق پيا حوالا به موجود آهن، مگر مٿيان مثال بلڪل اوائل ۽ اهم آهن، عرب ۽ سنڌي پاڻ ۾ ايتري قدر سگّيڙا ٿيا، تنهن سنڌ وارن جي سماجي زندگي تي اثر وڌو.
ٻيو وڏو ڪارڻ جنهن ماڻهن جي انفرادي توڙي اجتماعي زندگي ۾ وڏي نفسياتي تبديلي آندي، سو هو اسلام جو دلين تي اثر. خداي عزوجل جو خوف، ڪفر ۽ ايمان ۾ مفق، دنيا ۽ آخرت جو تصور، دوزخ ۽ بهشت (عذاب ۽ انعام) جو فڪر، حق تي سر ڏيڻ ۽ شهادت دلپزيري وغيره اسلامي اعتقادن، ماڻهن جي

سوچ ويچار توڙي ارادن ۾ نئين ڪيفيت پيدا ڪئي، جنهن ڪري شخصيت توڙي اجتماعي نفسايت جو رخ بدليو، اهڙي طرح علمن - شريعت، اسلام جي پابندي، نماز، روزا، صداقت ۽ خيرات جهڙن - زندگي جي عملي طرز ۽ طريقي کي ڦيرايو، ۽ ماڻهن جي عادتن، ۽ اطوارن، اخلاقن ۽ اعمالن کي هڪ نئين نهج تي آندو، ۽ عوام جي شخصي توڙي اجتماعي نفسيات ۾ تبديلي آندي.

انهيءَ اجتماعي نفسيات جو ٻولي جي نفسيات تي اثر پيو، جڏهن ماڻهن جي خيالات، احساسات ۽ جذبات جي نوعيت بدلجڻ لڳي، تڏهن سنڌين نفس ڪلام جي هيئت بدلجڻ ضروري هئي. اسلام ۽ ايمان، شريعت، دين، توحيد، فرض، سنت، نماز، روزا، حج، زڪوات، خيرات، ۽ ٻيا متعدد الفاظ روز مرهه جي ٻولي ۾ رائج ٿيا: عملي زندگي ۾ انهن تخيلن (Concepts) جي اثر، خيال ۽ ويچار جي ڪيفيت (Thought process)، عمل جي نوعيت (Behavior)، ۽ اچان به زياده نفس ڪلام هيئت ۽ ٻولي جي سٽاءُ تي پيو، جنهن ڪري سنڌي ٻولي جي نفسيات ۾ وڏو ڦيرو آيو.

3- ٻولي جي لغات ۾ وڌارو ٿيو. هن دور ۾ سنڌي ٻولي جي لغات جي سرمايي ۾ واڌارو آيو، زراعت توڙي

ڏنڏن ۾ ڪم ڪندڙن، ڪم جي اصطلاحن، ۽ ڪم جي اوزان ڪي عربي ٻوليءَ جا الفاظ ۽ نالا مليا. زراعت ۾ ”هاري“ ۽ ”مجيري“ جا بنيادي نالا، عربي لغت ۽ ان جي اثر سان سنڌي ٻولي جو جز بنيا. ’هاري‘ جيڪڏهن ’هر‘ مان اسم فاعل آهي، ته به عربي جو اثر هيٺ، ۽ جيڪڏهن ”حارث“ مان نڪتل آهي، ته به عربي اثر هيٺ. ’هرلي‘ يا ’ايٺ‘ لاءِ عربي نالي ’ناعُوره‘ مان سنڌي ۾ ’نار‘ جو نالو رائج ٿيو، ۽ نار چاڙهيندڙ ڪي اُن ابتدائي دور ۾ اسم فاعل جي ترڪيب موجب ’ناري‘ سڏيو ويو، جنهن جو اُڃاڻ اڄ تائين ’هاري ناري‘ جي اصطلاح ۾ موجوده آهي. ’مجيري‘ (عربي ’اَجارَ - يُجِيرُ‘ مان نڪتل) جي معنيٰ آهي ’محافظ‘ يا ’سنڀال ڪندڙ‘. عراق جي آباد زمين وانگر سنڌ جي زمين جي ماپ ٿي ۽ ’جريب‘ جو آڳاٽو عربي لفظ عام مروج ٿيو. هاڻوڪي سکر براج وانگر، عربي دور ۾ خليفي معتصم باالله جي ڏينهن ۾، سنڌ جي گورنر موسيٰ بن ۽ عِمران زراعت جي ترقي لاءِ هڪ هڪ بئريج يا بند ٻڌايو، جنهن جو نالو رکيو ويو هو ”سَڪرالميد“، يعني ’ميد يا مهاڻن وارو بند‘. عربي ۾ ’سڪر‘ جي معنيٰ آهي بند: ’سکر‘ شهر جو نالو شايد انهيءَ آڳاٽي بند جي نالي جو يادگار هجي (1). درياءَ ۽ واهن جي ڪنارن

تي آمدرفت لاءِ ڊِڪا بنيا، جن تان سنڌيءَ ۾ لفظ ’ڦُرُ‘ (عربي ’فُرضہَ = ڪچي پُل) عام استعمال ٿيو. اهڙيءَ طرح اَن جي ماڻ جو نالو ”ڪاسو“ ڪنهن عربي ماپي ”ڪاسہ“ (برتن) جو يادگار آهي؛ ’چوٿائي‘ عربي لفظ ”ربع“ جو ترجمو آهي، ۽ ”خرار“ لفظ عربي جي ذريعي آيل فارسي ماڻ جو نالو آهي. لاهارڪي ڌنڌي ۾ مَتِرڪو (ع. مَطۡرَقَۃَ) ۽ سنداڻ (ع. سَندان) عربي اثر جا يادگار آهن. جهازرانيءَ ۾ مَڪرُي (عربي ’مَخر‘ = ٻيڙي جو پاڻي جي سطح کي چيرڻ > مخري = ٻِڙي)، ملاح، ميربحر، زورق (ٻيڙي جو قسم) ونجهه (فارسي مان عربي ذريعي)، سُکاڻ (ع. سُڪان) وغيره الفاظ رائج ٿيا؛ ڪاسائڪي ڌنڌي ۾ ڪاسائي (ع. قصاب)، ڪاتي (ع. قاطع)، حُلوان (ننڍو ٻڪر)، ذبح، حلال، حرام ۽ تڪبير؛ واپار ۾ دڪان (فارسي مان عربي ذريعي)، ساهمي، دلال، مُنيب، ٻَيانو (ع. بُيعانَہ)، ڪاٻاڙو (ع. قبالہ)، کَرِيو يا کُرجين (ع. خُرج)، بقر يا باقري (ع. بقَّال)، ٻَجاج (ع. بزاز)، حلوو (ع. حلوه)، ڦُرص، ٿوم، بصر وغيره.

عربن ۽ سنڌين جي گهري سماجي رشتي سبان عام ماڻهن جي نالن جي نوعيت ۾ ڦير گهير آئي. دشمنن تي رعب ويهارڻ لاءِ عرب پنهنجن ماڻهن ۽ قبيلن جا

نالا ڪَڙن پِتن ۽ خطرناڪ جانورن جي نالن جهڙا رکندا هئا - مثلاً ماڻهو جو نالو ’حنظل‘ (= ٿوهه)، قبيلي جو نالو ’بنو اسد‘ (= شينهن جا ٻچا) وغيره.
ساڳيو اثر سنڌي نالن تي پيو: سنڌيءَ ۾ ماڻهن جا نالا (مثلا= ٿوهه، ڪَوڙو، اڪ، نم، شينهڙو، سَگهو، سٻر، ڏگهاڻو، لوهه - مروڙ، وغيره)، ۽ ذاتين جا نالا (ناهر، ٻگهياڙ، شينهڙا، واسينگ وغيره) عربي نهج تي مگر خالص سنڌي ٻولي ۾ بنيا. روزمره جي پوشاڪ ۾ به ڦيرو آيو ۽ ڪپڙن جا عربي نالا سنڌي جي جز بنيا: مثلاً رئو (رداءِ)، پوتي (فوطہ)، گَج (قَز)، گندِي (عِطاء) ۽ صدري؛ گهرو زندگيءَ ۾ ابو، امان، دِلو، دٻڪي، تاک (طبق - طباق) وغيره عربي لغت سان سنڌي ٻولي جو جز بنيا.
عربن ۽ سنڌين جي سماجي ۽ معاشرتي سنٻنڌ جو اثر شهرن کان ٻاهر ٻهراڙيءَ جي رهڻي ڪهڻي خصوصاً مال جي پرورش، اُٺن ۽ گهوڙن ڌارڻ جي ڌنڌي تي پيو. پاڃين، مال جي سڃاڻپ لاءِ عربن جي قديم رسم کان متاثر ٿي داغ ۽ ڪڪر ڏنا. مال جي سڃاڻپ لاءِ ’داغن‘ جو سلسلو جيترو عرب ۽ سنڌي قبيلن ۾ عام مروج ۽ مڪمل نظر اچي ٿو، اوترو دنيا جي ٻيءَ ڪنهن به قوم ۾ نٿو ملي. سنڌي ۾ عربي گهوڙن ۽ اُٺن جا نسل پالڻ شروع ٿيا. يمن جي قبيلي

’مهرة جي اُٺن جي ٻُڄ مان سنڌ ۾ ’مهري‘ اُٺن جو نسل آيو، ۽ پلن اُٺن تي نالو ئي ’مهري‘ پئجي ويو. گهوڙن مان ’ابلق‘، ’ڪُميت‘ جا ٻُڄ غالباً عراقي گهوڙن جي عربي نسلن مان نڪتا، ۽ چڙهيءَ جي گهوڙائين وهٽ جو نالو ’عيراق‘ (=عراق) پئجي ويو.

”ڪڏهن پُرن پيادا پَٽ تي، ڪڏهن آٽيندن عيراق“.

(ڪبير شاهه)

جيئن عربي ٻولي ۾ اُٺ ۽ گهوڙي جي قسمن، رنگن، پنڌن، مرضن ۽ علاجن جا جدا جدا نالا هئا، تيئن ساڳئي نموني سنڌي ٻوليءَ ۾ به جدا جدا نالا نروار ٿيا. اُٺ جا ڄم کان وٺي ڇهن سالن تائين عمر موجب نالا: ڄائو ته گونئرو يا مَزات (ما + زاد)، 2 سال، ٻِهاڙ؛ 3 سال، ٽِرهاڙ؛ 4-5 سال، ڇِٽ؛ 6 سال، دوئڪ؛ 7 سال، چوڳو؛ 8 سال، ڇَڳو؛ ۽ 9 سال، ’نيش‘ (’نيش‘ يعني نون سالن جو جوان اُٺ، جيڪو بلڪل عربي لفظ ”بازغ“ جي هم معنيٰ آهي)؛ ان بعد 9 کان 12 سالن تائين ’بنيش‘، ۽ ٻارهين سال بعد ’رموش‘. اهڙيءَ طرح گهوڙي جا نالا، عمر موجب: وڇيرو، سَرل، دوئڪ، چوٴ سال، پانجاريو، وغيره؛ رنگ موجب گهوڙو وري - ڪميت، جابون، نيرو، بور، مُشڪي، چينو، نقرو، ٻگلو، ابلق، سنجاف،

سرخو، مَڪڙو، سَمند، پنج - ڪلياڻ، ڪبوتريو، ديناري وغيره. گهوڙي جي سنجن مان ’رڪيب‘ ۽ اُٺ جي سازن مان ’نط‘ (= نطع‘ يعني چمڙي جي جهُل) ۽ ’گاشو‘ (غشاءِ = پوش) عربي ٻولي مان آيا. اهڙيءَ طرح چوپائي مال، گهوڙن ۽ اُٺن بابت لفظن ۽ اصطلاحن جو ذخيرو عربي ٻولي جي ساڳئي سرمايي جي زير اثر توڙي نهج ۽ نموني تي ويجهيو ۽ وڌيو.

پير ڪٽڻ، نڪ نهارڻ، ڏٺ ڏورڻ، کوهيون ۽ تڙ ڪٽائڻ، وس چرڻ، جهوڪون ڪرڻ، جهوڪ جون باهيون ٻارڻ، دونهيون دکائڻ ۽ پڌڪرڻ - جيڪي سڀ سنڌ جي بري زندگيءَ جا نشانبر پهلو آهن، تن مڙني تي عرب جي بدوي لغت جو گهرو اثر پيل آهي. عرب رات جو جهوڪن وقت باهيون ٻاريندا هئا، ته مسافر پري کان ڏسي لڙي اچن. باهه ٻارڻ ۽ دونهون دکائڻ، مهمان نوازي ۽ مردانگي جو شيوو هو. سنڌي جا اصطلاح ’ٻُوٺو ٻارڻ‘ يا ’فلاڻي ڪانه ٻاري‘ جهڙا اصطلاح، انهيءَ بدويانه زندگي جا يادگار آهن:

”ٿو مِرون ماري مڙس کي، تون بيٺو آهين بي ايمان
انهيءَ جئي کان مُئو پلو هون، تو ڪانئر ٻاري ڪان!“

(دين محمد لغاري)

ساڳيءَ طرح ’ڪيما ڪوڙڻ‘ (خيما ڪوڙڻ = منزل انداز ٿيڻ) انهيءَ بري تمدن جي ساک پري ٿو:
”عشق آڻي جت ڪيما ڪوڙي دين ڪفر جا ٽڳا ٽوڙي.“
عرب شاعرن پنهنجي محبوب جا قِتل پَڊ (جهنگ ۾ گهرن جا نشان) ڳايا آهن. مثلاً ’امراؤالقيس‘ چوي ٿو:
قِفا نَبڪِ مِن ذِڪرى حبيب و منزلِ
(بيهو ته محبوب جي پَڊن جي ياد ۾ ڳوڙها ڳاڙيون)
شاهه صاحب چوي ٿو ته:
ڪاروڙيان ڪڍِي، ويڙهي جهَپ ويا
سيڻ منهنجا، سَيَّد چئي، هاڻي هِت هُئا
پَسي پَڊَ ان جا، لڙي لُڙِڪ پيا
ڏيهي ڏور ويا، ڏيان ڏوراپا ڪن کي.
بدوي عرب شاعرن پنهنجي محبوب جي سونهن اُٺن ڏاچين جي سهڻين وصفن (مثلاً؛ ڊگهي ڳچي) سان مشابهت ڏني آهي؛ سنڌي شاعر به چوي ٿو:
نبي سر جون نام - ڪنيون، سي ننگ پريون ڪن ناٿ
هڪڙو لوڏ لوهاڻين کي، ۽ ٻيءَ جا سونهن سماٽ
جويون جيسلمير جون، اٺئي ڪُل ڪَنواٽ
(سانوڻ)
4. سنڌي الف - بي - جي سٿاءَ، صورتخطي ۽ صرف - نحو تي اثر پيو. عربي تعليمي نظام ذريعي سنڌي الف - بي جي حروف صحيح ۾ واڌارو ٿيو، ۽ عربي

الف - بي جا 11- حرفَ (ث، ح، خ، ص، ض، ط، ظ، ع، غ، ف، ق) سنڌي الف - ب ۾ داخل ٿيا.
عربي زبان جي زير اثر ٻڳهن حروف علت (ا، و ۽ ي) جو زياده استعمال ٿيو. انهيءَ ڪري اهڙا سنڌي الفاظ، جيڪي ان وقت گهڻو ڪري حروف صحيح جا مجموعا هئا، تن جي اچارن ۾ ا، و، ي جي هلڪن اچارن سهولت ۽ سلامت پيدا ڪئي. مثلاً، سنڌي لفظ ”پٽ“ کي عربن ”بهطہ“ يا ”بهطا“ ڪري لکيو.
عربن ۽ سنڌين جي مسلسل ميل جول ۽ عرب عالمن جي سنڌي داني ۽ علمي تصنيفن جي اضافي سان لفظن جي اُچارن جي صحت ۽ صورتخطي تي توجهه ٿيو. سنڌ ۾ ئي اڪثر سنسڪرت ڪتابن جا ترجما ٿيا. شهر منصوره ۾ جيڪي قابل عالم ۽ اديب موجود هئا ۽ جي سنڌي سان گڏ ’هندي‘ ٻولين جا پڻ ڄاڻو هئا تن يقيني طور ترجمن وقت لفظن جي صحت ۽ صحيح تلفظ تي ڌيان ڏنو هوندو. هن علمي ماحول ۾ سنڌي ٻولي جي لفظن کي صحيح صورتخطي مطابق لکيو ويو، جنهنڪري اڄ به سنڌي لفظن جي ذريعي اصلي پراڪرت لفظن جو پتو لڳائي سگهجي ٿو. سنڌي ٻولي پهريون پيرو عربي رسم الخط ۾ لکجڻ لڳي، ۽ عربي ٻولي جي زير، زبر، پيش، جزم ۽ مدّ وارين

نشانين، لفظن جي صحيح اچارن قائم ڪرڻ ۾ وڏي واهر ڪئي.

سنڌ جي ٻولي يا ٻولين ۾ ان وقت ’ز‘ ۽ ’س‘ جي اچارن جي گهٽائي هئي. ’جتن جي ٻولي‘ جي تجزيي مان ’ز‘ جي گهٽائي ظاهر آهي. انهيءَ ڪري سنڌ وارا عربي ٻوليءَ جي لفظن ۾ ’ج‘ ۽ ’ش‘ جي اچارن کي پڻ ڦيرائي ’ز‘ ۽ ’س‘ اچارڻ لڳا. مشهور اديب جاحظ پنهنجي تصنيف ”ڪتاب البيان والتبيين“ ۾ هن حقيقت ڏانهن اشارو ڪيو آهي؛ لکي ٿو ته ”سنڌ جو رهاڪو لامحاله ’ج‘ جو اچار ’ز‘ ڪري ٿو، پوءِ ڀل ڪٺي هو عرب جي فصيح ۽ بليغ قبيلن ’بَنُو قَيسُ ۽ بنو هَوازَن ۾ پنجاهه سال رهيو هجي“ (1). جاحظ پنهنجي ٻي تصنيف ”ڪتاب الحيوان“ ۾، سنڌ جي هڪ پوڙهي مائي (جنهن جي مادري زبان سنڌي هئي) جو سندس سواريءَ جي لاڏو اُٺ بابت عربيءَ ۾ ادا ڪيل هڪ فقرو نقل ڪيو آهي، جنهن ۾ هن مائي ”جمل“ (اُٺ) کي ’زمل‘ ڪري ٿي اچاريو (2).

’ابو عطا سنڌي‘ عربي جو مشهور ۽ مجيل شاعر آهي، جنهن سنه 122 هه (ڏاري) وفات ڪئي. هو ننڍي هوندي کان عربي قبيلي ’بَنُواسد‘ ۾ رهيو هو، مگر تنهن هوندي به سندن زبان ۾ سنڌي اچارن واري خصوصيت باقي هئي‘ ۽ هو ’ج‘ کي ’ز‘ ۽ ’ش‘ کي

’س‘ ڪري اچاريندو هو. انهيءَ تي سندس ٻيا همعصر شاعر ۽ اديب مٿس نڪتہ چيني ڪندا هئا. هن سلسلي ۾ هڪ دلچسپ ۽ معتبر واقعو ٿي گذريو جو عربي ادب جي ڪتابن ۾ هن طرح مشهور آهي: ابوالحسن مدائني جي تحقيق موجب، هيءَ ڳالهه هن ريت هئي ته مُعلّيٰ بن هُبيرة ۽ حَمادالراوية، جي ٻئي شاعر، راوي ۽ اديب هئا، تن جي وچ ۾ هڪ قسم جي ادبي رقابت هئي؛ انهيءَ ڪري مُعلَّيٰ هڪ سِٽ سٽي ته ڪنهن طرح هو حماد کي ابوعطا سنڌي سان ٽڪرائي، ته ابوعطا پنهنجيءَ هجو سان حماد کي خوار خراب ڪري. انهيءَ رٿ سان مُعلّيٰ هڪ پيري حماد کي چيو: ”جيڪڏهن تو ابوعطا کان ڪنهن طرح ’زُج‘ (ڀالو)، ’جرادة‘ (مڪڙ) ۽ ’مسجد نبي شيطان‘ جا الفاظ چوارايا، ته آءٌ توکي پنهنجي خچر سنجن سوڌي ڏيندس“. حماد اها ڳالهه قبول ڪئي. هڪ محفل رٿي ويئي، جنهن ۾، حماد ٿو ڳالهه ڪري ته، ابوعطا سنڌي آيو، اچي ويٺو، ۽ خوش خيرعافيت طور چيائين ته: مرهباً، مرهباً، هيا کم الله!“ (يعني مرحباً مرحباً، هيّا کُم الله). مون خوش خيروعافيت ڪئي مانس، ۽ سندس آڌو رات جي ماني آندم. جنهن تي چيائين ته”لا هاجَة لِي بِہِ“ (= لا حاجۃَ لِي بِہِ) يعني ته مونکي ضرورت ڪانهي. ان بعد

’نَبيذ‘ طلب ڪيائين، جو اسان ڪيس ڏنو. پيئڻ بعد جڏهن خمار ۾ آيو، تڏهن مون (حماد) چيومانس ”اي ابا عطا! ڪنهن شخص اسان کي ڪي بيت پرولين طور ڏنا آهن، جن جا جواب نٿو ڏيئي سگهان، حالانڪ ڪالهه کان وٺي هن وقت تائين ڪوشش ڪئي اٿم؛ تون انهيءَ سلسلي ۾ منهنجي مدد ڪري سگهندين!“ ابو عطا چيو ته ”بيت ٻڌاءِ“. مون چيو،

اَبِن لِي اِن سَئَلُتُ، اباعَطاءِ،

(اي ابوعطا! مونکي سمجهاءِ جيڪڏهن آءٌ پڇان،

يقيناً کَيُف عِلُمِکَ بِالمّعانِي.

ته يقيني طور توکي معنيٰ جي فن ۾ ڪيتري مهارت آهي)

ابو عطاء چيو:

خَبِيُر عالِمِ، فَلسال تُزِدنِي

(تَجِدنِي)

(آءٌ چاڻو ۽ ماهر آهيان؛ پڇ ته خبر پوئي،

بها تَبّا وَ آياتِ المثانِي

(طبَّاّ)

ته آءٌ انهي فن ۾ يگانه روزگار آهيان)

اتي پڇيومانس ته:

فَمَا اسّم حَدِيّدَه فِيّ راسِ رمّحِ

(انهيءَ لوهه جي ٺڪر جو نالو ڇا آهي، جيڪو نيزي جي چوٽي ۾
دُوَيِّنِ الْڪَعْبِ، لَيْسَت بِالسِّنانِ؟
ٽِيڙيءَ جي نزديڪ آهي، مگر اهو نيزو به نه آهي؟)
ڇيائين:
هُوَ الزُّزّ الذي ان باتَ دَيِّفا

(الزج) ضيفا)

(اهو زُزّ [صحيح ’زج‘ يعني ڀالو] آهي؛ جو جيڪڏهن
لِصَد رِڪُ، لَم تَزِل لِڪَ اَولَتَانِ

(عولتان)

رات جو تنهنجي ڇاتي جو مهمان بنجي ته توکي هميشہ لاءِ سُور ڏيئي ڇڏي).
مون چيومانس ته ”ڏٺي توکي نيڪي ڏئي، شايد تنهنجي مراد ’زج‘ آهي““ وري پڇيومانس:
فَمَا صُفّراء تُدعيٰ اُمُّ عَوف
(ڀلا اها ڪهڙي پيلي شيء آهي،جا ’اَم عوف‘ سڏجي ٿي
ڪانَّ رِجَيْلَتَيْها مِنْجَلانِ؟
۽ جنهن جا پيرڙا ڇڻ ڏانٽي جهڙا آهن؟)
جواب ڏنائين:
ارَدتَ زَرَادَةَّ وَ اَزُنّ زَنا

(جرادة)        (اَظن  ظنّا)

(تنهنجي مراد ’زرادة‘ [صحيح ’جرادة‘ يعني مڪڙ] آهي.

بانَّڪَ ما ارَدت سِوَيٰ لِسَانِي!

مگر مونکي شڪ ٿو پوي ته تنهنجو ارادو سواءِ منهنجي زبان جي خاميءَ جي ٻيو ڪونهي!)

مون چيو ته ”ڏٽي سڀ سهنج ڪريئي، ۽ وڏي حياتي بخشيئي!“

پوءِ پڇيومانس ته:

اتَعْفَ مَسْجِدّا لِبَنِي تَمِيْم

(پلا توکي بنو تميم وارن جي انهيءَ مسجد جي خبر آهي؛

فُوَيْق الْمِيْل دُونَ بَني آبانَ؟

جيڪا ’ميل‘ کان ٿورو مٿي، ’بني ابان‘ پاڙي جي پريان آهي.

انهيءَ تي ابو عطا چيو:

بَنُو سَيْطانَ دُونَ بَني ابَانِ

(بنو شيطان)

(اها ’بنو سيطان‘ [صحيح ’بنو شيطان‘] جي مسجد آهي، جا بني ابان جي پاڙي کان ايترو ئي پري آهي،

كَقُرْبِ ابِيْکَ مِن ابدالمَدُان

(عبدالمدان)

[*]. موقعو مليو ته ’تفصيلي جائزو‘ هڪ جدا ڪتاب جي صورت ۾ پيش ڪيو ويندو.

[(1)]. ڏسو ’فتحنامه سنڌ‘.

[(2)]. ’تايخ طبري‘، ليدن (Lieden) ڇاپو، جلد 2، ص 1275.

[(3)]. ’ڪتاب المعارف‘ (اين قتيبہ)، ص 110.

[(1)]. ’عمدة الطالب‘، ص 304.

[(2)]. ’ديوان فرزدق‘، پئرس ڇاپو، ص 77 ۽ مصري ڇاپو، ص 16.

[(3)].’ڪتاب المعارف‘ (ابن قتيبہ) ص 208.

[(4)] ’المعارف’ 208؛ ’الطبري‘ 70/3؛ ’الشعراء‘ 484؛ ’الامالي‘ 271/1؛ ’العقد’ 31/2؛ ’الخزانہ’ 167/4؛ ’الحماسہ‘ 2/ 25-151؛ ’الاغاني‘ 81/16؛ ’الوفيات‘ 91/3-290؛ ’المرتضي‘ 161/1؛ ’لمقطعات‘ 102؛ ’لحصري‘ 212/3؛ ’القتضاب، 292؛ ’الاضداد‘ 67؛ ’ادب الڪاتب؛ 24 وشرح 124؛ ’مراة الجنان’ 278/1؛ لسان العرب (عهد) اتم).

[(1)]. مورخ بلاذري پنهنجي ڪتاب فتوح البلدان‘ ۾ سنڌ جي فتح واري باب هيٺ ’سڪرالميد‘ جو ذڪر ڪيو آهي (ڏسو، فتح البلدان‘ ’دغويہ‘ جو سنواريل، يورپ (برل) جو ڇاپو، 1886ع، ص 440) بلاذري جي بيان جي سلسلي جي بناءَ تي ڪافي وثوق سان چئي سگهجي ٿو ته اهو مهاڻن وارو بند، موجوده اروڙ - روهڙي - سڪرواري ايراضيءَ ۾ ٻڌايو ويو، ڇاڪاڻ ته انهيءَ موقعي تي موسيٰ جي چانوٽي ارڙو ڏاري هئي.

[(1)]. ”ڪتاب البيان والتبيين“، جلد 1، ص 44.

[2]. ”لقد ركبت عجوزة سندية ظهر بعير فلما اقبل بہ البعير و ادبر و طمر فمخضها مرة مخض السقاءِ وجعلها مرة كانها ترهز فقالت بلسانها، وهي سندية عجمية: اخزي الله هذالزمل“. (كتاب الحيوان، جلد 3، ص 9).

جيترو پڻهين جو رشتو ’ابدالمدان‘ [صحيح ’عبدالمدان‘] قبيلي كان ڏوراهون آهي).
حماد چيو ته، ”مون ڏٺو ته سندن اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون، ۽ سمجهيم ته مڙس ڪاوڙجي پيو آهي. اتي ٻنس، ۽ چيومانس ته، ’اي ابا عطا! هن وقت مونکي معافي ڏي، ۽ منهنجو بچاءُ ڪر؛ باقي جيڪو ڪجهه مونکي مليو تنهن ۾ اڌ تنهنجو به ٿيو.‘ اتي چيائين ته، ’سچي خبر ٻڌاءِ‘؛ جنهن تي مون سچي ڳالهه ڪري ٻڌائي. ٻڌي، چيائين ته ’توتي حرف ڪونهي‘ جيڪي توکي مليو سو توکي پرتو، مونکي انهيءَ جي ضرورت ڪانهي.‘ ائين چئي اٿيو، ۽ معليٰ کي ننديندو روانو ٿي ويو“ (1).
ابو عطا سنڌيءَ جو دور دورو تقريباً سنه 132 ھه ڌاري ختم ٿئي ٿو: انهيءَ لحاظ سان، هيءَ حڪايت ثابت ڪري ٿي ته ٻي صدي هجريءَ جي اوائل ڌاري، سنڌ جي ٻولي جي مهاورن ۾ ’ز‘ ۽ ’ج‘، ۽ ’س‘ ۽ ’ش‘ جي اُچارن ۾ تميز ڪانه هئي. پيو ته

سنڌ ۾ عربي حڪومت جي انهيءَ اوائلي دور ۾ اجان سنڌ وارن جون زبانون خالص عربي حرفن - ح، ض، ط ۽ ع وغيره - سان پڻ مانوس ڪين ٿيون هيون، ۽ انهن حرفن جا اُچار سنڌ وارن جي زبان تي پوريءَ طرح ڪين چڙهيا هئا. هيءَ حڪايت اهو به ظاهر ڪري ٿي ته، ڪيئن اهڙن نيم پخته اُچارن تي تنقيد ٿيندي رهي. انهيءَ علمي تنقيد توڙي سنڌين ۽ عربن جي وچ ۾ عام لهه - لاڳاپي جو اهو نتيجو نڪتو، جو سنڌي لفظن جي اچارن ۾ ’ج‘، ’ز‘، ’س‘ ۽ ’ش‘جي جدا گانه ۽ مستقل اچارن جو اضافو ٿيو. اجڪلهه سنڌ جا آڳاٽا باشندا - يعني لاڪا، سهتا، سما، چنا وغيره - جيڪي ٻهراڙيءَ ۾ رهن ٿا؛ تن مان اڻ - پڙهيل به اهي اچار بلڪل صحيح ۽ صاف ڪن ٿا؛ صرف سنڌي لوهاڻا هندو جيڪي سماجي طور عربن - مسلمانن کان الڳ رهيا، انهن ۾ البت اجان تائين انهن اچارن جي خامي موجود آهي.

4- چوٿون ته سنڌي لفظن ۾ جملن جي سٽاء تي عربي ٻوليءَ جي اعراب جو اثر پيو. ’اعراب‘ جملي ۾ بيهڪ جي لحاظ سان لفظ جي آخري حرف واريءَ انهيءَ حرڪت (زير، زبر، پيش) جو نالو آهي، جيڪا جدا جدا حالتن هيٺ ڦري گهري ۽ گدلجي. هندوستان جي موجوده ٻولين مان سنڌي ٻولي ئي آهي،

جنهن ۾ اعراب جو سلسلو مڪمل طور موجود آهي. سنڌيءَ جا مذڪر اسم پنهنجي اصلوڪيءَ صورت ۾ اڪثر پيش سان هوندا آهن، ۽ مونث اسم گهڻو ڪري زير يا زبر سان (سواءِ ڪن جزوي مستثنات Exceptions جي - مثلاً مَسُ، ڪَسُ وغيره). حالت فاعلي (۽ فعل لازمي) ۾ البت اسمن جي اعراب ساڳي اصلوڪي حرڪت رهندي (مثلاً ’گهرُ ڪشادو آهي‘)؛ مگر اضافي ۾ جري حالتن ۾ آخري حرف جو پيش بدلجي زير ٿيندو (جيئن ته حالت اضافي ۾ گهرَ جو دَٽي‘، ۽ حالت جري ۾ ’گهر‘ ۾‘، ’گهرَ کي‘، ’گهر ڏانهن‘)؛ پر جيڪڏهن حرف جر حذف ڪبو (ڪبرائبو)، ته آخري حرف کي زبر ڏبي - مثلاً ’فلاڻي جي گهر وڃي‘، (جو دراصل ’فلاڻي جي گهر ۾ وڃي‘ جي برابر آهي). جن مردن جي نالن پٺيان ’و‘ آهي، اهو حالت ندا ۾ مَٽجي ’الف‘ ٿيندو، ۽ حالت اضافي ۽ جري ۾ ’ي‘: مثلاً ’اي الهڏنا‘، ’الهڏني جو پٽ‘، ’الهڏني کي چيم‘. مگر، عربيءَ وانگر، سنڌيءَ ۾ پڻ زالن جا نالا ’مبني“ آهن، يعني ته انهن جي اعراب ڪين ڦرندي - جيئن ته ’بانو جو پٽ‘ ’بانو کي چيم‘، وغيره. اسين چونداسين ته ’احمد آيو‘ ۽ ’احمد چيو‘: اتي ٻنهي صورتن ۾ حالت فاعلي آهي، مگر پهريون فعل لازمي آهي، ۽ ٻيون فعل

متعدي. سنڌي اعراب جي قاعدي موجب، متعدي فعل جي فاعل جي اعراب زير ٿيندي - يعني ته پيش ڦري زبر ٿيندو ۽ ’و‘ مٽجي ’ي‘ ٿيندو - جيئن ته ’الله ڏنو آيو‘، ۽ ’الله ڏني چيو‘. سنڌي ۾ بلڪل عربيءَ وانگر، ضمير سڀ ’مبَني‘ آهن، يعني ته انهن ۾ اعراب جي ڦير گهير ڪانه ٿيندي؛ ’هُو‘، ’تون‘، وغيره سڀ ضمير، هر حالت ۾ پنهنجيءَ اصلوڪي صورت ۾ رهندا. مطلب ته سنڌي ٻوليءَ جو هيءُ فنِ اعراب، عربي ٻولي جي گهري اثر جو نتيجو آهي.

5- گرامر جي جزن ۽ پاڙن تي عربيءَ جو اثر پيو.

(الف) اسم: عربيءَ مان ڏينهن ۽ مهينن جا نالا، ۽ ٻيا ڪيئي اسم سنڌي ٻوليءَ جو جز بنيا - مثلاً بصر، جبل، ٿوم، دٻڪي (طبق)، دلو، رسو وغيره؛ ڪيئي اسم روزمره جي ٻوليءَ ۾ داخل ٿيا؛ نار (ع. ناعُوره)، مجيري، جريب، ڪاسو وغيره الفاظ کيتيءَ جي ڌنڌي ۾ داخل ٿيا؛ سنداڻ ۽ مترڪو (مطرقہ) لوهارڪي ڌنڌي جا اسم بنيا؛ ڪڙيو، ڪرجين، ساهمي وغيره واپارين جي ذريعي رائج ٿيا؛ ۽ زورق (= ٻيڙي جو قسم)، سڙهه (شراع)، سُڪاڻ (سڪان)، وغيره اسم ملاحن ۽ ناکئن جي استعمال ۾ آيا. انهن ’عربي الاصل‘ اسمن کان سواءِ خود سنسڪرت يا پراڪرت مان جيڪي اسم سنڌ ۾ رائج هئا، تن مان به ڪن تي

عربي جي لغوي ڦير گهير جو اثر پيو، ۽ انهيءَ اثر سببان انهن جا اصلوڪا اُچار حرفن جي مٽ سٽ سببان ڦِريا. مثلاً اهي خالص سنڌي الفاظ يا اهي پراڪرت يا سنسڪرت الفاظ، جي سنڌي ۾ رائج هئا ۽ جن جي پڇاڙيءَ ۾ 'يہ' 'ه' هئي، تن جون اهي پڇاڙيون 'ج' ۾ تبديل ٿيون؛ انهيءَ تبديلي سببان 'سُوريہ'، 'آشچريہ'، 'ڪاريہ' ڦري 'سورج'، 'اچرج'، ۽ 'ڪارج' ٿيا. لفظ 'ويٽو'، جو انهيءَ ساڳي صورت يا 'وٽہ' جي صورت ۾ رائج هو ۽ جنهن کي غالباً ايراني ناڪئن 'ونہ' ڪري اچاريو، سو عربي جي انهيءَ لغوي ڦير گهير جي اثر هيٺ بدلجي 'ونج' ٿيو ۽ اڄ تائين انهيءَ مَٽيل صورت 'ونجهه' ۾ رائج آهي *.

(ب) ضمير: ضمير 'هُو' ۽ 'آءٌ' عربي الاصل آهن. 'آءٌ' خاص طرح سنڌ جي هيٺئين پاڱي ۾ رائج آهي، ۽ جيئن ته انهيءَ پاڱي ۾ ديبل ۽ منصوره جي مرڪزي شهرن جي سنڌيءَ تي عربيءَ جو گهرو اثر پيو، ته اتي عربي 'اَنا' جو سنڌي اُچار اَنْ (< آنء > آئون) هميشہ لاءِ استعمال ۾ اچي ويو. سنڌ جي اترئين حصي ۾ آڳاٽي وقت کان وٺي پارسي جو زياده اثر رهيو، انهيءَ ڪري لفظ 'مَن' منجهان 'مان' مروج ٿي ويو.

فعل جون ٻٽيون متصل ضميري پڇاڙيون جنهن مڪمل صورت ۾ سنڌيءَ ۾ رائج آهن، اهڙيءَ طرح اهي ٻي ڪنهن به هند - آريائي ٻوليءَ ۾ نٿيون ملن. اهي ’ٻٽيون متصل‘ پڇاڙيون غالباً سڌو سنئون عربي مان، يا عربي مان فارسي ذريعي سنڌي ۾ رائج ٿيون. چاڻ گهرجي ته اڪيليون متصل ضميري پڇاڙيون سنسڪرت ۾ ملن ٿيون، جن جو مثال سنڌي ۾ ٿيندو ’جيم‘ (مون ڇيو)، ’ماريوسون‘ (اسان ماريو) پر سنڌي ۾ انهيءَ ترڪيب جي پويان ٻي ٻِٽي پڇاڙي پڻ رائج آهي، جيئن ته ’ڇيمسِ يا ڇيومانس‘ (مون هن کي ڇيو)، ’ماريوسونسِ‘ (اسان هن کي ماريو). ٻٽين ضميري پڇاڙين جو اهو نظام عربيءَ جي خاص خصوصيت آهي: جيئن ته مصدر ’ضَرّب‘ مان ’ضَرَبّت‘ ( مون ماريو) ۽ ’ضربتُہُ‘ (مون هن کي ماريو).

(ج) فعل: اصل عربي لفظن مان سنڌيءَ ۾ فعل بنيا - جيئن ته دفنائڻ، نظرڻ، نِيَتڻ، مرهڻ، ضربڻ، طلبڻ، تَرڪڻ، وغيره.

(د) اسم فاعل ۽ مفعول: عربي جي اثر هيٺ ’فاعِلُ‘ ۽ ’مفعول‘ جي وزن تي سنڌي ۾ اسم فاعل ۽ اسم مفعول جون ترڪيبون مروج ٿيون. هن وقت انهن وزنن تي سنڌي ۾ سوين الفاظ استعمال ٿين ٿا، جن مان گهڻا تڏا

فارسيءَ جي اثر هيٺ بلڪل پوئين ’علم ادب‘ واري دور ۾ داخل ٿيا آهن، پر سنڌي ۾ ’فاعل‘ ۽ ’مفعول‘ ترڪيبن جا آڳاٽا اهڃاڻ نسبتاً انهن لفظن ۾ ملن ٿا، جي سطحي نظر سان عربي جا ڄڻ معلوم ئي نٿا ٿين. مثلاً هاري، ماري، ڪاري (= ڪار وارو)، چاري، ماڇي، مانجهي وغيره، نج سنڌي الفاظ عربي ’اسم فاعل‘ واري ترڪيب جي اثر هيٺ اُسريا آهن، ۽ ’باقي‘، ’جاري‘، ’لائق‘، ’جاهل‘، ’سائل‘، ’شامل‘، وغيره قسم جا نج عربي اسم فاعل آڳاٽي وقت کان سنڌي ۾ رائج ٿي چڪا آهن. عربي وزن ’مفعول‘ واري ترڪيب مان آخري ’ل‘ واري خصوصيت سنڌي ۾ اسم مفعول جو لازم ملزوم جز بنجي چڪي آهي.

(هه) حرف جر: ’لاءِ‘ (= عربي ’ل‘) ۽ ’واسطي‘ - اهي ٻئي حرف دراصل عربي آهن، مگر سنڌيءَ ۾ عام طرح استعمال ٿين ٿا. ازانسواءِ ’طرف‘ (= ڏانهن)، ”في“ (= ۾، ’في ماه‘، ’في سيڪڙو‘ وغيره) ۽ ”ب“ (= سان ’بالله‘، ’بالاخر‘ وغيره) پڻ رائج آهن.

(و) حرف استفهام: ’ڪيئن‘ (= عربي ’ڪَي‘، جيڪو ’ڪَيْف‘ جو هلڪو اُچار آهي) *.

(ز) حرف ندا: ’يا‘، ’اَلا‘ ۽ ’شالَ‘ (= عربي ان شاء الله) - تيئي حرف ندا عربي الاصل آهن. ازنسواءِ، خوف وقت ’نانگ - نانگ‘ يا ’چور - چور’ به عربيءَ جي ندائيءَ سِٽاء ”تحذير“ جو نتيجو آهي.

5. ٻوليءَ جي علم ادب جو بنياد پيو. سنڌ ۾ عربي حڪومت جي دور ۾ اسلامي سلطنب واري اراضي، علم ادب ۽ سائنس م سڄيءَ دنيا ۾ ممتاز هئي. جتي جتي اسلام پهتو، اتي علمي ترقي ٿي. سنڌ ۾ به فتح اسلام بعد نئون علمي دور شروع ٿيو. سنڌ ۾ عربي حڪومت جي شروع ٿيڻ کان اٽڪل هڪ سؤ ورهين اندر، سنڌ جي علمي درسگاهن مان عربي، سنڌي توڙي هندي ٻولين جا ڄاڻو پيدا ٿيا. عباسي حڪومت جي دور ۾ - خصوصاً مامون جي وقت ۾ - جيڪي علمي ۽ فني ڪتاب سنسڪرت مان ترجمو ٿيا، سي گهڻو ڪري سنڌ جي گورنرن جي معرفت ۽ سنڌ جي درسگاهن مان نڪتل عالمن جي مدد سان ٿيا. ڪنهن عربي عالم جو بيان آهي ته هن طبرستان طرف ڪنهن ڪتبخاني ۾ هڪ ’هندي‘ ڪتاب عربيءَ ۾ ترجمو ٿيل ڏٺو، جنهن ۾ ڄاڻايل هو ته هيءَ ترجمو ساونديءَ جي امير جي سرپرستيءَ هيٺ ٿيو (1). ’ساوندي‘، سنڌ جي شهر ’ساوڙي’ (تعلقي نوابشاه ۾) هو، جنهن جا والي سما هئا. خاص سنڌ وارن مان

ڪيترائي محدث، مصنف، مورخ ۽ شاعر پيدا ٿيا. ابوعطاء سنڌي، عربيءَ جو بلند پايه شاعر، ۽ ابو معشر سنڌي، تاريخ جو مشهور راوي، انهن اوائلي شخصن مان هئا. سنڌ جي گادي ’منصوره‘ جي قاضي احمد بن محمد، عراق ۽ فارس ۾ شهرت حاصل ڪئي. انساب سمعاني مُعجَمُ البلَدان ۽ ٻين عربي ڪتابن ۾ڪيترن ئي سنڌي محدثن، خصوصاً شهر ديبل جي عالمن جا نالا ملن ٿا. سنڌي مصنفن مان فَرَرح السندي، ابو الفرج السندي، ۽ خَلاد السندي (جو ڪوفي ۾ ٻجاج هو) جا نالا قابل ذڪر آهن (2).

هڪ طرف سنڌي نسل جي عالمن عربي علوم ۾ شهرت حاصل ڪئي، ته ٻئي طرف وري عربي نسل جي عالمن سنڌ ۾ سنڌي ۽ هندي ٻولين جي مطالعي ۾ گوءِ ڪنئي. سنڌ ۾ ’منصوره‘ علم جو مرڪز هو جتي هجري سال 117 ۽ سنڌي سال 109 (735ع) ۾ برهمگپت جي ڪتاب ’ڪنڊ ڪادِيَڪَ‘ جو عربي ۾ ’الارڪند‘ (1) جي نالي سان ترجمو ڪيو ويو. سنه 288 هه ۾ ابو محمد الحسين نالي هڪ عالم منصوره ۾ هو. اتي هن هڪ معتبر شخص کان ٻڌو ته ڪشمير جي طرف جي هڪ راجا - جنهن جو لقب ”راءِ“ ۽ نالو ”مهروڪ بن رايق“ هو ۽ جيڪو هندوستان جي نام نهاد راجائن مان هو - سنه 270 هجري ۾ سنڌ جي

حاڪم عبدالله هَبّاري ڏي لکيو ته سندس واسطي اسلامي احڪام جو هندي ڏيهي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرائي. عبدالله، منصوره جي هڪ عالم کي گهرايو جو اصل عراقي خاندان مان هو، ۽ شاعر به هو ته هندوستان جي مکيه ٻولين بلڪ محاورن جو به ماهر هو. ان عالم، راجا جي ضرورت موافق، اسلامي احڪام کي ڏيهي ٻوليءَ ۾ قصيدي جي صورت ۾ نظم ڪيو، جيڪو راجا ڏانهن موڪليو ويو. راجا کي اهو نهايت پسند آيو، ۽ امير عبدالله کان مصنف جي گهر ڪيائين. هي عالم راجا جي دربار ۾ ويو ۽ ٽن سالن بعد موٽيو، [۽ خبر ڪيائين ته- راجا قلب توڙي زبان سان اسلام قبول ڪري چڪو آهي، مگر سياست جي مصلحت سببان عام اعلان ڪونه ٿو ڪري؛ [۽ چيائين ته اتي] راجا کيس ملڪي ٻوليءَ ۾ قرآن شريف جي ترجمي ڪرڻ لاءِ چيو، جو هن پورو ڪيو. [راجا جي انعام متعلق چيائين ته] راجا ٽن پيرن ۾ کيس ڇهه سؤ مڻ سون بخشش طور ڏنو (2).

انهن حقيقتن مان ظاهر آهي ته سرزمين سنڌ ۾ نه صرف عربي جي اڀياس لاءِ درسگاهون هيون، مگر سنڌ بلڪ ’هند‘ جي زبانن جي مطالعي لاءِ به جوڳو بندوبست ٿيل هو. سنڌ ۾ سنڌي توڙي عربي ٻنهي ٻولين کي وڏي اهميت هئي، ڇو ته عربن ۽ سنڌين جي

گڏيل رهڻي ڪهڻي سبب، ٻئي هڪٻئي جي ٻولي سمجهندا ۽ ڳالهائيندا هئا. سڀني عرب سيّاحن جو بيان آهي ته سنڌ ۾ سنڌي توڙي عربي ٻولي ٻئي رائج هيون، جنهن مان ثابت آهي ته عرب حڪومت سنڌي ٻولي کي وڏي اهميت ڏني، ۽ ان جي ترقي ۽ واڌاري جو باقاعدي انتظام ڪيو.

سنڌ ۾ سنڌي سان گڏ عربي جو عام فهم هجڻ مان هڪ وڏو فائدو هيءُ ٿيو، جو سنڌ وارن پنهنجا تعلقات بغداد توڙي اسلامي سلطنت جي ٻين پاڳن سان قائم ڪيا، ۽ اتي جي علمي، ادبي ۽ فني ترقي کان براه راست بهره ور ٿي سگهيا؛ ٻيو ته سنڌ ۽ بغداد جي وچ ۾ تمدني تعلقات وڌيا. سنڌ جا عرب گورنر، جيڪي مرڪزي حڪومت طرفان ايندا هئا، سي اڪثر ئي علم ادب جا ڪوڏيا هئا. اول ۾ انهن سان گڏ ڪاسبي، ڪاريگر، منتظم ۽ فوجي آفيسر آيا، مگر بعد ۾ مرڪزي عرب ملڪن مان وڏا عالم، سياح ۽ سياسي ليڊر به سنڌ م ايندا رهيا. شايد ابو جعفر منصور جي ڏينهن ۾ امام ابراهيم - جنهن کي پوءِ شهيد ڪيو ويو - سنڌ ۾ آيو، ۽ ان سنڌ جي تاريخ جي تحقيق ڪئي. اسانجي راءِ ۾ ’فتحنامي‘ جو هڪ باب، جيڪو محمد بن قاسم جي درياءَ اُڪرڻ بابت آهي، سو امام ابراهيم جي تحقيق جو نتيجو آهي (1). سنڌ مان وري ڪپڙي جا واپاري

(بزاز)، پيلبان، صراف، موسيقار ۽ بورچي، بغداد ۽ بصري، ڪوفي ۽ ٻين مرڪزي شهرن ۾ ويا. سنڌ جو ڪپڙو ۽ خاص طرح ماين جا روا ۽ رنگين پوتيون بغداد ۽ ٻين شهرن ۾ مشهور ۽ مقبول ٿيون. ايتريقدر جو سنڌي لفظ ’پوتي‘ عربي اُچار ’فوطہ‘ جي صورت ۾ ان جي عام رائج عربي ٻولي جو جز بنجي ويو. لغت جي اڳئين عالم ابن دُرَيد البت ايتري وضاحت ڪئي ته اصل ۾ هي لفظ عربي ناهي، مگر بعد ۾ 7 صدي هجري جي وچ ڌاري لغت جي ٻئي مشهور محقق حسن صفاني (ف. 650 هه)، جيڪو سنڌ ۾ رهيو هو ۽ سنڌي ٻولي کان واقف هو، تنهن بالاخر تحقيق طور ٻڌايو ته ’فوطہ‘ دراصل سنڌي لفظ (پوتي) آهي، ۽ اصل سنڌي اچار ۾ پيش وارو اچار (اُو = پُو) ناهي بلڪ وچٿرو اچار (او = پو) آهي (1). سنڌ جي بورچين ئي شايد بغداد ۾ سنڌي پلاءُ جا ٻه قسم، ”لِبِّمويَہ“ (ليمائي) ۽ ”مُهَلبيّہ“ (سنڌ جي مهلبي گورنرن جي نالي پٺيان) جنهن کي ”بهطہ“ (ڀَت) به سڏيندا هئا، رائج ڪيا (2). سنڌ جي سرازن جا ٺهيل موزا ۽ سليپر بغداد جون شوقين بيگمون نهايت پسند ڪنديون هيون(2). سنڌ جي انهن ڪاريگر سرازن، پنهنجي عربي داني مان فائدو وٺي،

انهن سليپرن تي دلچسپ عربي شعر ڪُنڊي دوز ڪيا. هڪ سنڌي سليپر تي هي بيت لکيل هئا:

جَعَلُتُ خدّي لَہُ ارّضا
فَقُلتُ طَامَن فَوقَها وَارضَا؛
فقال ’لا‘، قلت ’بليٰ سيدي‘!
صبراَ علي الحُب و ان مَضَيٰ.
(بنايم پنهنجي ڳل کي فرش ان لا،
چيم خوش ٿي قدم رک، ڪر تون دلجاءِ؛
چيائين ’نه‘؛ چيو مون: ’سائين، ها ها
محبت جا نِباهيو ڏينهن جا ويا‘.) (1)

سنڌ ۽ مرڪز جي درميان انهن آزادانه ۽ باهمي تعلقات کان سواءِ، سنڌ جي عرب گورنرن به ادبي ذوق کي زور وٺارايو. انهن گورنرن جي معرفت ڪي مشهور عرب شاعر (مثلاً مطيع بن اياس ۽ الصِمّة بن عبدالله القُشَرُي) سنڌ ۾ آيا. سنڌي نسل جا شاعر - مثلاً ابو عطاء سنڌي، عياض سنڌي ۽ ابوالضلع سنڌي - سندن اعليٰ عربي شاعري سبب اسلامي ملڪن ۾ مشهور ٿيا. جنهن صورت ۾ سنڌ ۾ سنڌي زبان کي به عربي سان گڏوگڏ زور وٺايو ويو هو، انهيءَ ڪري سنڌي زبان جا شاعر پڻ سنڌ ۾ پيدا ٿيا ۽ ممڪن آهي ته منجهانئن ڪي ٻاهر به ويا هجن. سنڌ ۾ انهن شاعرن جي ڪارنامن بابت ڪوبه احوال

ڪونه ٿو ملي. البت هڪ حوالي جي بناء تي چئي سگهجي ٿو ته غالباً سنڌي زبان جو هڪ شاعر، جنهن سنڌي زبان ۾ بغداد جي برمڪي وزيرن جي تعريف ۾ هڪ قصيدو ٺاهيو ۽ جيڪو سنڌ جي عرب گورنر جي معرفت ۽ معاونت سان بغداد پهتو، ان جو ذڪر عربي جي هڪ آڳاٽي عالم پنهنجي تصنيف ۾ ڪيو آهي. امام حافظ ابو حاتم محمد بن حبان البُسّتي، جنهن 354 هه ۾ وفات ڪئي، سو پنهنجي ڪتاب ”روضة العُقَلاء و نُزهَةُ الفُضلاء“ ۾ لکي ٿو ته: ”مون ابراهيم کان ٻڌو، جنهن کي ابن ابي القعّقاع چيو ته مون سان ابو هُذيّل ڳالهه ڪئي، ۽ چيائين ته: آءٌ يحيٰ بن خالد برمڪي وٽ روبرو ويٺو هوس، جو هڪ هندي شخص، پنهنجي مترجم سان گڏ، ڪچهري ۾ آيو؛ يحيٰ کي مترجم چيو ته ’هي شخص شاعر آهي، ۽ تون جي مدح ڪئي اٿس؛ يحيٰ چيو ته ’پلي ٻڌائي‘، انهيءَ تي هن شخص چيو:

آرَهِ اَصَرهِ کَکَرا - کي کِرَهِ مَنّدره

يحيٰ مترجم کان پڇيو ته ’چا ٿو چوي‘؟ چيائين ته چوي ٿو:

’اذا المكارم في آفاقِنا ذُكِرَت،

فَانَّما بِكَ فِيّها يُضّرَبُ - اَلّمَثَل

(جڏهن اسان جي طرف چڱاين ۽ نيڪين جو ذڪر نڪرندو آهي، تڏهن تنهنجو مثال ڏيندا آهن.)
پوءِ يحيٰ ان کي هڪ هزار دينار انعام ڏيڻ لاءِ حڪم فرمايو (1).
مٿين روايت ۾ هن شاعر کي ’هندي شخص‘ (رَجلُ هندي) ڪري ڄاڻايو ويو آهي، مگر ان مان مراد ’سنڌي‘ آهي. انهي آڳاٽي عرب دور ۾ ’سنڌي‘ کي ’هندي‘ به ڪري سڏيندا هئا، ڇاڪاڻ ته سنڌ ۽ هند ساڳئي ملڪ جا به پاڱا هئا؛ اهڙا ڪيئي مثال آهن، جن ۾ ڪن مصنفن جڏهن ’هندي‘ لکيو آهي، تڏهن (ٻين دليلن مان) ان جي مراد ’سنڌي‘ ثابت ٿئي ٿي.
خوش قسمتيءَ سان، هن ڳالهه جو ذڪر ”مجمل التواريخ و القصص“ جي مصنف به ڪيو آهي، جنهن ۾ صاف طور ”سر زمين سنڌ جو شاعر“ ڄاڻايو اٿس؛ البت هن مصنف جي قول موجب، هن شاعر اهو چوڻ هن طرح آهي ته: ”سر زمين سنڌ جو هڪ شخص سندس (فضل) آڏو آيو، ۽ پنهنجي زبان ۾ هڪ بيت پڙهي ٻڌايائين، جو هيءُ هو:
’اره بره ڪنکره کرا کري مندر‘
فضل پڇيو ته ’ڇا ٿو چوي؟‘ ترجمان جواب ڏنو ته ’چوي ٿو:
اِذَا المكارِمُ - فِي آفاقنا ذُكِرَت

فَانّما بِک فيها يُضّرَبُ المَثَلّ

انهيءَ تي فضل خوش ٿيو ۽ کيس هڪ هزار دينار، هڪ قيمتي وڳو، اُٺ ۽ ٻيون سوکڙيون ڏنائين؛ ترجمان کي پنج سؤ دينار ڏنائين، ۽ چيائين ته اسان هن زبان ۾ اهڙو ڪونه ڏٺو (1).

بعد ۾ ٻارهين صدي جي هڪ سياح ابن نورالدني المڪي، پنهنجي ڪتاب ”نزهة الجليس“ ۾، اهو بيت حضرت بلال ڏانهن منسوب ڪندي لکيو آهي ته حضرت بلال اهو بيت حبشي ٻولي ۾ نبي ڪريم جي تعريف ۾ چيو آهي (2). ابن نورالدين سنه 1133 ھ ڌاري هندستان جي سفر تي آيو هو، ۽ هو بلڪل پوءِ جو مصنف آهي، جنهن ڪري آڳاٽن عربي مصنفن جي ڀيٽ ۾ سندس راءِ کي اهيمت ڏيئي نٿي سگهجي.

افسوس جو هن تاريخي بيت جي لفظن جي هاٺوڪي صورت اهڙي آهي، جو ان مان ان جي اصل عبارت ۽ مطلب جي پوري خبر نٿي پئجي سگهي. هيءُ بيت برمڪي اُمراء جي تعريف ۾ چيو ويو. جيئن ته سنه 187 ھ ۾ هارون الرشيد، جعفر بن يحيٰ برمڪي کي مارايو ۽ برمڪي خاندان جو خاتمو ڪري ڇڏيو، انهي واقعي مان ظاهر آهي ته هيءُ بيت سنه 187 ھ کان پڙهيو ۽ قلمبند ڪيو ويو هوندو. ايتري آڳاٽيءَ لکيت جي اصلي صورت مٿجي وڃڻ جو امڪان

آهي. اول ته جنهن اهو بيت پنهنجي ڪتاب جي اصلي نسخن ۾ درج ڪيو، سو معلوم ڪونهي؛ اسان وٽ هن بيت جي اهائي صورتخطي موجود آهي، جيڪا ڪتابن جي سَهَون ۽ ڇاپي جي غلطين بعد وڃي بچي آهي: انهيءَ ڪري جيڪڏهن اصلوڪا الفاظ ڪٿي اسان جي سمجهڻ جهڙا هجن، ته به هينئر بدليل صورت ۾ اسين انهن کي نٿا سمجهي سگهون.

انهيءَ هوندي به هيءُ آڳاٽو حوالو سنڌي ٻولي جي تاريخ لاءِ هڪ قيمتي وٿ آهي. سڀ کان اول ته هيءُ سنڌي ٻولي جو عربي صورتخطي ۾ سڀ کان پهريون لکيل نمونو آهي؛ ٻيو ته هي حوالو ثابت ٿو ڪري ته سنه 187 هه تائين، يعني ته عربي دور حڪومت جي شروع (93 هه) کان وٺي تقريباً هڪ سؤ سالن جي اندر، سنڌي ٻولي ۾ ايتري ادبي صلاحيت پيدا ٿي چڪي هئي. جو ان ۾ اهڙي بهترين شاعري ٿي سگهي ٿي، جنهن ۾ مرڪزي سلطنت جي وزير جي تعريف ۾ قصيدو منظوم ٿيو؛ ٽيون ته هيءُ حوالو ان وقت جي سنڌي ادبي ذوق جو شاهد ۽ معاونت سان بغداد پهتو، ته ان مان عرب گورنرن جي سنڌي ادب سان دلچسپي جو ثبوت ملي ٿو؛ شاعر کي جو انعام مليو، سو برمڪين جي مثالي سخاوت جي علاوه سندن سنڌي زبان جي قدرداني جي ساک پري ٿو ۽ پڻ هيءُ حوالو

ان وقت جي عرب عالمن ۽ اديبن جي سنڌي ٻولي سان علمي دلچسپي ثابت ڪري ٿو، جو انهن هن بيت کي سنڌي ٻولي جي اصلي لفظن ۾ قلمبند ڪري محفوظ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

نتيجا

راءِ گهراڻي، برهمڻ گهراڻي ۽ عرب - اسلامي حڪومتن واري دور ۾، سنڌ جي مسلسل سياسي وحدت سببان ’سنڌ جي ٻولين‘ ۾ وڏيڪ مرڪزيت پيدا ٿي ۽ هڪ عام فهم ٻولي جي اوسر ٿي. عربي دور حڪومت ۾ ٻولي جي نفسياتي ڪيفيت بدلي، ٻولي جي تمدني سرمايي ۾ واڌارو ٿيو، ۽ ٻولي جي سٽاءَ، صورتخطي ۽ صرف نحو نحوتي اثر پيو. سنڌي ٻولي عربي صورتخطي ۾ لکجڻ ۾ آئي ۽ اها صورتخطي وڌيڪ عام رائج ٿيڻ لڳي، جيتوڻيڪ پيون مقامي صورتخطيون پڻ هلنديون رهيون.

# باب ٽيون

## سنڌي زبان جي انفراديت ۽ بين الاقوامي حيثيت جو تسليم ٿيڻ

(950-1050ع)

تاريخي لحاظ سان هي دور هن کان اڳ واري دور جي مسلسل ۽ آخري ڪڙي آهي. عربي دور حڪومت جي پهرين ابتدائي سؤ سالن کان (712-950) ۾ وڌندڙ سياسي، ديني ۽ تجارتي ميل جول سببان سنڌي جي مقامي محاورن ۾ وڌيڪ مرڪزيت پيدا ٿي، ۽ هڪ عام فهم سنڌي ٻولي جي 'تحريري وحدت' اضافو ٿيو ۽ مختلف مقامي لکيتن جي بجاءِ سڄي ملڪ ۾ ساڳي عربي صورتخطي رائج ٿي.

سنه 112-116 هه (730 - 734) واري عرصي ۾ گادي جي شهر منصوره جو بنياد پيو [(1)](#)، ۽ هي شهر بغداد کان اڳ علمي تحقيق جو مرڪز بنيو. بيروني پنهنجي ”ڪتاب الهند“ ۾ هڪ اهم حوالو ڏنو آهي جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته هجري سنه 117 جي صفر مهيني ۽ سنڌي سال 109 جي چيٽ مهيني ۾، هند جي عالم برهمگپت جي نجوم بابت لکيل ڪتاب ”ڪنڊ

ڪادَيَڪَ“ جو عربي زبان ۾ ترجمو ٿيو جيڪو ”ارڪَنِّدِ“ جي نالي سان مشهور ٿيو (1).
مختلف حوالن ۽ حقيقن مان ظاهر آهي ته هن دور ۾ علم، ادب، شعر، موسيقي، هنر ۽ حرفت جي قدرداني ٿي. مرڪزي حلقن جي هدايت توڙي مقامي علمي ذوق سببان، سنڌ جي سچاڻ عاملن ۽ اميرن سنڌ کي تعليم ۽ تحقيق جو مرڪز بنايو. مشهور محقق مسعودي سنه 300 هه/ 1912ع ڌاري سنڌ ۾ اچي، سنڌوندي جي وهڪري جي جغرافيائي تحقيق ڪئي ۽ الجاحظ جي انهيءَ نظريي کي رد ڪيو ته سنڌو ندي ۽ نيل ندي جو منهن ساڳيو آهي (2). پڻ مسعودي سنڌ جي موسيقي ۽ سازن بابت تحقيق ڪئي جنهن کي پنهنجي ’ڪتاب الزلف‘ ۾ درج ڪيائين (3). هن دور ۾ مقامي ٻولين جي مطالعي کي خاص طرح همٿايو ويو. سرزمين سنڌ ۾ نه رڳو عربي ۽ سنڌي جي اڀياس لاءِ درسگاهون هيون، مگر سنسڪرت ۽ هندي ٻولين جي مطالعي لاءِ پڻ ڪي خاص ادارا هئا. ان کان سواءِ سرڪاري طور مقامي ٻولين جا ترجمان مقرر ٿيا. سنڌ ۾ عباسي دور جي مشهور گورنر جنيد بن عبدالرحمٰن جو ترجمان بُڪير بن ماهان نالي هڪ عالم هو (4). انهيءَ دور ۾ بغداد جي شاهي ’سائنس اڪيڊمي‘ (بيت الحڪمة) ۾ مختلف سائنسن ۽ فلسفن

جو مطالعو پوءِ شروع ٿيو، ۽ ان کان اڳ سنسڪرت جا ڪتاب سنڌ جي عالمن جي ذريعي سهيڙيا ۽ مطالع ڪيا ويا.

چوٿين صدي هجري (ڏهين صدي عيسوي) جي وچ ڌاري، يعني ته عربي حڪومت جي قائم ٿيڻ بعد ٻين اڍائن سون سالن واري عرصي ۾، سنڌي ۽ عربي ٻنهي ٻولين کي اهيمت حاصل هئي. هن دور ۾ جڏهن عرب جاگرافي - دان ۽ سياح سنڌ ۾ آيا ته هنن سنڌي ۽ عربي ٻئي ٻوليون سنڌ ۾ عام رائج ڏٺيون، يعني ته ماڻهو ٻئي ٻوليون ڳالهائيندا هئا. جاگرافي جي ٻن محققن، اِصۡطَخري ۽ ابن حوقَل، جن 345ھ/956ع ڌاري سنڌ ۽ بلوچستان ۾ اچي تحقيق ڪئي تن هتان جي ٻولين بابت جيڪي اکين ڏٺا معلومات قلمبند ڪيا سي هي هئا ته: منصوري (موجوده سنڌ)، ملتان ۽ انهن جي پسگردائي وارن علائقن جي ٻولي عربي ۽ سنڌي آهي، ۽ مڪران (بلوچستان) وارن جي ٻولي ’فارسي - ۽ مُڪَري‘ (بلوچي) آهي (1). بعد ۾ بشاري المَقۡدَسِي پڻ ڄاڻايو اهي ته: دليل واري علائقي (لاڙ) جي ٻولي ’سنڌي ۽ عربي‘ آهي، ۽ پنجگور (مڪران) واري علائقي جي ٻولي ’بلوصي‘ (بلوچي) آهي (2). مٿين محقق کان ٽيهه ٻٽيهه سال کن پوءِ سنه 377ھ/987ع ۾ ابن النديم نالي بغداد جي مشهور دانشور ۽

فروش، مختلف ڪتابن جي مطالعي (۽ پڻ غالباً بغداد ۾ رهندڙ ۽ (ايندڙ سنڌي عالمن کان پڇاء جي بنياد تي، سنڌين جي ٻولي توڙي صورتخطي بابت وڏيڪ تفصيلي معلومات جمع ڪيا. هو پنهنجي مشهور محققانه تصنيف ”ڪتاب ”فهرست“ ۾ لکي ٿو ته:

”سنڌ وارن کي مختلف ٻولين (لغات) ۽ مختلف مذهب آهن. کين ڪيترن ئي قسمن جا رسم الخط آهن. هڪ شخص جيڪو سندن ملڪ گهمي آيو آهي تنهن مون کي ٻڌايو ته کين تقريباً هڪ سؤ رسم الخط آهن. پڻ چيائين ته سنڌ وارا نوَن (9) تائين انگ جدا جدا ڪري لکندا آهن؛ ان کان پوءِ ڏهاڪا هر انگ جي هيٺان هڪ ٻڙي ڏيئي لکندا آهن (يعني 1 جي هيٺان ٻڙي ته ڏهه، 2 جي هيٺان ٻڙي ته ويهه). سؤ جي عددن لاءِ هرهڪ انگ جي هيٺيان به ٻڙيون، ۽ اهڙيءَ طرح هزار جا عدد هر انگ جي هيٺيان ٽي ٻڙيون ڏيئي لکندا آهن“ (1).

---

(1). هن حڪايت لاءِ ڏسو اصلي ماخذا: ’الاغاني‘، 80/16؛ ’الشعراء‘ ص 483؛ ’الخزانہَ‘ 170/4؛ ’العقد‘، 456/3؛ ’الوفيات‘ 586-585/2 (د - سلين 438-39/3)؛ ’بدائع البدائہ‘. ص ص 19-20.

*. عربي لغت جي قانون مطابق اها تبديلي مشهور ۽ مجيل آهي: علم لغت جي مشهور عرب محقق ’موهوب الجواليقي‘ جي مشهور ڪتاب ”المعرب من الڪلام العجمي عليٰ حروف المعجم“ (ليزگ ڇاپو، 1867ع) توڙي ٻين

معتبر تصنيفن ۾ انهيءَ تبديل جا مثال موجود آهن، جن مان هيٺيان خاص هند ۽ سنڌ جي ٻولين سان تعلق رکن ٿا.

| اصل صورت | عربي اثر هيٺ بدليل صورت |
|---|---|
| ايريہ (آريہ نسل جو ابو) | ايرج |
| دهنہ (بمئي کان هيٺ | دهنج |
| ڏکڻ طرف بندر جو نالو | بوراج |
| بواريہ (عربي اصول موجب 'بيريہ' جو جمع. | |
| بيره | سيابجہ |
| = ٻيڙو يا ٻيڙي؛ 'بيريہ' يعني ٻيڙيءَ | |
| وارو يا ٻيڙياتو) | انبج |
| سيابہ (هڪ آڳاٽي بلوچ | هليلج |
| قبيلي جي نالي 'سياه پا' يا سيابجده 'سياه پاد' جو بدليل اچار- سياپہ > سيابہ) | |
| اَنبہ (سنڌي 'اَنب' جو ان وقت مروج اُچار) | |

| |
|---|
| هليلہ (جارڪون، ڪارڪون يا هريڙ. هن وقت ’هليلا‘ هليلج اتر ۾ تازين ڪارڪن ڪي چون). |

*. ’مغني البيب‘ جي مصنف وضاحت ڪئي آهي ته ’ڪَي، حقيقت ۾ ’ڪيف‘ جو هلڪي، اُچار وارو لفظ آهي. شاعر چيو آهي ته:

ڪي تجنحون اِليٰ سلم، و ماثيرت
تتلا ڪم ولَظي الهيجام تَفَطِرمَ

(1). سردست اصل حوالو دستياب نه ٿي سگهيو، ۽ حافظي جي آڌار تي مطلب ادا ڪيو ويو آهي.

(2). ڏسو فهارس النجاش والطوسي.

(1). ڏسو البيروني جو ڪتاب ’غرة الزيجات‘، راقم جو لکيل انگريزي ۾ مقدمو، ص ص 23- 20، مطبوع 1973ع.

(2). ’عجائب الهند‘، لکيل بزرگ بن شهر يار، ڇپيل لائيدن، ص ص 2- 4. مڻ انهيءَ وقت هڪ ننيو وزن هو.

(1). ڏسو ’فتحنامہ سنڌ، ڇپيل ’سنڌي ادبي بورڊ‘، حيدرآباد، 1954ع، ص ص 215، 480 - 481.

(1). ’ڪتاب الطبيخ‘ (تنصيف 623 هه) لکيل محمد ابن الڪاتب البغدادي ڇپيل موصل، سنه 1353 هه (1934ع)، ص ص 15، 19، 31، 32.

(2). ’ڪتاب التربيع والتدوير من رسائل الجاحظ (طبع ساسي) ص ص 134-135.

.[2] ’ڪتاب التربيع والتدوير من رسائل الجاحظ (طبع ساشي) ص ص 134-135.

.[1] عربي شعرن لاءِ ڏسو ’ڪتاب الظروف والظرفاء‘، مصنف ابوالطيب الوشاء، ص 148.

.[1] ڪتاب ”روضہ العقلاء و نزدهة الفضلاء، مطبع (ڪردستان العلمية) مصر، سنه 1328 هه، ص 215؛ ۽ مطبع مصطفيٰ البابي الحلبي، مصر 1955/1374ع، ص 214.

.[1] ’مجمل التواريخ و القصص‘، ڇپيل ايران ص 343.

.[2] ابن نورالدين المكي:”نزهة الجليس“ جلد 1، ص 359. سندس را3

جو بنياد غالباً انهي سطحي خيال تي آهي ته چاڪاڻ جو اهي الفاظ

حضرت بلال جي مرقد جي ديوار تي لکيل آهن، انهي ڪري اهو بيت

سندس چيل هوندو، حالانڪ حضرت بلال جو مقبرو (دمشَق ۾) نسبتاً

پوئين دور جو ٺهيل آهي، جنهن تي اها عبارت پوءِ لکي ويئي.

.[1] سنه 734/116 ع ۾شهر منصوره ۾ ضرب ٿيل هڪ سڪو برٽش ميوزيم ۾ موجود آهي، جنهن مان ظاهر آهي ته انهي سال تائين منصوره گادي جوشهر بنجي چڪو هو.

.[1] ڏسو مٿي ص 65-66، پڻ البيروني جو ’ڪتاب الهند‘، عربي متن (حيدرآباد دکن ڇاپو سال 1377 هه/ 1958ع) ، ص 383؛ ۽ ’ڪتاهب الهند‘ جو انگريزي ترجمو (ايدورڊ سخاؤ، لندن 1910) جلد 2 ص 48.

.[2] مسعودي: ڪتاب التنبيهه والشراف، مطبوع لائيدن، 1893ع، ص 54.

.[3] مسعودي: ڪتاب مروج الذهب، پئرس ڇاپو، جلد 2، ص ص 321-322.

[4].تاريخي طبري، يورپ چاپو، جلد 2 ص 1726.

[1]. اصطخري 'ڪتاب سالڪ الممالڪ'، مطبوع لائيبن، 1870ع، ص 177؛ ابن حوقل: 'ڪتاب المسالڪ و الممالڪ'، مطبوع لائيدن، 1872، ص 232. (اصل الفاظ: "لسان اهل المنصورة والملتان و نواحيها العربية واالسنديہَ، و لسان اهل مکران الفارسيہَ والمکريہ).

[2]. بشاري المقدسي: ڪتاب احسن التقاسيم في معرفہ الاقاليم، مطبوع لائيدرن ص 479. (ديبل جي علائقي بابت سندس الفاظ آهن: "ڪلا مهم سندي و عربي"؛ پنجگور علائقي بابت "لسانهم بَلُوصي").

[1]. ابن النديم: ڪتاب الفهرست، مصري چاپو؛ سال 1348ه، ص 27.

ابن النديم جو هيءُ حوالو غور طلب آهي ته سنڌ ۾ ڪيترين ئي مقامي صورتخطيون رائج آهن. غالباً اسلام کان اڳ واري دور ۾ سنڌ جي مختلف پاڱن يا شهرن ۾ جدا جدا صورختيون استعمال ٿيندڙ هيون، جيڪي چوٿين صدي هجري جي آخري تائين هلنديون رهيون، حالانڪ سڄي ملڪ لاءِ ان وقت عربي صورتخطي رائج ٿي چڪي هئي. سنڌ جي مختلف صورتخطين واري اها رسم ويندي ٽالپرن اميرن جي دور تائين هلندي آئي جو ان وقت پڻ سنڌ جيڪن شهرن ۾ جدا جدا قسم جا ’واڻڪا يا هٽڪا اکر‘ هلندڙ هئا جن کي ڪئپٽن اسٽئڪ (Stack) سنه 1850ع ۾ پنهنجي ٺاهيل گرامر ۾ شايع ڪيو آهي.

اِصْطَخّري ۽ اِبن حَوقل جا حوالا ته سنڌ کان ملتان تائين سنڌي ٻولي ڳالهائجي ٿي، ۽ ابن النديم جو حوالو ته سنڌي ٻولي جا جدا جدا محاورا ۽ رسم الخط آهن، - انهن مڙني حوالن جي تصديق سٺ سال کان پوءِ محقق بيروني جي مشهور تصنيف ’ڪتاب الهند‘ مان ٿئي ٿي جيڪو هن ’هندن جي تهذيب ۽ ثقافت‘ بابت لکيو. هو پاڻ برصغير هند ۾ آيو ۽ 1017ع کان 1030ع واري عرصي ۾ پشاور کان وٺي ملتان تائين

انهيءَ موضوع بابت تحقيق ڪندو رهيو. بيروني هي ڪتاب عربيءَ ۾ لکيو پر هڪ محقق جي حيثيت ۾ هن جابجا اصل سنسڪرت وارا الفاظ ۽ فقرا توڙي ان وقت ۾ رائج مقامي ٻولين جا اسم ۽ الفاظ ڏنا آهن، ۽ بعضي ڪي علاقائي معلومات پڻ درج ڪيا آهن:

(الف) هڪ جاءِ تي ڳڻڻ جا انگ هيٺين طرح ڏنا اٿس (1).

| عدد قطاري (البيرون ي) | عدد قطاري (موجوده سنڌي) | عدد قطاري (البيرون ي) | عدد قطاري (موجو ده سنڌي) |
|---|---|---|---|
| بَرِفَة<br>بَيَہ<br>تَريَہ<br>چوٿ<br>پنچي<br>ست<br>ستين<br>اٺين | برڪُ، بَرڪَٿُ (*)<br>ٻه<br>ٽي<br>چار<br>پنج<br>ڇهه<br>ست<br>اٺين | نوين<br>ڏهين<br>ياهي<br>دواهي<br>(تروهي) ترهي<br>چودهي<br>پنچاهي | نَوَ<br>ڏهه<br>يارهن<br>ٻارهن<br>تيرهن<br>چوڏهن<br>پنڌرهن |

(ب) ٻارهن مهينن جا نالا هن طرح لکيا اٿس (2).

| مهيني جو نالو (البيروني) | مهيني جو نالو (سنڌي) | مهيني جو نالو (البيروني) | مهيني جو نالو (سنڌي) |
|---|---|---|---|
| 1- چيتر | چيٽر | 7- اشوج | اسو |
| 2- بيشاک | ويساک | 8- ڪارتڪ | ڪتي |
| 3- جِيرتِ | چيٺ | 9- منڪهر | منڱِهُر، ناهري |
| 4- آشار | آکاڙ | 10- پوش | پوهه |
| 5- شرابن | ساوڻ | 11- ماگ | مانگهه |
| 6-. بهادرو | بڊرو | 12- پاگن | ڦڳڻ |

(ج) هفتي جي ڏينهن جا نالا هن طرح قلمبند ڪيا اٿس (1).

| ڏينهن جو نالو (البيروني) | ڏينهن جو نالو (سنڌي) | ڏينهن جو نالو (البيروني) | ڏينهن جو نالو (سنڌي) |
|---|---|---|---|

| | | | |
|---|---|---|---|
| آدتِ<br>بار<br>سوم<br>بارَ<br>منگل<br>بار<br>ٻُدَبار | آر<br>ت<br>وار<br>سو<br>مار<br>من<br>گل<br>وار<br>ٻُڌر<br>وار | بره<br>سپت<br>وار<br>شُڪ<br>ر بار<br>سني<br>شچر<br>بار | و<br>س<br>پت<br>وار<br>ش<br>ڪ<br>ر<br>وار<br>چن<br>چر |

(د) بعضي ان وقت جا ڪي ٻيا الفاظ پڙ آندا اٿس، جيئن ته:

| | | | |
|---|---|---|---|
| البي<br>رو<br>ني<br>جي<br>وق<br>ت ۾ | مو<br>جو<br>ده<br>سنڌ<br>ي | البي<br>رو<br>ني<br>جي<br>وق<br>ت ۾ | مو<br>جو<br>ده<br>سنڌ<br>ي |
| اڳل | آڱر | پُومَ | پون<br>پهر |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٿوه<br>ر<br>جِنُجُ<br>وا<br>پاٽ<br>ال<br>(هي<br>ٺ<br>ٿين<br>نمبر<br>زم<br>ين) | ٿوه<br>ر<br>(ٻُ<br>وڙ<br>و)<br>جڻ<br>يو<br>پاٽ<br>ال | پرَهِ<br>ر<br>برلو<br>مگ<br>ر | پِرُو<br>ن،<br>ٻُله<br>ڻ<br>من<br>گر<br>(م<br>چ) |

مٿين مثالن مان ڏسبو ته محقق ابو ريحان البيروني خالص سنسڪرت لفظن کان سواءِ ٻيا جيڪي عام مروج مڪاني نالا ۽ الفاظ استعمال ڪيا آهن، تن مان اڪثر موجوده سنڌي ٻولي سان ملن ٿا. ايڊورڊ سخاؤ (Sachao)، جنهن ’ڪتاب الهند‘ (عربي متن) کي ايڊٽ ڪيو آهي، تنهن پنهنجي مقدمي ۾ البيروني جي استعمال ڪيل مڪاني لفظن ۽ خصوصاً ڳاٺيٽي جي انگن بابت لکيو آهي ته: ’اهي جنهن ٻولي جا آهن سا، بنسبت ٻين جديد هند. آريائي ٻولين جي، سنڌي

سان انگن کي ”برقہ، بيہ، تريہ“ لکي ٿي، (1). البيروني ڄاڻيٿي جي انگن کي ”فرقہ، بيہ، تريہ“ لکي ٿو يعني ته ”برڪت، ٻه، ٽڙي“. سنڌ ۾ اڄان تائين جڏهن ان جي راهه مئيندا آهن يا ڪا شيءَ توريندا آهن ته ٽڙا ڳڻيندي ’هڪ‘ جي بدران ’برڪت‘ چوندا آهن: اهو غالباً دعائي اصطلاح آهي، يعني ته شال برڪت پوي! البيروني جيڪي هفتي جي ڏينهن جا نالا، سال جي مهينن جا نالا، يا ٻيا عام الفاظ ڏنا آهن تن تي غور ڪرڻ سان پڻ انهن ۾ موجوده سنڌي نالن جي عڪس نمايان نظر اچي ٿو. ان مان گمان نڪري ٿو ته اڄ کان سادا نو سؤ ورهيه اڳ جڏهن البيروني سندس وقت ۾ (1020 - 1030 هه) اهي الفاظ انهن اچارن سان لکيا تڏهن سنڌي ٻولي جو دائرو ويندي ملتان تائين وسيع ٿي چڪو هو. البيروني ملتان ۾ رهيو ۽ غالباً سنڌ ۾ پڻ آيو (1) ۽ اهي الفاظ ملتان ۽ سنڌ ۾ ڳالهائيندا ٻڌائين. اسان ابن حُقل جو حوالو اڳ ئي ڏيئي آيا آهيون، جو هو چوي ٿو منصوره ۽ ملتان جي ٻولي سنڌي ۽ عربي آهي (2

ابن النديم جو بيان ته سنڌ ۾ ڪيئي رسم الخط رائج آهن، تنهن جي بيروني جي تحقيق مان پڻ پوري تصديق ٿئي ٿي. بيروني لکي ٿو ته:

”مالوا ۾ ’ٿاگري‘ الف - بي هلي ٿي. ان بعد ’اردنا گري‘، (= ’اڌناگري‘ يعني ’اڌ اڪري ناگاري‘) ’ڀاٽيہ‘ ۽ سنڌ جي ڪن ڀاڱن ۾ رائج آهي. ڏکڻ سنڌ ۾ سامونڊي ڪناري لڳ ’مَلَقشُو‘ علائقي ۾ ’ملقاري‘ الف - بي هلي ٿي؛ ۽ ٻهمنوا يعني منصوره ۾ ’سَيِنِڌَبَ‘ هلي ٿي“ (3).

پنهنجي هن بيان ۾ بيروني ڪم از ڪم ٽن صورتخطين جو پتو ڏنو آهي، جيڪي 1020 - 1030ع واري عرصي ۾ سنڌ اندر رائج هيون. ’ڀاٽيہ‘ (جيسلمير) ۽ سنڌ جي ڪن ڀاڱن‘، يعني ته جيسلمير واري سرحد لڳ سنڌ جي اُڀرندين ڀاڱن ۾ ’اڌ - اڪري ناگري‘ هلندڙ هئي. انهيءَ مان ڀانئجي ٿو ته اندازاً موجوده سکر، خيرپور، سانگهڙ، ۽ ٿرپارڪر ضلعن جي اُڀرندين ڀاڱن ۾ اڌ - اڪري ناگري هلندڙ هئي. سامونڊي ڪناري، يعني موجوده ٺٽي ضلعي جي ڏاکڻي ڀاڱي ۾ ’ملقاري‘ رسم اخط رائج هئي. تاريخي اعتبار سان درياءَ کان اولهه طرف ميرپور ساڪري واري علائقي ۾ آڳاٽي وقت کان ’نِڱامرا‘ قوم آباد هئي، ۽ ٿي سگهي ٿو ته انهن جي صورخطي ’نڱامري‘ ڏانهن اشارو هجي. وچ سنڌ واري علائقي ۾ گادي جي شهر ٻهمنوا يا منصوره ۾ ’سَيُندَبَ‘، يعني ’سَينڌوٗ‘ يا سنڌي صورتخطي هلندڙ هئي. اها ’عربي

- سنڌي‘ صورتخطي هئي، جيڪا ڀهريائين منصور واري علائقي ۾ استعمال ٿي، ۽ اتان آهستي سڄي سنڌ ۾ رائج ٿي.

عربي - سنڌي صورتخطي جو آڳاٽي ۾ آڳاٽو نمونو خود محقق بيروني جي لکيتن ۾ ملي ٿو. هن ’ملقاري‘ لفظ ۾ ’ق‘ حرف آندو اٿس، يعني ته خود محقق بيروني سنڌ جي مقامي اُچارن کي ادا ڪرڻ لاءِ عربي حرفن تي ٽٻڪا ڏيئي نوان اکر ڪڍيا. ان مان ظاهر آهي ته ’سنڌي -عربي - صورتخطي‘ جيڪا اسان تائين پهتي آهي ان جا لکيت ۾ تاريخي آثار 1025-1030ع واري عرصي ۾ ملن ٿا.

سنڌ جي لساني انفراديت ۽ بين الاقوامي حيثيت جو تسليم ٿيڻ

عربي - اسلامي دور ۾، نئين علمي، ثقافتي، سماجي ۽ سياسي ماحول جي زير اثر، سنڌي ۽ عربي جو پاڻ ۾ گهاٽو رشتو ۽ عمل ۽ رد عمل پيدا ٿيو، جنهن سان سنڌي ٻولي جي لسانِي اِنفراديئت مضبوط ٿي ۽ پڻ اها بين الاقوامي سطح تي تسليم ڪئي وئي. انهي انفرادي حيثيت ۽ اهميت سببان، سنڌي ٻولي بابت بين الاقوامي سطح تي علمي تحقيق شروع ٿي جنهن ۾ جاحظ، ابن حوقل ۽ ٻين عالمن سنڌي ٻولي متعق حوالا قلمبند ڪيا. چوٿين صدي هجري جي ٻئي نصف ۾ اسحاق

ابن النديم انهيءَ تحقيق ۾ اڳتي وڪ وڌائي ۽ پڻ ساڳئي دور ۾ بشر بن عبدالوهاب اَلفَزاري سنڌي لغت جو وڏيڪ گهرو مطالعو ڪيو. ان بعد پنجين صدي هجري جي پهرئين اڌ ۾ محقق بيروني سنڌ ۽ سنڌي ٻولي بابت وسيع پيماني تي معلومات قلمبند ڪئ.ي

ٻي ۽ ٽي صدي هجري ڪان وٺي عربي عالمن ’علم طب‘ تي تحقيق شروع ڪئي، ۽ دوائن ۾ استعمال ٿيندڙ معدنيات، جڙين ٻوٽين ۽ پسارڪي وکر بابت ڪتاب لکجڻ لڳا.

جدا جدا ملڪن ۾ جڙين ٻوٽين ۽ دوائن جي سمجهه ۽ سڃاڻپ خاطر ضروري هو ته انهن جا نالا ٻين اهرين ٻولين ۾ ڏنا وڃن، جن جي ان دور ۾ بين الاقوامي حيثيت تسيلم ٿيل هئي، يا جن ۾ جڙين ٻوٽين ۽ پسار (Materia Medica) جي ڄاڻ جو علم ڪافي ترقي ڪري چڪو هو. انهيءَ ڏس ۾، قديم ٻولين مان يوناني، رومي ۽ سرياني، برائج ٻولين مان عربي ۽ فارسي، ۽ هند جي زبانن مان سنڌي ۽ هندي جي بين الاقوامي حيثيت تسليم ڪري انهن ٻولين ۾ دوائن ۾ استعمال ٿيندڙ معدنيات ۽ جڙين ٻوٽين جا نالا ڏنا ويا. ’سنڌي‘ مان مراد خاص سنڌي ٻولي، ۽ ’هندي‘ مان مراد (سنڌي ڪان سواءِ) هند جون ٻيون جملي لعاتون هيون. سنڌي نه فقط ان وقت ۾ بين الاقوامي حيثيت

رڪندڙ هئي، پر سنڌ ۾ پسسارڪي وکر جي چاڻ وڏي ترقي چڪي هئي؛ سنڌ ۾ پسارڪي وکر جو واپار ايترو وڏيل هو جو هند جي ٻين پاڱن جون جڙيون ٻوٽيون پڻ سنڌ مان ئي اولهه طرف ٻين ملڪن ڏانهن موڪليون وينديون هيون (1).

انهيءَ ڪري ٻين معاصر ٻولين سان گڏ سنڌي ٻولي ۾ جڙين ٻوٽين ۽ پسارڪي وکرن جا نالا ڏيڻ ضروري سمجهيو ويو.

اهو چئي نٿو سگهجي ته سڀ ڪان پهريائين ڪڏهن ڪان وٺي پسارڪي وکر جا نالا سنڌي ۽ هندي ۾ ڏنا ويا. غالباً اهو سلسلو ٻي صدي هجري ۾ سنڌ ۾ منصوره جي عالمن ڪان شروع ٿيو ۽ پوءِ بغداد تائين پهتو. ابو حنيفہ دينوري پنهنجي ”ڪتاب النبات“ ۾ سنڌ جي وڻ ڪندليٰ (ڪندليٰ يا ڪَرڙي) بابت لکيو جنهن مان ڳاڙهو رنگ نڪرندو هو (1). محمد بن زڪريا رازي پنهنجي تصنيف ’ڪتاب الصيدنہ‘ ۾ ڪن اهڙن وکرن جا نالا ڏنا، جيڪي سنڌ ۾ پڻ شامل هئا ۽ سنڌ مان ئي ٻاهر ٿي ويا. چوٿين صدي هجري (جي آخر؟) ۾، ’بشر بن عبدالوهاب‘ الفزاري (فَزاري قبيلي جو) پنهنجي ڪتاب ”تَفلسِير الا دوِيہ“ ۾ پسارڪي وکر ۽ دوائن جا سنڌي ۽ هندي نالا وڏيڪ تفصيل سان درج ڪيا. غالباً هو سنڌ ۾ آيو ۽ رهيو،

اتي ئي سنڌ وارن کان سنڌ جي جڙين ٻوٽين ۽ دوائن بابت تحقيق ڪيائين (2).
ان کان پوءِ محقق بيروني سنه 1050/51ع ۾ پنهنجو ”ڪتاب الَصَّيِّدَنَہ في الطب“ لکيو (3) جنهن ۾ جڙين ٻوٽين ۽ دوائن جا نالا يوناني، سرياني، عربي، فارسي، سنڌي، هندي توڙي ٻين ڪن مقامي ٻولين ۾ قلمبند ڪيائين ۽ انهن بابت ٻيو وڌيڪ تفصيل پڻ ڏنائين. بيروني هن موضوع تي ڪانئس اڳ لکيل مڙني مکيه ۽ مستند ڪتابن مان استفادو ڪيو ۽ پاڻ پڻ سنڌ ۽ هند ۾ اچي سرزمين تي وڌيڪ تحقيق ڪيائين. اسان جي پنهنجي قائم ڪيل راءِ موجب، بيروني سنڌ جي اترئين پرڳڻي ملتان ۽ پڻ هيٺين ڏاکڻي پرڳڻي منصوره (موجوده سنڌ) ۾ آيو (1) ۽ ٻئي مطالعي سان ڏگ سنڌ جي جڙين ٻوٽين بابت پڻ معلومات حاصل ڪيائين.
بيروني پنهنجي ”ڪتاب الصيدنہ“ ۾، مني سؤ کن جڙين ٻوٽين ۽ دوائن جا نالا ’سنڌي‘ ۾ ڏنا آهن، جن مان اڌ کان وڌيڪ بشر جي ”ڪتاب تفاسير الادويہ“ جي حوالن سان ڏنا اٿس ۽ باقي پنهنجي طرفان تحقيق ڪري لکيا اٿس. جيئن ته اهي نالا سنڌي ٻولي جي انفرادي اهميت ۽ بين الاقوامي علمي حيثيت بابت هڪ تاريخي دستاويزي حيثيت رکن ٿا، انهيءَ ڪري

اسان ’ڪتاب الصيدنہ‘ جي گهري مطالعي جي بناء تي انهن کي پوري تفصيل سان هيٺ جدوَل ۾ ڏيون ٿا. هن جدول جي پهرئين خاني ۾ ان وقت جو اهو مشهور نالو آهي، جيڪو بيروني ’’ڪتاب الصيدنہ‘‘ ۾ الف - بي وار قلمبند ڪيو آهي.ان نالي آڏو گول ٻڙي مان مراد آهي ته ان جو سنڌي نالو بشر بن عبدالوهاب الفزاري جي ڪتاب تان ورتل آهي؛ آڏو ستاري واري نشاني ڏيکاري ٿي ته ان جو سنڌ نالو ۽ ٻيا معلومات خود بيروني طرفان ڏنل آهن. ٻئي خاني ۾، ’سنڌي‘ نالا جيئن ’ڪتاب الصيدنہ‘ مان ۽ پڻ ابو حنيفہ دينوري جي ’’ڪتاب النبات‘‘ [(1)] مان ٻيا اهڙا ضروري معلومات ڏنا ويا آهن جيڪي وکر جي سڃاڻپ ۾ ڪارآمد ٿي سگهن. ان سلسلي ۾ ’ڪتاب الصيدنہ‘ جي انگريزي ترجمي مان پڻ ڪي ضروري معلومات کنيا ويا آهن. پڇاڙي جو چورس ٿنگين ۾ اسان پنهنجي طرفان سنڌي نالن ۽ وکرن جي سڃاڻپ بابت ڪجهه وضاحت ڏني آهي، جيڪا هن مرحلي تي ابتدائي حيثيت رکي ٿي ۽ وڌيڪ تحقيق طلب آهي.

---

[(1)]. ’’ڪتاب في تحقيق ماللهند‘‘، عربي متن، يورپ وارو ڇاپو ص 245؛ حيدرآباد دکن وارو ڇاپو ص 502؛ يورپ واري عربي متن جو ڊاڪٽر ايڊورڊ سخاؤ جو انگريزيءَ ۾ لکيل مقدمو، ص 14 (Xxiv).

[(*)] ’برڪ‘ يا ’برڪت‘ معنيٰ ’هڪ‘.براج واهن جي وهڻ (1932ع) کان اڳ جڏهن موسمي واهن جي پاڻيءَ تي هرلا ۽ نار چڙهندا هئا ۽ جوئر ٻاجهري جي پوک جام ٿيندي هئي، تڏهن ان کي تورڻ بدران ٿوين سان پريندا هئا. ضلعي سانگهڙ واري اراضي ۾ اسان پاڻ ٻڌو ته راهه پريندڙ، ’هڪ‘ جي بدران ’برڪت‘ جا واڪ ڏيندا هئا.

[(2)] ڪتاب الهند، عربي متن؛ يورپ وارو ڇاپو ص ص 103 ۽ 106 - 107، ۽ حيدرآباد دکن وارو ڇاپو، ص 175.

[(1)] ڪتاب الهند، عربي متن، يورپ وارو ڇاپو ص 104؛ حيدرآباد دکن وارو ڇاپو، ص 171.

[(1)] ”ڪتاب في تحقيق ماللهند“ جو انگريزي لکيل مقدمو ص 25

“The numerals as well as a great many other words seem to show, as far as I have been able to compare Indian dialects, that the vernacular of Alberuni is more nearly related to Sindhi than to Sindhi than to any other of modern Neo-Aryan languages of India.” (Edward C. Sachao: Introduction to the Arabic Text of Alberuni’s India, p. XXXV)

[(1)] ڏسو ’غرة الزيجات‘ (راقم جو انگريزي ۾ لکيل مقدمو) ص 39 - 43.

[(2)] سنڌي ۽ سرائڪي ٻئي پيٽون آهن؛ ۽ انهن جا الفاظ هڪ ٻئي سان ملندڙ آهن.

[3]. ’ڪتاب في تحقيق ماللهند‘، عربي متن (يورپ ڇاپو، ص 86؛ حيدرآباد دکن ڇاپو ص 125؛ انگريزي ترجمو 0ايڊورڊ سخاؤ)،جلد 1، ص 173.

[1]. ان جي شاهدي بيروني جي ’ڪتاب الصدينہ‘ مان ملي ٿي، جنهن ۾ ڄاڻايل آهي ته ’تربد‘ نالي وکر کي هندي ’تربج‘ چون جنهن جو سٺي ۾ سٺو قسم اڇيرڙي رنگ وارو آهي، جيڪو نهلواڙه (گجرات جو تاريخي شهر انهلواڙ) کان پوءِ منجهان (عرب - ايران ڏانهن) اچي ٿو. ڪتاب الصدينہ ’تربد‘ جي بيان هيٺ).

[1]. ڪنڊڙي کي اسان ميرپور ساڪري واري علائقي ۾ ڳولي هٿ ڪيو ۽ ان تي پنهنجي هڪ (انگريزي ۾) لکيل مضمون ۾ تفصيل سان روشني وڌي آهي. مضمون لاءِ ڏسو سنڌ يونيورسٽي ريسرچ جرنل ’هيومنيٽيز ۽ سوشل سائنس‘ سال 1965ع.

[2]. ڏسو هيٺ ڏنل ”جڙين ٻوٽين جي نالن جي فهرست“ (ص 87) جنهن ۾ چوي ٿو ته سنڌ جا رهاڪو ”اسقيل“ کي ”قويابصل“ چوندا آهن.

[3] . هن ڪتاب جو سڀ کان آڳاٽو قلمي نسخو ترڪي ۾ شهر برصا جي پبلڪ لئبرري ۾ آهي، جنهن جو اسان اتي وڃي مطالبو ڪيو ته جيئن نالن جي صورتخطي ۾ غلطي نه ٿئي. هاڻي هيءَ ڪتاب انگريزي ترجمي سميت، همدرد نيشنل فائونڊيشن پاڪستان، ڪراچي طرفان سنه 1973ع ۾ ڇپجي چڪو آهي.

[1] . سنڌ ۾ هيٺ ڏکڻ طرف بيروني جي اچڻ بابت اسان سندس ڪتاب ”غرة الزيجات“ تي پنهنجي (انگريزي ۾ ) لکيل مقدمي ۾ تفصيلي روشني وڌي

آهي. غالباً هو منصوره جي شهر ۾ آيو ۽ رهيو جو ’غضف‘ وڻ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته: ’’مونکي منصوره جي شهر وارن ٻڌايو ته.‘‘

(1). ’’ڪتاب النبات‘‘، جلد اول ’الف‘ کان ’زي‘ تائين، تصحيح برنهارڊ ليون، مطبوع اُپسالا، سويڊن، 1953ع ’ڪتاب النباب‘، جلد ٻيو ’س‘ کان ’ي‘ تائين تصحيح ڊاڪٽر حميد الله، قاهره، مصر، 1973ع.

## بيروني جي ڪتاب الصيدنہ ۾ آيل سنڌي نالن جي جدول

| پسارڪي وکر جو اصلوڪو نالو | سنڌي نالو | وڌيڪ |
|---|---|---|
| آرطيٰ | مَهَت | ’اراط جو وا ڪي ’ر |
| آزاد درخت | لِمُ | ان جو آهي واریاس قد جو |
| اَسِطِوخوذوُ اِسقيل | دَهار | ڳاڙهي اهو |
| | قويا بصل | عربي جُرجار ٿئي ۽ |

| | | |
|---|---|---|
| | | چون |
| اسِرنْج | سِنو | ’وڻ‘ |
| | | ۾ هن ڪ |
| آشنَہ | سيابروا | [پانئج |
| | | سنڌي |
| اُشتر غاز | سُني هنڪفار | وقت |
| | | چون، |
| | قوتري | لاڙ ط |
| اُصف | | رومي |
| | سرشني | ورتل |
| آفييُون | رس | ڪي د |
| | | هڪ |
| | سلہ ارها يا | غزني |
| آقاقيا | سلنارها | سپ ۾ |
| | | وارو آ |
| | | ”سنڌي |
| | فلانج | بصل‘ |
| | | نسخي |
| اُفحوان | سوتن | ڇاٽايل |
| | | ڪي ’ |
| اڪليل الملڪ | | سڏين. |
| | | ’ڪندر |

| | | |
|---|---|---|
| | | هن کي |
| | منبهل [ميڻ | سياه‘ |
| جنديش؟ | ڤل] | رس‘ |
| | | ’چرش |
| | جواسا | ’سرش |
| | | آهي.] |
| جوزالقيء | | ’اقاقيا |
| | ڪلنڪور | رومي |
| | | عربي |
| الحاح | | چئبو |
| | | ان کي |
| | | سنڌي |
| الَحبَّة الخُضراء | هملو | (بشر) |
| | | فارسي |
| | | چاٽايو |
| | ’وطہ‘ يا | ’ملبند |
| | الوطہ | نڪري |
| حرمل | | انهيءَ |
| | | آهي. |
| | | جي بئ |
| حِضَضُ | | ۾ ’س |
| | هين [هڱ] | ’سلنار |

| | | |
|---|---|---|
| | | 'اقحوا |
| | رفاقِطي | ['بابو |
| | [رُپاڪٽي] | چوڙ |
| | | 'فلانج |
| حِلۡتِيۡت | سُورن قطي | فلانہ |
| | [سون | غالباً اُ |
| | ڪٺ] | سنڌي |
| *خَبَثَ اَلفِضّةَ | | هئا.] |
| | | هن ڪي |
| | ويوس | يا 'شـ |
| | | قول مو |
| * خَبَث الذهب | بُولُو | 'اسپر |
| | | چون. |
| | | مطابق |
| | | 'سوتن |
| خلاف | | ['اسپر |
| | | 'اسپنگ |
| * دُلفِين | بانورت | معنيٰ |
| | | 'اسپنگ |
| | | چوندا |
| | | ترجمي |

| | | |
|---|---|---|
| * زَرين درخت | منكلو يا | ثو ته |
| | جاما منكلو | رومي |
| | | ترجمي |
| * زَنِجبيل | كثوري | كي 'd |
| | | آهي]. |
| | | بشر |
| | | 'بنج' |
| * زَنجَغر | | پهاڙي |
| | | 'بستان |
| | | نالو فا |
| | | ۽ سنڌ |
| * زُهم | سيبيزاوا | ['گوز |
| | | 'ذاتور |
| | | ويو آ |
| | | لكي ٿ |
| | | ۽ گوز |
| | سَدابُو | انهيءَ |
| | (سُوا؟) | ذاتورو |
| | | 'ذاتور |
| سابيرَج | | آهي ۽ |
| | | جو هو |
| | | الصيد |

| | | |
|---|---|---|
| | | 'جوز |
| | تتل | وضاحـ |
| *سَذَاب | | ۾ هن |
| | | 'ده تو |
| | | بيروني |
| | | موجب |
| | لاکل مول | هن ڪ |
| | (لاڪل | سرياني |
| | مول) ۽ | ۾ 'او |
| * سُمّاق | 'سڪوره | بهترين |
| | (گل جو | مان اي |
| | نالو) | بيروني |
| | | موجب |
| | | نالو آه |
| سُورَنْجان | | 'شَذوا |
| | | 'عقار |
| | مهلتي | اچاڻ |
| | يا ملتي يا | سان ڳ |
| | مسلي | عربي |
| | | ڪي ' |
| | انبلي | 'العص |
| | | بشر |

| | | |
|---|---|---|
| | | جنهن |
| فِلْفِل | | پورا |
| | | 'ڪلب |
| | | الماء' |
| | بہ سودا | چوي ش |
| | | موجب |
| | | 'گند ش |
| *قُوَّة الصَّباغين | گهر سفائج | مطابق |
| | يا سفايج | 'گند بي |
| | | سال اگ |
| | | فارسي |
| | | البت |
| | ساڪُڙ | سنڌي |
| * قِرفَہ | | 'گنديس |
| | | وڪر ڪ |
| | جيروا | جا خص |
| | (=جيرو) | 'ڪتاب |
| | | بُرصا |
| * قَردمانا | | نسخي |
| | | اصل ل |
| | سونده وينا | آهي ۽ |
| * ڪَرَفْس جبلي | | ۾ هن |

| | | |
|---|---|---|
| | شلهاد يا | گنديش |
| | شلها | چوڻ م |
| | | ’كنديس |
| | اِندرَجو | [’كنديا |
| | | لكيل آ |
| | سنڌي نالو | صورن |
| * كُزمازج | پڙهڻ ۾ نه | ٿيندي. |
| | آيو | بشر |
| | | سنڌي |
| * كَمَّون | بول | ’مين |
| | | وضاحـ |
| | | ’بهل‘ |
| | كبہ | هو الـ |
| | (=كبہ) | ’پهل‘ |
| * كَهرُوبا | | نالو ’ |
| | | هن وقـ |
| * لُبْني يا لِبُنِي | | ڦل‘ آهـ |
| | | ننيڙو |
| | | چانور |
| * لِسان اُلعصافِير | دهاء (ذاء) | تي ڳا |
| | | ’اشتر |
| * مَحرُوث | | جي چ |

سڏيندا هئا، جنهن کي عربي ۾ ’هين‘ جي اچار سان ادا ڪيو ويو.]
بيروني چوي ٿو ته يوناني ۾ عربي ۾ ’اقليماء، فارسي ۾ ’کيٺہ‘ ۽ سنڌي ۾ ’رفاقطي‘ سڏجي ٿو. [’رفاقطي‘ يعني ’رُپاڪٽي‘. صحيح نالو ’رُپاڪٽِ‘ آهي، مگر ٽ جي زير واري اچار کي ’ي‘ سان ادا ڪيو ويو آهي.’خبث افضۃَ جي لفظي معنيٰ ئي آهي ’چاندي جي ڪٽ‘ غالباً سنڌي لفظ ’ڪٽ‘ تان ئي فارسي ۾ ان کي ’ڪيٺہ‘ سڏيو ويو.]
مٿئين اسم ’خبث الفضۃ‘ جي ذڪر هيٺ بيروني چوي ٿو ته ’خبث الذهب‘ کي يوناني ۾ عربي ۾ ’اقليماء اصفر‘، فارسي ۾ ’نخبۃزر‘ ۽ سنڌي ۾ ’سورن قطي‘ سڏجي. ’سورن قطي‘ يعني سون ڪٽِ.]
بشر جي چوڻ مطابق هي ساڳيو ’صفصاف‘ آهي. فارسي ۾ ان کي ’بيد سبيذ‘ (بيد سفيد) ۽ سنڌي ۾ ’ويوس‘ چون. ’خلاف‘ وڻ جي ڪاٺ مان ڪوئر نڪرندو آهي.
بيروني جي لکڻ موجب ’دلفين‘ يوناني نالو آهي، عربي ۾ ’دُخش‘ ۽ سنڌي ۾ ’بولو‘ سڏجي. [’دُلفين‘ يوناني ’Dolphin‘ آهي. ’بُولو شايد آڳاٽو اچار آهي، ۽ هن وقت ’بُلهڻ‘ سڏجي ٿو. هي هڪ دريائي جانور آهي جيڪو خاص طرح سنڌو درياء جي روهڙي -

سکر واري پاڱي ۾ وڌيڪ ٿئي ٿو. هن جو پيو سنڌي نالو ’پِرُون‘ آهي. محقق بيروني کي اهي ٻئي سنڌي نالا معلوم هئا. هت ’بولو‘ (يعني ’ٻلهڻ‘) آندو اٿس، ۽ پنهنجي ٻي تصنيف ’ڪتاب الهند‘ ۾ ’برلو‘ ڪري لکيو اٿس، يعني ’پِرون‘ چاڪاڻ ته وقت گذرڻ سان ’ل‘ مٽجي ’ر‘ ٿيو ۽ عام اچار ۾ ڦيرو آيو.]
ابو حنفة ڪتاب النبات ۾ لکيو آهي ته هي هڪ قسم جو ٻوٽو آهي، جنهن مان ڳاڙهو رنگ نڪري. بيروني جي لکڻ موجب پسارڪي اصطلاح ۾ عام طرح ’قاطر‘ سڏجي. سنڌي ۾ ان کي ’بانو رت‘، فارسي ۾ ’خون سياوشان‘ ۽ هندي ۾ ’پاندورت‘ سڏين. [ٿي سگهي ٿو ته ’بانَوَ رت‘ شايد اصل ۾ ’پانوَ رَت‘ يعني ’پاندوَ رت‘ هجي،پر ’دم الاخوين‘ توڙي ’خون سياوشان‘ جي لفظي معنيٰ آهي ’ڀن پائرن جو رت‘ يا ’پائرن جو رت‘؛ انهي لحاظ سان ’بانو رت‘ غالباً اصل سنڌي نالي ’پائن رت‘ جي عربي صورت آهي. ڳاڙهي رنگ جي لحاظ سان ان کي ’رت‘ سڏيو ويو. سنڌ ۾ هن وقت هن وکر جو علمي نالو ’هيرا دکني‘ آهي، مگر هزار سال اڳ هيءُ وکر سنڌي ۾ نج سنڌي نالي سان ’پائن رت‘ سڏيو هو].
’زرِنب‘ يا ’زَرفقت‘ هڪ قسم جا پن آهن جن ۾ تکي خوشبو ٿئي ٿي. اهي سيستان واري پاسي کان عرب

ملڪن ڏانهن ايندا هئا. هندي توڙي سنڌي ۾ ان کي ’تونيا‘ چون. [هندي ۽ سنڌي وارو اهو نالو ’ڪتاب الصيدنہ‘ جي بُرصا ڪتبخاني واري قلمي نسخي ۾ ڏنل آهي. ڇپيل ڪتاب ۾ سنڌي نالو ڏنل ڪونهي، مگر هندي نالو ’توينا عي‘ ڇپيل آهي، ۽ حاشيي ۾ ڄاڻايل آهي به ٻئي هڪ قلمي نسخي ۾ تونينانجي، لکيل آهي.]

بيروني چوي ٿو ته زرنيخ جا ٻه قسم آهن: پيلو ۽ ڳاڙهو. پيلي کي سنڌي توڙي هندي ۾ ’هڙتال‘ چون؛ ڳاڙهي کي سنڌي ۾ ’مسعل‘ ۽ هندي ۾ ’منجل‘ چون. [سيپني نسخن ۾ ’مقسل‘ ڏنل آهي. ڇاپي جي حاشيي ۾ ٿامسن جي حوالي سان ڄاڻايل آهي ته هي لفظ اصل ۾ شايد ’مِيْنسل‘ هجي، يعني Realgar يا ’زرنيخ‘. صحيح لفظ ’منسل‘ آهي ۽ نه ’مقسل‘. ’هڙتال‘ وکر سنڌي ۾ مشهور آهي. پيلي کي ’هڙتال‘ ۽ ڳاڙهي کي ’من چر‘ چئجي (فرهنگ جعفري). سنڌي ’من چر‘ (= من جر = من جل) ۽ هندي ’منجل‘ ساڳي ڳالهه آهن. پڻ ’من چر‘ (=من چر = من چل = من صل = منسل) ۽ منصل يا منسل ساڳي ڳالهه آهن. ٿر جي پسارين وٽ اسان ٽي قسم ڏٺا: ڳئون - ڏندي ۽ من چر].

عربي ۾ ’عريان‘ ۽ سنڌي ۾ ’والو بندلوا‘ يا ’دالوبندلو‘ سڏين. [ڇاپي ۾ ’دالو بندلو‘ ڏنو آهي پر هيٺ حاشيي

۾ ڇاڇايل آهي ته ’ق‘ نسخي جي پرھڻي ’والو بندلوا‘ آهي. برصا واري نسخي ۾ پڻ ’والو بندلوا‘ آهي.]
بيروني جي لکڻ موجب هندي ۾ تازي کي ’ادرڪ‘ ۽ سڪل کي ’سنڌ‘ چئجي. [چپيل ڪتاب ۾ ’سُنبهه‘ لکيو ويو آهي ظاهر آهي ته اهو سنڌي اچار وارو سنڌي نالو آهي. هندي ۾ ’سونٺهه‘ چئبو. ٿي سگهي ٿو ته بيروني واري وقت ۾ ’هندي‘ ۾ پڻ ساڳيا ’سنڌي‘ نالا يعني ’ادرڪ‘ ۽ ’سنڌ‘ استعمال ٿيندا هجن.]
عربي ۾ ان کي ’زَنجرف‘ يا ’سنجرف‘ سڏجي. چليل يا ڪُٽيل (مسحوق) زنجرف کي هندي ۾ ’سندور‘ ۽ غير مسحوق کي ’هنڪل‘ سڏين. بشر جي لکڻ موجب سنڌي ۾ ان کي ’منڪلو‘ يا ’جاما منڪلو‘ چون. [بشر جو ڇاڇايل سنڌي نالو ’ڪتاب الصيدنہ‘ جي برصا واري قلمي نسخي ۾ موجود آهي. چپيل ڪتاب ۾ اهو سڄو فقرو رهجي ويو آهي.]
’زُهم‘ ۽ ’زُباد‘ ساڳي ڳالهه آهن. هندي نالو ’ڪتوره‘ آهي ۽ جنهن حيوان مان پئدا ٿئي تنهن کي ’ڪتور بلاري‘ چون. ان جي مشڪ کي هندي ۾ ’تندي‘ يا ’پوديس‘ سڏين. الخشڪي جي چوڻ موجب، اهو (مشڪ) سنڌ طرفان ديبل ۽ سندان کان اچي ٿو. [’ڪتوره‘ يعني ’ڪٿوره‘.اهو سنڌي لفظ’ڪٿوري‘ آهي؛ ۽ هندي لفظ جو اچار ’ڪستوره‘ (ڪهستوري

ٿيڻ ڪپي ها. ٻيو ته ’ڪتور ٻلاري‘ (Civet Cat) سنڌي ’اضافي ترڪيب‘ مطابق ’ڪٿور ٻلاڙي‘ (ڪٿوري واري ٻلڙي آهي. جيئن ته ’زهم‘ سان ديبل ۽ سندان ڪان ئي عرب ڏانهن ايندو هو، انهيءَ ڪري اهي مقامي نالا پڻ ’سنڌي‘ سمجهڻ گهرجن. چاڪاڻ جو اهي هن وقت جي سنڌي اُچارن سان پڻ ملن ٿا. هندي نالا ’تندي‘ ۽ ’پوديس‘ جدا طور ڄاڻايا ويا آهن.)

دمشقي جي چوڻ موجب اهو وکر ساڳيو ’لفاح‘ آهي،جنهن کي ابو معاذ جي چوڻ موجب ’سابيشڪ‘ چئجي. بشر جي چوڻ مطابق فارسي ۾ ان کي ’سبيزه‘ ۽ سنڌي ۾ ’سيبيزاوا‘ سڏين. [’لفاح بري‘ کي سنڌ ۾ هن وقت جي پسارڪي علمي نالي سان ’لڪما لڪئي‘ سڏجي ٿو. پر جيڪڏهن اصل نالو ’لفاح‘ نه پر ’لقاح‘ آهي ته پوءِ سنڌي ۾ ’لقاح‘ جو پسارڪو علمي نالو ’اِڪوهي‘ آهي (فرهنگ جعفري)].

ٻه قسم آهن: هڪ بُستاني ۽ ٻيو بري. بيروني چوي ٿو ته ’سَدابُو‘ ساڳيو ’فيغاتن‘ آهي ۽ بري (جهنگلي) کي ’فيغاتن اَغريون‘ چون. ’بري‘ طعام ۾ بالڪل ڪونه ٿيي. سنڌي ۾ ان (بري) کي ’سَدابُو‘ چون. محمد بن زڪريا رازي جي لکڻ موجب بري جو ٻج ’حرمل‘ جي ٻج کان ننڍو ۽ وڏيڪ ڪارو آهي. هندي

۾ ان کي ’ساوه‘ چون يعني سدائين سائو. [’سدابو‘ طعام ۾ پوندو آهي ۽ ٿي سگهي ٿو ته ’سُوا‘ هجي، جنهن کي شايد اڳ ’سدابو‘ سڏيندا هئا. عربي نالو ’سذاب‘ غالباً سنڌي نالي ’سدابو‘ تان ورتل آهي. ’ساوه‘ پڻ سنڌي لفظ آهي پر ان کي ’هندي‘ ڪري ڄاڻايو ويو آهي. ’ساوه‘ يعني ’سائو‘ يا ’سدائين سائو‘.]

سنڌي ۽ هندي ۾ هن کي ’تتل‘ سڏين. ڪن جي چوڻ موجب اهو نالو ’تنتڪ‘، تترڪ، تماتير يا تتريڪ آهي. فارسي ۾ ’تتره‘ چون. هڪ ڳاڙهي رنگ جو ڪٽي ذائقي وارو وکر آهي (رازي) ۽ پيو ڪڙي ذائقي وارو جنهن کي رنگريز ڪم آڻين.

[في الحال اسان کي وڌيڪ معلومات نه ملي سگهيا آهن. هيٺ ’العشروق‘ کي پڻ ’تترڪ‘ سڏيو ويو آهي.]

هڪ ٻوٽي جو پاڙ جنهن کي ’جعفريه‘ سڏين. بهار ۾ سپ کان پهريائين گل ڪڍي. بشر جي چوڻ موجب فارسي ۾ ’لعبت بربرّي‘ ۽ سنڌي ۾ هن کي ’لاڪل مول‘ سڏين. بشر جي ڪتاب جي ٻئي هڪ نسخي ۾ ’لاقول‘ لکيل آهي، جيڪو ’اصل‘ (ٻوٽي جي پاڙ) آهي... فارسي ۾ ’سورنگان‘ سڏين. هن کي پڻ تترڪ سڏيو ويو آهي. ٻئي قول موجب اصل ٻوٽو خريف جي

موسم ۾ مينهن کان اڳ اُپري ٿو، ۽ پڻ چيو وڃي ٿو ته ان جي ڳل کي سنڌي ۾ ’سکوره‘ (سڪوره) سڏين. [ڪراچي ڇاپي ۾ بشر وارو سنڌي نالو ڏنل ڪونهي، مگر برصا واري نسخي ۾ موجود آهي ۽ ان جي اصل عربي عبارت هن طرح آهي: ”وبالسنديه لاکل مول، وفي نسخة ’لاقول‘ وهو اصله“. ’لاقول‘ اصل ٻوٽي جي پاڙ آهي. ’لاکل مول‘ جي معنيٰ ’لاڪل جو مول‘ يعني ’لاڪل‘ جي پاڙ. اهو پويون بيان جيتوڻيڪ ’سورنجان‘ هيٺ ڏنل آهي ۽ سورنجان بابت ئي ٿي سگهي ٿو، مگر ائين پڻ لڳي ٿو ته ڄڻ اهو بيان ڪنهن ٻئي وکر بابت هجي ۽ پوءِ ٻئي بيان گڏجي ويا هجن. سنڌ ۾ هن وقت پسارين وٽ ’سورنجان‘ جا ٻه قسم ملن ٿا: سورنجان مٺي ۽ سورنجان ڪڙي.]
هندي ۾ ’مُهُلّت‘ سڏين. بشر جي چوڻ موجب هندي ۾ ’رسون‘ چون ۽ سنڌي ۾ ’مهلتي‘ سڏين. (بشر جي ڪتاب جي) ٻئي هڪ نسخي ۾ ’مسلي‘ يا ’ملتي‘ لکيل آهي. [ڪراچي ڇاپي جي ايڊيٽر وضاحت ڪئي آهي ته هندي نالو ’مُلٺهه‘ يا ’ملهٺي‘ آهي. مٿئين بيان مان سنڌي نالا ’مهلتي‘، ’ملتي‘ يا ’مسلي‘ ملن ٿا هي ساڳي مُلٺي آهي.]
هي ساڳيو ’تمر هندي‘ آهي. سنڌي ۾ ان کي ’انبلي‘ سڏجي. [ڪراچي ڇاپي ۾ ’اِنبّلي‘ لکيو ويو آهي.

برصا واري قلمي نسخي ۾ ’املي‘ يا ’امالي‘ بنان زير زبر جي لکيل آهي. ’اِنبلي‘ پڙهيو ته به ان مان مراد ’اِملي‘ ٿيندي، جيڪو هندي نالو سمجهڻ گهرجي. سنڌي ۾ هن وقت ’گدامري‘ سڏجي جيڪو ٿي سگهي ٿو ته اڳئين سنڌي نالي ’گڏ آنبلي‘ (= گد آمري = گد + آملي = گڏ +آنبلي = گڏو گڏ لڳل کٿيون انبڙيون = گدامري جي ڇُڳي ۾ گڏو گڏ داڻا) جي بدليل صورت هجي.]
بشر جي چوڻ مطابق فارسي ۾ هن کي ’کور‘ (ڪور) ۽ سنڌي ۾ ’شيروا‘ سڏين. بيروني اڳتي هلي ڄاڻائي ٿو ته هندي ۾ ’چير‘ چون. [برصا واري قلمي نسخي ۾ ’شيروا‘ آهي. ڪراچي ڇاپي ۾ ’شير‘ ڪري لکيو ويو آهي. ائين معلوم ٿئي ٿو ته سنڌي اُچار ’او‘ (آخر ۾ و) کي پويان ’الف‘ ڏيئي ’او‘ ڪري لکيو ويو. مثلاً ’جيرو‘ کي ’جيروا‘. انهيءَ لحاظ سان ’شيروا‘ اصل ۾ ’شيرو‘ ٿيندو. ’صمغ‘ دراصل ’کؤنُر‘ (Samar, Shittam Wood) آهي. ٻير ۽ ٻين ڪنڊن وارن وڻن جي کؤنُر کي ’صمغ‘ چئبو. کؤنّر کي ان وقت ’شيرو‘ چوندا هئا.]
صندل کي هن وقت به ’صندل‘ توڙي ’چندن‘ چئجي، پر اهڙي سنڌي نالي جو ذڪر آندل ناهي. بيروني

چاڻايو آهي ته هندي ۽ زنجي (آفريقي) ٻولي ۾ ’چندل‘ ’چندن‘ يا ’چندان‘ چون. وڏيڪ چوي ٿو ته:-
”لہ بزر کالعدس و المقاصيري ’سہ سو کند،
اي قطاع جيدة. والاحمر منہ ’رخــت چندن‘‘‘
[گمان غالب آهي ته هن عبارت ۾، ’سہ سو کند‘ اصل ۾ ’سر سر کنڊ‘ هجي، ’سر کنڊ‘ ساڳيو چندن جو ٻيو سنڌي نالو آهي، ۽ ’سر کنڊ‘ توڙي (هلڪي اُچار سان) ’سر کن‘ سڏجي. رسالي جي هڪ وائي جي مصرع
’سيڻين سر کنڊ سپجي، عطر پرين اَتورا.‘
ٻئي ڪنهن شاعر چيو آهي ته ان چاڻ ۽ ٻي قدر ماڻهو:
”ساري وڻ سرکن جو ٿا ٻيدا برابر ڪن.“]
هندي ۾ ’هَلِدر‘ ۽ فارسي ۾ زرچوبہ چون. بشر جي چوڻ موجب سنڌي ۾ ان کي ’هلدر‘ چون. [ڇاپي نسخي ۾ ’هلدر‘ آهي جيڪو ’ڪتاب الصيدنہ‘ جي باقي ٻين نسخن مطابق آهي. برصا واري نسخي ۾ ’هَلِزر‘ يا ’هَلذِر‘ لکيل آهي، (۽ اها د ۽ ذ جي تبديلي جائز آهي.) هن وقت سنڌي ۾ ’هيڊر‘ ۽ هندي ۾ ’هلدي‘ سڏجي. سنڌي جي هاٺوڪي اُچار ۾ آڳاٺي اُچار واري آخري ’ر‘ اجان تائين موجود آهي - ان وقت سنڌ ۾ ’هيڊر‘ کي ’هلدر‘ سڏيندا هئا.]

هي رنگ جو ڳاڙهيرو ۽ وٽندڙ خوشبوءِ وارو ٻُوٽو آهي. بشر جي چوڻ موجب ’لعشرق‘ ساڳيو ’سَنامڪي‘ آهي ۽ سنڌي ۾ ’تترک ۽ يا ’قوال سريشي‘ سڏين. [مٿي بيروني ’سماق‘ جو پڪو سنڌي ۽ هندي نالو ’تتل‘ ڏنو آهي، پر ائين پڻ ڇاڻايو اٿس ته ڪن جي چوڻ موجب ان کي ’تتر‘ پڻ سڏين. هت بشر جي بيان موجب ’العشروق‘ ساڳيو سَنامڪي آهي ۽ سنڌي ۾ العشروق توڙي سنامڪي کي ’تترڪ‘ يا ’قوال سريش‘ سڏين. عربي اچار ’قوال سريش‘ مان اصل سنڌي اُچار ’ڳوال چرش‘ يا ’ڳنوار چرش‘ جو گمان نڪري ٿو.]

هندي ۾ ’ڪُسُنّب‘ فارسي ۾ ’اسپرگ‘ ۽ سنڌي ۾ ’رنج ثاون‘ سڏين. [برصاواري نسخي ۾ ائين آهي، پر ڪراچي ڇاپي ۾ ان جو حوالو ڏنل ڪونهي. ان جي بدران فارسي ۽ سنڌي نالي واري عبارت ٻئي هڪ نسخي جي حاشيي تان ورتل آهي ۽ اها هن طرح آهي: ”بالفارسيہ اسپرگ و بالسندية رنج ثاون (؟) وفيہ نظر“. ’رنج ثاون‘ جي آڏو سوال جي نشاني يا بعد ۾ شڪ وارا الفاظ ته ’فيہ نظر‘جي ضرورت ناهي، ڇاڪاڻ ته برصا واري نسخي ۾ صاف ’رنج ثاون‘ لکيل آهي. هندي نالي ’ڪُسنب‘ مان ظاهر آهي ته هي ’ڪُهنبو‘ آهي ’رنج ثاون‘ يقيني طور سنڌي نالي

”رنگ ساوڻ“ جي صورت آهي. ان وقت ’کهنبي‘ کي سنڌي ۾ ’رنگ ساوڻ‘ پڻ سڏيندا هئا. ساوڻ ۾ رنگ برنگي ڪڪر ٿين ٿا ۽ انهي لحاظ سان ’ساوڻ رنگ‘ چڻ ’کهنبي ورن‘ اهي. هن وقت تائين جي سينگار شاعري ۾ اها تشبيہ عام آهي.]
بشر جي چوڻ موجب ان کي فارسي ۾ ’روباد زح‘ ۽ سنڌي ۾ ’قواد‘ چون. ڪراچي ڇاپي جي ايڊيٽر حاشيه ۾ ’برهان قاطع‘ جي سَند سان پيو فارسي نالو ’روباه ترمک‘ لکيو آهي، ۽ پڻ ڄاڻايو اٿس ته هندي ۾ هن کي ’مڪو‘ چون.]
بشر جي چوڻ موجب فارسي ۾ هن کي ’دهمست‘ ۽ سنڌي ۾ ’شنڪر‘ سڏين. هي ’لوبيا‘ جي داڻن جيڏا داڻا، رنگ ۾ سفيدي - پِيلاڻ ڏي مائل آهن. [ڪراچي ڇاپي جي ايڊيٽر ڄاڻايو آهي ته ’سنڪر‘ لفظ ’مدار الافاضل‘ لغات (279X2) ۾ موجود آهي. ٿي سگهي ٿو ته اهو سنڌي نالو ڪنڊي جي وڻ جي ’شگّر‘ جو هجي. سگّرن ۾ اندران جيڪي ٻج ٿين ٿا سي سفيدي ۽ پيلاڻ ڏانهن مائل آهن.]
بيروني چوي ٿو ته: لغت جي ماهر اِبن دُرَيّد جي ’ديوان اللغہ‘ ۾ ڄاڻايل آهي ته هند (سنڌ سميت هندستان) ۾ هي کجيءَ مثل هڪ وڻ آهي، جنهن جي ٻهارن مان چڪا ۽ تڏا ٺاهين (يتخذمن خوصة الغرائر

والحُصُر)؛ پر مون کي منصوره (سنڌ) جي شهرين ٻڌايو ته: هي هڪ وڻ آهي جنهن کي سِيراف، عُمان، ۽ بصري وارا ”الخوص المکري“ يعني ’مڪراني کجي‘ سڏين. منصوره جي سهر وارا پاڻ مقامي طور عربي ۾ ان کي ’الغصِف‘ چون ۽ ان جو سنڌي نالو ’قلنج‘ آهي. مڙس جي قد جيڏو ٿئي. ان ۾ ڦر ٿئي جنهن ۾ سخت گول ککڙيون آهن، جنهن مان تسبيح جا داڻا ٺاهين.

[غالباً] ڦِيش جو ٻُوڙو].

’فلفل اَسود‘ (ڪاري رنگ وارن) کي هندي ۾ ’مِرَچ‘ چون ۽سنڌي زبان ۾ ’مَرچ‘. [ڪارن مرچن جو بيان آهي. چاپي ۾ ”بالسغدية“ (’سُغدي ٻولي‘) ۾ لکيل آهي. پر غالباً اصل صحيح لفظ ”بالسنديہ“ هوندو (يعني سنڌي ٻولي ۾)، چاڪاڻ جو ان کان اڳ هندي ٻولي (”بالهندية“) جو ذڪر آهي. ڪتاب الصيدنہ جي ٻئي هڪ قلمي نسخي (ق) ۾ پڻ ’بالسغديہ‘ جي بدران ’بالسنديہ‘ لکيل آهي. هن وقت سنڌي ۾ ’مرچ‘ لفظ ’م‘ جي زير سان اُچارجي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته هڪ هزار سال اڳ بيروني واري وقت ۾ ’مِرچ‘ (’م‘ جي زبر سان) چوندا هجن.]

هندي ۾ ان کي ’منت‘ چون ۽ فارسي ۾ ’روين‘. [’منت‘ صورتخطي، سنڌي جي اُچار مجٿ، سان

ملي ٿي. هندي اچار ’مَجيٺهه‘ آهي. بيروني چوي ٿو ته سٺي قسم جي مجيٺ بلخ ۽ آرمينيا مان جرجان، سيستان ۽ مڪران ڏانهن ويندي هئي ۽ اتان پوءِ هند ۽ زنج (آفريقا) ڏانهن نيندا هئا. ظاهر آهي ته مڪران کان پوءِ سنڌ ۾ آڻيندا هوندا ۽ تان پوءِ هند ۾. انهيءَ لحاظ سان مقامي سنڌي نالي ’مجيٺ‘ جي پويان ئي هندي نالو ’مَجِيٺهه‘ پيو هوندو. عربي نالي جي لفظي ترجمي مطابق انگريزي ۾ Dyuer’s madder چون.]

بشر جي چوڻ موجب هن کي هندي ۾ ’طج‘ ۽ سنڌي ۾ ’حادطج‘ چون. [عوام ۾ هي ’دارصيني‘ (دالچيني) جي نالي سان مشهور آهي. [سنڌ جي لاڙ واري پاڱي ۾ بعضي ’تج‘ نالو ٻڌڻ ۾ اچي ٿو، پر هن وقت عام سنڌي نالو ’دالچيني‘ آهي، جيڪو عربي نالي ’الدارصيني‘ جي پويان مشهور ٿيو. ’حادطج‘ شايد اصل ۾ ’حارطج‘ هجي يعني ’گرم تج‘ - دالچيني جو اثر گرم آهي.]

بشر جي چوڻ موجب (’د‘ سان) ’قرد مانا‘ توڙي (’ط‘ سان) ’قرطمانا‘ چون ۽ اهو رومي نالو آهي. فارسي ۾ ’ڪرويا رومي‘ سڏين ۽ سنڌي ۾ ’بہ سود‘ چون. [ڪراچي ڇاپي جي ايڊيٽر Gray جي حوالي

سان چاڙايو آهي ته ان جو انگريزي نالو Carum Cravi آهي.]
ڪَرفس کي فارسي ۾ ’ڪرفس جويني‘ چون. هندي ۾ ان جي پاڙ کي ’ڪَهربا‘ ۽ ان جي ڪکڙي کي کهرنج چون. بشر جي چوڻ موجب ’بزرالڪرفس‘ کي سنڌي ۾ ”کهر سفائج“ چون. [’ڪرفس‘ جو بيان جدا ڏنل آهي ۽ ان کان پوءِ ’ڪرفس جبلي‘ جو بيان جنهن جي هيٺ بشر جو مثيون حوالو ڏنل آهي. ڪراچي چاپي ۾ ’کهر سفائج‘ آهي. بُرصا واري نسخي ۾ ”کهر سفايج“ آهي. ’کهر سفائج‘ توڙي ’کهر سفايج‘ مان اصل سنڌي نالي ”گهر صفائي“ جو گمان نڪري ٿو. هن وقت سنڌ جي پسارين وٽ ’منهن صفائي‘ جي نالي سان هڪ وکر موجود آهي. ٿي سگهي ٿو ته اهو اڳ ’گهر صفائي‘ سڏبو هجي.]
اصل فارسي نالو ’گزمارگ‘ آهي. هي ٻج آهي جيڪو لامن ۾ ٿئي ٿو (ثمراة الطرفاء). ’الرسائلي‘ جي چوڻ موجب هي ’جوز الاثل‘ آهي. هندي ۾ ان کي ’ساکور‘ سڏين. [’گز‘ فارسي ۾ ليي جي وڻ کي چون. ’ساکور‘ لفظ ساڳيو سنڌي ’ساڪڙ‘ آهي.]
رومي ۾ ’قومينون‘ سرياني ۾ ’کمونا‘ ۽ هندي ۾ ’جيره‘ چون. ٻئي بيان موجب سرياني ۾ ’کمونا‘ توڙي ’زيرا‘ چون ۽ هندي لفظ ’جيره‘ سرياني تان

ورتل آهي. اجان به ٻئي بيان موجب سرياني ۾ ’ڪموناهند‘ ۽ فارسي ۾’زيره هندو سياه‘ سڏين.. بشر جي چوڻ موجب هندي ۾ ’اجاجي‘ ۽ سنڌي ۾ ’جيروا‘ سڏين. [سنڌي نالو فقط بشر ڏنو آهي. ’جيرو‘ کي آڏو ’الف‘ ڏيئي ’جيروا‘ ڪري لکيو آهي.]
مختلف بيانن موجب هڪ قسم جو ڪؤنر آهي. بشر پانيو ته ’جذاب الحشيش‘ جو نالو ڪهريا يا قهربا آهي ۽ سنڌي ۾ ان کي ’سونده وينا‘ چون.
هن تي ’لُبني‘ نالو انهيءَ ڪري پيو جو ’لبن‘ (کير) کي ڄمائي ٿي. بشر چوڻ موجب هن کي فارسي ۾ ’فتار و خشک‘ ۽ سنڌي ۾ ’شلهاد‘ چون. [برصا واري نسخي جي پڙهڻي ’لِبُني‘ ۽ ’شلهاد‘ آهي. ڪراچي ڇاپي ۾ ’لُبني‘ ۽ ’شلها‘ لکيو ويو آهي. tyrax tree]
بشر جي چوڻ موجب هن کي فارسي ۾ ’مُرغ زفانک‘ (= مرغ زبانڪه يعني ’پکي (جي) زبان‘) ۽ سنڌي ۾ ’اِندرَ جَو‘ چون. ’اندَ رجَو‘ مان ’اندر جيپ‘ جو گمان نڪري ٿو.
هي ’سياق الا نجدان‘ آهي، ۽ ڪي چون ٿا ته هي ’اشترعار‘ آهي. اهو حنيفه (ڪتاب النبات) جي لکڻ موجب هي ’اصول الانجدان‘ (الطيب‘ يعني خوشبودار انجدان جو ٿڙ آهي. فارسي ۾ ان کي ’’گز

انگدان خوش“ ۽ سنڌي ۾ لفظ (پڙهڻ ۾ نہ آيو) چون. ڪراچي چاپي جي ايڊيٽر ’محروث‘ جو انگريزي ۾ نالو Asfoetida ڄاڻايو آهي.)
هندي ۾ هن کي ’جاطييرس‘ ۽ سنڌي ۾ ’بول‘ چون.
[هي عبارت ڪتاب الصيدنہ جي برصا واري نسخي جي حاشيہ ۾ قلمبند ٿيل آهي. ڪراچي چاپي ۾ وچ وارا فقرا ڪٽل آهن ۽ فقط ائين لکيل آهي تہ ”هندي ۾ هن کي ..... ’بول‘ چون.]
خليل هن جو نالو ’ڪِباء‘ (ڪباء) ڄاڻايو آهي. بشر جي چوڻ موجب سنڌي ۾ هن کي ’ڪبہ‘ ۽ فارسي ۾ ’ريباس‘ يا ’ريباست‘ چون. حمزه هن جو نالو ’ڪبہ‘ لکيو آهي.
[سنڌي نالو ’ڪبہ ڪراچي چاپي مطابق آهي. هيٺ حاشيہ ۾ هڪ نسخي جي پڙهڻي ’ڪيہ‘ آهي. برصا واري نسخي جي پڙهڻي پڻ غالباً ’ڪِيہ‘ آهي. جيئن تہ خليل ۽ حمزه بہ ’ڪِباء‘ ۽ ’ڪبہ‘ ڏنو آهي، انهي ڪري سنڌي نالو بہ ’ڪبہ‘ ٿيندو جئين تہ اهو نالو اڳ جي عرب عالمن جي ڪتابن ۾ پڻ موجود آهي، انهيءَ ڪري پانئجي ٿو تہ ساڳيو عربي نالو سنڌ ۾ رائج ٿيو.]
حمزه چوي ٿو تہ هي هڪ قسم جي ڳاڙهي مٽي (الطين الاحمر) آهي. بشر جي لکيي موجب هن کي

فارسي ۾ ’گِل سُرخ‘ ۽ سنڌي ۾ ’دهان‘ چون. [’الطين الاحمر‘ يا ’گِل سُرخ‘ معنيٰ ڳاڙهي مِٽي. ڪراچي چاپي جي متن ۾ ’دهان‘ ڏنو ويو ۽ هيٺ حاشيہ ۾ ڄاڻايل آهي ته برصا واري نسخي جي پڙهڻي ’دهاز‘ آهي. راقم برصا واري نسخي جي مطالعي وقت اها پڙهڻي قلمبند ڪانه ڪئي، پر صحيح سنڌي نالو ’دهاء‘ (=ڏاء) ٿيندو. ڏاء پٿرائين ڳاڙهي مٽي آهي جيڪا ڪنڀار ٿانون جي چٽن ڪيڻ لاءِ استعمال ڪن.]

’منج‘ عربي نالو آهي. فارسي ۾ ’ڪونڪ‘ ۽ سنڌي ۾ ’ففي‘ چون. اهو وڏن معجونن ۾ ڪم اچي ٿو، پر ’بنج‘ (پنگ؟) ناهي. ان کي ’منج‘ زريق شتان‘ ۽ پڻ ’منج طوراني‘ چون. [’ففي‘ مان مراد پپي آهي. يعني پست جي ڏوڏي؟]

هندي ۾ ’ناگ کيسر‘ چون۽ سنڌي ۾ ’نارعفف‘. ٻئي هڪ نسخي موجب ’ناروقيسر‘ ڏنل آهي. ٻين ڪتابن ۾ آهي ته هند وارا هن کي ’ناگيست‘ سڏين. صحيح هندي نالو ’ناگر متر‘ ۽ پڻ ’ناڪفف‘ يا ناڪيس‘. اهو هڪ سٺي خوشبوءِ وارو گل آهي، جنهن جا ورق گلنار‘ جهڙا آهن. [سنڌي نالي ’نارعفف‘ توڙي هندي نالي ’ناڪفف‘ ۾ آخري ’ف‘ شايد اصل ۾ ’ن‘ هجي ۽ سنڌي نالي ’نار عفف‘ واري ’ع‘ شايد اصل ۾ ’غ‘

هجي، انهيءَ لحاظ سان ’ناغفن‘ ۽ ن’کفن‘ مان نانگڦڻ‘ جو گمان نڪري ٿو.]

سنڌي ۾ هن کي ’جوان‘ چئجي. بشر جي چوڻ موجب فارسي ۾ هن کي ’نغمن خوالان‘ يا ’ناخواه، چون. [ڪراچي چاپي جي ايڊيٽر حاشي ۾ ڄاڻايو آهي ته برصا جي نسخي توڙي ’ق‘ نسخي جي پڑهڻي ’ج‘ جي زير سان ’جِوان‘ آهي پر ٻين نسخن ۾ ’ج‘ جي پيش سان ’جُوان‘ آهي جيڪا چاپي جي متن ۾ رکي وئي آهي. موجوده وقت ۾ سنڌي اُچار ’جُواڻ‘ يا ’جاڻ‘ آهي. ٿر طرف ’اَجمون‘ پڻ چون.]

فارسي ۾ ’نشاسه‘ ۽ سنڌي ۾ ’کيسوان’ کير‘ چون. اهو ساڳيو ’لباب قمح‘ آهي. [’لباب قمح‘ يعني ڪڻڪ جو لباب يعني نشاستو. ’کيسوان کير‘ = ’ڳيهوان کير‘. ’ڳيهوان‘ معنيٰ ’ڳيهون جو‘ = ڪڻڪ جو. ’ڳيهوان کير‘ معنيٰ ڪڻڪ جو کير يعني نشاستو.

اهو ڳاڙهو بُورق آهي ۽ سنڌي ۾ ’رطرولموس‘ يا ’رطرولمس‘ چون. [برصا واري نسخي ۾ ’رطرولمس‘ آهي ۽ ڪراچي چاپي ۾ ’رطرولمس‘ لکيو ويو آهي. ٿي سگهي ٿو ته سنڌي اُچار ’رطرولمس‘ اصل ’نطرون‘ جي بگڑيل صورت هجي.

اهو ’سيسَنْبَر‘ آهي. سنڌي توڙي فارسي ۾ ’سَسَرم‘ سڏجي.
سنڌي ۾ ’شُنوا‘ ۽ فارسي ۾ ’آهڪ‘ چون. [اصل ۾ غالباً ’شُنو‘ جنهن کي آڏو ’الف‘ ڏيئي ’شنوا‘ ڪري ڪيو ويو آهي. ’شُنو‘ يعني ’چنو‘.]

***

جڙين ٻوٽين ۾ وکرن جا مثيان سنڌي نالا ڪم از ڪم چوٿين صدي هجري/ ڏهين صدي عيسوي جي آخر ۾ ان ڪم واري سڄي علمي دنيا ۾ رائج هئا. اهي سڀ پسارڪا وکر سنڌ ۾ پڻ استعمال ٿيندڙ هئا، جنهن مان ان وقت هتي جي طبي ڄاڻ ۽ عملي علاج جو اندازو ٿي سگهي ٿو. انهن مان ڪي وکر اڄ تائين سنڌ جي پسارين وٽ انهن ساڳين نالن سان موجود آهن ۽ ٻيا ڪي وکر پڻ هن وقت جي پسارڪن نالن سان معلوم ۽ موجود آهن. اهي نالا ۽ الفاظ ان دور ۾ سنڌي ٻولي جي پيشہ ورانه طبي ۽ پسارڪي لغات جي مخصوص ذخيري تي شاهد آهن. انهن لفظن جي مطالعي مان اڄ کان هڪ هزار سال اڳ جي سنڌي لغات توڙي ٻولي بابت هيٺيان چٽا اهڃاڻ ملن ٿا: (1)

سنڌي ٻولي ۾ ڪي لفظ ۽ نالا جيڪي ان وقت رائج هئا، سي هن وقت استعمال نٿا ٿين. (2) ان وق جا ڪي نالا هن وقت ٿوري ڦير سان ٿا ڪم اچن جيئن ته ’سورن‘ ۽ ’رُپا‘ بدران هن وقت ’سون‘ ۽ ’رپو‘، جيتوڻيڪ ’رپو‘ بدران ’چاندي‘ وڌيڪ استعمال ٿئي ٿو. (3) ان وقت جا ڪي لفظ هن وقت پڻ پنهنجي اصلوڪي صورت ۾ رائج آهن، جئن ته ’لم‘ جيڪو اڄا تائين اتر جي ٻولي ۾ استعمال ٿئي ٿو حالانڪ وچولي ۽ لاڙ جي ٻولي ۾ ’نم‘ وڌيڪ رائج آهي. (4) جيرو، شيِرو، هملو (هرملو)، منگلو يا ڳم - منگرو (؟) ۽ والو بندلو يا دالو بندلو (جن جي پويان ان وقت جي صورتخطي ۾ ’الف‘ ڏنل آهي). لفظن جي سٿاءَ مان ظاهر آهي ته هڪ هزار سال اڳ پڻ مذڪر اسمن جي پڇاري وارو اُچار ’او‘ جي صورت ۾ هو جيئن هن وقت آهي. (5) هڪ هزار سال اڳ سنڌي ٻولي جون اضاف ترڪيبون’مضاف اليہ + مُضاف’ جي جوڙ واريون هيون، اهڙي طرح جو هڪ ته انهن ۾ ’مضاف اليہ‘اڳ ۾ ۽ ’مضاف‘ پوءِ اچڻ لازمي هو.اضافت جو ’جو‘ ’جي‘ جدا حرف اڃا استعمال ۾ ڪونه ٿي آيا: مثلاً ڪٿورو - ٻلاڙي، ميڻ - ڦل، رپا - ڪٿِ، سورن (سون) - ڪِٿ، پائن - رت، لالڪ - مُول، رنگ - ساوڻ، نانگ - ڦڻ ۽ ڳيهوان ڪير. (6)

تشبيهي هڪجهڙائي ڏيکارڻ لاءِ، ’اُون‘ واري پڇاڙي استعمال ۾ ايندڙ هئي، جئن ته ’مور - ڪرنيون‘.

**نتيجا**

راءِ گهراڻي، برهمڻ گهراڻي ۽ عرب - اسلامي حڪومت واري عرصي ۾ سنڌ جي مسلسل سياسي وحدت قائم رهي، جنهن ڪري سنڌ جي مقامي ٻولين ۾ مرڪزيت پيدا ٿي ۽ جمموعي طور سان هڪ عام فهم ’سنڌي ٻولي‘ وجود ۾ آئي. عرب - اسلامي دور ۾ ’عربي - سنڌي‘ صورتخطي توڙي ’عام فهم سنڌي‘ ٻولي جي دائري ۾ وڌيڪ توسيع ٿي، جيتوڻيڪ ملڪ ۾ مختلف ٻوليون ۽ مختلف صورتخطيون پڻ رائج رهيون.

مگر هن ڊگهي عرصي اندر جيئن پوءِ تيئن سياسي، معاشرتي ۽ تجارتي ميل جول جي ڪري ’سنڌي ٻولي‘ ۾ وڌيڪ مرڪزيت پيدا ٿي، ٻوليءَ جي نفسياتي ڪيفيت بدلي، ٻوليءَ جي تمدني سرمايي ۾ واڌارو ٿيو، ۽ ٻوليءَ جي سٽاءَ، صورتخطي ۽ صرف نحو تي اثر پيو. علمي ۽ تعليمي ترقي سببان ’سنڌي ٻولي‘ جا عالم ۽ شاعر پيدا ٿيا. عرب عالمن سنڌي بولي، ادب توڙي صورتخطي ۾ دلچسپي ورتي، ان بابت تحقيق ڪئي ۽ پنهنجا معلومات پنهنجن ڪتابن

۾ قلمبند ڪيا. سنڌي ٻولي پهريون دفعو عربي صورتخطي ۾ لکجڻ ۾ آئي، جنهن جو اوائلي ۽ نادر مثال انهي سنڌي شاعر جي قصيدي جو بيت آهي، جيڪو هن يحييٰ يا ان جي پٽ فضل برمڪي جي تعريف ۾ چيو. محقق بيروني سنڌي ۽ ڪن ٻين مقامي ٻولين جا لفظ ۽ نالا عربي صورتخطي ۾ لکيا ۽ عربي حرفن تي وڌيڪ ٽٻڪا ڏائي انهن کي سنڌي اچارن لاءِ استعمال ڪيو. سنڌ جي گادي جي شهر منصوره ۽ ان جي پسگردائي ۾ 'سنڌي - عربي'، صورتخطي جنم ورتو ۽ وقت گذرڻ سان پوءِ اها سڄي سنڌ ۾ رائج ٿي. هن دور ۾ سنڌي ٻولي جو علمي مطالعو شروع ٿيو ۽ ڪن مشهور محققن سنڌي ٻولي بابت پنهنجا رايا قلمبند ڪيا. طبي لغات ۾ سنڌي ٻولي جي انفراديت ۽ بين الاقوامي حيثيت تسليم ڪندي، ڪيترين ئي جڙين ٻوٽين جا نالا ٻين ٻولين سان گڏ سنڌي ۾ ڏيڻ ضروري سمجهيا ويا.

# باب چوٿون

## سنڌي ٻولي جي تعمير ۽ توسيع، ۽ زباني ادبي روايت جي اوسر وارو دور

## (سومرن جي حڪومت: 1050-1350ع)

پوئين باب ۾ بيان ڪري آيا آهيون ته عرب - اسلامي دور ۾ سنڌي ٻولي جي مرڪزيت وڌيڪ مضبوط ٿي، ان جي اندروني نحوي سٽاء ۾ اضافو ٿيو، ۽ سنڌي ٻولي نه فقط سنڌ اندر مکيه 'عام ملڪي ٻولي' بني، پر بين الاقوامي سطح تي پڻ ان جي اهميت تسليم ٿي. ان وقت جي اسلامي ۽ علمي دنيا ۾، هن سڄي برصغير مان فقط 'سنڌي' ۽ 'هندي' کي ئي علمي طور تسليم ڪيو ويو ۽ جدا جدا تصنيفن ۾ پڻ انهن ٻن ٻولين جوئي نالو کنيو ويو. ان بعد سومرن جي دور ۾ بين الاقوامي سطح تي 'سنڌي' جي اها ساڳي انفرادي حيثيت ۽ اهميت قائم رهي. مولانا جلال الدين رومي (وفات 672/1273ع) جيڪو ستين صدي هجري (سومرن جو دور) جو وڏو مفڪر هو، تنهن پنهنجي مشهور ڪتاب 'مثنوي' ۾ انسان ذات جي وحدت ۽ باهمي محبت جو سبق سمجهائيندي چيو ته: انسان ذات جي وحدت، نسل، رنگ يا ٻولي جي اختلاف جو

مثال ڏيندي ’سنڌي‘ ۽ ’هندي‘ جو نالو ڪنيائين ۽ چيائين ته:

سِنديان را اصطلاحِ سند مدح

هِنديان را اصطلاحِ هند مدح

جنهن جو مکيه مطلب ته سنڌ وارا پنهنجي سنڌي ٻولي ڳالهائين ۽ هند وارا پنهنجي هندي ٻولي ڳالهائين: سنڌين کي سندن سنڌي ٻولي محبوب ۽ مبارڪ هجي ۽ هند وارن کي سندن هندي ٻولي محبوب ۽ مبارڪ هجي!

سومرن جي دور ۾ عربي ۽ سنڌي جو ڪنهن حد تائين ساڳيو اڳيون عرب دور وارو لاڳاپو ۽ رشتو قائم رهيو. عربي انتظامي ۽ تعليمي زبان رهي، پر سنڌي جي اهميت وڌي چاڪاڻ جو جيئن پوءِ تيئن مقامي باشندن ۽ مقامي حڪمرانن (سومرن) جي مادري ٻولي (سنڌي) وڌيڪ مقبوليت حاصل ڪئي. ٻيو ته سومرن جي دور ۾ ’سنڌي ٻولي‘ جي تعمير ۽ ترقي لاءِ وڌيڪ مؤثر سماجي ۽ سياسي اسباب پيدا ٿيا: سومرن جو عروج، سنڌ جي مقامي اسلامي سماج ۽ مقامي سياسي طاقت جو عروج هو، جيڪو سنڌي ٻولي جي ترقي ۽ تعمير لاءِ پڻ مکيه ڪارڻ بنيو.

سومرن جي حڪومت جو تاريخي ۽ جغرافيائي پس منظر

اوائلي سومرا اڳواڻ ۽ سربراهه غالباً چوٿين صدي هجري جي پڇاڙي يا پنجين صدي هجري جي شروع ۾ سنڌ جي ٻن مکيه رياستن، منصوره ۽ ملتان، جي عرب اميرن جا جاءِ نشين ٿيا. سومرن جي ’پاڳن‘ فقيرن جي روايت موجب سومرن جو پهريون قبائلي سردار سنه 221 هه ۾ ٿيو. ان بعد چوٿين صدي هجري جي آخر ڌاري ’امير ساهو‘ مشهور سردار ٿيو، جنهن جو پٽ ’امير سومار‘ ٿيو جنهن جي نالي پويان پيا ’سومرا‘ حڪمران مشهور ٿيا. امير سومار پاڻ، يا سندس پيءُ ڏاڏي ۽ چاچن، يا پائٽن ۽ پٽن، سنڌ جي ٻنهي رياستن منصوره توڙي ملتان تي پنهنجي سرداري قائم ڪئي.

ملتان ۾ چوٿين صدي هجري جي بالڪل آخر يا پنجين صدي هجري (يارهين صدي عيسوي) جي شروع ڌاري سومرن اميرن سياسي اهيمت حاصل ڪئي. ڪن تاريخي حوالن جي بناءِ تي چئي سگهجي ٿو ته اوائلي سومرا سربراهه فاطمي مبلغن جي اثر هيٺ، ديني يا سياسي عقيدي طور بغداد جي خليفن بدران مصر جي فاطمي حاڪمن ڏانهن مائل ٿيا. امير سومار جو پٽ راڄپال، جيڪو ’اين سومار‘ جي عرف عام

سان مشهور ٿيو ۽ جنهن ملتان ۾ سياسي اهميت حاصل ڪئي، تنهن غالباً سلطان محمود غزنوي جي اُسرندڙ طاقت جي اثر هيٺ فاطمين کان پنهنجو منهن موڙيو ۽ تعلق ٽوڙيو. انهيءَ ڪري، سنه 423 هه (1032ع) ۾ شام جو ’دروزي - فاطمي‘ فرقي جي مبلغ بهاء الدين ڏانهن خط لکيو ۽ کيس ’دروزي - فاطمي عقيدن‘ ڏانهن مائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي (1) پر اها ڪامياب نه ٿي. پنجين/ڇهين صدي هجري ۾ غزني ۽ غور جي سلطانن جي سياسي طاقت، ملتان ۽ سنڌ ۾ غزني ۽ غور جي سلطانن جي سياسي طاقت، ملتان ۽ سنڌ ۾ قرمطي، دروزي ۽ اسماعيلي فرقن جي عقيدي توڙي فاطمين جي سياسي اثر کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ اتر - اولهه هندستان ۾ هڪ نئين اپرندڙ اسلامي طاقت جو پايو وڌو. انهيءَ ڪري سومرن سربراهن پڻ اهڙن عقيدن ۽ فاطمي حاڪمن سان پنهنجو تعلق ٽوڙيو ۽ هو غزني جي سلطانن ۽ بغداد جي خليفن ڏانهن وڌيڪ مائل ٿيا؛ ديني عقيدي ۾ پڻ شرع اسلامي جي مرڪزي نظريي جي حمايت ڪيائون ۽ پنهنجي لاءِ ’اسلام جي حمايت‘ وارو لقب اختيار ڪيائون.

اُتر طرفان غزني ۽ غوري سلطانن جي وڌندڙ طاقت سببان ملتان جي رياست سومرن جي هٿ مان نڪري

وئي ۽ غالباً ڇهين صدي هجري ۾ ان جو خاتمو ٿي ويو. باوجود انهي جي ڏاکڻي پاڱي ۾ يعني موجوده بهالپور دويزن (اڳئين بهاولپور رياست) واري ايراضي ۾ مقامي طور سومرا حاڪم خود مختيار حيثيت ۾ يا سنڌ جي سومرن (۽ پوءِ سمن؟) حڪمرانن جي ماتحت پوءِ به گهڻي وقت تائين حڪومت ڪندا رهيا. ’هاڪڙي درياءَ‘ جي اُپرندين ڪناري تي ’پتڻ‘ وٽ هڪ شهر آباد ٿيو، جيڪو پوءِ ’پتڻ مناري‘ جي نالي سان مشهور ٿيو. هڪ روايت موجب اهو سومرن جو مکيه شهر هو، بلڪ ڪنهن وقت سندن تخت گاه هو ۽ شايد ويندي 14- صدي عيسوي تائين اهو شهر آباد هو. انهيءَ علائقي ۾ ’مروٺ‘ جو قلعو (جنهن جا کنڊرات هاڪڙي درياءَ جي پيٽ جي ڏاکڻي ڪناري تي واقع آهن، ۽ جنهن ۾ اڪبر بادشاهه جي دور جي مسجد وجود آهي) پڻ سومرن جي هٿ ۾ هو، ۽ اتي ويندي 1491/1494ع تائين ’ملڪ چام سومرو‘ حڪمران هو (1). انهن اهڃاڻن مان ظاهر آهي ته ملتان جي سڄي رياست تي سندن اوائلي حڪمراني ختم ٿيڻ کان پوءِ به، سنڌ ۽ ملتان جي وچ واري پاڱي تي سومرن حاڪمن جو گهڻو پوءِ تائين قبضو رهندو آهي. اهڙيءَ طرح سنڌ ۽ ملتان ٻئي پهريائين عربن ۽ پوءِ سومرن جي نظام

حڪومت هيٺ رهيا ۽ ٻنهي ۾ ساڳيا سماجي ۽ سياسي سلسلا قائم رهيا، ۽ پڻ ٻنهي جي معاشري توڙ ٻولين ۾ گهرو رشتو پيدا ٿيو. سنڌي ٻولي جو اثر ملتان تائين پهتو، ۽ ملتان ۽ سنڌ جي (سِري واري) سرائڪي ٻولي سنڌ ۾ رائج ٿي: اهڙي طرح سنڌي ۽ سرائڪي چڻ ٻنهي خطن جون مشترڪ زبانون بنيون.

هيٺين سنڌ ۾، سومرن جي طاقت جي بنياد جو سال 448 ھه ڄاڻايل آهي. مير محمد معصوم لکيو آهي ته انهيءَ سال سومرا ’ٿري‘ (موجوده تعلقي ماتلي ۾ ’ٿري نظاماڻي‘) ۾ گڏ ٿيا ۽ پنهنجي حڪومت قائم ڪيائون. سنڌ جي عام روايتن ۾ دلوراءِ بادشاهه جو ذڪر موجود آهي. چنو ۽ دلوراءِ ٻئي ڀاءُ هئا ۽ سندن پيءُ جو نالو ’عمران‘ هو ۽ انهيءَ ڪري ’چنو عِمراني‘ [يعني چنو پٽ عمران جو] مشهور ٿيو. دلوراء غالباً منصوره جي حڪمران هو، جو سندس نالي پويان اجا تائين اها پيٽي ’دلور‘ سڏجي ٿي. ’دلوراء‘ خلاف تاريخ طاهري جي يڪ طرفي بيان سببان، دلوراءِ کي ظلم ڪري سمجهيو ويو آهي. پر ٻين گهڻين روايتن موجب هو وڏي همت ۽ حوصلي وارو حاڪم هو ۽ ڪي وڏا ڪارناما سندن دور ۾ ٿي ٿيا. مورڙي کي به دلوراءِ ڪائي جي ڪَل ٺهرائي ڏني هئي، جنهن جي ذريعي مانگر مڇ کي ماريائين.

وڏو دودو دلوراءِ جو ڏوهٽو هو. هڪ روايت موجب وڳهه ڪوٽ وارو ملڪ ۾ دلوراء ئي دودي کي ڏنو هو(1). دلوراء جي پيءُ ’عِمران‘ جي نالي مان گمان ٿئي ٿو ته شايد هو منصوره رياست جي آخري عرب گهراڻي جو حڪمران هو، يعني ته عرب گهراڻا سنڌ جي سومرن حڪمرانن جا ناناڻا هئا. ٻيو هڪ اهڃاڻ جيڪو سپني عوامي روايتن ۾ موجود آهي ان موجب چنيسر لوهاري مان هو ۽ دودو (ننڍو) ڏاڏي پوٽي مان هو. جيئن ته دودي جي ماءُ دلوراء جي ڌيءَ هئي، ته پوءِ دلوراء به سومرو بادشاهه هو. انهيءَ اوائلي دور ۾ گادي جو شهر اجان منصوره ۾ هئو.

سنڌ ۾ سومرن جي آبادي جو مکيه مرڪز غالباً ڏکڻ - اولهه سنڌ ۽ سنڌ ۽ ڪڇ جي وچ واري ايراضي هئي. ’ڪڇ - گجرات‘ واري سرحد تي لڙاين، اروڙ وٽان درياءَ جي ڦيرين گهيرين، ۽ اپرندي ناري واري قديم ڦاٽ ۾ پاڻي جي گهٽ - وڌائي سببان، سومرن جي حڪومت جا مرڪز پڻ مٽجڻ لڳا. سومرن جي سياسي طاقت جا اوئلي مرڪز مٿان اتر کان وٺي هيٺ ڏکڻ سنڌ تائين ’هاڪڙي ڍوري‘ جي آباديءَ جي سهاري سان قائم ٿيا هئا؛ هاڪڙي ڍوري (اُپرندين ڌاري) جي آبادي تي ’وڳهه ڪوٽ‘ (2) ۽ عمر ڪوٽ، ۽ الهندي طرف ’ڍوري پراڻ‘ جي آباد

ايراضي ۾ ’ٿري‘ [(3)] ۽ ’روپاه‘ [(4)] سندن طاقت جا مرڪز بنيا. غالباً ستين صدي هجري (تيرهين صدي عيسوي) جي شروعات ۾ ’ڍوري پراڻ‘ ۾ پاڻي جي گهٽ وڌائي سبب، سومرن جي حڪومت جو مرڪزي دائرو اجان به الهندي طرف ’لوهاڻي - پٿيهل‘ ڍورن جي آباد ايراضي طرف وڌيو؛ جنهنڪري موجوده ٺٽي ضلعي ۾ الهندي طرف ’ديبل‘ ۽ اُپرندي طرف مُنْهمَتُور [(1)] سندن حاڪم ’سنان الدين چنسير‘ هو [(2)]، جيڪو جلال الدين خوارزمشاهي جي حملي وقت ديبل کي ڇڏي هليو ويو.

سنڌي ٻولي جي پکيڙ

سومرن جي دور جي مٿئين تاريخي - جغرافيائي پس منظر جي روشني ۾، سنڌي ٻولي جي پهچ پکيڙ بابت هيٺيان نتيجا نروار ٿين ٿا: اول ته حڪمرانن جي زبان جو حڪومت جي حدن اندر توڙي سرحدن تائين وڏو اثر ٿئي ٿو. ڏکڻ - اوپر سنڌ ۽ سنڌ - ڪڇ جا سرحدي پاڳا سومرن جي حڪومت جي اثر ۽ طاقت جو مرڪز بنيا، جنهن ڪري انهيءَ مرڪزي اراضي ۾ ’سنڌي ٻولي‘ پکري. اوائلي ۽ وچئين دور ۾، سومرن جي طاقت جورخ ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات وارين سرحدن طرف رهيو، انهيءَ ڪري ڪچ طرف

سومرن، سمن ۽ سنڌ جي ٻين قومن جون بستيون قائم ٿيون، ۽ ڪڇ ۾ ’سنڌي ٻولي‘ پکڙي. گجرن سان سومرن جون لڙايون اهو اهڃاڻ ڏين ٿيون ته ’سنڌي ٻولي‘ پکڙي. گجرن سان سومرن جون لڙايون اهو اهڃاڻ ڏين ٿيون ته ’سنڌي ٻولي‘ ۽ ڪاٺياواڙ - گجرات جي ٻولين جو هڪٻئي سان لاڳاپو شروع ٿيو. سومرن جون ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ طرف متعدد بستيون (جيڪي 1947ع ۾ پاڪستان جي قائم ٿيڻ تائين سلامت هيون) انهيءَ آڳاٽي دور جي سياسي ۽ معاشرتي اثر جون يادگار آهن. عمرڪوٽ ۾ سومرن جي سياسي مرڪز، ۽ سوڍن سان سندن سٻنڌ سببان سنڌي ۽ سوڍن جي ٻولي جي محاورن (ڍاٽڪي، پارڪري وغيره) ۾ ميل جول ٿيو ۽ پڻ سنڌي ٻولي ٿر واري خطي ۾ پکڙي. ٿيون ته سومرن جي اوائلي دور بعد جيئن ئي سندن طاقت جا مرڪز اندروني سنڌ وارين ايراضين ۾ قائم ٿيا ته وچ سنڌ جي سمن ۽ ٻين قبيلن کي سومرن جي حڪومت ۾ وڌيڪ دخل ٿيو، جنهن ڪري سمن ۽ وچولي سنڌ جي ٻين قبيلن واري ٻولي، جيڪا نسبتاً وڌيڪ صاف ۽ عام فهم ٻولي هئي، سا وڌيڪ رائج ٿي، ۽ معياري سنڌي ٻولي جي تعمير ۽ ترقي لاءِ ميدان هموار ڪيو. چوٿون ته سومرن جي حڪومت، عرب - اسلامي حڪومت

جي جاءِ نشين هئي، ۽ انهيءَ ڪري اڳئين دوستور موجب عربي سومرن جي دور ۾ پڻ تعليم ۽ تربيت توڙي سرڪاري ڪاروبار جي زبان طور جاري رهي.

سومرن جي دور ۾ 'معياري سنڌي ٻولي'جي وڌيڪ تعمير ۽ ترقي لاءِ ٻيا هيٺيان اسباب ڪارگر ثيا: (الف) هن دور ۾ سنڌ جي سرزمين ۽ ان سان لاڳو علائقن ۾ وڏا ديندار، ولي ۽ درويش پيدا ٿيا، جن عوام جي اخلاقي ۽ روحاني تربيت لاءِ 'ذڪر' ۽ 'سماع' جا سلالا قائم ڪيا، جن جي ذريعي تصوف ۽ طريقت، فيض ۽ هدايت، ارادت ۽ عقيدت، ذڪر ۽ فِڪر جي سلسلي جا ڪيئي الفاظ ۽ اصطلاح، فقرا ۽ مثال سنڌي ۾ رائج ٿيا. (ب) مقامي تاريخ ۽ مقامي ڳالهين جي ڳولا خاطر روايت ۽ راوين جو سلسلو جيڪو عرب - اسلامي دور کان شروع ٿيو، سو سومرن جي دور ۾ وڌيو، ۽ سنڌي سُرتگيا ۽ سگهڙ ساماڻا، جن مقامي واقعن ۽ ڳالهين کي ياد ڪيو ۽ بيان ڪيو. خاص طرح پانن مان 'پاڳ قبيلي' جا فقير سومرن جي راڄن سان پيڙا ثيا، ۽ سندن پُريون پيڙهيون ياد رکيائون ۽ پڻ ٻيا سماجي ڪردار ادا ڪيائون. ان وقت کان وٺي 'راڄ پاڳ' (يعني راڄ ۽ پاڳ يعني هر 'راڄ' جو هڪ 'پاڳ') جو اصطلاح هليو ۽ اجا تائين هلندو اچي.

پاڳن ۾ پانن، ۾ ٻين منگتن ۽ مڱڻهارن هن دور جي عشقيہ داستانن توڙي جنگين ۽ واقعن کي بيان ڪرڻ ۽ ڳائڻ شروع ڪيو، ۽ اهو قصه ـ خوانيه ۽ ڳائڻ جو فن پوءِ سمن جي دور ۾ عروج کي پهتو. پيڙهين، قصن، واقعن ۽ سورهين جي سورهيائي کي بيان ڪرڻ واري جذبي، سنڌي ٻولي ۾ ’بيان‘ جي وسعت پيدا ڪئي، ۽ قصن ۽ جنگين ڳائڻ واري ذوق ’سنڌي راڳن‘ ۾ اضافو ڪيو (1). واقعن ۽ قصن کي ڳائڻ خاطر عوامي شعر جي هڪ صنف ”ڳاه“ نالي اسري ۽ عام مقبول ٿي. ’ڳاه‘ هندي ’دوهي‘ کان الڳ هڪ خاص سنڌي نظم هو، ۽ ان جو نالو ’ڳاه‘ پڻ سنڌ جي تاريخي پس منظر جي لحاظ سان ٻڌ ڌرم وارن جي آڳاٽي ”گاٿا“ جو يادگار هو. هيٺ اسان انهن سلسلن تي مختصر طور، ان دور جي مثالن سان، روشني وجهنداسون.

سنڌي ۾ ذڪر ۽ سماع جا سلسلا

سومرن جي دور ۾ ملتان جو غوث بهاؤالدين زڪريا (578-661ھ/1182-1262ع)، پاڪ پٽن جو بابا شيخ فريدالدين مسعود گنج شڪر (1172-1275ع)، اچ جو سيد جلال سرخ بخاري (غوث صاحب جو معاصر ۽ مريد)، شيخ عثمان قلندر شهباز (وفات 671ھ/1272ع) ۽ شيخ حسين عرف پير پٺو (وفات

646 ه‍/1248ع) وڏا ولي ۽ درويش هئا، جن جو سنڌ ۾ وڏا اثر هو ۽ جن عوام النسا جي اخلاقي ۽ روحاني تربيت ڪئي. اهي سڀ بزرگ سومرن جي دور ۾ ٿي گذريا ۽ سومرن حاڪمن جي پڻ ساڻن عقيدت هئي. هنن بزرگن جي خانقاهن، خاص طرح غوث صاحب ۽ بابا فريد گنج شڪر جي درگاهن تان ذڪر جا سلسلا شروع ٿيا. ذڪر جي ڪن، لفظن ۽ فقرن، ۽ خري جي دعائن توڙي سماع ۾ ڳائڻ لاءِ ته سڀ سمجهي سگهن، متاثر ٿين ۽ هدايت حاصل ڪن.سنڌي ٻوليءَ ۾ جيئن ته بيان جي صلاحيت پيدا ٿي چڪي هئي، انهيءَ ڪري ذڪر ۽ سماع جا سلسلا سنڌي ۾ آساني سان شروع ٿيا؛ سنڌي ’ذاڪر‘ ۽ ’قوال‘ سنڌ ۽ ملتان وارن خطن ۾ مشهور ٿيا ۽ سنڌي ’بيت‘ ۽ ’قافيون‘ منظوم ٿيڻ لڳا (1).

پير پٺي ۽ قلندر شهباز جي درگاهن تي رکيل پيرين مان ڪي سومرن حڪمرانن جون نذراني طور ڏنل آهن. سومرن حاڪمن جي غوث صاحب سان پڻ عقيدت هئي. تاريخ معصومي جي حوالي مان معلوم ٿئي ٿو ته بادشاهه دودو سومرو، 1246-1248ع واري عرصي ۾، غوث صاحب جي خليفي حضرت پير پٺي سان ملتان ۾ مليو ۽ کيس درگاه واري زمين ڏيٺي ڪيائين.

غوث صاحب (ملتان) ۽ بابا فريد (پاڪ پٽن) جي درگاھن تان جيڪي ذڪر ۽ سماع جا سلسلا شروع ٿيا، سي مقامي ٻولين خاص طرح سنڌي ۽ سرائڪي ۾ ھئا. غوث صاحب جي مريدن ۽ معتقدن جو وڏو تعداد سنڌ مان ھو، ۽ پڻ سنڌي ’ذاڪر‘ ۽ ’قوال‘ ئي سندن سماع جي سلسلي جي اڳواڻ ھئا. ھنن سماع جي محفلن ۾سنڌي بيت وڏي سوز گداز سان پڙھيا، ۽ پڻ ذڪر جو سلسلو سنڌي بيتن ۾ قائم ڪيو.

غوث بهاؤالدين ذڪريا جو اثر ملتان ۽ سنڌ طرف ايترو ھو جو شيخ فريد گنج شڪر ان پاڳي ڪي شيخ بهاؤالدين جي اراضي ڪري سڏيندا ھئا (1). سندس پوٽو شيخ رڪن الدين (وفات 1335ع) سومرن جي پوئين دور ۾ ھو. مورخ ضياء برني جي لکڻ موجب سڄي سنڌ سندس مريد ٿي وئي ھئي ۽ پڻ عالمن مان گھڻا سندس حلقي ۾ داخل ٿيا (2). حضرت رڪن عالم وٽ به سماع جون مجلسون ٿينديون ھيون ۽ انهن محفلن جو اڳواڻ قوال ’حسن سنڌي‘ ھو، جيڪو سنڌي توڙي فارسي مان ڳائيندو ھو. ھڪ ڀيري حضرت رڪن عالم جي مريد شيخ عثمان کيس چيو ته: ’مير حسن‘ ڪجھه ٻڌاءِ.‘ ھن معافي گھري پر شيخ عثمان مٿس زور رکيو؛ جنهن تي شيخ سعدي جا ڪي شعر ڳايائين (1).

شيخ فاريد گنج شڪر (569-664ھ/1173-1275ع) جي تعليم ۽ طريقي جو سلسلو پڻ سنڌ تائين پھتل ھو، ۽ سندس سلسلي ۾ سماع کي خاص اھميت ھئي، ۽ انھيءَ ڪري سنڌي ذاڪرن ۽ قوالن يقيني طور پاڪ پٽن ۾ سندس خانقاه تي پڻ سماع جون محفلون مچايون ھونديون. ھڪ حوالي موجب، دھلي ۾ شيخ نظام الدين اولياء وٽ شيخ فريد گنج شڪر جو مريد حسين سنڌي نالي قوال رھندو ھو، جيڪو جڏھن سرود ڪندو ۽ ڳائيندو ھو ته حضرت شيخ تي وجد طاري ٿي ويندو ھو (2). گمان غالب آھي ته حسين سنڌي قوال پھريائين حضرت شيخ فريد جي خانقاه تي ئي سماع سرود ڪيو ۽ اتان پوءِ حضرت نظام الدين اولياء جي خذمت ۾ ويو.

بابا فريد گنج شڪر جي ذڪر ۽ دوھن ۾ سنڌي الفاظ: مير خورد ڪرمانيءَ 'سير الاولياء' ۾ ڄاڻايو آھي ته "شيخ فريد 'ھندي' چڱي طرح ڳالھائي سگھندو ھو" (3). 'ھندي' مان مراد ملتان ۽ سنڌ واري مقامي 'ھندوي' ٿي سگھي ٿي، جيڪا ان وقت جي سرائڪي - سنڌي ٻولين جي آميزش واري زبان ھئي. شيخ فريد پنھنجن مريدن کي پنھنجي زبان ۾ ذڪر ڪرڻ جي تلقين ڪئي ته جيئن ھو لفظن کي سمجھن ۽ سندن دل تي اثر ٿئي. محمد غوثي گوالياري پنھنجي ڪتاب

”جواهر خمسہ“ ۾ (1) انهيءَ ذڪر جا ٽي فقرا ڏنا آهن، جن جي سٽاءَ مان ظاهر آهي ته اهي سرائڪي - سنڌي جا آهن. جيتوڻيڪ بگڙيل صورتخطي سببان پوري طرح سمجهه ۾ نٿا اچن. البت ٽيون فقرو ”اههين تون“ غالباً سنڌو فقرو ”آهِيِن هيِن تون“ (= ”آهين ئي تون“ = اي الله! تون ئي آهين) آهي.
انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته حضرت بابا فريد مسعود گنج شڪر عام مقامي ٻولي ’هندوي‘ جو ڄاڻو هو، پرڪن عام روايتن ۾ ائين پڻ ڄاڻايل آهي ته هن ’هندوي‘ ۾ دوها چيا. ڪن محققن جي راءِ ۾ اهي دوها، جيڪي ’بابا فريد‘ جي نالي سان منسوب آهن، سي بابا فريد مسعود گنج شڪر جا چيل ناهن، پر سندس جاءِ نشينن مان فريد ثاني جا چيل آهن. اهڙا دوها سکن جي ڌرمي ڪتاب ”آد گرنٿ“ (گرو گرنٿ) جي آخري پنجين پاڱي ’پوڳ‘ هيٺ ڏنل آهن، جن مان ظاهر آهي ته ڪن دوهن تي سرائڪي سنڌي جو رنگ چڙهيل آهي. انهيءَ سلسلي ۾ هيٺيان دوها غور طلب آهن (1):

سَروَر پَنکي هيڪڙو، ڦاهيوال پچاس
اِه لهري گڊ ٿيا، بچي تيري آس

[تلاءَ يا ڊِنڊِ ۾ پڪي آهي اڪيلو، ۽ ڦاسائيندڙ آهن پنجاه اهي سڀ اچي گڏ ٿيا آهن، هاڻي تنهنجي آسري تي ئي بچي]

اِنِي نيڪي جَنُگيَم، ٿِلُ ڊوُگر پَو يوم
اج فريدَ ئلآَ ڪُوجڙا، سَو ڪُهان ٿِيوم.

[انهن ننڍڙين چنگهن سان، ٿر ڏونگر لتاريم.
فريد! اڄ ته (ويجهو رکيل) ڪوزو (ڪونئرو) به سؤ ڪوه پري ٿيوم]

فريدا سبنئان من ماڻڪ، ڊاهڻ مول مَ چانگوا
جي تونءِ پِريَ دي سِڪ، هيانَو نه ڊاه ڪهين دا.

[فريدا سپني جو من ماڻڪ آهي ۽ اهو ڊاهڻ مور چڱو ناهي- جي توکي پرينءَ جي (سچي) سڪ آهي ته ڪنهن جي به دل (هيانءَ) نه پيچ.]

فريدا گِلِي مُہ سجن ويهه، اِڪ ڊونڊيندي نه لهان
دُڪان جيهءُ ماليهه، ڪارڻ تنا ما پري.

[فريدا! ڳالهين وارا سڄڻ ويهه پر (انهن مان) ڪو ڳوليو نٿو لڀي آءٌ دکان پيو چيٽي جيئن، تن سچن پرين ڪارڻ.]

انهن دوهن جي صورتخطي اسان ڪوشش ڪري ائين لکي آهي، جيئن 'آد گرَنٿ' ۾ ڏنل آهي: يعني ته ڪم از ڪم 1604ع تائين (جڏهن 'آد گرنٿ' تاليف ٿيو) اهي دوها ائين پڙهيا ۽ اُچاريا ويندا هئا. پهرين

ٻن دوهن ۾ سنڌي اثر نمايان آهي؛ نه فقط ايترو، پر انهيءَ ساڳي معنيٰ ۾ هيٺيان سنڌي بيت اڄ تائين مشهور آهن، جن مان گمان نڪري ٿو ته فريد جا مٿيان دوها سنڌي بيتن جي ترجماني آهن، ڇاڪاڻ جو انهن ۾ نه فقط ساڳيو خيال پر ساڳيا سنڌي الفاظ ۽ فقرا سمايل آهن:

سر ۾ پکي هيڪڙو، پاڙهيري پنجاه
رکي هڪ الله، لڏي لهرين وچ ۾. (1)

ٿر ڏونگر بر روه، ميي سڀ مناڙيا
اڳڻ اسي ڪوه، هاٽي هن جماز کي. (2)

ٽئين ۽ چوٿين دوهي جي ٻنهي سٽن ۾ قافيا وچ تي آندل آهن، حالانڪ هيئت جي لحاظ سان ’دوهي‘ جي ٻنهي سٽن ۾ قافيا آخر ۾ اچڻا آهن: ’دوهرا‘ معنيٰ ’ٻن سٽن وارو‘، يعني ٻنهي سٽن جي آخري قافين وارو. دوهري جي سٽاءَ ۾ وچين ’قافين‘ آڻڻ واري مٿين ترميم غالباً سنڌي بيتن جي سٽاءَ جي اثر هيٺ آ؛، جيڪي ان دور ۾ سنڌي ذاڪرن سماع جي محفلن ۾ پئي پڙهيا.

---

(1). هن خط ۾ راڄپال کي ملتان جي سربراهه دائود کي اسماعيلي متي تي موڙائي آڻڻ ۽ ملتان وارن خلاف ڪارروائي ڪرڻ لاءِ پڙڪايو ويو آهي جيڪي غالباً غزنوي سلطانن جي فتحن سببان دروزي - اسماعيلي متي کان

ڦري ويا هئا. (خط لاءِ ڏسو: ايليٽ جي ”مقامي ماخذن تي مبني هندستان“، تصحيح ڊائوسن، لنڊن 1867ع، ص ص 491-493.)

[(1)] مروٽ جو قلعو ان کان اڳ سومرن واري دور ۾ پڻ آباد هو جو سنه 648 هه (1250ع) ۾ ’طبقات ناصري‘ جو مصنف منهاج الدين پڻ هتي آيو هو. ٻئي حوالي مطابق هن قلعي جي دروازي مٿان هندي (راجسٿاني) ۾ هيٺيون ڪتبو لڳل هو، جنهن ۾ مَلڪ چام سومري جي ڪوٽ ڪٽائڻ جو ذڪر آهي:

”سنبت 1548 برکي پره سدي 2، مروٽ پٽا

ملڪ چام چام سومرا ڪوٽ پاڪي ڳيل ڦَرائي“

يعني سنبت 1548 (برابر 1494ع) ۾ هي ڪوٽ ڪٽايو ويو. [بهاولپور رياست جو گزيٽيئر، 1904، XXXVI-A مطبوع لاهور 1908ع، ص 372]

[(1)]. دودي - چنيسر ڳالهه جي مختلف بيانن توڙي ٻين عام روايتن ۾ اهي ٺاٽا ۽ اهڃاڻ موجود آهن.

[(2)]. جنهن جا کنڊر ’رهموڪي بازار‘ کان چار ڪوهه کن ڏکڻ اوڀر طرف ڪڇ جي رڻ ۾ موجود آهن.

[(3)]. ’ٺري‘ جي بادشاهي کنڊر تعلقي ماتلي ۾ (ماتلي کان) 6 ميل اتر اوڀر طرف واقع آهن.

[(4)] . هن شهر جا کنڊر ’روپاه ماڙي‘ جي نالي سان بدين کان اوڀر - ڏکڻ طرف ۽ موجوده ڳوٺ ’ڪيڙ‘ کان 6 ميل کن اولهه - ڏکڻ طرف موجود آهن، جتي مقامي روايت مطابق ’دودي‘ ۽ چنيسر‘جي قبرستان جا نشان پڻ موجود آهن.

[(1)]. هي نالو ’محمد طور‘ توڙي ٻين مختلف اچارن سان لکيل ملي ٿو، پر ان جو عام مشهور زباني اچار ’مَهمتور‘ يا ’مامتور‘ يا ’مُهَمتورُ‘ آهي. مشهور مقامي پهاڪو آهي ته ”مُنُهن مَتُورَ ۾، ڪنڌِ ڪَپورُ ۾“ جنهن مان وڌيڪ صحيح ائين لڳي ٿو ته اهو نالو ’منهن‘ + مَتُور آهي، يعني متور > مَتو سومرن جي اراضي مَتُور (واه يا ڦاٽ؟) جو ’منهن. ’مُهَيمُتور‘ جا کنڊر تعلقي جاتي ۾ موجود بسني ’شاه ڪپور‘ جي ڏکڻ اوڀر طرف لڳو لڳ هڪ وڏي اراضي ۾ پکڙيل آهن، جتي شهر جي جامع مسجد جي بِنائن جا نشان اسان ويهه سال کن اڳ (1958ع ڌاري) چٽا بيٺل ڏٺا.

[(2)]. تاريخ ’طبقات ناصري‘ ميجر راوَ رٽي جو ايڊيشن ڪلڪته ڇاپو، 1864ع، ص 173. ’تاريخ جهان ڪشاي‘ مصنف عطا ملڪ جُوَيني، گب ميموريل ڇاپو (لنڊن) جلد - 2 ص 148.

[(1)]. تفصيل لاءِ ڏسو اسان جو ڪتاب ”سنڌي موسيقي جي مختصر تاريخ“ (ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاه/حيدرآباد سنڌ، 1978ع)، باب پنجون: سرور موسيقي، ص ص 93-106.

[(1)]. ايضا، باب پنجون، ص ص 84-92.

[(1)]. مير حسن سجزي : ’فوائدالفوائد‘، ص 138.

[(2)]. تاريخ فيروز شاهي، ص 347.

[(1)]. تذڪره قطبيہ، تصنيف جمال الدين ابوبڪر الله آبادي، ڇپايل مرحوم پير غلام دستگير نامي، لاهور، 1371هه، ص ص 136، 138. حسن سنڌي، شيخ سعدي جا هيٺيان شعر ڳايا:

چو سر بپائي تو انداختم خيال تو رفت

کہ من ازان توام تاز دل نينداآزي

به نيزه بازي مِژگان مريز خونِ مرا
که نيست ز پختن خون عاشقان بازي.

[(2)]. تذڪره قطبيہ، ص ص 136-137.

[(3)]. ’سيرالاولياء‘ دهلي ڇاپو، 1302هه، ص 183.

[(1)] . سنڌ يونيورسٽي جي ڪتب خاني ۾ محفوظ ’جواهر خمسه‘ جي قلمي نسخي جي عبارت هيٺين طرح آهي؛ جيئن ته في الحال ٻئي ڪنهن نسخي کي ڏسڻ جو موقعو نه مليو آهي، انهيءَ ڪري هن عبارت کي ئي سامهون رکيو ويو آهي:

”بندگيءَ حضرت قطب الاقصاب حضرت شيخ فريد گنج شڪر قدس الله سره ذڪر اين از هندوي وضع فرموده اند، بايد بدين سند:

**اهون تو** **اهونه تون** **اههين تون**

طريق اين ذکر دريابہ جلسه معهود نگاه دارد و روي آسمان کرده بطريق کرشمه نگريست بزبان گويد که ”اهون تون“ لمحه چشم را وا دارد يا روي زمين کرده و همان طريق ديده بزبان گوبد که ”اهو نه تون“ لحظه نظر برزمين دارد بعده بردارد برخود گمارد - پيا پي سه کرت يا هفت کرت ”اههين تون“ گويد تا مادام که حضور يگانگي است قرار گيرد.

[(1)] اهي ’سلوڪ‘، ’آدگرنٿ‘ ۾ ڏنل آهي، پر بابا فريد جو ڪلام پوئين دور جي ٻين تصنيفن ۾ پڻ درج ٿيل اهي. مثلاً سنڌي ڪتاب ”شيخ فريد صاحب جن جا جيون چرتر ۽ شبد“ (ڇپايل ’گورسنگت‘ هيرآباد، حيدرآباد، 1926ع ۾ هيٺئين قسم جا سنڌي آميز ’سلوڪ‘ ڏنل آهن.

صبر منجهه ڪماڻ، اي صبر ڪا نيهڻو
صبر سندا ٻاڻ، خالق خطانه ڪري.

---

دلهه محبت جن، سيئي .... سچئا
جن من هور ملک هور، سہ ڪاڍي ڪچئا.

---

ٻيڙا ٻنڌ نه سکيو، ٻنڌن ڪي ويلا
پر سرور جب اوچلي، تب ترڻ ڏُهيلا.

[(1)](#). هي بيت شاه جي رسالي ۾ موجود آهي.

[(2)](#). هي بيت سنڌ جي سگهڙن وٽ زباني روايتن ذريعي هلندو آيو آهي. اسان اميرن ٽالپرن جي دور جو هڪ قلمي ڪتاب ڏٺو، جنهن ۾ شاعر غلام علي مداح، مير فتح علي خان جو ڪلام گڏ ڪيو آهي، تنهن جي آخر ۾ هي بيت غلط نموني سان هيٺين طور لکيل آهي. بهرحال ان مان ظاهر آهي ته گذريل صدي ۾ هي بيت اديبن شاعرن کي پڻ معلوم هو.

”ٿر ٿر ڏيهه ڏونگر هن، ميي سڀ مناڙيا
هاٿي هن جماز کي اگڻ پڻ اسي ڪهن“

سنڌ جي عام مقبول داستانن ۽ مشهور قصن جو بنياد سومرن جي دور جي سنڌي ماحول ۾ عام ڪچهرين ذريعي مقامي قصن، ڪهاڻين، عشقيه داستانن ۽ ڪن ٻين خاص واقعن جي پهت پچار شروع ٿي. سنڌ جي

عام مقبول قصن ۾ داستانن جي عنوان تي غور ڪندي معلوم ٿئي ٿو ته انهن مان گهڻن جو بنيادي ڏٿو سومرن جي دور ۾ لڳو (2). انهن مان اوائلي داستان غالباً ”سسئي - پنهون“ جو آهي، جنهن جو بنياد سنڌ ۽ بلوچستان جي وچ ۾ قافلن ذريعي واپار واري ماحول تي ٻڌل آهي. اهو واپار سنڌ ۽ عراق کي ڳنڍيندڙ انهيءَ شاهراه سان هلندو جو جيڪا عرب - اسلامي دور ۾ لس ٻيلي، ڪيچ مڪران، ڪرمان ۽ اَهواز کان ٿيندي عراق تائين پهچندي هئي. انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو ته اهو قصو عربن جيدور جي بالڪل آخر يا سومرن جي اوائلي دور جو آهي. پنپور وٺان درياءَ پڻ انهيءَ آڳاٽي دور ۾ وهندو هو. هن قصي ۾، سنڌ ۾ بلوچن جي اچڻ جو اهم اهڃاڻ سمايل آهي؛ بلوچن جي سنڌ طرف اها ٻي هجرت هئي، جيڪا چوٿين/پنجين صدي هجري ۾ سومرن جي اوائلي دور ڌاري ٿي (1). ٻيو قصو ”سيف الملوڪ“ جو آهي، جنهن ۾ اروڙ وٽان درياء جي رخ بدلائڻ جو ذڪر آهي، جنهن سان اُپرندي ناري جي قديم وهڪري جو تاريخي لاڳاپو آهي. سيف الملوڪ جو تلاءُ ۽ سيف الملوڪ جي وانءِ (کوهه)، ڪيڻ (بدين تعلقو) کان چار پنج ڪوه اوڀر - ڏکڻ طرف، اُپرندي ناري جي قديم وهڪري جي الهندي ڪناري لڳ موجود آهن.

انهن نالن جو افسانَي جي انهيءَ پس منظر سان لاڳاپو آهي ته سيف الملوڪ تاجر جي ٻيڙن جو ساٿ انهيءَ هاڪڙي درياءَ سان لنگهيو ۽ مٿي اروڙ پهتو، جتي جي حاڪم سندس گهر واري بديع الجمال تي بدنظر ڪئي، جنهن تي هن حرفتي ڪاريگر لڳائي، راتو رات درياءَ جو رخ اروڙ وٽان ڦيري بکر طرف ڪري ڇڏيو (2). روهڙيءَ لڳ درياءَ جي پيٽ تي خواجه خضر واريءَ درگاه ۾ هڪ سر تي اڳ هڪ ڪتبو لڳل هو، جنهن مان گمان ٿي نڪتو ته اهو پنجين صدي هجري جو هو ۽ ان ۾ درياءَ جي رخ مٽائڻ ڏانهن اشارو هو (1). پنجين صدي هجريءَ جي اوائلي زمانو سومرن جي اُڀرندڙ طاقت جو زمانو آهي ۽ ان وقت ئي غالباً درياءَ پنهنجو مکيه وهڪرو اروڙ وٽان بدلايو ۽ ڦري روهڙيءَ وٽان وُڙهو. ٽيون قصو ”مورڙئي ۽ مانگر مڇ“ جو آهي، جنهن جو مرڪز ’سون مياڻي‘ ۽ ’ڪلاچي‘ (ڪراچي) وارو ساموندي ڪنارو آهي، جيڪو سنڌ ۽ عراق واري شاهراهه تي واقع آهي. ان کان سواءِ سورهيه مورڙي جو تعلق ’دلوراءِ‘ جي دربار سان ڄاڻايل آهي، جنهن جي حڪومت غالباً عربن جي زوال ۽ سومرن جي اوائلي دور واري عرصي ۾ هئي (2). چوٿون قصو ”سورٺ ۽ راءِ ڏياچ“ جو آهي، جيڪو پڻ سومرن جي دور

جو آهي (3). ڪئپٽن ولبر فورس جي بيان موجب، همير سومري 1020ع ڌاري ”جاسل“ نالي ڪنوار ڪنئي، جنهنڪري راءِ ڏياچ سنڌ تي لشڪر چاڙهي موڪليو هو (1). پنجون قصو ”مومل - راڻو“ آهي، جنهن ۾ سنئون سڌو همير سومري جو نالو آيل آهي (2). ڇهون قصو ”عمر - مارئي“ جو آهي، جنهن ۾ عمر سومري جو نالو پڌرو آهي (3). ستون قصو ”ليلان - چنيسر“ جو آهي، جيڪو پڻ سومرن جي دور جو آهي. ’چنيسر‘ نالو سومرن جي پُري پيڙهي مان پڌرو ٿيو، ۽وق جي ٻين راون ۽ حاڪمن پڻ انهي نالي کي اختيار ڪيو. چنيسر داسڙو هو ۽ هو ان دور ۾ هيٺ لاڙ جي هڪ پاڱي جو راءِ هو (4). اٺون قصو ”سهڻي - ميهار“ جو آهي. سنڌ جي قديم روايت موجب، سهڻي ۽ ميهار جون قبرون شهدادپور ۾ ڦٽل درياءَ جي ڪنڌيءَ تي آهن، جنهن کي ”لوهاڻو درياء“ يا ”سهڻيءَ جو ڍورو“ سڏجي ٿو. سنڌ جو اهو قصو به سومرن جي اوائلي دور جو يا اڃان به اڳ جو آهي (5).

سنڌ جا اهي مشهور قصا پوءِ سنڌ جي ادبي عمارت جا ٿنڀ ٿيا ۽ انهن ذريعي سنڌي ٻولي جي لغت، لطافت، فصاحت ۽ بلاغت ۾ وڌو اضافو ٿيو. انهن کان سواءِ ڪن ٻين مشهور ڪهاڻين ۽ داستانن جو بنياد پڻ

مقامي روايتن مطابق عربن جي حڪومت جي آخر ۽ سومرن جي عروج جي ابتداء ۾ ثابت ٿئي ٿو. انهن مان هڪ قصو ”مل محمود ۽ مهر نگار“ جو آهي، جنهن جو تعلق ’شاه مڪائي‘ (عرف جيئي شاه) سان آهي، جيڪو پنجين يا ڇهين صدي هجري ۾ نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) ۾ وارد ٿيو (1). ٻيو ”ڏمڻ سوناري“ جو داستان آهي، جنهن کي غالباً سڀ کان اول سنڌ جي هنرمند قصه - خوانن ’ڳاهن‘ ذريعي ڳايو (2). روايت جي لحاظ سان ’ڏمڻ سوناري‘ واري ڳالهه جو تعلق پڻ ’دلوراءِ‘ جي درٻار سان آهي. خاص سومرن حاڪمن سان تعلق رکندڙ ”عمر ۽ گنگا“ جو قصو آهي، جنهن جو ذڪر ’تاريخ طاهري‘ جي مصنف ڪيو آهي (3). ازانسواءِ ”خدا دوست ۽ محمود غزنوي“ جو قصو پڻ اجا ن تائين سنڌ جي مقامي روايتن ۾ مشهور معروف آهي؛ تاريخي لحاظ سان اهو قصو پنجين صدي هجري جي شروع جو آهي، جڏهن سلطان محمود غزنوي سنڌ جي سرحدن ۾ قدم رکيو. اهو سومرن جو بلڪل اوائلي دو رهو. قصو پوءِ سومرن جي دور کان وٺي ڳائجڻ ۾ آيو (4).

غور طلب ڳالهه هيءُ آهي ته عربن جي دور جي پڇاڙي ۽ سومرن جي دور جي شروعات کان وٺي

انهن قصن ۽ داستانن جا بنيادي ٺڏا لڳا ۽ سومرن واري دور ۾ اهي اُسريا ۽ زبان زد عام ٿيا. انهيءَ لحاظ سان چئي سگهجي ٿو ته سومرن واري دور ۾ سنڌي ٻولي ۾ بيان جي ادائگي واري صلاحيت پيدا ٿي چڪي هئي، جو اوائلي طور انهن قصن ۽ داستانن کي ويچاريو ۽ بيان ڪيو ويو، جو پوءِ اهي قصا زباني روايتن ذريعي مشهور ۽ محفوظ ٿي ويا.

سومرن جي دور جي جنگين بابت ڳاهون

سنڌجي موجوده عام مقبول روايتن ۾، سومرن جي دور جي ڪن مشهور لڙاين ۽ سومرن حاڪمن ۽ ڪن سمن سردارن جي سورهيائي بابت ڳايل داستانن ۾ ’ڳاهون‘ ۽ ’بيت ملن ٿا’، جن مان گهڻا تڻا جيتوڻيڪ پوئين دور جي قصي ڪٽندڙ منگتن، پانن، پڙن، چارڻن ۽ ڀين سگهڙن جا چيل ٿا پانئجن، پر ڪي ’ڳاهن وارا بيت‘ اهڙا آهن، جيڪي تاريخي اهڃاڻن توڙي ٻوليءَ جي قدامت جي لحاظ سان ڪافي آڳاٽا معلوم ٿين ٿا. گمان غالب آهي ته اهي سومرن جي دور جا چيل آهن ۽ مسلسل صدري روايتن ذريعي سيني به سيني اسان تائين پهتا آهن. اهڙيون ڳاهون ۽ اهڙا بيت خصوصاً سومرن جي دور جي ٽن مشهور معرڪن - يعني (الف) سومرن ۽ گُجرن جي لڙاين (ب) سومرن ۽ سلطان علاؤالدين جي لشڪر جي جنگين ۽ (ج)

آخري سومري بادشاهه همير سان چام هاليءِ سندس پٽن جي جنگ - سان تعلق رکن ٿا. هن دور جي عام صدري روايتن جي آڌار تي هيٺ انهن واقعن تي مختصر طور روشني وڌي وڃي ٿي.

(الف) سومرن ۽ گجرن جون جنگيون: اسان مٿي چئي آيا آهيون ته غالباً سومرن جي طاقت جي اوائلي دور ۾ سومرن جون ڪڇ ۽ گجرات واري سرحدن تي گجرن سان لڙايون ٿيون. گجرن جي اوائلي حڪومت جيڪا سنڌ جي ڏکڻ - اوپر سرحد سان لاڳو هئي، تنهن جي گادي 'ڀِنمل' (ضلعو جسونت پور، رياست جوڌپور) يا بقول ڪَنيگهام 'ٻاهڙ مير' ۾ هئي. اها حڪومت 9- صدي عيسوي جي شروع تائين قائم رهي، مگر سنڌ طرفان عربن جي فتوحات ۽ هند طرفان ڪاٺياواڙ، گجرات ۽ مالوا جي راجائن جي حملن سببان گجرن جي حڪومت انهيءَ خطي مان ختم ٿي ۽ سندن گادي وڃي قنوج ۾ ٿي. غالباً انهي ڪشمڪش ۾ ڪي گجر قبيلا ۽ سندن سردار ڪاٺياواڙ ۽ گجرات طرف نڪري ويا ۽ اتي ڇانئجي ويا. انهيءَ ڪري اهو ديس جو اڳ 'سئو راشٽر' (سورٺ) جي نالي سان سڏبو هو، سو پنج سؤ ورهيه کن پوءِ 'گجرات' سڏجڻ لڳو. مورخ 'رشيدالدين' جي 'مجمل التواريخ' ۾، جيڪا هن سنه 1310ع ۾ لکي،

پهريون پيرو ’گجرات‘ جو نالو ملي ٿو. انهيءَ وقت سنڌ ۾ سومرا حڪمران هئا، جن جون لڙايون غالباً سنڌ ۽ ڪڇ جي ڏاکڻين سرحدن تي ڪن گجر راون سان ٿيون.

اهي لڙايون اندازاً 1150-1250ع واري عرصي ۾ لڳيون، جن جا اهڃاڻ عام صدري روايتن مان ملن ٿا. هڪ روايت موجب ائين ٿو پائنجي ته ڪو وقت اهڙو آيو جو گجرن ۽ سومرن ۾ صلح ٿيو ۽ سومري حاڪم پونگر گجرن کي سڱ ڏيڻ ڪيو؛ پر سومرن جي غيرت اها ڳالهه گوارا نه ڪئي؛ پڻ ولي عهد شهزادي ”ڏونگر راءِ“ مخالفت ڪئي ۽ سڱ کان انڪار ڪيو، جنهن تي صلح ٽٽي پيو ۽ گجرن جو لشڪر سومرن تي ڪاهي آيو. ان وقت ’ڏونگر راءِ‘ جو وڏو ڀاءُ ’دودو (جنهن کي روايت ۾ ”نهري دودو“ يعني ’پهلوان دودو‘ سڏيو وڃي ٿو) ڪاوڙجي وڃي دلوراءِ جي درٻار ۾ رهيو هو. گجرن جي حملي وقت ڏانهنس مدد لاءِ ڪنهن داناء چارڻ هٿان پيغام موڪليو ويو. دودو پنهنجن کان نهايت رنج ٿي آيو هو، تنهنڪري چارڻ کي چيائين ته: جي هيٺا ٿيا آهن ته ڪنهن گولي ٻانهيءَ جو سڱ ڏيئي ڪٽي صلح ڪن. انهيءَ تي چارڻ جواب ۾ چيس ته:

جِزَ نه کَٿن ڪِنگرين، راوَ نه ڳِنڍِن ويڻَ
گولي ويئي گُجرين، توءِ چُندا دودوي پيڻ.

هن ڳاه جي ٻولي ان جي قدامت جي ساک پري ٿي. چارڻ دانائيءَ سان دودي کي چتايو ته: ڪا گولي ٻانهي موڪليائون ته ان جي وڃڻ سان حرمسراءَ ۾ ڪمي ڪانه ٿيندي؛ ڪنگرن جي پرجڻ سان جَرَ (اجهاڳ پاٽي وارا کوه) ڪين کٽندا، ۽ نڪي وري آڏو راوَ (گجر) پڻ سگ ونڻ جو ويڻ ڏيئي وڙ وڃائيندا. پر سوال ننگ ناموس ۽ عام شهرت جو آهي، چاڪاڻ ته ماڻهن جا وات بند ڪين ٿيندا. هتان ڪٿي ڪا گولي ٻانهي گجرن ۾ پرڻجي وئي ته به ماڻهو ائين چوندا ته دودي جي پيڻ آهي.

اهو ٻڌي دودو سپ رنج رُساما چڙهيو ۽ پنهنجي پاءُ ڏونگر راءِ سان اچي ٻانهن ٻيلي ٿيو. ڏونگر راءِ اڳتي سگ ڏيڻ کان صاف انڪار ڪري جنگ لاءِ تيار ٿيو ويٺو هو ۽ هاڻي هنن ٻنهي ڀائرن گڏجي بهادري سان گُجرن جو مقابلو ڪري ميدان ملهايو. شاهه جي رسالي ۾ ڏنل هيٺيون بيت انهيءَ جنگ جا اهڃاڻ ڏئي ٿو:

ٻين سپني ڏنيون، ڏني نه ڏونگر راءِ
اڻ ڏنين آڏو ٿئي، ڏنيون ڏئي ڪياءِ! (1)

گجرن ۽ سومرن جي ڪشمڪش غالباً گھٽي وقت تائين هلي. سما ان وقت سومرن جي ساڃي ٻانهن هئا ۽ سنڌ ۽ ڪڇ جي سرحد تان سمن پڻ گجرن سان مقابلا پئي ڪيا. اهڙو هڪ آڳاٽو مقابلو، ڪڇ جي سمي ’ڄام پُونَئري‘ ۽ گجرن جي سردار ’وير گُجر‘ جي وچ ۾ همير سومري جي ڏينهن ۾ ٿيو. پهريائين گجرن حملو ڪيو ۽ هن طرف جو مال هٽي ويا. ۽ پوءِ ڄام پونئري گجرن جي ملڪ تي جوابي حملو ڪري وچي مال ورايو:

پُونُئري ڪيا پَرياڻَ ’ٻَرڙي‘ تي ٻَرَ ٻِيا
تِني وچي واريون، لوڙيُون لڪَ مٿا.

[ڄام پونئري ٻول ٻڌا ۽ چڙهائي ڪري (وير گجر جي ملڪ ۾] ’ٻَرڙي‘ پهاڙ جي لڪ تان وچي هنيل مال ورايو.]

چاوَت ڪري چڙهيو، گُجَرُ گهومِلِئا
پَواڙا پونُئَري ٻيليين، گهٽا وچِ ڪِئا.

[(وير گجر سندس گادي) ’گهوملي‘ مان ڪست منجهان ڪاهه ڪئي، پر ڄام پونئري جي ساٿين وچ تي وڏا مقابلا ڪيا!]

انهيءَ مقابلي ۾ گجرن سرسي ڪئي، جنهن تي ڄام پونئري وچي همير سومري بادساهه کان مدد گهري. پوءِ همير هتان جنگ لاءِ چڙهيو:

جِين ڏونگر تين هاٿيا، جين ڪيريون تين ڇَٽَ
هَمِيراڻي فوجَ، ڪَر اُڳا اُپ نَڪَٿَ.

[فوج جا هاٿي جهڙا ڇڻ جبل، ۽ مٿان وڏا ڇٽ جهڙا ڪيرين جا وڻ؛ همير جي فوج (نيزن، ترارين ۽ زرهين سان تجلا ڪندي) ائين چڙهي جو ڇڻ آسمان ۾ نکٽ اُپريا.]

(ب) سومرن جي علاؤالدين جي لشڪر سان جنگ: دودي چنيسر ۽ علاؤالدين جو قصو سنڌ ۾ آڳاٽي وقت کان مشهور آهي، جنهن جو ذڪر (البت هڪ ضعيف روايت سان) "تاريخ طاهري" جي مصنف ساڍا ٽي سؤ ورهيه اڳ، سنه 1021-1030 ھ ڌاري پڻ ڪيو آهي (1). سنڌ ۾ هن قصي جي مسلسل ۽ عام طور تسليم ٿيل روايتن مان گمان نڪري ٿو ته هن قصي جي پويان سومرن جي دور وارو تاريخي پس منظر موجود آهي. تاريخي لحاظ سان سلطان علاؤالدين (1296-1316ع) جي سپہ سالار ظفر خان جو سنه 697ھ (1297-1298ع) ڌاري سنڌ تي چڙهي اچڻ ثابت ٿئي ٿو (2). سنڌ جي هڪ مقامي روايت موجب ان وقت "اَسَدُ المِلَّة" دودو سومرو حڪمران هو، جنهن هڪ بيان موجب سنه 700ھ (1300/1301ھ) ۾ وفات ڪئي (3). جيڪڏهن

700-697 هه واري عرصي ۾ سلطان علاؤالدين جي سپہ سالار ۽ سومرن جي وچ ۾ جنگيون فرض ڪجن، ته پوءِ اهي مقابلا سومرن جي دور جي خاتمي کان اٽڪل پنجاهه سٺ سال کن اڳ ٿيا. انهيءَ لحاظ سان چئبو ته ’دودي - چنيسر ۽ علاؤالدين‘ جو جنگي داستان سنه 700 هه بعد، يعني اٺين صدي جي شروعات کان وٺي بيان ٿيڻ لڳو ۽ اڄ ڏينهن تائين پيو بيان ٿئي ۽ ڳائجي.

هيءُ قصو سنڌ جو هڪ ڪهنو جنگي داستان (Epic) آهي، جنهن جو بنياد يقيني طور سنڌ جي سومرن ۽ دهليءَ جي سلطانن جي وچ ۾ ڪا خونخوار لڙائي آهي؛ البت انهيءَ داستان جي ساخت ۽ سٽاء ۾ سنڌ جي پيشه ور قصه خوانن، خصوصاً ڀانن ۽ ڀٽن، چارڻن ۽ سگهڙن جو وڏو هٿ آهي. هن جنگي داستان جي روايتن ۾ ڪدئي ڳاهون ۽ بيت شامل آهن، جن مان گهڻا پوئين ويجهي دور جا ٿا معلوم ٿين؛ مگر ڪن روايتن ۾ آيل ڪي ڳاهون آڳاٽيون آهن، ۽ غالباً اهي سومرن جي پوئين دور جون هجن. مثلاً

پونگر راو چيو:

پيڙهي ڏيان پٽ کي، پونگر چيو پو!
ان در مٿي اُو سونهي ٻڌو لِوالو.
علاؤالدين کي چنيسر چيو:
سِهر سنپايم سومرِي، پونگر - ڏي ڪيٽاء
پوني - چنڊ ٻٿاندري جيڪر تو جڳاء. (1)

چيائون ته سامون ابڑي وٽ ويندءون ته سُک ماٽيندءون:

دَٻُوچاٽا سونَ جا، هُونِ آڏاٽا ارٿ
آڳہ ماٽيندءون ابڙي، وڏي ڪنہ ورٿ.
ابڙي چيو:
سِرسين آهينم سومريون، جتي سَرٽيون ڏيان سي
سروج سَئُون نه اپري، ڌرتي ڌاج نه ڏي.

ابڙو سامن خاطر وڏي بهادري سان وڙهيو:
اَڙ آڏي هئي ابڙي، نَوَ چليون ڏهه لک
گهوڙي ڪنڌ نه ڦيريو، ماري او خلق.
ابڙو مئو ۽ سندس سر نيزي تي چاڙهيائون:
اپ سيڪهين اُچو، اپ نه اُچو ڪوء
مئي به مٿي ٿئو، سورهه سِرُ سندوء.

مثين ڳاهن ۾ ڪي آڳاٽا ۽ انوکا الفاظ آهن، جيئن ته: پو= واه واه!؛ لِوالو = جهند؛ سيهر = ڪنوار؛ ڪيٽاءِ = تو لاءِ؛ ديوچاٽا = چرخا؛ آڏاٽيا = تيار (ڪتڻ لاءِ)؛ ورث = سٺاء. ’پونگر - ڏي، واري اضافي ترڪيب (حرف اضافت بنا) ساڳي اِها آهي جيڪا عرب -- اسلامي دور کان اڳ توڙي پوءِ هلندي آئي، جيئنبشر ۽ بيروني جي بيان ڪيل پسارڪي وکر جي نالن مان ظاهر آهي (1). آخري ڳاه جي ترڪيبن ۾ حرف جر ’کان‘ يا ’کان پوءِ‘ آندل ناهي: ’اپ نه اچو‘ يعني ’اپ کان نه اُچو‘، ’مئي‘ يعني ’مئي کان پوءِ‘.

(ج) ڪچ ۾ مهڙ ۽ مناهين جي واگهم چاوڙي سان جنگ. سنڌ توڙي ڪچ جي عام روايت موجب، سنڌ جي سمن مان لاکي جي پن پٽن مهڙ ۽ مناهين ڪچ ۾ واگهم چاوڙي کي ماري سندس ملڪ تي قبضو ڪيو. ڪچ جي بيانن موجب اهو واقعو سنبت 900 ۾ ٿيو، پر روايتي اهڃاڻن مان اندازو ٿئي ٿو ته اهو واقعو پوءِ سومرن جي دور ۾ ٿيو. ان وقت واگهم چاوڙو ڪوٺيسر ۽ ڪَنڊ واري علائقي جو سردار هو جنهن وٽ مهڙ ۽ مناهين وڃي رهيا، ۽ کيس ڪالڪا ماتا جو سُنہ ڏنائون ۽ چيائون ته: اسين تنهنجا خير خواه ٿي رهنداسون. ڪن روايتن موجب واگهم چاوڙو سندن مامو هو:

جو تو اسين پَترُون ته ماتا پاڻا وچ
ماتا سَمريون من ۾، اسين سما ڪچون سچ.

ان کان پوءِ جڏهن مهڙ ۾ مناهين پنهنجو اثر رسوخ وڌايو ته واگهم چاوڙي کي ماريائون ۽ سندس شهر پاٿ ڳڙهه تي قبضو ڪيائون؛ نه فقط ايترو پر اهو به چاڻايائون ته ستن پين سردارن کي به مارينداسين:

ماريو واگهم چاوڙو، اسين اسان جي هٿ
جيڙو چاڙيو هيڪڙو تيڙا چاڙينداسين ست.

جڏهن ڪَنٽي ۾ ڪَنڊ تي مهڙ ۾ مناهين جو قبضو ٿيو ته هنن 'ڪنٺ ڪوٽ' ٻڌايو. ان وقت ست چاوڙا سردار وڏي طاقت وارا هئا، جن جي گاديءَ جو شهر ڳٽري هو جنهن کي چوڌاري ڪوٺ هو. ٻيا سڀ سردار هنن کي ڏن ڏيندا هئا ۽ مند سارو هر جنس جو حصو پهچائيندا هئا. واگهم چاوڙو ست گاڏيون گاهه جون ڏيندو هو، پر مهڙ ۾ مناهين چوڏهن گاڏيون ڏيڻيون ڪيون ۽ پاڻ موڪيائون ۽ مٿن اعتبار ٿيو. پوءِ رٿ ڪري، گاڏين ۾ گاهه هيٺان پنهنجا هٿيار بند ماڻهو وهاريائون جن ۾ گهنگهر نالي جت وڏو پهلوان هو. گاڏيون جڏهن ڳٽري جي ڪوٺ جي دروازي مان

داخل ٿيون ته هڪ پوڙهي پهريدار کي شڪ پيو پر ٻين سندس ڳالهه ڪانه ٻڌي. هن چيو ته:

چئي چاڙِ درواڻ: اڄ نه ڳڏين ڳاهه
ڪان تان مُونگ سُڦَرِيَل، ڪان تان آلو ماه

(چاڙ - درواڻ = چاوڙن جو دربان. ڳڏو جمع ڳڏا = وڏي ڏاند ڳاڏي. ڪان تان = يا تان، جان تان. مونگ = مڱ. سڦريل = ساوا ڦرين سوڏا. آلو ماه = رت وارو گوشت، تازو ماس)

اهڙيءَ طرح ڳٽتري جي ڪوٽ تي مهڙ ۽ مناهين جو قبضو ٿيو، ۽ ڪڇ گهٽي پاڳي تائين سندن حڪومت هيٺ اچي وئي. سندن ڳادي ڪنٿ ڪوٽ ۾ رهي، جتي پوءِ سندن اولاد حڪمران ٿيو. چام مهڙ جو قبو اڃا تائين اتي موجود آهي.

(د) چام هالي ۽ همير سومري جي جنگ: هيءَ جنگ سومرن جي حڪومت جي زوال ۽ سمن جي اُڀرندڙ طاقت واري طور ۾ لڳي. سومرن جي آخري حاڪم دودي جو پٽ همير هو، جو غالباً ننڍي طرف سمن جي وڌندڙ طاقت سببان عمرڪوٽ ڏانهن مڇين جي شڪار تي ويل هو. جنهن تي ان ڏي نياپو ويو ته:

آ هڱوريل پُوچڙيارا، اڄ گهرجين هٿ
سومرن ماري سما، ڪُنرن پريا رت.

جڏهن جنگ لڳي ته فتح ڄام هالي جي طرف جي ٿي ۽ همير مارجي ويو ۽ سومرن جي حڪومت جي پڄاڻي ٿي. ڄام هالي جو پٽ هوٿي پڻ هن جنگ ۾ مارجي ويو، جنهن تي ڀاڳيءَ ڀار ڪڍيو ته:

هوٿي جي ڦٽي هو گيورَ گيورَ گل
سپ مرن سومرا، توءِ ڪونهي ڦٽي تل

سومرن جي دور جي انهن جنگين جي بيانن ۾ ڪيئي ’ڳاهون‘ شامل آهن، جيڪي ويندي هن وقت تائين سڄاڻ سگهڙن کي ياد آهن ۽ صدين دوران صدري روايتن ذريعي اسان تائين پهتيون آهن. مٿين ڳاهن جي سٽاءَ توڙي ٻولي آڳاٽي آهي ۽ انهن جو مضمون پڻ انهن اڳوٽن واقعن موافق آهي، جنهنڪري چئي سگهجي ٿو ته انهيءَ قسم جون ’ڳاهون‘ غالباً سومرن جي دور جون آهن.
سومرن جي سخا بابت پٽن ۽ چارڻن جون شڪايتون *
سومرن کان اڳ عرب حڪمران هئا، ۽ سخاوت عربن جي اجتماعي زندگيءَ جو اهم جُز هئي.

سانجهيءَ ٺاٺي قافلن جي جهوڪ وقت ٻاهين جا مچ ڪري چڙهيندا هئا ته پل مسافر لڙي اچن. سنڌ ۾ سمن قبيلن آڳاٽو اسلام قبول ڪيو هو ۽ عربن سان گهڻو لهه وچڙ ۾ آيا، جنهنڪري سخاوت سندن زندگيءَ جو شُعار بڻي. عرب - اسلامي دور ۾ سومرا غالباً سنڌ جي ڏکڻ - اوڀر واري اراضي ۾ ڪڇ - سنڌ جي سرحد تي رهندڙ هئا ۽ هو عربن جي حڪومت جي آخري دور ۾ عربن سان گڏيا ۽ ويجها ٿيا. ٻيو ته سومرن جون اصلي بستيون سنڌ جي ڏکڻ - اڀرندين اراضي ۾ هيون، جيڪا ايترو آباد ڪانه هئي. انهيءَ ڪري سومرن وٽ سخا لاءِ ايترو نقدي سرمايو ڪونه هو. بهرحال، جڏهن سومرا حڪمران ٿيا ته عربن واري سخاوت سومرن وٽ ڪانه رهي. اهي ٻاهين جا مچ، جيڪي ان دور ۾ عربن ۽ ٻين پاڙيسرين بستين مان جهوڪ ويلي لاٽون ڪري ٻرندا هئا، سي سومرن جي آبادين ۽ بستين جون ٻاهيون ۽ دونهيون سانجهيءَ ٺاٺي، جهوڪ ويلي البت جهڪيون ۽ جهيڻيون ٻرڻ لڳيون. انهيءَ ڪري ان دور جي ڪنهن ڀٽ يا چارڻ، سومرن جي نِدا ڪئي ته:

سَچو ڦَسي سومرا، اَڌ ڦُسي ٻيو لوڪ
جهيڻي ٻارڻ جهوڪ، نه ته ليڙ پيائي لاٽون ڪري.

يعني ته جيڪڏهن اڏ ڦِٽ پئي ساري جهان تي، ته سچي ڦِٽ سومرن تي، ڇو ته (باوجود انهيءَ جي جو هو سربراهه ۽ سردار آهن، ته به) سندن بستين جي باهه سانجهيءَ ٽاڻي جهوڪ ويلي جهَڪِي ۽ جهِيڻي ٿي وڃي ٿي، باقي ٻين وقتن تي لاٽون ڪريو پئي ٻري. هن بيت ۾ سانجهي ٽاڻي دونهان دکائڻ ۽ مَچ ڪرڻ جي آڳاٽي رسم ڏانهن اشارو آهي، جنهنڪري اهو بيت سومرن جي دور جو ئي ٿي سگهي ٿو.

سنڌ جي اترئين ڀاڱي يعني بهاولپور واري اراضي جي هڪ آڳاٽي روايت (1) ذريعي سومرن جي آخري دور جو هڪ بيت مليو آهي، جو اڃان تائين انهيءَ اراضي جي وڏڙن وٽ مشهور معروف آهي. هن روايت موجب سومرن جي آخري حڪمران همير سومري جي ڏينهن ۾ ’ڦل وڏا‘ (موجوده رحيم يار خان) جي حاڪم ڄام لاکي پٽ ڦل، هڪ چارڻ کي ڪي ڀلا گهوڙا انعام ڏنا، جيڪو ’ڍوري راءِ‘ سومري جي سازش سان چورائجي ويا؛ انهيءَ تي ان چارڻ پاراتي طور هي بيت چيو:

ڍَري ڍورِي راءُ، جَنُهِينَڻ چارڻ سان ڪاهُه
ڀَتَڻ ڀُٽي جو ٿيو، سيج وَتايو ساهُه
هميرا ڀُوراهه، راڄ نه ڪندا سومرا.

(’هميرا پوراهه‘ يعني همير جي پوري ٿيڻ تي، يا ’همير کان پوءِ؛ هن ترڪيب ۾ پڻ ’اضافت‘ يا ’جر‘ جا حرف آيل ناهن. هي ٿن سٺن واري سٽاءَ پڻ سومرن جي آخري دور جي ٿي سگهي ٿي، جڏهن ’ڳاهه‘ بدران ’بيت‘ جو استعمال وڌيو.) يعني ته: ڍوري راءِ سومرو جنهن جي چارڻ سان دشمني آهي. سو ڏُرڪي ضعيف ٿي پورو ٿئي؛ سندس شهر پتڻ ڦٽي پوڻو (پٽي) ٿيو ۽ هاڪڙي (سيج) درياءَ سُڪي ساهه ڇڏيو؛ همير سومري پڇاڙا (سندن حڪومت جو خاتمو ٿي ويندو ۽) سومرا راڄ ئي نه ڪندا. ’پتڻ مناري‘ شهر جا ڪنڊر رحيم يار خان کان پنج ميل اوپر طرف هاڪري دراءَ جي ڦٽل پيٽ جي اُپرندي ڪناري تي واقع آهن. ڪرنل منچن جيڪو 1872-1875ع ۾ بهالپور رياست جو پوليٽيڪل ايجنٽ هو، تنهن ڪنڊرات ۾ بيٺل بُرج لڳ ڀيٽ تهه - خانن جي کوٽائي ڪرائي هئي. هو لکي ٿو ته: پٽ جي پلستر لاهڻ بعد ”سنڌي صورتخطي“ ۾ هڪ عبارت نظر آئي، جنهن ۾ ڄاڻايل هو ته سنبت سال 1559 يا 1569 ۾ هتي جي مندر لاءِ ڪي شيون پيٽا طور آنديون ويون هيون (1). بهرحال مٿين مقامي روايت مان ظاهر آهي ته ’پتڻ مناري‘ وارو علائقو سومرن جي حڪمراني هيٺ هو ۽ ”پترڻ منارو شهر سومرن جي

حڪومت جو مرڪزي شهر هو“. ”بهالپور رياست جي گزيٽيئر“ ۾ ائين ڄاڻايل آهي ته ڏهين صدي عيسوي ۾ سومرن حاڪمن پتڻ مناري کي نئين سر تعمير ڪيو. سومرن جو آخري حاڪم همير هو جنهن کي سمن معزول ڪيو (2).

’تحفة الڪرام‘ مطابق پڻ سومرن جو آخري حاڪم همير هو، جنهن کان سمن حڪومت کسي. انهيءَ جي تصديق سلطان فيروز شاهه طرفان ملتان جي گورنر عين الملڪ ماهرو جي خطن مان ٿئي ٿي، جيڪي هن 1352-1365ع واري عرصي ۾ لکيا. هو لکي ٿو ته: ”هن وقت سومري حاڪم هيمر پٽ دودي جي حڪومت جو سَلو سُڪي رهيو آهي، ۽ محض سلطان جي مدد سان ئي ذرا سائو ٿيو بيٺو آهي. ٻئي طرف، سمو ڄام ٻانڀڻيو پٽ اُنڙ جو پنهنجي سرڪشيءَ ۽ طاقت سان اُڀري رهيو آهي.“ (1) چئي نٿو سگهجي ته همير سومري کان ڪهڙي سال ۽ مهيني ۾ حڪومت کسي ويئي، يا ڪڏهن وفات ڪيائين؛ پر جيئن ته سلطان فيروز شاهه 1365-66ع ڌاري ٺٽي تي حملو ڪيو، انهيءَ مان گمان نڪري ٿو ته لڳ ڀڳ 1352 کان 1365ع وارو عرصو قرار ڏيئي سگهجي ٿو. ’تاريخ طاهري‘ جي روايت مطابق پڻ سومرن جو خاتمو سمن زميندارن جي وڌندڙ طاقت

سببان ٿيو. مٿين روايت مان ظاهر آهي ته سمن چامن، پنهنجي خوشحاليءَ سببان سخاوت ڪري پئي چارڻن کي نوازيو، جن سڄي ملڪ ۾ وڃي ٿي سندن ڳُڻ ڳايا. چارڻن جون اهي خوشامد واريون ڪِيرتُون پڻ سمن واسطي هڪ قسم جي پروپئگنڊا هيون، ۽ انهيءَ ڪري سومرن کي ڏکيون ٿي لڳيون. انهيءَ ڪري ئي غالباً ڪن سومرن حاڪمن چارڻن کي هيسڻ ٿي چاهيو. انهيءَ لحاظ سان ڊوري راءِ سومري جي اشاري تي چارڻ جا گهوڙا چورائجڻ جي واقعي کي وسهي سگهجي ٿو.

سيد بدرالدين رضوي جو پڙهيل بيت

سيد بدرالدين سومرن جي دور ۾ 7- صدي هجري ۾ ٿي گذريو. هو سيد محمد مڪي (وفات 644هه) جو وڏو پٽ، ۽ سيد صدرالدين (600-669هه) جو وڏو پاءُ هو. سيد قمبر علي شاهه رضوي سنه 1261 هه/1845ع ۾ رضويساداتن جو شجرو ”شجره سادات“ جي عنوان سان لکيو، جنهن ۾ ڄاڻايو اٿس ته ڪنهن موقعي تي سيد بدرالدين هيٺيون بيت پڙهيو:

ڳٿين يا هارائين، مرين ته وڃي وا
ٻنهي مَنِّجهُون هڪڙي چڱي نه ٿئي ڪا (1).

نتيجا

سومرن جو دور سنڌ جي تاريخ توڙي سنڌي ٻولي ۽ ان جي صدري (زباني) ادبي روايت وارو داستاني دور هو. هن دور ۾ ئي سنڌ جي اڪثر عشقيہ داستانن، جنگنامن ۽ سنڌ جي سورهيه سردارن جي ڪارنامن کي بيان ڪرڻ جو بنياد پيو، جن جي تاجي پيٺي ۽ پوءِ سنڌي شاعري کي اڻيو ويو. سومرن جي دور ۾ انهن داستانن، قصن ۽ ڪهاڻين جو اسرڻ ثابت ڪري ٿو ته ان وقت سنڌي ٻولي ۾ بيان جي صلاحيت پيدا ٿي چڪي هئي.

سومرن جو دور 'عام فهم سنڌي ٻولي' جي تعيمر ۽ توسيع وارو دور هو، جنهن ۾ سنڌي، سنڌ جي ڏکڻ - اپرندين ڀاڱي کان اڳتي ڪڇ ۾ عام رائج ٿي. زباني روايتن ذريعي ڪن مقامي واقعن ۽ يادگيرين تي ٻڌل فضا ۽ ڪهاڻيون ملڪ ۾ رائج ٿيا. عشق ۽ محبت جون ڳالهيون ۽ افسانا ۽ سنڌ جي سورهيه سردارن ۽ سپہ سالارن جا جنگي ڪارناما ڳائجڻ لڳا، جنهنڪري نه صرف سنڌي ۾ نثري داستانن جو بنياد پيو، پر سنڌي شعر پڻ علمي سطح تي بيتن ۽ ڪافين جي صورت ۾ سماع جو جز بنيو، ۽ عوامي سطح تي اهو ڳاهن جي صورت ۾ ڳالهين ڳائڻ لاءِ استعمال ٿيو. هن دور جي پوئين اڌ ۾ سمن سربراهن جي وڌندڙ اثر رسوخ سببان 'سنڌ جي سمن قبيلن' جي زبان کي

اهيمت حاصل ٿي، جنهن ڪري ’معياري سنڌي ٻولي‘ جي اُسرڻ لاءِ ميدان هموار ٿيو.

## باب پنجون

## معياري سنڌي ٻولي جي توسيع ۽ ان ۾ اعليٰ معياري شاعري جي ابتدا وارو دور

### (سمن جي حڪومت وارو دور 1350-1520ع)

’سومرن جو دور‘ سنڌي ٻوليءَ ۾ بيان جي وسعت، قصن ڪهاڻين جي اوسر، ۽ ادبي صلاحيت جي نشونما وارو ’تعيمري دور‘ هو، جنهن ۾ جنگين ۽ واقعن جا بيت ۽ عشقيه داستان مشهور ٿيا، ۽ سنڌي شعر ڳاهن ۽ بيتن جي صورت ۾ چمڪيو. سمن جي دور ۾ انهيءَ ’تعميري دور‘ جي وڌيڪ تڪميل ٿي. ’سمن جي دور‘ جي شروعات ۾ سنڌي ٻولي جون لساني خصوصيتون خواه ادبي روايتون، ساڳيون سومرن جي دور وارريون رهيون؛ البت قوت بيان ۾ وڏو اضافو ٿيو ۽ لغت جي سرمايي ۾ وسعت پيدا ٿي. ڳالهين ۽ داستانن بيان ڪرڻ کي هڪ ’ادبي فن‘ جي درجي تي پهچايو ويو ۽ ڳاهن سان ڳالهيون ڳائجڻ لڳيون. ڳالهين ڳائڻ کان الڳ، سماع جي محفلن ذريعي سنڌي بيت عام مقبول ٿيو، ۽ اهو هيئت جي لحاظ سان تڪميلي صورت کي پهتو. سمن جي دور سان اعليٰ معياري شاعري جي شروعات ٿي.

معياري سنڌي ٻولي جي ترقي جا اسباب

سمن جي طاقت جو عروج ڄام انڙ جي سردارن سان شروع ٿيو، جنهن سنه 34-733ه ڌاري بغاوت ڪري دهلي طرفان مقرر ٿيل سيوهڻ جي گورنر ’ملڪ رَتن‘ کي ماريو ۽ بالاخر سنه 81-750 ه(1350ع) ڌاري ٺٽي جي ڄام جي حيثيت ۾ خودمختيار حڪومت قائم ڪئي (1). سنه 926 ه (جنوري 1520ع) ۾ شاهه بيگ ارغون ٺٽو فتح ڪيو ۽ سمن جي حڪومت جي پڇاڙي ٿي. سمن جي دور جا پوڻا ٻه سؤ سال، سنڌ جي اندروني ڀاڱن ۾ ’معياري سنڌي‘ جي ارتقاء لاءِ سنڌ جي سرحدن کان ٻاهر عام سنڌي ٻولي جي پکڙڻ لاءِ نهايت مفيد ثابت ٿيا. سمن جي دور جا هيٺيان سياسي ۽ سماجي پهلو ان دور ۾ سنڌي ٻولي جي تاريخي حيثيت کي سمجهڻ لاءِ خاص اهميت رکن ٿا.

سمن جا مکيه قبيلا آڳاٽي وقت کان وٺي سنڌ جي وچولي اراضي ۾ رهندڙ هئا. اٺين صدي عيسوي جي شروعات ۾ محمد بن قاسم جي فتح وقت ”ساوندي - سمہ“ يعني ”سمن جي ساوڙي“ (موجوده ’سَن ساوَڙي‘ واري اراضي، جيڪا هن وقت نواب شاهه ضلعي جي نواب شاهه تعلقي ۾ آهي) سمن جو مکيه مرڪز هئي. ڇهه سؤ ورهيه کن پوءِ چوڏهين صدي

عيسوي جي وچ ڏاري، سمن جي طاقت جو عروج چام انڙ سان ٿيو، جنهن اول سيوهڻ تي قبضو ڪيو. ان مان ظاهر آهي ته ان وقت پڻ سمن جي طاقتجو مرڪز اهوئي وچولي وارو خطو رهيو. چام انڙ يقيين طور سمن جي ’انڙ برادري‘ جو سردار هو ۽ سمن جي نسبنامي توڙي تاريخي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ برادري ۾ ڪم از ڪم پنج مکيه قبيلا - انڙ، ڏاهري، ساند، ساريا ۽ ڪيريا - شامل هئا. سمن جي حڪومت جي ختم ٿيڻ بعد پڻ اهي قبيلا ڪافي طاقتور رهيا، ۽ ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي علاقائي گورنرن، سپہ سالارن ۽ فوجن سان سندن مقابلا ۽ معاهدا ٿيا (1). انهيءَ دور جي مکيه تاريخي ماخذن، خصوصاً ’بيگلار نامي‘ ۽ ’تاريخ مظهر شاه جهاني‘ جي مطالعي مان انهن قبيلن جي مکيه بستين ۽ طاقت جي مرڪزن جو پتو لڳي ٿو. ان وقت سيوهڻ، ’خطو‘ ۽ نصرپور علائقا (’سرڪارون‘) - يعني ته موجوده تعلقا ڪوٽڙي (اتريون حصو)، سيوهڻ (ڏکڻ ۽ اولهه)، مورو (ڏکڻ)، سڪرنڊ، نواب شاه، شهدادپور ۽ ٽنڊو الهيار (اتر) ويندي ميرپورخاص تعلقي جي حدن تائين - انڙ قبيلن - جي ڳوٺن، آبادين ۽ قبائلي جمعيت واري اراضي هئي. انهيءَ اراضي ۾ موجوده سڪرنڊ تعلقي ۾ (جتي اجان تائين انڙن جو

سردار گهر آباد آهي) ’لاڪاڻ‘ وارو پاڳو سندن طاقت جو مرڪز هو. بهرحال، ائين صدي کان وٺي سورهين صدي تائين اها وچولي واري اراضي سمن جو مکيه مرڪز هئي. سمن جي دور ۾ انهن سمن قبيلن جي مادري ٻولي - يعني ته وچولي واري سنڌي ٻولي - چڻ ’سرڪاري ٻولي‘ جي حيثيت اختيار ڪئي ۽ اها ملڪ جي ’معياري ٻولي‘ بني. جڏهن سنڌ جو اتريون پاڳو پڻ سمن جي حڪومت ۾ داخل ٿي ويو ته اترئين وچولي واري ٻولي، جيڪا سمن جي اراضي کي وڏيڪ ويجهي هئي، تنهن تي پڻ معياري ٻولي جو رنگ چڙهڻ لڳو ۽ ’وچولي واري معياري ٻولي‘ جو دائرو وسيع ٿيو. ٻئي طرف سمن حاڪمن ٺٽي کي پنهنجي گادي بنايو، جنهنڪري لاڙ جي قديم قبيلن ۽ قومن جي ٻولين تي هن ’معياري ٻولي‘ جو اثر پڻ لڳو.

سنڌي ٻولي جي سرحدن جو وسيع ٿيڻ

سمن جي دور ۾، سنڌي ٻولي جون سرحدون ڏکڻ ڏانهن ڪڇ ۽ گجرات طرف، اولهه ۽ اتر اولهه ڏانهن بلوچستان طرف ۽ اتر ڏانهن بهالپور ۽ ملتان طرف وڌيون، ۽ انهن سرحدن طرف سنڌي ٻولي جي ٻين پاڙيسري ٻولين - خصوصاً گجراتي، بلوچي ۽ سرائڪي - سان عمل ۽ رد عمل شروع ٿيو.

ڪڇ ۾ سنڌي جي ڪڇي محاوري جي تشڪيل: ڪڇ ۾ سنڌي نسل جا قبيلا جا قبيلا ڪڏهن کان آباد ٿيا، سو چئي نٿو سگهجي. پر ڪڇ ملڪ عرب - اسلامي دور ۾ سنڌ جي صوبي سان شامل ٿيو، ۽ ان دور کان وٺي سنڌ ۽ ڪڇ جي وچ ۾ گهاٽا سياسي ۽ سماجي رشتا پيدا ٿيا. سومرن جي دور ۾ اهي ناتا وڌيڪ پختا ٿيا ۽ ان دور ۾ سنڌي قبيلن، خاص طرح سمن قبيلن ڪڇ جي وڏي پاڱي کي وسايو. انهيءَ دور کان وٺي سما ڪڇ ۾ وڌيا ويجهيا، ۽ سندن آبادي ٻن مکيه قبائلي گروهن، يعني 'سنڌ سمن' ۽ 'جاڙيجن سمن' ذريعي سڄي ڪڇ تي ڇانئجي وئي. ان سان گڏ سنڌي ٻولي جو اتي جي مقامي ٻولين تي اثر پيو، جيڪو پوءِ سمن جي دور ۾ وڌيو، ۽ ڪڇ ۾ سنڌي ٻولي جي مقامي 'ڪڇي محاوري' جي تشڪيل ٿي.

سمن جي حڪومت ۾ ڪڇ ۾ جڏهن سمن قبيلن جي آبادي وڌي ته اهي قبيلا ڪاٺياواڙ ۽ گجرات وارين سرحدن تائين پکڙي ويا. سومرن جي طاقت جي زوال ۽ سمن جي عروج سببان سومرن جي ڪافي آبادي پڻ سنڌ جي سرحد ۽ ڪڇ واري اراضي مان ڏکڻ طرف ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ڏانهن لڏي وئي. جنهن ڪري ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ۾ پڻ سنڌي قبيلن سان گڏ سنڌي ٻولي دخل ٿي، ان ڪانسواءِ سمن جي دور ۾،

سنڌ ۽ گجرات جي وچ ۾ خاص سياسي تعلق قائم ٿيو، جيڪو ويندي سمن جي دور جي آخر تائين قائم رهيو. سنڌ جي حاڪمن توڙي گجرات جي سلطانن، دهليءَ جي بادشاهن کان بي نياز ٿي، پنهنجين آزاد حڪومتن قائم ڪرن جي ڪوشش ڪئي، جنهن ڪري پاڻ ۾ دوستي جا ناتا ڳنڍيائون. سمي چام تغلق (831-857 هه) جي حڪمرانيءَ ۾ اهي دوستانا ۽ سياسي لاڳاپا وڌيڪ پختا ٿيا، ۽ سنڌ جي حڪمران خاندان ۽ گجرات جي سلطانن ۾ سڱابنديءَ جو سلسلو شروع ٿو.پنهنجي آزادي کي برقرار رکڻ لاءِ، سنڌ جي سمن حاڪمن کي خاص طرح گجرات جي سلطاني توڙي اتي جي عوام جي مدد ۽ همدردي جي ضرورت هئي، ۽ انهي“ ڪري چام تغلق پنهنجون ٻه نياڻيون گجرات جي ٻن با اثر خاندانن ۾ پرڻايون: هڪ نياڻي ’بيبي مغلي ‘ گجرات جي سلطان محمد اول (845-855 هه) کي ڏنائين، جنهن مان گجرات جو مشهور بادشاهه محمود بيگڙو 20- رمضان 849 هه تي ڄائو. ٻي نياڻي ’بيبي مُرکي‘ گجرات جي مشهور ولي حضرت عالم کي ڏنائين، جيڪو سمن حاڪمن جي روحاني پيشوا حضرت بهاءُالدين زڪريا ملتاني جي مريد ۽ اُچ شهر جي بزرگ سيد جلال الدين بخاري جي اولاد مان هو. هن بزرگ سان سمن جي رشتي

سبب گجرات جي عوام ۾ پڻ سنڌ جي حڪرانن لاءِ عزت ۽ محبت جي جذبي جو بنياد پيو. سنڌ جي سمن حاڪمن ۽ گجرات جي سلطانن جي وچ ۾ سياسي ۽ سماجي لاڳاپن ۽ سمن حاڪمن جي گجرات جي بااثر صوفي بزرگن سان رشته داري سببان، سنڌ ۽ گجرات جي باشندن جي وچ ۾ پاڙيسري ناتا وڌيڪ گهاٽا ۽ پختا ٿيا، ۽ ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ واپار سان گڏ ماڻهن جي آمد و رفت وڌي. انهيءَ ميل ميلاپ جي ڪري گجراتي لفظ سنڌي ٻوليءَ جي ’ڪڇي محاوري‘ ۾ داخل ٿيا ۽ ٻئي طرف ڪري سنڌي لفظ ڪاٺياواڙ واري ويجهي علائقي رستي گجراتي ٻوليءَ ۾داخل ٿيا.

لس ٻيلي ۾ ”ٻيلي جي ٻولي“ جي تشڪيل: ڏکڻ طرف لاڙ ۾ ٺٽو سمن جي گادي بڻيو، جنهن ڪري سندن طاقت ۽ سياسي اثر ڏکڻ - اولهه طرف وڌيو، ۽ ڪوهستاني علائقي توڙي لس ٻيلي ۾ ’سنڌي ٻولي‘ وڌيڪ پکڙي ۽ اثرانداز ٿي. سمن جي طاقت جي عروج کان اڳ، سومرن، سمن ۽ ٻين سنڌي قومن ۽ قبيلن ڪوهستاني علائقن کان اچان به اڳتي اولهه طرف وڌي وڃي موجوده لس ٻيلي کي وسايو هو. اهو سلسلو پوءِ سمن جي دور ۾ وڌيو، جنهن ڪري لس ٻيلي واري علائقي ۾ ’سنڌي ٻولي‘ عام رائج ٿي.

سنڌي قبيلن مان خاص طرح روُنجهن اتي پنهنجي سرداري قائم ڪئي ۽ سندن ڄامن مان ’سپڙ ڄام‘ مشهور ٿي گذريو، جنهن جي سخاوت جا قصا مشهرو آهن. رونجهن جي ٻولي نسبتاً معياري سنڌي ٻولي هئي، جنهن جو اثر لس ٻيلي جي مڙني ميداني محاورن تي پيو، ۽ هڪ عام سنڌي مقامي محاوري يعني ’ٻيلي جي ٻولي‘ جي تشڪيل ٿي.

---

[(2)](). مير علي شير ’تحفة الڪرام‘ ۾ پڻ اڪثر قصا ’سومرن جي دور‘ هيٺ بيان ڪيا آهن، البت سسئي - پنهون جي داستان کي جڻ انهيءَ دور کان اڳ جو ڪري ڄاڻايو اٿس.

[(1)](). چوٿين صدي هجري جي عرب سياحن ۽ جغرافيه نويسن جي بيانن مان معلوم ٿئي ٿو ته بلوچ قبيلا ’ڪرمان‘ مان بلوچستان طرف هجرت ڪري چڪا هئا. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو ”لوڪ ادب سلسلي“ جو ڇٽيهون ڪتاب ”سسئي پنهون“ جو مقدمو.

[(2)](). ’تاريخ طاهري‘ فارسي متن (راقم جي وضاحتن ۽ مقدمي سان)، ڇپايل سنڌي ادبي بورڊ، 1964ع ص ص 25-27.

[(1)](). 1950 -55ع واري عرصي ۾ راقم اها سِر پاڻ وڃي ڏٺي هئي. ان بعد سکر براج سببان درياء جو ترو لٿجي مٿي آيو، جنهنڪري پاڻي مٿي چڙهيو ۽ هيٺ جون عمارتون ٻوڏ هيٺ اچي ويون. بهرحال ڪزنس جي انگريزي ڪتاب ”سنڌ جا آثار“ (Antiquities of Sindh) ۾ انهي ڪتبي جو فوٽو موجود آهي.

[2] . تفصيل لاءِ ڏسو راقم جو مرتب ڪيل، لوڪ ادب سلسلي جو چٽيهون ڪتاب ’مورڙو ۽ مانگر مڇ‘ سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1967ع، مقدمو.

[3] . ايضا، لوڪ ادب سلسلي جو انٽيهون ڪتاب ’سورٺ ۽ راءِ ڏياچ‘ سنڌي ادبي بورڊ، 1976ع، مقدمو.

[1] . تفصيل لاءِ ڏسو راقم جو مرتب ڪيل لوڪ ادب سلسلي جو ٿيٽهيون ڪتاب ’مومل - راڻو‘ سنڌي ادبي بورڊ، 1975ع، مقدمو.

[2] . ايضاً، لوڪ ادب سلسلي جو ستٽيهون ڪتاب ’عمر مارئي‘، سنڌي ادبي بورڊ، 1976ع، مقدمو.

[3]. ايضاً، لوڪ ادب سلسلي جو ايڪٽيهون ڪتاب ’ليلا - چنيسر‘، سنڌي ادبي بورڊ، 1971ع، مقدمو.

[4]. ڪئپٽن ولبر فورس جي ”ڪاٺياواڙ جي تاريخ“ موجب راءِ ڏياچ جو پٽ راءِ نو گهڻ گجرات مان سنڌ تي چڙهي آيو.

[5] . ايضاً، لوڪ ادب سلسلي ٿيهون ڪتاب ’سهڻي - ميهار‘، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 2-19ع، مقدمو.

[1] . ايضاً،لوڪ ادب سلسلي جو اوڻٽيهون ڪتاب ”مشهور سنڌي قصا -7“ ٻاهريان قصا ۽ عشقيہ داستان، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1964ع.

[2] . ايضا، لوڪ ادب سلسلي جو ستاويهون ڪتاب ”ڳاهن سان ڳالهيون“، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآبد، 1964ع مقدمو.

[3] .راقم جو تصحيح سان ڇپيل ”تاريخ طاهري“ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، ص ص 36- 40..

[4]. قصي جي روايت لاءِ ڏسو راقم جو مرتب ڪيل لوڪ ادب سلسلي جو اٺيهون ڪتاب، ”ٻاهريان قصا ۽ عشقيه داستان“ سنڌي ادبي بورد، 1964.

[(1)]. اصل ڳاھ ائين هئي، جنهن ۾ پوئين دور جي سگهڙن رواين هيٺين سٽ وڌائي:

”لوڙيون لڪ مٿاء، تنهن مٿيري موٽائيون“

[(1)]. ’تاريخ طاهري‘، فارسي متن، ڇپايل سنڌي ادبي بورڊ، ص ص 40 - 41.

[(2)]. ’تاريخ فيروز شاهي‘ (تصنيف ضياء برني، سنه 758ھ) مطبوع ڪلڪتو، 1862ع، ص ص 253-254؛ ۽ ’طبقات اڪبري‘ (تنصيف نظام الدين بخشي، نه 1002ھ) مطبوع ڪلڪتو، 1927-1935ع، جلد 1. ص 142.

[(3)]. ’دولت علويہ يا سومرن جي حڪومت‘ (ڇپايل مولوي عبيدالله ’شائق‘، 1929ع).

[(1)]. اصل ۾ هيءَ ’ڳاھ‘ آهي پر پوئين ويجهي دو رِ ۾ ان جي پويان هڪ وڌيڪ سٽ ڳنڍي وئي ته:

”دڙي سان دودي جهلي، وانڌو رکي وڄاء“

[(1)]. ڏسو مٿي ص ص 35-36- ۽ 115-116.

[*]. ٿي سگهي ٿو ته سمن سربراهن کان انعام جي لالچ تي هنن سومرن خلاف اهڙيون شڪايتون ڪيون هجن.

[(1)]. اها روايت، بيت سميت، بهالپور رياست گزيٽيئر (پنجاب رياست گزيٽيئر سلسلو، نمبر XXXVI-A 1904، مطبوعه لاهور، 1908ع ص ص 78-377) ۾ ’پتن‘ شهر جي پٽيان هيٺ ڏنل آهي، جتان اردو ترجمي جي صورت ۾ ”پتن منارا“ جي عنوان سان، رسالي ”العزيز“، بهالپور (ماه فبروري 1941ع، ص ص 41 -44) ۾ پڻ شايع ٿي. اسان انهيءَ روايت

ڪي قدري وضاحت سان ۽ بيت جي صورتخطيءَ توڙي معنيٰ جي اصلاح سان هت پيش ڪيو آهي. گزيٽيئر ۾ (ص 378) هن بيت کي انگريزي صورتخطي ۾ هن طرح لکيو ويو آهي:

Dhari Dhura Rae Jainh Charan Sankhya
Pattan Patijo thio sej Watayo Sah
Hamira Pura raj na Kanda Sumra

رسالي ’العزيز‘ ۾ بيت ۽ ان جي معنيٰ کي اردو صورتخطي ۾ هن طرح لکيو ويو آهي:

دهري ڊهورا رائلاَ، جنهين چارن سانکهياء
پتن پتيجو تهيو، سيج وتايو ساه
حميرا پورا، راج نه کندا سومره.

[ترجمہ: ”ڊهورا رائلاَ (سومره) جس ني چارن کي گهوڙلاَ چرائلاَ تهلاَ پر لعنت هو، اور پتن تباه هو، اور سيج (اوس وقت درياء هکڙه کا نام تها) اپنا راستہ تبديل کردلاَ، او خدا کرلاَ حمير سومره کو سلطنت کرنلاَ کي زياده مهلت نصيب نه هو!“]

ظاهر آهي ته سنڌي ٻوليءَ کان غير واقفيت سبان اها معنيٰ ذرا اوٽ ٽي ڪيل آهي. اسان هن عبارت کي نئين سر سنڌيءَ ۾ سلجهايو آهي: ”ڊهورا رائلاَ“ کي اسان ”ڍوري راءِ“ ڪري لکيو آهي، ڇاڪاڻ ته سنڌ ۾ ”ڍوري“ نالو عام مروج آهي (حيدرآباد ضلعي ۾ ’ڍوري هگوري‘ جي ڳوٺ جو تاريخن ۾ ذڪر موجود اهي، حالانڪ هينئر انهيءَ ڳوٺ جي کنڊرن کي ’ڏؤنرا هگورا‘ چيو وڃي ٿو.)، ’سانکهياه‘ يقيناً ”سان ڪاه“ آهي، ”پتيجو“ کي اسان ”پٽڙي جو“ ڪري پڙهيو آهي ڇاڪاڻ ته اڳتي درياء جي سڪي

پوني ٿيڻ جو ذڪر آهي. انهيءَ لفظ کي ”پِٽيهي جو“ يعني ”پِٽيَل جو“ به پڙهي سگهجي ٿو، پر پوءِ فعل ’ٿيو‘ جي ’خبر‘ اڻ پوري رهجي ويندي.

[(1)](#). هڪ عبارت جيڪا ڪرنل منچن نقل ڪئي آهي، ان مان ظاهر آهي ته بولي راجستاني آهي. سندس چوڻ موجب پٽ تي جيڪا عبارت ’جئن‘ لکيل هئي، سا ’سنڌي صورتخطي‘ ۾ هئي. ان جو فوٽو ورتل هجي ها ته اها صحيح نموني سان سڃاڻي سگهجي ها. غالباً اها عبارت ’عربي - سنڌي‘ صورتخطي ۾ هئي، ڇاڪاڻ ته خاص ’سنڌي صورتخطي‘ اهائي آهي. عبارت انگريزي ۾ هن طرح ڏنل آهي:

Anaj Warki Lani athi amadni hamari awe San rupye Pichche adh bhejunga

(I have promyised to send half an anna in the rupee on whatever profit I make).

[(2)](#). ايضاً، ’بهاولپور رياست جو گزيٽيئر‘ ص 377.

[(1)](#). ”انشاري ماهرو“ (منشاب عين املڪ عين الدين عبدالله بن ماهرو، پروفيسر شيخ عبدالرشيد جي تصحيح سان، ”شعبہ تاريخ مسلم يونيورسٽي علي ڳڙه“ طرفان ڇپايل. ص 87.

[(1)](#). ’حديقہ الاولياء‘ (ڇپايل سنڌي ادبي بورڊ، 1967ع) جي مقدمي (ص ص 42 ۽ 64) ۾ سيد حسام الدين راشدي هي بيت ”شجره سادات“ جي حوالي سان به پيرا نقل ڪيو آهي. صفحي 42 تي ڏنل متن ۾ ته لفظ ’ڪٽئين‘، ’منجهئون‘ ۽ ’چڱي‘ ڪري لکيل اهن ۽ صفحي 64 تي ساڳيا لفظ ’ڪٽين‘، ’منجهون‘ ۽ ’چڱين‘ ڪري ڏنل آهن. ٻنهي جاين تي پڇاڙي وارا قافيا ’واءِ‘ ۽ ’ڪاءِ‘ جي صورت ۾ قلمبند ٿيل آهن. خود سيد قمبر علي هي بيت ڪهڙي

صورتخطي ۾ لکيو هو سو معلوم ناهي. اسان آڳاٽي دور واري لهجي جي لحاظ سان مٿين صورتخطي قائم ڪئي آهي.

[(1)]. ڏسو اسان جو انگريزي ۾ مضمون ”سنڌ جي سمن حاڪمن جو سلسله حڪومت“ پاڪستان هسٽاريڪل ريڪارڊ ائنڊ آرڪائِيوز ڪميشن جي ٻئي اجلاس (پشاور، فبروري، 1954ع) جي ڪارروائي، پاڪستان گورنمينٽ پريس، ڪراچي، 1957ع، ص ص 23-29.

[(1)]. ترخانن جي دور ۾ انهن قبيلن ميرزا محمد باقي جي خلاف ميرزا جان بابا جي مدد ڪئي ۽ شاهه قاسم خان ’خان زمان‘ سان گڏجي ميرزا محمد باقي جي طرفدارن سان مقابلا ڪيائون (بيگلارنامو). ان بعد مغلن جي دور ۾ ٺٽي جي گورنرن جي نائبن ۽ سندن فوجن سان چوٽون کاڌائون. حڪومت جون فوجون زور سان کين مطيع ڪري نه سگهيون، جنهنڪري ساڻن معاهدن ذريعي امن امان قائم ڪيائون (مظهر شاهه جهاني).

بلوچستان طرف سنڌي جو سفر، ۽ سنڌي ۽ بلوچڪي جو هڪٻئي تي اثر: غالباً 6- صدي عيسوي کان وٺي سنڌي قبيلا اولهه طرف مڪران ۽ ايران طرف وڃڻ لڳا. عرب - اسلامي دور ۾ سنڌي قبيلا بغداد تائين پهتا، ۽ انهيءَ سفر ۾، ڪن قبيلن مڪران ۽ ايران ۾ ڪن ماڳن کي وسايو. سمن واري پوئين دور ۾، خاص طرح لس ٻيلي ۾ رونجهن جي عروج وقت وڏيڪ سنڌي قبيلا موجود بلوچستان واري ايراضيءَ ۾ ڪن هنڌن تي وڃي آباد ٿيا ۽ سنڌي ٻولي انهن قبيلن سان

گڏ ويندي مڪران تائين پهتي. البت اهي قبيلا ”معياري سنڌي“ جي اثرواري دائري کان ٻاهر هئا، انهيءَ ڪري اندروني بلوچستان وارن چڙوچڙ سنڌي باشندن جي ٻولي ڪچي رهي، جيڪا اڄ تائين سندن خاص بستين ۾ خام ’جدگالي‘ مهاوري جي صورت ۾ رائج آهي. انهيءَ طرف سنڌيءَ جي پکيڙ سان ’مغربي بلوچي‘ ۽ سنڌي جو هڪ ٻئي جي لغات تي اثر پيو. ٻئي طرف سمن جي پوئين دور ۾ سنڌ جي سياسي طاقت سنڌ جي اُترئين سرحد کان اڳتي وڌي ۽ اتر اولهه طرف موجوده جيڪب آباد، سبي ۽ ڪچي ضلعن وارا ميداني علائقا سنڌ جي سياسي اثر هيٺ آيا، جنهن ڪري انهن پاڱن ۾ سنڌي ٻولي رائج ٿي. انهيءَ طرف بلوچي ۽ سنڌي جو هڪ ٻئي تي وڌيڪ گهرو اثر پيو. جنهن جو نتيجو اهو ٿيو، جو بلوچي لفظ سنڌي ۾ رائج ٿيا. ۽ سنڌي الفاظ ۽ محاورا ”مشرقي بلوچي“ جو جُز بنجي ويا.

اڳاٽي دور کان وٺي سنڌي ۽ بلوچي ٻولين جي سرحد جو ملڻ، بلوچن جو سنڌ کي وسائڻ ۽ سنڌي قبيلن جو اتر (سبي) توڙي اولهه طرف (مڪران) بلوچستان ۾ وڃي ويهڻ واري صدين دوران مسلسل عمل سان بلوچي زبان جا ڪيترائي لفظ سنڌي جو جز بنيا ۽ سنڌي الفاظ توڙي صوتيا بلوچي جو جز بنيا.

بلوچي الفاظ سنڌي ۾ استعمال ٿيڻ لڳا، مثلاً

| اصل بلوچي | سنڌي ۾ |
|---|---|
| ليڙَوَ = پنجن سالن جو يا وڏو اُٺ | لِيڙو = اُٺ |
| پُراپ، پُراف = وڏي گوئنري (ٿن سالن تائين) | پوراف = وڏي ڏاچي. وڏي ڪڪڙ |
| رَمَغ = ٻڪرين جو ڌڻ | رَمڙ = جانورن جو ولر |
| گورم = ڳائي مال جو وڏو ولر | گوهر = ڳائي مال جو وڏو ولر |
| گهٽ = جبل جو ڏکيو چاڙهه | گهٽ = جبل جو لڪ |
| اولاڪ = بار گير جانور | اولاڪ = چڙهي جو جانور (گهوڙو) |
| مم = هڪ جانور، جو اڪثر پيش جي پوڙن ۾ رهي (baboon) | مم = ساڳيو جانور |
| تَڱِرد = تڏو | تڱڙ = تڏو |
| داه = جنگ جي خبر | ڏاه = اوچتي ڳري خبر |
| زَهم = ترار | زهم، زهمي = ترار |
| زِڪ = ڪَلِي، سانداري | اِيزڪ = ڪلِي، اوئي، سانداري |

| | |
|---|---|
| لَغور = بي همت، گيدي | لغُر = بي همت، بيهودو |
| ڪِر = ڪنڌي جو وڻ | ڪير = اَرئو جي ڪَنڊي |
| نِشار = پٿ، پاءُ، يا پائيٽي جي زال | نِشار = نُنهن، پاچائي |
| بوٽ، بائٺ = پناه ۾ آيل | بائٺ = پناه ۾ آيل ٻانهن، سامَ |
| ڪَبَگ = تتر جو قسم، ديل (؟) | ڪَپه = ڪاري تتر جي مادي |
| لاپ = لٺ | لاپ = ڪماڻ جو گز جيڪو ڪنهن شيءِ کي لٺ وانگر پاسيارو لڳي. |
| جَمر = ڪڪر | جَمر، چَمر = ڪڪر، جهڙ |
| هَوُر = قسم، سخن | هَورَ هڻڻ = وڏي دعوا ڪرڻ، ٻٽاڪ هڻڻ. |
| تهار = اونداهو | تهاري = اونداهي رات |

سنڌي جو بلوچي تي ڪافي اثر پيو. بلوچ نسل جا قبيلا (بلوچ، بروهي، جت) سنڌ ۾ رهي وري بلوچستان طرف ويا ۽ سنڌي ٻولي جا الفاظ توڙي اُچار پاڻ سان نيائون، جيڪي بلوچي ۾رائج ٿيا. ستين صدي ۾ جَت

قبيلا سنڌ مان وري مڪران، ايران ۽ معرب طرف ويا ۽ سنڌي ٻولي پاڻ سان اتي کڻي ويا. بلوچستان ۽ ايران جي حدن ۾ ان ٻولي کي ’جدگالي‘ (جتن جي ڳالهه، ٻولي) سڏيائون. صديون پوءِ ’جدگالي‘ ڳالهائيندڙ پڻ اتي ’جدگال‘ سڏجڻ لڳا. ان کان پوءِ ايندڙ دورن ۾ پڻ ڪي سنڌي قبيلا بلوچستان جي اراضين اندر آباد ٿيا، جنهن ڪري سنڌي اچار بلوچي ۾ داخل ٿيا. ويندي اڄ تائين ڪجهه سنڌي قبيلا گوادر جي اتر - اولهه، باهو، دشتياري ۽ ايراني بلوچستان جي حدن اندر هن ٿا ۽ ’جدگال‘ سڏجن (1).

گذريل صدي (1874ع) ۾ ’پيئِرس‘ نالي انگريز گوادر کان ٻاهر ڀراڙي واري عام رائج ٻولي جو مطالعو ڪيو ۽ اتي جي مقامي لفظن جي فهرست ڏني، جنهن ۾ هيٺيان الفاظ سنڌي ۽ بلوچي لغات جي هڪٻئي تي عمل ۽ رد عمل تي شاهد آهن:

| بلوچي ۾ رائج لفظ جو اُچار | اصل سنڌي ۾ |
|---|---|
| 55. ٻِل (وڻن جو جهڳٽو) | ٻيلو |
| 57. ٻُجِي، ٻُچ | ٻُنجِي، ٻوچ |
| 58. چارگ (خفيه طور نظرداري ڪرڻ) | چارِي |
| 65. دِسّته، دِته، ڍِنه | ڏسڻ، ڏنو |
| 68. هَنيي، هَنُو | هاڻي |

| | |
|---|---|
| 70. اِدا | ايڏان، ايڏاهن |
| 71. جوڪو | جوڪو |
| 72. ڪَدِين | ڪڏهين |
| 73. ڪنگال | ڪنگال |
| 75. ڪڪڙ | ڪڪڙ |
| 76. لڊگ | لڏڻ |
| 76. لگگ | لڳڻ |
| 79. مان (مان بوئگ = ۾ هئڻ) | ۾ |
| 84. پگار | پگهار |
| 84. پاڪڙو | پاڪڙو |
| 84. پَن | پَنُ |
| 89. سمبالگ | سنڀالڻ |
| 90. شاهِم | ساهمي |
| 93. چُل | چلهه |
| 93. سنڊ | سنڌ |
| 94. ٿِلُو | ٿَلي |
| 94. ڊڪن (ڏڪڻ جي هوا) | ڏکڻ |
| 95. ٿُڪر | ٿُڪر |

ڪافي آڳاٽي وقت کان وٺي سنڌي ۽ بلوچي جي وچ ۾ لهه وچڙ ڪري 'ٿ'، 'ڊ' ۽ 'ڙ' اچار (صوتيا) بلوچي زبان جو جز بنيا، ۽ اڄ تائين بلوچي زبان جي 'مغربي' (مڪراني) توڙي 'مشرقي' (مَري - بگٽي

۽ سنڌ جي سرحدي اراضين) محاورن ۾ موجود آهن. مثلاً، هيٺيان لفظ نج بلوچي آهن ۽ مڪران توڙي سبي طرف ڳالهائجن ٿا، پر انهن ۾ اهي سنڌي اچار موجود آهن:

ٺِيہ = غلام، نوڪر

ڊَگار = ميدان، زمين

ليڙَوَ = اُٺ

’ٿ‘ جو اچار پڻ ’مغربي‘ توڙي ’مشرقي‘ بلوچي ۾ موجود آهي، جيئن ته لَٿ، ڦِٿ، ٿگ: اهي الفاظ ٻنهي محاورن ۾ استعمال ٿين ٿا، مگر اصل ۾ سنڌي مان آيا. ’مشرقي بلوچي‘ يعني اها بلوچي زبان جيڪا سنڌ جي اترين سرحد ۽ ان سان لاڳو علاقن ۾ ڳالهائجي ٿي، ان ۾ سنڌي ۽ سرائڪي جي اثر سببان ڀ، ٿ، ڦ، ڇ، ڌ، ڍ، ک، جهه ۽ گهه جا اچار نسبتاً پوئين دور ۾ داخل ٿيا: يعني هڪ ته اهي ’اُچار‘ ڪن خالص بلوچي لفظن جو جز بنيا، ۽ ٻيو ته انهن اچارن وارن سنڌي لفظ خصوصاً ’مشرقي بلوچي‘ ۾ رائج ٿيا: يعني ته اهي اچار مغربي بلوچي ۾ نه ايندا ۽ فقط ’مشرقي بلوچي‘ ۾ ئي ايندا - مثلاً

| مغربي | مشرقي | معنيٰ |
|---|---|---|
| پِت | ڦِٿ | پيء |
| پاد | ڦاذ | پير |

چِي چِي چا

تَو ٿَو تون

انهن اچارن وارا ڪي سنڌي لفظ پڻ ’مشرقي بلوچي‘ ۾ عام رائج ٿي ويا آهن: جيئن ته ڏِڪو، ڍور، ڍَڳوَ (ڍڳو)، گهور (شادي جي)، چورَو (چورو)، جهيڙو)، گڏ، جُهڙ، ڦڏا (_ڏو)، مَڌي (مڏي)، جَڏوَ(جڏو)، هَڏوَ (هڏو) ۽ واجهه (وجهه = بُل).

سنڌي ۽ سرائڪي جو سنٻنڌ

هن دو ر ۾ سنڌي ۽ سرائڪي جو تاريخي رشتو وڌيڪ مضبوط ٿيو. اول راءِ ۽ برهمڻ گهراڻن جي وقت ۾، ۽ پوءِ عرب - اسلامي دور ۾، سنڌ ۽ ملتان گهڻي عرصي تائين هڪ ئي سياسي طاقت هيٺ رهيا، جنهن جو خاص مرڪز سنڌ (شروع ۾ اروڙ ۽ پوءِ منصوره) هو. انهيءَ سياسي وحدت سببان سنڌ ۽ ملتان جي ٻولين جو سنٻنڌ شروع ٿيو. سومرن جي دور ۾ پڻ ڪجهه عرصي تائين ملتان ۽ پوءِ ڪافي عرصي تائين ملتان صوبي جو ڏاکڻيون پاڱو (موجوده بهاولپور وارو پرڳڻو) سنڌ ۾ شامل رهيو، جنهن ڪري سنڌي ۽ سرائڪي جو رشتو قائم رهيو. پڻ سومرن واري دو ر ۾ سهروردي طريقي جي علمبردار ولي غوث بهاؤالدين زڪريا رحه جي تبليغ جو سنڌ ۾ وڏو اثر پيو، ۽ خاص طرح سما قبيلا وڏي

تعداد ۾ هن بزرگ جا مريد ۽ معتقد ٿيا، جن مان سوين هن بزرگ جي حياتي ۾ توڙي پوءِ هر سال ملتان وڃڻ لڳا. سمن جي طاقت جي عروج وقت پڻ سمن حاڪمن جي غوث بهاؤالدين زڪريا جي پوين جاءِ نشينن توڙي سندن روحاني سلسلي جي اُچ وارن بخاري بزرگن سان عقيدت رهي. اهو ئي سبب هو جو جڏهن سلطان فيروز شاهه ٺٽي کي گهيرو ڪري ويٺو ۽ آڏو ڄام صدرالدين ٻانڀڻيي به بهادري سان مقابلو ڪيو، تڏهن سلطان فيروز شاهه جي حمايت ۽ ڄام جوڻي جي موافقت سان شيخ الاسلام صدرالدين ملتاني ۽ اُچ جي بزرگ مخدوم جهانيان ’جهان گشت‘ ٻنهي وچان پئي صلح ڪرايو. مخدوم جهانيان غالباً ڄام جوڻي جو مرشد هو ۽ سنڌ سان سندس خاص تعلق هو، ۽ انهيءَ ڪري سندس ملفوظات ۾ دهلي ۽ سنڌ جي سياست بابت ذڪر موجود آهي. بهرحال، سمن حاڪمن توڙي سنڌ جي عوام جو انهيءَ دور ۾ ملتان ۽ اچ جي بزرگن سان روحاني تعلق رهيو، جنهن سنڌي ۽ سرائڪي جي رشتي کي وڌيڪ مضبوط ڪيو. غالباً سمي ڄام سڪندر جي ڏينهن تائين بهاولپور وارو ڀاڱو سمن جي حڪومت ۾ شامل هو، جيئن هيٺ ڏنل هڪ ڪَتبي مان معلوم ٿيندو.

سنڌ ۽ ملتان جي وچ ۾ تاريخي تعلقن، سياسي لاڳاپن، ۽ روحاني رشتن سبان صدين جي عرصي دوران سنڌي ۽ سرائڪي جو سنبنڌ وڌيو. ملتان کان ڏکڻ ڏانهن موجوده بهاولپور واري خطي جي زبان تي سنڌي جو گهرو اثر پيو، ۽ ان ۾ سنڌي لفظن ۽ محاورن جي آميزش شروع ٿئي ٿي؛ ٻئي طرف سنڌ اندر سرائڪي جو ’سنڌي - سرائڪي‘ محاورو رائج ٿيو. نائين صدي هجري جي شروعات ڌاري؛ سرائڪي خاص سنڌ ۾ توڙي مٿي بهاولپور وارن پاڱن تائين ڪَتبن ۽ لکيتن ۾ استعمال ٿيڻ لڳي، جنهن جو ثبوت بهاولپور ۽ سنڌ ۾ لڌل سِرن جي هيٺين ڪتبن مان ملي ٿو.

اباوڙي تعلقي ۾، ريتي اسٽيشن کان ٽي چار ميل ڏکڻ طرف ۽ اڳوٺي ريٽي ندي جي ٿَتل وهڪري کان ميل ڏيڍ اوپر طرف ’وِڄٽوٺ‘ جي ٿَتل شهر جا کنڊر آهن. سنه 1873ع ۾ انهن کنڊرن کي کوٽيو ويو ۽ جيڪي شيون هٿ آيون، تن ۾ هڪ سِر هئي، جنهن تي هيٺين عبارت ڪند ٿيل هئي (1):

سلطان سڪندر بادشاهه هي شان سيف اسم بالا
سرڪار زهي سن سي باش 35513
ڪاريگر را قلم عدصر شد بس ڪار ابورا راطا

ظاهر آهي ته اها سِر سلطان سڪندر جي عهد ۾ ٺهي وئي. ڪتبي جي پهرين سٽ سرائڪي ٻولي ۾ آهي. آخري سٽ پڙهڻي غالباً فارسي ۾ ''ڪاريگر را قلم قاصر شد بس ڪار او تمام (شد)'' معلوم ٿئي ٿي.

تعلقي اٻاوڙي جي سرحد جي ويجهو ضلعي رحيم يار خان ۾ شهر 'سنجرپور' لڳ 'سُرواهي' جا ڪنڊر آهن، جن جي پرسان هڪ پراڻي ڪوه ڪي ڪِيڻ ڪندي هڪ سِر لڌي وئي، جنهن تي هيٺيون ڪتبو لڳل هو:

سيلان سِلبَند ٺَپيان، ڦگيا نام نصير
ڳُو ڳَنايا پُتِّر گانمَن دي اونڙ نام همير
وقت سڪندر بادشاهه ملڪ ڌڻي پهلوان
رعيت راضي ايهه جِهي جو ٻُڍانِت جوان
هڪ لک سِلان لڳِ چُڪيان ٿيا ڳُو تمام
تِريء سؤ ٻوٽي باغ دي راڌي اونڙ چام.

يعني ته: نصير ڦڳيي نالي سر بند سرون جوڙيون، انڙ پٽ گامڻ (يا هيمر پٽ گامڻ انڙ) جي ڪوه ڪڍايو - ملڪ ڌڻي سڪندر بادشاهه جي وقت ۾، جڏهن رعيت اهڙي ته خوش هئي جو پوڙهو ۽ هميشہ جوان هو، هڪ لک سورن لڳيون جو ڪوه جڙي راس ٿيو ۽ انڙ چام، باغ جا ٽي سؤ ٻوٽا پوکايا. پهرين سٽ ۾ سنڌي لفظ 'ڪڍايا' جو پوند لڳل آهي. مٿيون ڪتبو مرحوم مولانا محمد حفيظ الرحمٰن بهالپوري پنهنجي ڪتاب

”ذڪر ڪرام“ ۾ نقل ڪيو آهي، ۽ اردو صورتخطيءَ ۾ لکيو اٿس (1). اصل سر تي انهيءَ عبارت جي حرفن ۽ لفظن جي هوبهو صورتخطي ڪهڙي هئي، سو معلوم ناهي. البت ڪافي يقين سان چئي سگهجي ٿو ته ”سڪندر بادشاهه“ مان مراد ڄام سڪندر سنڌ جو سمون بادشاهه آهي، جنهن جي ڏينهن ۾ مٿئين انڙ ڄام اهو کوهه کڻايو. سمن ۾ ’ڄام سڪندر‘ نالي سان ٻه بادشاهه ٿي گذريا آهن. ڄام سڪندر ثاني (چوڏهون بادشاهه) فقط ڏيڍ سال کن حڪومت ڪئي، جنهن ڪري ان جي نالي هي ڪتبو ٿي نٿو سگهي. البت ڄام سڪندر اول (نائون بادشاهه) جنهن جو پورو لقب ۽ نالو غالباً ”صدرالدين ڄام سڪندر شاهه بن خيرالدين ڄام توغاچي“ هو، سو سنه 816 هه (1413ع) ڌاري تخت تي ويٺو (1) ۽ جيتوڻيڪ سنڌس حڪومت جو عرصو پڪيءَ طرح معلوم ناهي، مگر هن ڪتبي جي بناء تي چئي سگهجي ٿو ته هن پنج ست ورهيه يا اجان ٻه زياده حڪمراني ڪئي، جو سنڌس ايامڪاريءَ ۾ ملڪ جي آبادي ۽ رعيت جي خوشحالي وڌي.
اتر سنڌ ۾ سِري ۾ اسان اهڙين ٻين سرن جي پڇا ڪئي. تاريخ 23- جون 1975ع تي ڳوٺ گلو پٽافي (تعلقو ميرپور ماٿيلو) ۾ سگهڙ نهال شر خبر ڪئي ته

لِياري ڪوٽ (2) مان سرون پٽي شرن بلوچن گڏ ۾ کوهيون ٺاهيون. انهن مان هڪ سر تي لکيل هو ته:

الله بخش ڪوهاري، سر پڪي آ ميرن جي واري

سرهيه جي ٻل تي

ان مان ظاهر آهي ته ميرن ٽالپورن جي دور تائين انهن پڪين سرن تي سنڌ جي حڪمرانن جو نالو ڏنو ٿي ويو. قمرالدين پتافي خبر ڪئي ته اڳ به اهڙيون سرون ميرپور ماٿيلي واري ملڪ ۾ مليون هيون. چيائين ته: منهنجو ڏاڏو چوندو هو ته هڪ سر تي هن طرح لکيل هو:

مل ٿپي ٿپهٽاري - صابو نان ڪوهاري

دلوراءِ دي واري - سل پڪي ٻل چانپي تي

تاريخ 20- فبروري 1966ع تي اَلهندي خان جسڪاڻي (عمر اسي ورهيه) ٻڌايو ته: روهڙي شهر لڳ انگريزن اپرندو نارو نئين منهن وٺان کوٽايو. اسان جا مائٽ پڻ مزور هئا. روهڙي اسٽيشن جي موجوده ’انجڻ چيد‘ جي لڳ، ناري جو ترو کوٽيندي زمين مان اٽڪل پنج گز کن هيٺ هڪ پڪي کوهي نڪتي، جنهن مان ٺي پڪيون سرون هٿ آيون، جن تي هيٺين عبارت لکيل هئي:

اوستو يارو ذات پوڪارو

سرهيه جو ٻل مانهه جو گارو

سڪندر جو وارو
اسان اهڙين سرن جي ’موجوده سنڌ‘ جي هيٺين ڀاڱن ۾ پڻ تلاش ڪئي. هڪ پيري جهونا ڪنڊر وڙهيندي تاريخ 9- جولاءِ سنه 1958ع تي ضلع لاڙڪاڻي ۾ ميان الياس محمد ڪلهوڙي جي قبي تي پهتاسون. معلوم ٿيو ته ميان الياس محمد کان اڳ پڻ اتي مقام هو. ان جي آثارن بابت پڇا ڪندي، اتي جي مجاور پيرل فقير لاشاري کان معلوم ٿيو ته سال کن اڳ (يعني 1957ع ۾) قبرستان جي ڏکڻ اوڀر واري پاڳي ۾ جَتن سندن ڪنهن فوت ٿيل ماڻهوءَ جي قبر کنئي ته اندران زمين مان هڪ سِر نڪتي، جنهن تي اکر هئا، جي ماڻهن پڙهيا ته:
”ٺَپڻ والي ٺپي سڪندر دي واري دي“ (1)
پيرل فقير کي انهيءَ سر جي ڪتبي مان فقط ايترا الفاظ انهيءَ نموني ۾ ياد بيٺل هئا.
تاريخ 14- مئي 1960ع تي پِٺ پائڻي (تعلقي ڪپري) ۾ عبدالڪريم خاصخيلي ٻڌايو ته شادي پلي اسٽيشن کان ميل کن الهندي (ٻ ’بان‘ واه کان اوڀر) جيڪو پڙو آهي، ان ۾ ڳولا ڪندي هن هڪ چوڪس سِر ڏٺي، جنهن تي هيٺيون بيت لکيل هو ۽ ان جي عبارت سِر ۾ ڪَند ٿيل هئي:
ڪوئي آکي سَلان ڪنه پڪايان دلو نانُ ڪُهاري

ڄاڻيپي دا ٻل ٻلايا، شاهه سڪندر واري.
پيرل فير ۽ عبدالڪريم خاصخيلي جي انهن اکين ڏٺين شاهدين مان ثابت ٿئي ٿو ته ڄام سڪندر سمي جي عهد ۾ پڪين سرن تي ڪتبن لکڻ جو رواج عام هو ۽ سرون کوهن ۽ عمارتن جي ڪتبن لاءِ سڄي سنڌ ۾ استعمال ٿي ٿيون. ٻيو ته سنڌي سان گڏ سرائڪي ٻولي سِرڪي توڙي سنڌ ۾ عام هئي ۽ نه فقط ڳالهائبي هئي پر تاريخي ڪتبن لکڻ لاءِ پڻ استعمال ٿيندي هئي جيئن ته هن سر واري عبارت مان ان جي اهميت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. سنڌي ۽ سرائڪي ڇڻ ساڳئي ملڪ جون ٻه ٻوليون هيون ۽ خاص طرح اترين سنڌ ۽ سري ۾ ٻنهي جي قريبي رشتي جي تصديق قاضي قادن جي ڪلام مان ٿئي ٿي؛ جنهن جو ذڪر هيٺ ايندو.
تعليمي ۽ سرڪاري ٻولي
’باب چوٿين‘ هيٺ بيان ٿي چڪو آهي ته عربن جي حڪومت کان پوءِ سومرن جي دور ۾ پڻ غالباً دستور موجب عربي سرڪاري زبان طور جاري رهي. ازانسواءِ سومرا دين اسلام ڏانهن متوجهه ٿيا ۽ انهيءَ ڪري عربي ذريعي تعليم جو سلسلو جاري رهيو. سمن قبيلن پڻ شروع کان ئي دين اسلام قبول ڪيو هو، انهيءَ ڪري سمن قبيلن ۾ عربي تعليم جو سلسلو

پڻ آڳاٽو رائج هو. سومرن جي دور جي آخر ۾ سما قبائل غوث بهاؤالدين ذڪريا جي تبليغ ۽ روحاني فيض سبان دين اسلام ڏانهن وڌيڪ متوجهه ٿيا، ۽ منجهائن ڪيترائي صوفي درويش ۽ بزرگ پيدا ٿيا جن سنڌ ۾ اسلامي تبليغ ۽ تعليم کي عام ڪيو. ان ماحول ۾ عربي تعليمي ٻولي طور رائج ٿي. سمن حاڪمن ذاتي طور درسي ڪتابن لکائڻ جي ڪوشس ورتي، جنهن جو ثبوت ان دور ۾ 'منطق' بابت لکايل هڪ درسي ڪتاب مان ملي ٿو، جو اتفاقاً زماني جي دستبرد کان بچي ويو آهي ۽ اج ڏينهن تائين قلمي صورت ۾ موجود آهي (1). منطق جي درسي ڪتاب ”شَمہ فِي الْميزان“ جي مطالعي کي وڌيڪ آسان بنائڻ خاطر ڄام انڙ عرف محمّد سڪندر شاه ثاني سنه 857/58هه (1356ع) ڌاري (2) مئنگلور (ڪانياواڙ) جي استاد ۽ عالم مولانا علاؤالدين (3) کي استدعا ڪئي ته هو نئين سر سمجهائڻي (شرح) سان اهو ڪتاب مرتب ڪري، جنهن تي مولانا علاؤالدين 'الزُّبْدَة' نالي ”شمہ في الميزان“ جي شرح لکي. ڪتاب جي مهاڳ ۾ مؤلف لکي ٿو:

فقد سالني من لا يسعني ان اخالفہ - الذي اقرَّ بفضلہ الموافق والمخالف - والاجري لمن يقصد في حقہ مدحا

يناسب فضلہ ان يراعي شجر حساده و غيظ عداه، اَن يَري مبصره و يسمع واع - وهوالملڪ المعظم ذوالحلم والعلم والجود والڪرم محمد المعروف يبانر بن فتح خان بن طوغاچي بن جام لازال لہ من التوفيق عُصام و من التاييد قوام - ان اڪتب ما يجري مجرا الشرح للشمہ في الميزان لينفع بہ من بهتم بشانها من الخُلان-

(يعني ته: مون کي اهڙي هڪ هستي چيو، جنهن جي انڪار جي مون کي طاقت ناهي - جنهن جي فضيلت جا موافق توڙي مخالف قائل آهن ۽ جيڪو به سندس ڪماحقہ مدح جو خيال ڪري تنهن کي جڳائي ته سندس حاسدن ۽ دشمنن جي ڪدورت کان ڪناره ڪشي ڪري تان ته ٻين لاءِ حقيقت واضح ٿئي - ۽ اهو آهي وڏو حاڪم، علم، حلم، سخا ۽ ڪرم جو صاحب محمد عرف انڙ پٽ فتح خان پٽ توڳاچي پٽ ڄام. شال سدائين سندس ذاتي خوبين سان توفيق شامل حال هجي ۽ (ڏني جي مدد سهارو هجي.)

بحيثيت سرڪاري زبان جي، غالباً سمن جي دور جي شروعات کان وٺي فارسي جو دخل شروع ٿيو. ان جو مکيه سبب اهو هو جو ان کان اڳ تقريباً ٻن سون ورهين کان وٺي فارسي دهلي جي مرڪزي حڪومت جي دفتري ۽ سرڪاري ٻولي جي حيثيت ۾

ڪافي اهميت حاصل ڪري چڪي هئي، ۽ پڻ صوبائي گورنرن جي دفتري زبان جي حيثيت ۾ هندوستان جي گهڻي ڀاڱي ۾ اها عام ڪاروباري زبان جي صورت ۾ رائج ٿي چڪي هئي. سمن جي طاقت جي اسرڻ وقت سنڌ جا پاڙيسري پرڳڻا، گجرات توڙي ملتان، سڌو سنئون دهلي جي ماتحت هئا ۽ اتي جا گورنر سنڌ جي سياسي انقلاب -يعني ته سومرن جي زوال ۽ سمن جي اُڀرندڙ طاقت - کي غور ۽ ذڪر سان ڏسي رهيا هئا. ملتان جي گورنر عين الملڪ ماهرو خاص طرح ڄام ٻانڀڻيي سمي سردار جي سرڪشي کي شڪي نگاهن سان ڏسندي، سومرن جي آخري حاڪم همير پٽ دودي کي ڪوشس ڪري پئي همٿايو ۽ ”سندس وجود جي ٻوٽي کي حادثن جي تند هوا کان پئي بچايو“، ۽ پڻ ساڳئي وقت هن ڄام ٻانڀڻيي ۽ سندس حمايتن ۽ ساٿين کي خط و ڪتاب ذريعي پئي ڇتايو (1). انهيءَ عرصي ۾ هڪ پيرو شيخ الاسلام صدرالدين ملتاني ۽ مخدوم جهانيان جهان گشت وچ ۾ پئي ڪن شرطن تي ٻنهي ڌرين (دهلي ۽ سنڌ) جي وچ ۾ صلح ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي پر صلح ڪونه ٿيو. گورنر عين الملڪ سيوهڻ تي لشڪر چاڙهي موڪليو ۽ ڄام ٻانڀڻيي انهيءَ لشڪر سان پڻ خط و ڪتابت ذريعي

ڳالهيون هلايون، پر ڪو ڪڙ تيل ڪونه نڪتو. گورنر عين الملڪ انهيءَ سڄي سياسي هنگامي جو پنهنجن ڪن خطن ۾ ذڪر ڪيو اهي، جيڪي هن سنڌ جيڪن سربراهن ۽ بااثر شخصيتن ڏانهن لکيا؛ انهن خطن ۾، سنڌ طرفان ڏانهنس لکيل خطن ۾ ڄام ٻانڀڻيي جي سرڪشي ۽ حجتن، ۽ سيوهڻ ۾ شاهي لشڪر ڏانهن سندس لکيل مراسلن جو ذڪر آهي (1).

گورنر عين املڪ جي خط و ڪتابت فارسي ۾ آهي ۽ يقيني طور ڄام ٻانڀڻيي ۽ سنڌ جي ٻين سربراهن طرفان لکپڙه پڻ فارسي ۾ ئي ٿي هوندي. اها آڳاٽي ۾ آڳاٽي فارسي خط و ڪتابت آهي جيڪا دهلي جي مرڪزي حڪومت جي گورنر ۽ سنڌ جي سمن حاڪمن ۽ ٻين سربراهن جي وچ ٿي، ۽ جنهن جو پڪو پختو تاريخي حوالو موجود آهي. انهيءَ بناءَ تي چئي سگهجي ٿو ته سمن جي طاقت جي شروعات کان وٺي فارسي سياسي معاهدن ۽ مراسلن جي زبان تسليم ٿيڻ لڳي. گورنر عين الملڪ جي خطن ۾ اهو اشارو پڻ موجود آهي، ’ڄام جونا‘ (يعني ڄام ٻانڀڻيي جو چاچو ڄام جوڻو) ان وقت پڻ دهلي جي سلطانن جي اطاعت جو خواهان ۽ هر شاهي فرمان مڃڻ لاءِ تيار هو؛ انهيءَ ڪريئي بعد ۾ ڄام ٻانڀڻيي کي دهلي ۾

نظر بند ڪري رکيو ويو ۽ ڄام جوڻي کي سلطان فيروز شاهه طرفان ٺٽي جو ڄام مقرر ڪيو ويو، ۽ هن علاؤالدين ’ڄام جونا‘ جي لقب سان اندازاً 777 هه کان وٺي 790/91 هه (1388ع) تائين ٺٽي ۾ حڪومت ڪئي. سندس حڪمراني واري انهيءَ دور ۾ هن هڪ آڳاٽي بزرگ شِخ حاجي ابوتراب رحه جي مزار تي 782 هه (1380ع) ۾ گنبذ ٺهرايو ۽ ان کي فارسي ۾ هيٺيون ڪتبو هڻايو، جنهن جي شروع ۾ سلطان فيروز شاهه جو نالو آداب ۽ القاب سان کنيل آهي ۽ ان بعد خود ’علاؤالدين ڄام جونا‘ جو نالو ڏنل آهي:

بعهدِ شهريارِ دهر سلطان داورِ دوران
شہِ فيروز منصور و مظفَر در صفِ ميدان
بامرِ سرفرازِ سند خاصِ حضرت عالي
کہ پاي قدر او اعليٰ زفِر فِرقِدَ تابان
ستودن ’جام‘ جم سيرت ’علاؤالدين‘ دريا دل
کہ از ارزاني لطفش جهان شد جملہ آبادان
برآمد اينچنين گبند معليٰ کز صفا گوئي
بِسانِ بيت مسعود آمدست از هارِ اين ايوان
مقامِ شيخ حاجي بوترابي آن ولي الله
کہ بر درگاهه او گردد روا حاجات خلق آسان
بسالِ هفصد و هشتاد و دواز هجرتِ احمد

زهون ازدو ذوالمن والافضال والاحسان
بنا شد ثالثِ ماهر صفر اين روضۂ ميمون
بسعي كمترينِ بند گانِ موسيٰ بن شهجان.

هيءُ ڪتبو اڄ ڏينهن تائين موجود آهي (1)، ۽ سمن حاڪمن جي دور جو آڳاٽي ۾ آڳاٽو ڪتبو آهي، جيڪو عربيءَ جي بدران فارسيءَ ۾ لکيل آهي. هن ڪتبي مان ظاهر آهي ته سمن جي حڪومت کان وڏي سرڪاري لکيتن ۽ يادگارن ۾ فارسي استعمال ٿيڻ لڳي، ۽ فارسي جو سرڪاري ٻولي جي حيثيت ۾ ملڪ جي ڪاروبار ۾ داخل شروع ٿيو.

سمن جي دور ۾ سنڌي ٻولي جي روايتي ادب جو ذخيرو

سومرن جي دور ۾، سواءِ ’دودي - چنيسر‘ جي رزميه داستان جي جنهن کي سنڌ جي سگهڙن ۽ راويتن، پڻن ۽ ڀانن حب الوطني جي لحاظ سان ڳايو، ٻيا مڙيئي داستان قصه - خواني طور رائج ٿيا. ’عمر - مارئي‘ ۽ ’راڻي - مومل‘ جي قصن ۾ سومرن بادشاهن جي سراهه يا سورهيائي جي بدران سندن اوڻاين وارو پهلو نمايان آهي، انهيءَ ڪري غالباً اهي قصا سمن جي دور ۾ ئي ڪُليءَ طور ڳايا ويا.

ڪن تاريخي اهڃاڻن ۽ عام مروج مقامي روايتن جي ويچار مان معلوم ٿئي ٿو ته سومرن جي حڪومت

جي زوال وقت سما سڪيا ستابا ۽ وڏا زميندر هئا. سياسي طاقت خاطر عوام جي همدردي حاصل ڪرڻ لاءِ هنن دل کولي سخا ڪئي، جنهنڪري ماڻهو سمن ڏانهن وڌيڪ مائل ٿيا. پٽ ۽ پان جيڪي ان وقت جون اخبارون هيون، تن کي سمن زميندارن خاص طرح وسايو، ۽ انهيءَ ڪري انعام جي اميد تي پڙن ۽ پانن سندن سخا کي ڳايو، ۽ سندن نانءُ ناموس کي وڌايو. سمن جي دور ۾ ڪن اڳين سمن سربراهن جهڙوڪ ڄام لاکي، ڄام جکري، ڄام اوٺي جکراڻي، هُٽندٺڌياڻي، وِڪيي ڏاتار، سپڙ ڄام وغيره جي سخا جا قصا مشهور ٿيا. سومرن جي بهادريءَ جي ڪارنامن جي پيٽ ۾ پڙن ۽ چارڻن وري ڄام لاکي، ڄام ابڙي سمي، ڄام پونئري، ڪارائڙي سمي جهڙن سمن سربراهن جي سورهيائيءَ جا ڪارناما واکاڻيا ۽ پڌرا ڪيا. ٻئي طرف انهن سگهڙن سومرن جي دور جي عشقيہ داستانن جهڙوڪ ڄام لاکي ۽ مهر راڻي، ڄام لاکي ۽ اوڏڻ، ڄام اُڍي ۽ هوٿل پري، ڄام جراڙ ۽ ٻوٻنا، ڄام تماچي ۽ نوري جي قصن کي ڳايو ۽ مشهور ڪيو.

[1]. اي. پيئرس جو مضمون ”مڪراني - بلوچي جو بيان“، رايل ايشياٽڪ سوسائٽي بمبئي جو جرنل، نمبر 31 (No XXXI) جلد 11، سال 1875ع، ص ص 1-98 هيٺ لفظن آڏو ڏنل انگ هن مضمون جي صفحن جا آهن.

[1]. مسٽر فريڊ. اي. رابرٽسن، ايگزيڪيوٽو انجنير ريلوي، ريتي ڊويزن، جيڪو بروقت موجود هو، تنهن سِر واري اها عبارت ۽ بين هٿ آيل شين جو تفصيل لکيو ۽ اهو بمبئي جي اخبارن ۾ ڇپيو. انهي تفصيل جو قدري اختصار ڪلنل بي. آر. برَينفِل ’وڄنوٽ‘ بابت پنهنجي مضمون ۾ قلمبند ڪيو آهي، جتان اها عبارت ورتل آهي. ڏسو

Vijnot and Other Old Sites in N.E. Sindh" by Col. B.R "
Bombay, ,Branfill, the Indian Antiquary, Vol. XI-1882
.1882

[1]. ڏسو ”ذڪر ڪرام“ مطبوع محبوب المطابع پريس دهلي، شايع ڪرده بهاولپور سنه 1357هه، ص ص 128-129.

[1]. سمن بادشاهن جي سلسلي ۽ حڪمراني لاءِ ڏسو اسان جو انگريزي ۾ لکيل مضمون ”سنڌ جي سمن بادشاهن جو سلسله حڪومت“ جنهن جو حوالو اڳي اچي چڪو آهي.

[2]. لِيارو ڪوٽ ميرن ٽالپورن جو ٻڌايل (ضلعي رحيم يار خان جي حد ۾).

[1]. انهيءَ موقعي تي دوست محترم محمد اسماعيل خان نون مرحوم (ان وقت ڊپيوٽي ڪليڪٽر، دادو) ۽ بنده راقم گڏ هئا ۽ پيرل فقير جي زباني کي بروقت قلمبند ڪيو ويو.

[1]. ’الزبدة‘ جنهن جو ذڪر هيٺ اچي ٿو، سو سنڌ ۾ درسي ڪتاب طور پڙهيو ويو، جيئن ته سنڌ يونيورسٽي جي ڪتبخاني ۾ محفوظ قلمي نسخي جي هاشيہ آراين مان ظاهر آهي. هن ڪتاب جا ٽي قلمي نسخا لنڊن ۾ انڊيا آفيس لئبرري ۾ محفوظ آهن. هڪ نسخو ڪوٽڙي جي قاضين جي ڪتبخاني ۾ آهي. گجرات طرف پڻ هيءُ ڪتاب مقبول رهيو ۽ هڪ نسخو قاضي احمد ميان اختر جهوناڳڙهي مرحوم جي ڪتبخاني ۾ هو جيڪو راقم جي نظر مان پڻ گذريو.

[2] . هن سمي حڪمران جي نالي، لقب ۽ دور حڪومت لاءِ ڏسو اسان جو انگريزي ۾ لکيل تحقيقي مقالو ’’‘‘سنڌ جي سمن حاڪمن جو سلسلہ حڪومت‘‘ پاڪستان هسٽاريڪل ريڪاربس ۽ آرڪائيوَز ڪميشن جي ٻئي اجلاس (پشاور) جي ڪارروائي، پاڪستان گورنمينٽ پريس، ڪراچي 1957ع.

[3] . مصنف جو نالو، ’انڊيا آفيس لئبرري‘ جي هڪ نسخي جي پويان ڏنل آهي (ڏسو ان لئبرري جي ’’عربي ڪتابن جي فهرست‘‘، لنڊن 1877ع، ص 156).

[1]. انشاي ماهرو، مطبوعه شعبہ تاريخ، مسلم يونيورسٽي علي ڳڙه ص 877.

[1]. انشاي ماهرو، مطبوعه شعبہ تاريخ، مسلم يونيورسٽي علي ڳڙه ص 877.

[1]. جئن ته سنڌ ۾ هي آڳاٽي ۾ آڳاٽو فارسي ۾ لکيل تاريخي ڪتبو هو، تنهنڪري راقم جڏهن ’سنڌي صوبائي ميزوم‘ حيدرآباد جو اعزازي ڊائريڪٽر هو، تڏهن اصلي ڪتبي کي ميوزيم ۾ محفوظ ڪرايو ويو ۽ ان

جي بدران هوبهو ان جو نقل نئين سر ساڳيءَ جاءِ تي ولي ابو تراب رحه جي قبي اندر هڻايو ويو.

چئي نٿو سگهجي ته انهن قصن ۽ داستانن مان هرهڪ ڪهڙي خاص عرصي ۾ اسريو، سواءِ ’ڄام تماچي ۽ نوري‘ جي داستان جي، جنهن جو بنياد ئي بالڪل سمن جي دور ۾ پيو. اهو داستان ڄام تماچي جي حڪمراني واري دور سان وابسته آهي. تاريخي مطالعي جي بناء تي چئي سگهجي ٿو ته ”رڪن الدين شاهه ڄام تماچي بن فيروز الدين شاه ڄام انڙ“ پهريون پيرو سنه 768 ھ کان 777 ھ (1366-1375ع) تائين ”خيرالدين ڄام توگاچي“ سان گڏ حڪومت ڪئي. ان کان پوءِ هو نظربند ٿي دهلي ويو ۽ سلطان فيروز شاهه جي وفات بعد سنڌ ۾ موٽي آيو، ۽ غالباً 790/91 ھ کان 794 ھ (1388-1392ع) تائين حڪومت ڪيائين (1). انهيءَ لحاظ سان نوري ۽ ڄام تماچي جي محبت وارو داستان اٺين صدي هجري (چوڏهين صدي عيسوي) جي آخر جو آهي.
هوشيار ۽ هنرمند پڻ، پانن ۽ چارڻن نه فقط سمن سردارن جي سخا، سورهيائي ۽ محبت جي داستانن کي نئين سر زنده ڪيو پر انهن کي ’قصہ - خواني

جي فن‘ جي لحاظ سان ڳايو، ۽ ڳائڻ خاطر ’ڳاهن‘ کي انهن قصن ۽ داستانن جي تاجي پيٽي ۾ اُٽيو. ’ڳاهون‘ سٽاءَ جي لحاظ سان ٻٽيون منظوم مصراعون آهن، جن ۾ قصي جي ڪن خاص نزاڪت وارن موقعن جو مضمون سمايل هوندو آهي. اهو معلوم ناهي ته ’ڳاهن سان ڳالهيون‘ ڪڏهن کان شروع ٿيون، يا ڳاهن سان قصا ڪنهن جوڙيا؛ البت سنڌ جي سگهڙن ۽ راوين جي زباني ايترو معلوم ٿئي ٿو ته اهي ڳالهيون ۽ قصا زباني روايت طور آڳاٽي وقت کان پٽن، پانن، چارڻن ۽ ٻين سگهڙن راوين جي زباني هلندا اچن، ۽ ننڍا وڏن کان ٻڌندا سکندا اچن. سمن جي سخا، سورهيائي ۽ عشقيہ داستانن بابت ڏهه - پندرهن کن قصا آڳاٽي وقت کان وٺي رائج آهن، ۽ جيتوڻيڪ انهن مان گهڻن جو واقعاتي بنياد غالباً سومرن جي دور ۾ پيو، پر قصہ -- خواني جي فن جي لحاظ سان انهن جا سانچا ۽ قالب سمن جي دور ۾ ئي بنيا. انهن ۾ شامل ’ڳاهون‘ جيڪي اسان کي موجوده دور جي راوين کان ملن ٿيون ۽ جيڪي هنن وڏن کان سکيون، سي سڀئي آڳاٽي وقت جون ناهن: گهڻين ’ڳاهن‘ ۾ لفظن توڙي خيالن جي بيهڪ گهڻو پوءِ جي پئي معلوم ٿئي. خاص طرح اهڙيون ڳاهون، جن جي پهرين يا آخر مصرع جي وچ ۾ قافيو آيل آهي تن مان گهڻيون

مڙيئي پوءِ جون چيل آهن. مگر ڪي ڳاهون لفظي سٽاء توڙي معنوي لحاظ سان آڳاٽيون معلوم ٿين ٿيون ۽ غالباً اهي سمن يا سومرن جي دور جون آهن. اسان پنهنجي موجوده تحقيق جي بناء تي ايترو چئي سگهون ٿا ته هيٺيان مثال انهن آڳاٽن ڳاهن جا آهن، جيڪي غالباً سمن جي دور ۾ جوڙيون ۽ ڳايون ويون (1).

سورهين جي سورهيائي بابت ڳاهون

سومرن جي دور ۾ پڻ سمن سربراهن جنگين ۾ پاڻ موڪيو. جيئن ته ڄام پونئري گجرن تي ڪاهيو، ۽ ڄام ٻڙي سمي سامون جهليون ۽ سر ڏيئي سرهو ٿيو. اهڙن بهادرن جي ڪارنامن کي غالباً سومرن جي دور ۾ ئي ڳايو ويو. انهن مشهور جنگي ڪارنامن کان سواءِ. ٻين سورهيه سربراهن جي بهاديءَ جي ڪارنامن کي ڳايو ويو، جن مان ڄام لاکي ۽ ڪارائڙي سمي بابت ڳاهون ڪافي آڳاٽيون معلوم ٿين ٿيون.

ڄام لاکو: سمن مان ڄام لاکو غالباً آڳاٽي سورهيه ۽ سخي سردار هو، جيڪو سومرن جي دور ۾ ٻارهين صدي عيسويءَ ۾، يا ٻيءَ روايت موجب سومرن جي اوائلي عروج کان به اڳڀرو ڏهين صدي عيسويءَ ۾ ٿي گذريو (2). 'شاهه جي رسالي' جي سُر ڏهر ۽ ٻين رسالن ۾ ڄام لاکي جي لوڙهين ۽ ريٻارين تي سندس

ڪاهن جو ذڪر موجود آهي (3). لاکو وڏو سرڪش ۽ سورهيه هو: چيائين ته ’جيڪو مون کي منهنجي پيءُ ڦُل جي مرڻ جي خبر سڻائيندو، ان جي زبان وڍائيندس، پوءِ هڪ پان حرفت ڪري، کيس هن طرح خبر سڻائي ته:

هڪ ڦُل پَسّجَنِ واڙيين، ٻئا جي ٻَنِيين ڏاڻَ
لاکا! آءٌ مهراڻَ، تورِي سُجو ڪاچڙو.

[يعني ته (ڦول نالي سان هينئر ڪو ڏسجي ئي ڪونه ٿو، سواءِ انهيءَ جي جو) هڪڙا ڦل (گل) ولين جي وارين ۾، ۽ ٻيا ڦل (ڦلا) ٻنين ۾ پُچندي ٿا ڏسجن. مهراڻ مثل پلٽ ۽ پالوٽ ڪندڙ لاکا! هاڻي آءٌ! توکان سواءِ تنهنجو ملڪ ’ڪاچڙو‘ سجو آهي]

ڪارائڙو سمو: ڪارائڙو سمو، ڪڇ ۾ گرڙيي ابڙاسِي جي پِينگهُرَ چام جو پٽ هو. هيءُ وڏو سورهيه ۽ هاٺُو هو، ۽ ڪنهن تي به سندس اک ڪانه ٿي ٻُڏي. آخرڪار ان وقت جي ڪڇ جي حاڪم ۽ سندس وزير هڪ سِٽ سٽي جنهن ۾ ڪارائڙو ڪوٽ اندر گهيري ۾ اچي ويو، ۽ ڪوٽ تان وٺي ٽپ ڏنائين ته وچي هيٺ ڪاهي ۾ اچي ويو، ۽ ڪوٽ تان وٺي ٽپ ڏنائين ته وچي هيٺ ڪاهي ۾ لوهين سيخن جي اُپن چنجن چوٽين مٿان ڪريو ۽ انگهون چڙهي پيس. مئي

پڇاڻا سندس سِر وڍي اماڻيائون، جيڪو سندس پيڻ پينگهي ۾ وجهي لوڏيو ۽ پار ڪڍيائين ته:

ڪارايل جي ڪوڏ، مون ننگر سپ نهارئا
پينگهي پائي لوڏ، سر سمي ڄام جو.

سخي مردن جي سخاوت بابت ڳاهون

سمن سردارن دل کولي سخا ڪئي ۽ ڏڏن کي ڏان ڏنا. پڻن پانن ۽ چارڻن کي ويتر ورسايائون، جن پنهنجن مربين ۽ سندن وڏن کي 'ڏاتار' ڪري مڃيو ۽ مشهور ڪيو. اهڙي طرح سمن سان 'ڏهه ڏاتار' مشهور ٿيا: لاکو ڦلاڻي، جکرو اوڍاڻي، هُٽند ٿٽياڻي اونو جکراڻي، سپڙ چوٿاڻي، جسودن آگرو، ڄام وينجهر، وڪيو ڏاتار، راءِ ڏياچ ۽ ڄام ڪرن. پڻن ۽ پانن انهن ڏاتارن جي قصن ۽ ڪهاڻين کي ڳاهن سان ڳايو، جنهن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا.

ڄام لاکو ۽ سون وهائيندڙ سوداگر: ڄام لاکي جي سخا مشهور هئي. سندس گذري وڃن کان گهڻو پوءِ ڪنهن سالڪ پراڻ درياءکان پڇيو ته:

جهُوني تون پُران" جڳ ڇٽيهه سنپرين،
تو ڪي ڏٺا هاڻ، لاکي جهڙا پَهِيڙا.

پراڻ جواب ڏنو ته:

لاکا لک لنگهِئا، اُنڙ ڪروڙيون اَٺ
هيم هيڙائو هيڪڙو جو وري نه آيو مون وٽ.

يعني ته لاڪا لڪين آيا ۽ پڻ انڙڪروڙين آيا، پر ’سون جو سوداگر‘ هڪ ئي مون وٽان مٿيو جو وري ڪونه آيو. چون ٿا ته لاڪي جڏهن پراڻ تي منزل ڪئي هئي ته وڻن ٽڻن کي کهنبا ڍڪايائين، پر سون جي سوداگر پراڻ جي ڪنڌيءَ سان وڻن ٻوٽن تي جيڪي سونا ڳهه ٽنگيا سي وري نه لهرايا.

وڪيو ڏاتار: وڪيي ڏاتار کان سومنگ چارڻ اچي ڪُمندائتا پيرون گهريا، جنهن تي وڪيي چيس ته:

انبن لڳي ڪيري، چارين لڳي چٽ
ور چارڻ، ماٺ ڪر، جيسين اچي وَٽ.

[ڪيري = ننيڙيون انبڙيون؛ چٽ = پيرن جا ڪي چڳا ۽ ٿوئنر يعني اجان پيرون ڪچڙا آهن، تيستائين ترس جيستائين پيرن جي مند (وٽ) اچي.]

جکرو اُوڍاڻي ۽ اوٺو جکراڻي. ڄام اوڍي جو پٽ ڄام جکرو وڏو سخي هو، جنهن جي باري ۾ پٺائي صاحب پڻ چيو آهي ته:

ڏمرجي ته ڏي، پرچي ته پَٽ پري
جُنگ جکري کي، ٻئي چڱيون چِت ۾.

سندس اولاد مان ڄام اوٺو ٿيو، جيڪو پڻ وڏو سخي هو. سندس باري ۾ هڪ آڳاٽي ڳاهه آهي ته:

اوٺي جي ڏانن، کيهون آبر لڳيون
رَج پيئي راڻين، ڏاتار تِت ڏَٿجي وئا.

هُٽَنّڊ ٿُنّڌياڻي: ڄام ساهڙ جي اولاد مان هٽند ٿُنڌياڻي، مشهور سخي ٿيو، جنهن لاءِ چيائون ته:

ٿڌي ٿج ڏناس، سمون ساهڙ پٽ ۾
پڌرو پر ڳنڌاس، هُٽند ٿنڌياڻي ٿئو.

عشق ۽ محبت جي داستانن بابت ڳاهون

ڄام لاکو ۽ ڄام اُڍو، سمن جي حڪومت جي دور کان غالباً گهڻو اڳ ٿي گذريا، ۽ سندن محبت جا داستان ”ڄام لاکو ۽ مهر راڻي“ ۽ ”ڄام اُڍو ۽ هوٿل پري“ پڻ آڳاٽي وقت کان وٺي مشهور ٿيا. انهن داستانن کي سمن جي حڪومت واري دور ۾ وڏي چاه ۽ ذوق سان ڳايو ويو. ”ڄام تماچي ۽ نوري“ جي عشقيہ داستان جو بنياد ئي سمن جي حڪومت جي اوائلي دور ۾ پيو ۽ ”بوبنا ۽ جرارڙ“ جو داستان غالباً سمن جي آخري دور ۾ اسريو. انهن مڙني داستانن جي روايتن ۾ ڳاهون ۽ بيت آهن، جن مان ڪي آڳاٽا آهن. هت اسان مثال خاطر ”ڄام اُڍي ۽ هوٿل پري“ جي قصي بابت ڪي اهڙيون ڳاهون ۽ بيت ڏيون ٿا جيڪي ٻوليءَ جي سٽاءَ جي لحاظ سان آڳاٽا معلوم ٿين ٿا ۽ غالباً سمن جي دور جا چيل آهن. ڄام اُڍي جي پاڄائي مٿس موهت ٿي پئي پر ڄام اُڍي پنهنجو سيل رکيو. جڏهن ڄام اڍي ملڪ ٿي چڙهيو، تڏهن وياڪل پاڄائي ورلاپ ڪيا ته:

اُتر سيگهون ڪيون، ڏونگر ڏمريا

هينئڙو ڦٿڪي، مچي جيين ساجن سنپريا!
اُڏي لاءِ هوٿل پريءَ محبت جو اظهار ڪيو ته:
اُڏا! تو سين آر، ڪر وسين نه سپ چمار
شل ٿر - ٻاٻيهڙي ٿي مران.
وري چيائين ته:
وساريان نه وسرن، وسرن نه سيڻ
جي نه ٿمن نيڻ، ٿر - ٻاٻيهڙي ٿي مران.
اُڏي ۽ هوٿل پريءَ جي شادي ٿي ته:
رِڻ وَڄڻ ماڍوو، چانيو، ڏاڙهون ڊراک *
اُڏو هوٿل پرڻيا، سورج پري ساک.
هوٿل کي اُڏي جي يادگيري:
چپر توتي چِٽ، وُٺي مينهن نه اُجرن
وري جوين جا مِٽ، نيڻ چتاريا نه چلن.
هوٿل پري نڱامري جو اُڏي کي چڏي وڃڻ:
چڙهي پهڻ چڪاس، اُڏي ڪِي ٿي اُتهين
ڦُلين جهڙي نار، ويئي نڱامري نڪري.
اُڏي کي هوٿل جي وڇوڙي جو غم:
پاٽي مٿي پن، جِين ٿو ٻڏي اُپڙي
تِين هوٿل منهنجو من، لوڙهي وڌو لهرين.
هوٿل کي اُڏي جي وڇوڙي جو غم:
ڪانِي ڪاءِ ڪِيُون، جيين سُرو سانگهيڙو ڪري
منهنجو ٿين هِنيُون اج اُڏي ڪاڌُئو.

سمن جي دور جي ’روايتي ادب‘ جي وڏي ذخيري مان مثيان ٿورا مثال ڏنا ويا آهن، جيڪي ان دور جي سورهيائي، سخا ۽ محبت جي داستانن سان تعلق رکن ٿا. هڪ حاڪمن ۽ سربراهن جي سخا، ٻيو چارڻن، ڀٽن ۽ ڀانن کي انعامن جي اُميد ۽ ٽيون سنڌي ٻوليءَ ۾ بيان جي قوت ۽ قصه خواني جي وڌندڙ صلاحيت - انهيءَ ٽنهي روايتي ادب جي ذخيري کي وڌايو ويجهايو. ڀٽن ۽ ڀانن ۽ چارڻن نه صرف انهن قصن ۽ ڪارنامن کي نئين سر جياريو ۽ ملڪ ۾ مشهور ڪيو مگر ’ڳاهن‘ ۽ ’بيتن‘ کي انهن داستانن جي تاجي پيٽي ۾ اُٽيو، ۽ انهن کي خاص اهتمام سان ڳايو، ۽ اهڙيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ ۾ قصه - خواني جي فن کي اوج تي پهچايو.

ماموين جا بيت

’ماموين جا بيت‘ پڻ سمن جي اوائلي دور جي هن روايتي ادب جي سلسلي ۾ شامل آهن، پر واقعات جي لحاظ سانهي ’نيم تاريخي‘ حيثيت رکن ٿا. هيٺ انهن بيتن تي تنقيدي نگاه سان روشني وڌي وجي ٿي.

عام روايتن ۾ ڳچ جيترا بيت ’هفت تن‘ (ستن چٽن) ماموين انهيءَ منسوب آهن، پر انهن جي سٽاء توڙي معنيٰ مان ظاهر آهي تهڪي گهٽو پوءِ جا آهن. البت هيٺين ڀن بيتن جي مضمون جي اندروني ٿاٽن مان

معلوم ٿئي ٿو ته غالباً اهي سومون جي حڪومت جي زوال ۽ سمن جي اوائلي عورج واري وقت جا آهن (1):

1. هاڪ وهي هاڪرو، پڳي پنڌ اروڙ
بهه، مچي ۽ لوڙ، سَمي ويندا سوڪڙي.

2. جِمَ ويهجا ماڙُهئا! ننگر جي آثار
پُراڻا پَرار، نوان اَڏِجا نِجُهرا.

انهن بيتن جي مضمون کي سمجهڻ لاءِ تاريخي پس منظر کي سمجهڻ ضروري آهي. اندازاً چوٿين صدي هجري جي وچ ڌاري، اروڙ وٽان درياء جي رخ ۾ ڦيرو آيو (1)، جنهن سببان درياء جو مکيه وهڪرو ڦري، بکر وٽان ۽ پوءِ هيٺ سيوهڻ ۽ ٺٽي طرف ڪان ٿيڻ لڳو ۽ اڳئين مکيه درياء هاڪڙي (اپرندي ناري) ۾ پاڻي گهٽجڻ لڳو. ان بعد ايندڙ ٽن سون سالن ۾ - يعني اٺين صدي هجري (14- صدي عيسوي) جي وچ ڌاري - سچو درياء پلٽ کائي بکر ۽ سيوهڻ وٽان وهڻ لڳو ۽ هاڪڙي (ناري) جي حيثيت فقط هڪ ’ڦاٽ‘ جي وچي رهي. انهيءَ ڪري هيٺ پُراڻ ۽ هاڪڙي ڍوري وارا گهڻا پٽ غيرآباد ٿي ويا ۽ ٺٽي وارو پاسو وڌيڪ سرسبز ۽ آباد ٿيو. اهوئي سبب هو جو سيوهڻ ۽ عمرڪوٽ واري سومرن جي مرڪزي اراضي جي شادابي گهٽجي وئي ۽ پڻ سومرن جي مالي حالت

ڪمزور ٿيڻ لڳي(2). سمن جي اُسرندڙ طاقت جي مقابلي ۾، سومرن جي پوئين حاڪم همير پٽ دودي کي سلطان فيراز شاهه تغلق جي طرفان ملتان ۽ گجرات جي گورنرن مدد پئي ڪئي، ۽ سنڌ ۾ سومرن جا گهڻگهرا پڻ انهن اميدن تي پئي تڳيا، جيڪي انهن بيتن ۾ ظاهر ڪيل آهن، يعني ته:

1. شال هاڪڙو درياءِ وري چوٽ وهي! اروڙ واري بنڌ چاڻ پڳي! پوءِ (ٺٽي-سيوهڻ طرف جي سمن يا سندن سردار) سمي ڏانهن بِهه، مڇي ۽ لوڙهه سوڪڙي ٿي ويندا (چاڪاڻ جو درياءِ هاڪڙي واري وهڪري مان سِير ڪري وهندو ۽ ٺٽي واري پاسي ايترو پاڻي ڪونه ويندو جو اتي بِهه، مڇي ۽ لوڙهه ٿين.)

2. اي ماڙهئا! (سمن جي نئين وسايل) ٺٽي شهر (جي شاهوڪاري ۽ رونق) جي آسري متان وڃي ان طرف ويهو (جو اتي پاڻي به ڪونه ملندو؛ هاڪڙو درياهه چاڻ وريپرجي وڙهو، انهيءَ ڪري چڱو ائين ٿيندو ته ) پُراڻ جي پريان وڃي پنهنجا نوان گهر اَڏيو (جتي وري وڏيون آباديون ٿينديون.)

سنڌ جي عام روايتن موجب ’مامويِن جا بيت‘ سمن جي شروع دور ۾ ، ڄام تماچي جي عهد ڏانهن منسوب آهن. اها روايت مختصر طور هيئن آهي ته ستن درويشن (هفت تن) ڄام تماچي کي ٻڌايو ته: ’سندس

تخت هيٺيان جيڪو ناٽي ۽ بخت جو محافظ نانگ آهي، تنهن جو منهن ڦري دهلي ڏانهن ٿيو آهي؛ انهيءَ ڪري لوهو گرز هٽائي چڙي ته جيئن نانگ اتان نڪري نه وڃي. پهريائين سندن ڳالهه نه مڃي وئي، پر پوءِ جڏهن آزمودي خاطر، هڪ ٻگهو لوهو گرز هيٺ ٺوڪي وري ٻاهر ڪڍي ويو ته رت سان پرجي آيو. ان جو تعبير اهو ڪيو ويو ته نانگ دهليءَ طرف سُرڻ وارو هو. ۽ اتفاق سان گرز ان جي پڇڙيءَ تي وڃي ڪتو هو؛ پر وري گرز ٻاهر ڪڍيو ويو ته ان کي آزادي ملي وئي ۽ نانگ دهليءَ ڏانهن هليو ويو. انهيءَ ڪري هتان جي چاڻ ڦِٽي، ۽ تخت دهليءَ جي حوالي ٿيندو.

انهيءَ روايت جو بنياد يقيني طور انهن تاريخي واقعن تي آهي، جيڪي سمن جي اوائلي دور ۾ ٿي گذريا. دهليءَ جي سلطانن ۽ سنڌ جي حڪمرانن جي ڪشمڪس چوڏهين صدي عيسوي جي ٿيهاري ڌاري شروع ٿي چڪي هئي. ان بعد سلطان محمد بن تغلق ٺٽي چڙهي آيو، ڇاڪاڻ جو سنڌ جي سومرن ۽ سمن گجرات جي هڪ باغي ’طغي‘ کي پناهه ڏني هئي. سلطان محمد بن تغلق انهيءَ چڙهائي وقت بيمار ٿي، پنهنجي لشڪر گاهه ۾ ٺٽي کان ڪجهه مفاصلي تي گذاري ويو. ان بعد سلطان فيروز شاهه سنڌ تي ڪاهه

ڪئي، مگر پهرئين حملي وقت هو پنهنجي ڪمزور حالت سببان ميدان ڇڏي گجرات طرف هليو ويو. پوءِ اتان موٽي اچي ٺٽي کي گهيرو ڪيائين، پر ٺٽي جي ڄام ٻانڀڻيي جي همت ۽ جرئت سببان اڳتي وڌي ڪامياب نه ٿيو. بالآخر شيخ الاسلام صدرالدين ملتان وارو ۽ مخدوم جهانيان ’جهان گشت‘ اُچ وارو وچان پيا، جنهن موجب ڄام ٻاڀڻيو ۽ ڄام جوڻو سلطان فيروز شاهه تغلق سان گڏجي دهلي ويا؛ پر پويان ملڪ جي واڳ وري به ڄام ٻانڀڻيي جي ڀاءُ ڄام تماچي ۽ ڄام جوڻي جي پٽ ڄام توڳاچي جي هٿن ۾ رهي . انهن واقعن مان ظاهر آهي ته انهيءَ ڪشمڪش جي مڙني معرڪن ۾ سنڌ وارن جو منهن مٿي رهيو ۽ تخت بخت سمن ڄامن جي حوالي رهيا؛ مگر دهلي ڏانهن وڃڻ بعد ڄام جوڻو پنهنجن ڪان ڦري ويو، انهي ڪري دهليءَ طرفان ڪيس تقريباً سنه 777ھ/1375ع ڌاري سنڌ تي چاڙهي موڪليو ويو ۽ هن اچي تخت تي قبضو ڪيو، ۽ ڄام تماچيءَ کي نظربنديءَ جي حالت ۾ دهليءَ وڃڻو پيو. انهيءَ واقعي کي ائين تعبير ڪيو ويو ته ڄام تماچي راز ڄاڻندڙ مامون جي صلاح نه مڃي، جنهنڪري بخت ۽ تخت جو محافظ نانگ دهليءَ طرف هليو ويو، ۽ نتيجو اهو ٿيو جو ڄام

نظربند ٿي ويو، ۽ ڇام جوڻو دهليءَ جي هڪ تابع جي حيثيت ۾ اڇي سنڌ جو حاڪم ٿيو.

اها ’هفت تن‘ ۽ نانگ واري حڪايت ڇام تماچي جي عهد جي واقعن جو پڙاڏو آهي، جنهن کي عام روايت ۾ ٻين بيتن سان ملايو ويو آهي؛ مگر مٿين بيتن جي مضمونن جي اندروني شهادت جي بناء تي چئي سگهجي ٿو ته اهي بيت ’ماموين جي اڳڪٿي‘ نه آهن، بلڪ سمن جي اوائلي عروج وقت، سومرن جي خيرخواهن طرفان اڳين حالتن جي موٽڻ جو تمنائون آهن

---

[(1)](#). ڏسو راقم جو تحقيق مقالو ”سنڌ جي سمن حاڪمن جو سلسله حڪومت“ اڳ حوالو ڏنل، ص ص 23-2

[(1)](#). تفصيلي مطالعي لاءِ ڏسو لوڪ ادب تجويز هيٺ ’ڳاهن سان ڳالهيون‘ ۽ ’عشقيه داستان ۽’سورهيائي جي ڪارنامن‘ بابت مرتب ڪيل ڪتابن جا راقم طرفان لکيل مقدما.

[(2)](#) . ڪڇ جي روايت موجب لاکو سنبت 976، يعني 9- صدي عيسوي جي آخر ۾ ڄائو، جنهن جي معنيٰ ته ڏهين صدي ۾ ساماڻو:

سنبت نوسؤ ڇاهتر، ٻيج ٽِٿي ڪارتڪ ماس

تهن ڏِيهن لاکو جَنمِيو، سورج جوت پرڪاس

[(3)](#) . تفصيل لاءِ ڏسو راقم جو لکيل ڪتابڙو ”لاکو ڦلاڻي“، ڇپايل ’سنڌي مجلس‘ سنڌ يونيورسٽي پريس، سنه 1957ع.

[*](#). ٻي روايت: ”رڻ ۾ ڪريو ماڏوو، وڇائي ڏاڙهون ڏاک“

[1]. هنن بيتن جي سٽاء بابت هن ڪتاب جي پهرئين ڇاپي ۾ جيڪي گمان زير بحث آندل هئا، انهن تي نظرثاني ڪئي ويئي آهي ۽ گذريل سالن ۾ وڌيڪ تحقيق ۽ معلومات جي بناء تي ضروري ترميم ڪئي وئي آهي. انهيءَ لحاظ سان موجوده متن کي مستند سمجهڻ گهرجي. عام طور بيتن جي پڙهڻي هن طرح ملي ٿي:

1. هاڪ وهندو هاڪڙو، پڄندي پنڌ اروڙ
ٻِهَه، مڇي ۽ لوڙه، سمي ويندي سوڪڙي.

2. ننگر جي آثار، متان ويهجو ماڙ هئا
پراڻا پرار، نوان اڏجئو نجهرا.

ٻولي مان ظاهر آهي ته اها پڙهڻي هن پوئين دور جي آهي. حڪايت مطابق اهي بيت ساموئي يا ٺٽي ۾ پڙهيا ويا، پر لفظ "پڄندي" ٺٽي جي ٻولي مطابق اهي بيت ساموئي يا ٺٽي ۾ پڙهيا ويا، پر لفظ "پڄندي" ٺٽي جي ٻولي مطابق ناهي. جدا جدا روايتن ۾ 'سمي ويندي سوڪڙي' 'سمي ايندي سوڪڙي' توڙي 'سمي ايندا سوڪڙي' فقرا ملن ٿا، حالانڪ معنيٰ جي لحاظ سان سپني جو مقصد ساڳيو آهي.

'هاڪڙي جي وري وهڻ' واري روايت اسان کي بهاولپور واري پاڳي مان پڻ ملي ٿي. اتي 'مروٺ' جي قديم قلعي جا حاڪم سومرا هئا. انهن کان پوءِ 'سوڍا راءِ' اتي جو حاڪم يا امير ٿيو. سومرن جي ڪنهن حمايتي هن طرح پنهنجي جذبات جو اظهار ڪيو ته:

هَڪڙا ڦير پِي وَسِي، نديان وهَسن سِر
نه ڇايا نه ڄمسي، سوڍا راءِ امير.

(ڏسو مضمون ”اکبر اعظم اور بهالپور: عمرڪوٽ اور مروٽ“، رساله العزيز، بهاولپور، ماه فيبروري سنه 1941ع، ص 38).

[(1)] . اروهڙيءَ لڳ سنڌو درياءَ ۾ هڪ ننڍڙي ٻيٽ اندر ’خواجه خضر‘ جي درگاهه جي الهندين ديوار ۾ هڪ سر لڳل آهي، جنهن تي فارسيءَ ۾ ’ڪتبو‘ لکيل آهي، جنهن ۾ ”درگاهه عالي“ مان سنه 341 هجري ملي ٿو.ان ڪتبي جو فوٽو ڇپجي چڪو آهي (ڏسو: ڪزنس جو ڪتاب ”سنڌ جا قديم آثار“، ڪلڪته 1929ع، ص 145). ڪتبي جي مضمون مان اهو گمان ڪيو ويو آهي ته شايد اهو سنڌو دراياءَ جي رخ بدلائڻ جو يادگار آهي. ڏسو: ميجر راورٽي جو ڪتاب ”سنڌ جو مهراڻ“ ص 492)، تاريخ جي ماده وارو فارسي بيت يقيني طور پوءِ جو آهي، پر ٿي سگهي ٿو ته اهو ڪنهن آڳاٽي ’ڪتبي‘ جي جاءِ تي هٽايو ويو هجي. 1944ع ۾ اهو ڪتبو راقم پاڻ ڏٺو هو، پر 1955ع کان وٺي درياء جي چاڙهه سببان اها درگاهه ٻڏڻ لڳي ۽ شايد پوءِ اهو ڪتبو پڻ ضايع ٿي ويو.

[(2)]’تاريخ طاهري‘ مان پڻ انهيءَ حقيقت جي تصديق ٿئي ٿي.

سمن جي دور ۾ سنڌي ٻولي ۾ ادب جا روايتي اهڃاڻ مثين چئن مکيه عنوانن - سمن سردارن جي سورهيائي، سخاوت، عشقيه داستانن ۾ مامويِن جي بيتن - سان تعلق رکن ٿا، جن تي قدري تفصيل سان روشني وڌي ويئي آهي. سمن جي دور جو اهو روايتي ذخيرو، سومرن جي دور جي روايتي ادب جي سلسلي جي ڪڙي آهي. ٻنهي جون ساڳيون خصوصيتون آهن: يعني ته قصا ۾ ڪهاڻيون، جنگي واقعات ۾ عشقيه داستان ٻنهي جا مکيه قالب آهن؛ جن ۾ قولن ۾ قرارن، پهاڪن ۾ چوٽين جي صورت ۾ سنڌي 'ڳاهون' يعني 'ٻٽيون منظوم مصراعون' هن ادبي ذخيري جي جند جان آهن.

(ج) سمن جي پهرين دور جي ٻولي ۾ شعر جو تاريخي ذخيرو

مٿي سمن جي اوائلي دور واري روايتي ادبي ذخيري تي روشني وجهڻ بعد، هاڻي اسان سمن جي پهرئين دور جي تاريخي ادبي سرمايي جو جائزو وٺنداسون، چاڪاڻ جو اهو صاف سنڌي ٻوليءَ جو اوائلي ۾ اهم تاريخي دستاويز آهن.

1. سنڌين جو هڪ جنگي ’رجز‘ يا نعرو: سمن جي اوائلي دور ۾، سنڌي فوج جو هڪ جنگي رجز يا سنڌ وارن جو هڪ عام پهاڪو ملي ٿو، جيڪو تاريخي صحت جي اعتبار سان نهايت اهم آهي. مٿي بيان ٿي چڪو آهي ته پهريائين سلطان محمد بن تغلق سنڌ تي چڙهائي ڪئي پر سنه 752ه/1351ع ۾ ٺٽي جي ڀاهران بيمار ٿي گذاري ويو. ان بعد سلطاب فيراز شاهه سنه 1325/22ع ۾ ٺٽي تي چڙهائي ڪئي. سنڌ جي لشڪر ۽ سلطاني فوجن جي وچ پهرئين مقابلي بعد سلطان فيروز شاهه جي لشڪر ۾ رسد جي ڪمي پيدا ٿي ۽ گهوڙن ۾ وبا جي بيماري پئي. جنهن ڪري سلطان ڪوچ ڪري گجرات طرف هليو ويو. سندس ڪوچ وقت سنڌ جي لشڪر هيٺيون جنگي رجز يا نعرو بلند ڪيو، جيڪو بقول همعصر مورخ سِراج عفيف جي، ٺٽي ۾ پهاڪي طور مشهور ٿي ويو ته:

با برڪت شيخ پَٿو
هڪ مئو، هڪ ٺَٺو*.

يعني ته: ’پير پٿي جي برڪت سان هڪ مئو ته ٻيو ٿهي پڳو‘.

اهو سنه 1325/22ع جو هڪ سنڌي نعرو يا پهاڪو آهي، ۽ تاريخي لحاظ سان نهايت اهم آهي.

2. ڄام تماچي لاءِ دعا يا اڳڪٿي جا بيت: مٿي بيان ٿي چڪو آهي ته ڄام جوڻي جي سازش سببان ڄام تماچي سنه 1375ع ڌاري سنڌ مان نظر بند ٿي دهليءَ ويو، ۽ پويان ڄام جوڻو ’علاوءالدين‘ جي خطاب سان حڪمران ٿيو هو (1)، جنهن ڪري ماڻهن ۾ ڄام جوڻي لاءَ دلي محبت ڪانه هئي. اندازاً سنه 1375ع کان وٺي سلطان فيروز شاهه جي وفات واري سال 1377ع تائين ڄام جوڻي. حڪمراني ڪئي انهيءَ سڄي عرصي ۾ ڄام تماچي دهلي ۾ نظربند رهيو، ۽ پويان ماڻهو ڄام جوڻي جي حڪمرانيءَ مان بيزار ٿي پيا. ملڪ جي عوام توڙي درويشن ۽ بزرگن جي همدردي ڄام تماچي سان هئي، ۽ هو دعائون گهرڻ لڳا ته شال تماچي موٽي اچي ٺٽي جو بادشاهه ٿئي! انهيءَ عام جذبي هيٺ سنڌ جي ٻن مشهور درويشن - ساموئي جي بزرگ شيخ حماد جمالي ۽ ڪيبرن جي درويش نوح هوٿياڻي - ڄام تماچي جي موٽي اچڻ ۽ تخت جي والي ٿيڻ بابت دعا طور اڳڪٿي ڪندي سنڌيءَ ۾ بيت ۽ فقرا چيا، جن بابت پهريون حوالو اسان کي ڪتان ”حديقہ الاولياء“ (فارسي) ۾ ملي ٿو جيڪو ٺٽي جي سيد عبدالقادر حسيني سنه 1016ھ ۾ تصنيف ڪيو. البته هن ڪتاب جي متن ۾ اهي سنڌي بيت يا الفاظ، جي ان موقعن تي بزرگن جي زبان مان

نڪتا، سي ڏنل ڪين آهن؛ انهيءَ ڪري انهن بابت اڄ تائين ڪجهه به معلوم ٿي نه سگهيو آهي. اتفاق سان اسان کي ’حديقة الاولياء‘ جي هڪ قلمي نسخي (1) جي حاشيه تي لکيل، شيخ حماد جمالي جو سنڌي بيت توڙي درويش نوح هوٿياڻي جا موزون سنڌي فقرا مليا، جيڪي هيٺ ڏجن ٿا.

شيخ حماد جو بيت: شيخ حماد بن رشيدالدين جمالي سنڌ جي وڏن اوليائن مان هو ۽ اُچ جي مشهور درويش شيخ جمال جو ڏوهٽو هو. موجوده ٺٽي لڳ ’ساموئي‘ جي دامن ۾ سندس خانقاهه هئي. حديقة الاولياء جو مصنف لکي ٿو ته ”ڄام تماچي ۽ پٽس صلاح الدين کي هن بزرگ سان بيهد عقيدت هئي، ۽ هو روزانو سندس خذمت لاءِ ايندا هئا. ڄام جوڻي سازش سٽي؛ جنهن موجب چپ چاپ ۾ ٻنهي کي دهلي اماڻيو ويو، جتي هو نظربند رهيا. اتفاق سان بزرگ سندن غير حاضري محسوس ڪري کين ياد ڪيو، پر سندن باري ۾ ڪو به خبر ڏيئي نه سگهيو. بزرگ پوءَ پنهنجو خاص ماڻهو موڪلي سندس حويلي مان پڇا ڪرائي جنهن تي حويلي وارن سڄي ماجرا نهايت عجز ۽ بيقراريءَ سان بيان ڪئي. شيخ حماد کي جڏهن اهو ٻڌايائون تڏهن کيس جذبو اچي ويو ۽ بيقراري مان اٿي کڙو ٿيو ۽ حجري ۾ هلڻ لڳو. ان وقت سنڌي زبان ۾

هڪ بيت چوڻ شروع ڪيائين، جنهن ۾ ڄام تماچي سان محبت ۽ سندس (موٽي اچڻ جي) تمنا ظاهر ڪيل هئي.“ ڄام جوڻي جڏهن اهو بيت ٻڌو ته نهايت پريشان ٿيو ۽ سوار ٿي شيخ حماد وٽ آيو، پر آخر نااميد ٿي موٽيو(1). اهو سنڌي بيت ’حديقة الاولياء‘ ۾ مٿي ڄاڻايل قلمي نسخي جي حاشيي تي هن طرح لکيل آهي(2).

جُوڻو، مَتِ اُوڻو، ڄام تماچي آءُ
سڀاجهي ڀاڄه ڀيئي، توسين ٺٺو، راءِ!

(يعني ته: ڄام جوڻو مت جو اوڻو (ٿوري عقل وارو) آهي (جنهن ايڏو ڪم ڪيو). اي ڄام تماچي تون آيو گهرج، الله راضي ٿيو آهي جو سڄو ٺٺو ڦري تنهنجي پاسي ٿيو آهي.)

درويش نوح هوٿياڻي جي دعا: اٺين صدي هجري جي آخر ۾ ’ڪيبراڻي‘ واري اراضي ۾ ڪيبر قبيلي جو هڪ نالي وارو درويش نوح هوٿياڻي رهندو هو(1). جنهن جي درگاهه هن وقت حيدرآباد - هالا رستي تي ڪيبرن جي ڳوٺ کان ٻه ميل کن اتر - اوڀر واقع آهي. ’حديقة الاولياء‘ جو مصنف لکي ٿو ته ”جڏهن ڄام تماچي ۽ ڄام صلاح الدين سنڌ ڀهتا ۽ ڪيبرن جي ڳوٺ وٽان اچي لنگهيا ته اتي جي درويش جوح ڪيبر کي ڏٺائون جنهن ڍڳن جي گوهر ڀئي چاري. ان موقعي تي ڪو

شخص سندس گوهر ڏانهن وڌيو، جنهن تي بزرگ چيس ته: ’ڄام تماچي جي حڪم سان منهنجي مال سان دست اندازي نه ڪر‘. اهو ٻڌي نهايت عجب ۾ پيا ۽ اڳتي وڌي اچي درويش کان پڇيائون ته: ملڪ جو والي اجا ڄام جوڻو آهي ۽ تماچي دارالخلافت دهلي ۾ نظربند آهي، پوءِ ڪيئن ٿو چوين ته ڄام تماچي جو حڪم آهي! درويش چيو ته مون کي تماچي جي خبر ڪانهي، باقي ٻن ٽن ڏينهن کان وڻ ٽڻ پکي پکڻ کان اها ئي صدا ٻڌي رهيو آهيان ته ته ڄام تماچي جو حڪم آهي. اها بشارت ٻڌي کين نهايت خوشي ٿي ۽ درويشن سان پنهنجو سچو احوال ڪيائون ۽ مقصد حاصل ٿيڻ خاطر پاڻ تي نذرانو مقرر ڪيائون (2)“.

غالباً انهيءَ موقعي تي درويش کين دعا ڪئي ته فتح اوهان جي آهي، ’حديقة الاولياء‘ جي ذڪر ڪيل قلمي نسخي جي حاشيي تي ڄاڻايل آهي ته ”چون ٿا ته درويش نوح (ان موقعي تي) هيءُ بيت پڙهيو ته؛

جوڻو وڃي جهوري ماريو

ڄام تماچي شهرين چاڙهيو(1).“

يعني ته ڄام جوڻي کي پورو ڪريو، ۽ ڄام تماچي کي ملڪ جو بادشاهه بنايو.

’حديقة الاولياء‘ جو قلمي نسخو، جنهن جي حاشيي ۾ شيخ حماد جمالي وارو بيت ۽ درويش نوح هوٿياڻي

وارا موزون فقرا ڏنل آهن. سو سنه 1240ھ جو لکيل آهي. شيخ حماد وارو بيت ڪتان لکندڙ ساڳئي ڪاتب جو هٿ لکيل آهي، جنهن جي معنيٰ ته پوئين ويجهي دور ۾ 13 - صدي هجري جي وچ ڌاري اهو بيت سنڌ ۾ اجان به ڪن وڏڙن کي ياد هو جو ڪاتب تائين پهتو، ۽ هن وضاحت خاطر حاشيي ۾ قلمبند ڪيو. درويش نوح هوٿياڻي وارا فقرا ٻئي ڪنهن جي هٿ اکران مگر ڪافي آڳاٽا لکيل آهن.

شيخ حماد، چام تماچي جي سنڌ ۾ پهچڻ کان اڳ بيت چيو هو؛ درويش نوح هوٿياڻي سندس دعائيه فقرا تڏهن چيا جڏهن چام تماچي سنڌ ۾ پهچي ويو هو ۽ ٺٽي ڏانهن ويندي کيبرن وٽان اچي لانگائو ٿيو هو، تاريخي لحاظ کان، چام تماچي غالباً سلطان فيروز شاهه جي فوت ٿيڻ (18- تمضان 790ھ/1388ع) تي دهلي ڇڏي؛ جنهن جي معنيٰ ته شيخ حماد وارو بيت، سلطان فيروز شاهه جي وفات واري تاريخ کان اڳ جو، ۽ درويش نوح هوٿياني جا دعائيه فقرا انهيءَ تاريخ کان ڪجهه پوءِ لڳ ڀڳ سال 790 هجري جي آخر (1388ع) جا چيل آهن.

3. خوجن جي پيرن جا گنان

خوجن جا پهريان پير 14- صدي عيسوي ۾ ايران مان هندوستان ۾ آيا. اندازاً 775 ھ کان 900 ھ واري

سوا سوء سالن جي عرصي ۾ هو گجرات، سنڌ ۽ ملتان وارن پاڳن ۾ اسماعيليلي فرقي جي تبليغ ڪندا رهيا. سندن جاءِ نشينن پنهنجي تبليغ ۾ هندي، سنڌي، ڪڇي - سنڌي ۽ گجراتي ۾ منظوم هدايتن ۽ نصيحتن کي استعمال ڪيو، جن کي هن فرقي جي اصطلاح ۾ ’گنان‘ (1). اڳين وڏن پيرن جا چيل آهن ۽ اهي سندن دور ۾“ يا ٿورو پوءِ پوءِ لکي محفوظ ڪيا ويا. سواءِ زباني روايتن جي ۽ سواءِ ڪن ٿورڙن ’گنانن‘ جي، جن ۾ چوندڙ جو نالو آندو وجي ٿو، اهو پڻ چوڻ مشڪل آهي ته ڪهڙا ’گنان‘ ڪهڙي پير چيا؛ يا جنهن وقت پير اهي ’گنان‘ چيا ان وقت لفظ به لفظ انهن جي سٽاءَ ۽ صورت ڪهڙي هئي. هن وقت ساڳيا ’گنان‘ جڏهن مختلف جدا جدا شخصن کان ٻڌجن ٿا يا مختلف لکيتن ۾ ڏسجن ٿا ته انهن جيڪي پڙهڻين ۾ لفظن جي ڦير گهير موجود آهي. سنڌ جي خوجن وٽ جيڪي ’گنان‘ عام رائج آهن، انهن تي سنڌ جي سندن مقامي مادري ٻولي وارو رنگ چڙهيل آهي. ڪي ’گنان‘ ته ايترو صاف سنڌي ۾ آهن جو اهي پوئين ويجهي دور ۾ ئي منظوم ڪيل ٿا لڳن. غالباً ائين چوڻ صحيح ٿيندو ته اصل ۾ ڪي ’گنان‘ گجراتي ، ڪڇي، سنڌي يا هندي جي جدا جدا محاورن ۾ ته ڪي ڪن هڪ ٻن محاورن جي آميزش

سان رچيل هئا، پر پوءِ هر علائقي جي رهندڙن انهن کي پنهنجي پنهنجي مقامي مادري ٻوليءَ مطابق پڙهيو ۽ ياد ڪيو. بهرحال هي مسئلو وڏيڪ تحقيق طلب آهي، ۽ جيئن ته اسان وٽ هن وقت ٻيو ڪوبه ٻاهريون ماءخذ موجود ڪونهي، انهيءَ ڪري خود خوجا جماعت جي روايت کي آڏو رکي ڪي نتيجا قائم ڪري سگهجن ٿا.

’گنان‘ شايد اصل ۾ لفظ ’گيان‘ (الاهي يا روحاني علم) جي بدليل صورت آهي پر خوجا جماعت جي عقيدي موجب اهي سندن پيرن جا چيل پوتر منظومات آهن، جن ۾ هدايت ۽ نصيحت سمايل آهي. ڪي ڪتاب جيڪي انهن پيرن جي نالي سان منسوب آهن، تن جي عنوانن ۾ ’سلوڪ‘ ۽ ’نان‘ جا الفاظ آيل آهن، پير صدرالدين توڙي پير شمس الدين ڏانهن منسوب ڪتاب جو نالو ”سلوڪُ نانُ“ ”سلوڪو نانوُ“ آهي ۽ پير امام شاهه جي ڪتاب جو ”جو گيشوَر عبدوُنا گنان“ آهي. انهن کان سواءِ پيرن جي نالي توڙي بنان نالي ’هڪ سؤ چونڊ گنانن‘ جا ڪيترائي مجموعا آهن، جيڪي فقط ”گنان“ جي نالي سان سڏيا وڃن ٿا. مگر اهي گنان ڪنهن چيا ۽ ڪڏهن چيا سو هڪ تحقيق طلب مسئلو آهي، جنهنجو صحيح جواب ملڻ مشڪل آهي.

تاريخي اعتبار کان، اجان وڌيڪ مشڪل مسئلو اهو آهي جو اهي پير جن ڏانهن گنان منسوب آهن، تن جي ولادت ۽ وفات جون تاريخون غير يقيني آهن. پير صدرالدين، سندس پٽ پير حسن ڪبير الدين ۽ ان جي وڏي پٽ شمس الدين ۽ ٻئي پٽ امام شاهه، ۽ امام شاهه جي پٽ نر محمد ڏانهن 'گنان' يا ڪي لکيتون منسوب آهن، مگر انهن سڀني جي حياتين جا احوال مُبهم ۽ غير يقيني آهن. نرمحمد جي ڪتاب "سَت وِيڻِي جِي ويل" ۾ جيڪي آخري سنه ۽ سال ڏنل آهن، سي 1516ع ۽ 1520ع جي برابر آهن. انهن اهڃاڻن مطابق چئڻ اهي پير سمن جي دور ۾ ٿي گذريا.

پير صدرالدين ڏانهن منسوب گنان: پير صدرالدين ايران جي شهر سبز وار ۾ ڄائو ۽ وڏو ٿيو ۽ اتان پنهنجي فرقي جي تبليغ جي لاءِ هندوستان ۾ آيو، جتي سڪونت ۽ تبليغ اندازاً سنه 771 هه بعد شروع ٿي. انهيءَ جي معنيٰ ته ڪيس هتي جي مقامي ٻولين ۾ مهارت حاصل ڪرڻ ۽ گنان چوڻ ۾ ڪجهه عرصو لڳو هوندو، ۽ جلد ۾ جلد ته به اندازاً 775 هه کان پوءِ 'گنان' چيا هوندا. انهيءَ ڪري پير صدرالدين جي گنانن جو عرصو، 775 کان رجب 819 هه (سندس وفات) تائين سمجهڻ گهرجي. نئين سٽ مرزا قليچ بيت (1) ۽ ٻين مصنفن پير صدرالدين ڏانهن منسوب

گنان مان ڪي پنهنجن ڪتابن ۾ ڏٺا آهن، ۽ غالباً وڏيڪ معتبر اهي ئي ’گنان‘ آهن، جن ۾ جدا جدا ٻولين جي آميزش آهي. مثلاً هيٺيان گنان (1) انهيءَ قسم جا آهن:

(1)

چيتن هارا تمهين چيتجو،
ڪريو خوب ڪمائي،
انتڪال ايڪلا چلڻا،
ساٿ ڪوئي باپ نه مائي.

(2)

من مها بَلوَنۡت هئه،
جودهه زوراور جاڻ.

(3)

مت ٿيو آئين پنجن جا داسي،
پانڌيئڙا! پَنٿ سِريوو.

مختلف ٻولين جي ميلاپ ۽ آميزش وارن اهڙن ’گنانن‘ کان سواءِ ڪي سچا سنڌيءَ ۾ چيل ’گنان‘ پڻ خوجن جي جماعتي روايت موجب پير صدرالدين ڏانهن منسوب آهن. انهيءَ قسم جا سنڌي گنان سنه 1952ع ۾ اسماعيليه ايسوسيئيشن ڪراچي جي شايع ڪيل ڪتاب ”اسماعيلي آغا خاني فرقه جا مبلغ داعي“ (ڪراچي، 1952ع) ۾ ٿنڌي محمد خان مان

نڪرندڙ ماهنامہ ”ميراث“ (جلد 1، نمبر 4، 1952ع) ۾ چڇپيا هئا *.

(1)

1- اُٿي الله گهرين نه بندا، تون سُتين سڄي رات
نڪا جهوري جيِوَ جي بندا، نڪو ٿمر ساٿ -
شاهه مچيئڙو تن، جي صبوحڙي جاڳن.

2- جي صبوحڙي نه جاڳيا، تن حورون ڏين نه هٿ
-
سري هئه هئه ڪندا، هٿ هٿڏدا، جڏن هاري وجائي وَٽ
شاهه مچيئڙو تن، جي صبوحڙي جاڳن.

3- پانها تو جو تڪيو ڪنداڙو ڪوڙ
پسي رتا گلڙا پانها! مَ وڃاء مور -
شاهه مچيئڙو تن، جي صبوحڙي جاڳن.

(2)

ڪَيَهتِياٽِي ڪَتيو جڏين سُتو سارو لوڪ
تنہ پانڃي ڪِتي مان وڏو ڳِچي ڳاڙهو ٿوڪ.

—— ——

جيڙونِي تيڙو اگهيو پائيو! جي هوند ڪتيائين
سُپان سرتين وچ ۾ ملي مرڪيائين

(3)

ڪوٺا، مَندپَ، ماڙيون، گهر، گهوڙا، پَندار

ڪين نه نِيا پاڻ سين، جِيوَ چَلَنتي وارو.

——

پَڻي پير صدرالدين آئِين سُڻو مومن وير
اَلڪ چُڻو تني کي، جني سجاتو ’شاهه‘ پير.

(4)

ڪيڙيُون اُڏاڻيين گڏ ماڙيون، تين ڪيڙا
رکيائين چِٽَ
نيهِي نِيندءِ ڏوڙ ۾، توتي لتون ڏيندا مِٽَ
سُن وڻجارا، هويار! هِي مَن هَروئڙو ٿو جهُولي.

(5)

جاڳو جاڳو پائرا، رين وهاڻي

ظاهر آهي ته مٿيان ’گنان‘ صاف سنڌي يا سنڌي جي ڪڇي محاوري ۾ رچيل آهن. پهريون ’گنان‘ هڪ ڪٿا آهي، جنهن جي ٻن مصراعن بعد وراڻي آهي. ٻي سگهي ٿو ته پهريون ٻه مصراعون اصل ۾ آڳاٽا ’سنڌي بيت ‘ هجن جن جي پويان بعد ۾ ’وراڻي‘ ملائي وئي هجي. پيو ۽ ٿيو گنان ڪاپاتي جي سُر جا بنيادي ’سنڌي بيت‘ آهن، جيڪي نسبتاً آڳاٽا معلوم ٿين ٿا.

پير حسن ڪبيرالدين. پير حسن ڪبيرالدين 22-شعبان اربع ڏينهن سنه 774 هه تي ڄائو ۽ نائين صدي هجري جي پوئين اڌ ۾ اُچ ۾ وفات ڪيائين * انهيءَ

ڪري ڏانهس منسوب ’گنانن‘ جو عرصو اندازاً اٺين صدي جي آخري نصف کان وٺي نائين صدي جي پهرئين نصف تائين شمار ڪري سگهجي ٿو. هيٺيان ’گنان‘ سندس نالي سان منسوب آهن:

(1)

آشا جي شري اسلام شاهه تختيج بيٺها
تاري دين هوا رحمان جي
سر بندهه لئلاَ گردئلاَ متڪلاَ ديدها
تارلاَ سر اُگهاڙو ڪري، نر بيٺها.

[جڏهن کان حضرت اسلام شاهه تخت تي ويٺو، تڏهن کان ڌٽي جي دين جو فيض جاري ٿيو. (پير حسن ڪبيرالدين) جڏهن امام کي پڳ نذرانو ڪئي، تڏهن پاڻ مرادو سر اگهاڙو ڪيو (تخت تي) ويٺو هو.]

(2)

ناريون تمهاريون آنتي گهٽيون
مجهه سريکيون لاکوئي لاک
تُمهن هئه الک نرنجن
هم چَئيئي ڌرڙي خاڪ.

[تنهنجيون داسيون ڪي گهٽيئي آهن، مون جهڙيون ته لکين آهن؛ تون ئي ڌسڻ کان پاڪ آهين، آءٌ ته مٽي ۽ خاڪ آهيان.]

مثيان ’گنان‘ پير صدرالدين جي پٽ حسن ڪبير الدين جا آهن جيڪو هت ڄائو نپنو، پر تڏهن به ٻوليءَ ۾ آميزش آهي؛ انهيءَ ڪري چئي نٿو سگهجي ته ڪو پير صدرالدين خالص سنڌيءَ ۾ ’گنان‘ چيا هوندا. البت ائين ٿي سگهي ٿو ته پير صدالدين جي اصل گنانن تي سنڌي خوجن جي پنهنجيءَ زبان جو رنگ چڙهي چڪو آهي. پير صدرالدين کان اڳ، ڪنهن به داعي جي چيل ’گنان‘ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لفظن ۽ محاورن جي تلاش، بهرحال بي سود آهي (1). پير حسن ڪبير الدين جي مثين پن گنانن مان پهرئين ۾ فقط ”سر اُگهاڙو ڪري“ وارو محاورو سنڌي آهي. البت ٻيو گنان ٻولي جي لحاظ سان اهم آهي، ڇاڪاڻ ته ان جون پهريون ٻه مصراعون سنڌي ٻوليءَ جي خالص ڪڇي محاوري ۾ رچيل آهن. پير صدرالدين ۽ پير حسن ڪبير الدين جا ’گنان‘ سنڌي جي آڳاٽي شعر جي مطالعي جي لحاظ سان اهم ٿي سگهن ٿا مگر انهن جي تصديق بابت ڪنهن علمي نتيجي تي پهچن لاءِ ’گنانن‘ جي سڄي ذخيري تي تحقيق ضروري آهي. اهڙي تحقيق جو بنياد صرف گنانن جي آڳاٽي ۾ آڳاٽي ۽ مستند قلمي نسختي تي ئي رکي سگهجي ٿو. چيو وڃي ٿو ته پير صدرالدين چاليهن اکرن تي شامل ”سنڌي زبان جي هڪ صوتخطي ٺاهي“ (1)،

جنهن کي ’چاليهه اکري‘ يا ’خوجڪي سنڌي‘ سڏجي ٿو. انهيءَ لاءِ پڻ ”خوجا جماعت“ جي متفقه روايتن ۽ ماخذن جي تحقيق ضروري آهي: اول ته اها صورتخطي پير صدرالدين ٺاهي يا پوءِ ڪنهن ٻئي داعي ٺاهي؟ ٻيو ته پير صدرالدين جي دعوت جو دائرو ڪشادو هو، انهيءَ ڪري اهو البت قريبن قياس آهي ته هن بزرگ ”چاليهه اکرن“ تي مشتمل ڪا اهڙي صورتخطي ٺاهي هجي، جنهن ۾ سڀني ٻولين مثلاً گجراتي، ڪڇي، هندي، توڙي خوجڪي سنڌي ۾ نصيحتون ۽ ’گنان‘ لکيا ويا هجن. پر اهو چوڻ ته اها صوتخطي خاص ’سنڌي زبان‘ لاءِ ٺاهي، تنهن لاءِ علمي تحقيق ۽ تصديق جي ضرورت آهي.

---

* ”تاريخ فيروز شاهي“ (تصنيف شمس سراج عفيف سنه 801هه) جي ڇپيل ايڊيشن (ڪلڪته، 1890ع، ص 231) ۾ انهيءَ ڀاڪي جي پڙهڻي هن طرح ڏنل آهي:

”به برڪت شيخ تهبہ - اک سوا اک تها“

پروفيسر هوڙي والا پنهنجي ڪتاب ” Studies in Indo-muslim History“ (ص 323) ۾ انهن لفظن کي هن طرح پڙهيو آهي: ”به برکت شيخ پتها - اک سوا اک بهگا“

ظاهر آهي ته ’تاريخي فيروز شاهي‘ جي ڇپيل نسخن ۾ اهي الفاظ بگڙيل صورت ۾ ڏنل آهن پر مورخ سراج عفيف پنهنجي اصل دستخطي نسخي ۾

يقيني طور آهي صحيح لکيا هوندا. اسان جي خيال ۾ انهن جي صحيح پڙهڻي هيٺين طور ٿي سگهي ٿي؛

”به برکت شيخ پتها - اک موا اک تتها“

”پتها“ يعني ”پٽها“ (=پٽو(، ۽ ”تها“ يعني ”ٽٽها“ (= ٽٽو = ٽهيو يا ٽهي پڳو)، پر مصنف سراج عفيف چوي ٿو ته اهو مقولو ٺٽي ۾ عام ٿي ويو هو. ظاهر آهي ته ٺٽي وارن جي ٻولي سنڌي هئي، ۽ سندن اهو مقولو به اصل سنڌي م ئي هوندو، جنهن کي ”تاريخ فيروز شاهي“ جي مصنف پنهنجي ٻڳليءِ ۾ مٿين طرح ادا ڪيو، انهيءَ ڪري ان کي جيڪڏهن سنڌي ۾ ادا ڪجي ته پوءِ اها چوٽي هن طرح بيهندي:

”بابرڪت شيخ پٽو- هڪ مئو، هڪ ٽُٽو“

هن جي تصديق پوءِ مريد خان بلوچ جي رجزي نعري مان به ٿئي ٿي.

[(1)]. ڏسو مٿي ص 174 چام جوڻي جو هٽايل پارسيءَ ۾ ڪتبو جو سلطان فيروز شاهه جي حڪمراني جي ذڪر سان شروع ٿئي ٿو. ان ۾ چام جوڻي جو لقب ’علاوءالدين‘ چاٽايل آهي

[(1)]. اهو نسخو اسان جي جناب قاضي فتح الرسول نظاماڻي ٺٽبه قيصر واري کان مليو.

[(1)]. مير علي شير قانع، الڪرام ۾ (ص ص 207 -459، سنڌي ترجمو ڇپايل سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع) هيءُ ساڳيو ذڪر ’حديقة الاولياء‘ تان نقل ڪيو آهي ۽ روايت ۾ ٿورو اضافو ڪيو آهي. ’حديقة‘ جي مصنف وانگر مير علي شير پڻ اصل سنڌي بيت ڪونه ڏنو آهي.

[(2)]. ڏسو عڪس .

[(1)](#). جنهن کي ’حديقة الاوليا‘ ۾ ”درويش نوح کيبر“ ڪري ڄاڻايو ويو آهي. هو ڪيبر قبيلي مان هو، پر سندس والد جو نالو ”هوٿي“ هو انهيءَ ڪري ”نوح هوٿياڻي“ جو نالي سان مشهور ٿيو ۽ اڄ تائين انهيءَ نالي سان سڏجي ٿو.

[(2)](#). حديقة الاولياء (قلمي)، مير علي شير، تحفة الڪرام ۾ (ص ص 39 ۽ 458، سنڌي ترجمو، ڇپايل سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع) ساڳيو بيان ’حديقة الالولياء“ تان ورتو آهي، پر درويش نوح جي دعائيه فقري جو ذڪر ڪونه ڪيو اٿس.

[(1)](#). ڏسو عڪس [5] اصل صورخطي ”جهُري ماريو“ ۽ ”شهرين چريو.“

[(1)](#) هندستان جي اسماعيلي خوجن بابت لکندڙ محقق اَوناف پنهنجي هڪ انگريزي ۾ لکيل ڪتاب ۾ گنان کي انهن ٻولين يا انهن جي آميزش سان رچيل ڄاڻايو آهي.

The literature of Indian khoja branch of the ismails is “which is not very extensive, requires a sound knowledge of Sanskrit, and specially of the modern dialects, such as sindhi, Karachi, and gujrati in which the sacred Ginans are written.” (W. Ivanow: A guide to ismaile literature, royal Asiatic society, London, 1933, p 15).

[(1)](#). ڏسو ’تحفة اسماعيليه‘ مطبوع حيدرآباد، 1922ع، ص ص 57 - 58.

[(1)](#). نمبر 1 ۽ 2 لاءِ ڏسو ”اسماعيلي آغا خاني فرقه جا مبلغ داعي“، اسماعيلي ايسوسيئيشن پاڪستان، ڪراچي، 1952ع، ص 64. نمبر 3 لاءِ

ڏسو غلام علي الانا جو مضمون ’سومرن جي دور جي سنڌي شاعري‘، رسالو مهراڻ، جلد 9، نمبر 1 ۽ 2، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد.

[*]. ’ميراث‘ وارا ڳنان ڪن اضافن سان دوباره غلام علي الانا سندس مضمون ”سومرن جي دور جي سنڌي شاعري“ (رساله مهراڻ، جلد 9، نمبر 1 - 2، ڇاپايل سنڌي ادبي بورڊ) ۾ پڻ شايع ڪيا، مگر انهن ۾ موجوده سنڌي اچارن بيهارڻ جي خيال کان لفظن ۾ نامناسب ڦيرڦار ٿيل آهي.

[(1)]. هيٺيان بند، وراڻي سان، ’مت‘ طور ڇپيل آهن. م مطابق وراڻي هن طرح آهي ”صاحب جو مجيئڙو انهن تي، جيڪي صبح جو جاڳن“ پهرين ٽن مصراعن مان، م ۾ فقط پهرئين ۽ ٻي ڏنل آهن ۽ ث ۾ فقط پهرين ۽ ٽي ڏنل آهن. غ اهي ٽيئي مصراعون نقل ڪيون آهن ۽ پڻ چوٿينءَ جو اضافو ڪيو آهي. ازانسواءِ غ هن بعد (2) توڙي (3) هيٺ ڏنل ٻه ٻه بيت پڻ هن ’مت‘ جون مصراعون ڪري لکيون آهن، جنهن لاءِ ڪو معقول سبب نظر نٿو اچي (ٻيءَ مصرع) ۾ م پهرئين سٽ هن طرح ڏني آهي ” جيڪي صبح جو نه جاڳيا، تن کي حورون نه ايندون هٿ“.

[(2)]. هي ٻه ’بيت‘ پهريائين م ۾ ڇپيا ۽ پوءِ غ نقل ڪيا. م ۾ لفظ ’ٿوڪ‘ جي بدران ’موڙ‘ ڏنل آهي ۽ پڻ م ۾ ’جيڏين‘ پانجي ’جيڙو‘ ۽ ’تيڙو‘ جي بدران ’جڏهن‘، ’پنهنجي‘، ’جهڙو‘ ۽ ’تهڙو‘ لکيل آهن. م ۾ هي بيت جدا ڏنل آهي پر غ اهي ٻئي بيت مٿي (1) هيٺ مصراعن طور لکيا آهن.

[(3)]. هي ٻه ’بيت‘ فقط غ لکيا آهن پر مٿي (1) هيٺ مصراعن طور ڏنا آهن، جو غالباً اصليت جي لحاظ سان صحيح نه آهي، ڇاڪاڻ ته انهن جو وزن نرالو آهي.

[(4)]. هيءَ بند ۽ آخري وراڻي فقط غ لکيا آهن.

[(5)]. هيءَ مصرع غ نقل ڪئي آهي.

[*]. تاريخن ۾ وڏو اختلاف آهي: نرمحمد پنهنجي ڪتاب ”ست ويٺي“ ۾ وفات ماه صفر 853 هه (1449ع) ۾ ڄاڻائي آهي. اَوناف پنهنجي انگريزي مضمون ”گجرات جو امام شاهي فرقو“ (رايل ايشياٽڪ سوسائٽي بمبئي شاخ جو جرنل، جلد 12، سال 1936ع، ص 39) ۾ وفات جو سال 875 هه (1470ع) ڏنو آهي، مولوي محمد خليل الرحمان برهانپوري پنهنجي ”تاريخ برهانپور“ (تصنيف 1316 هه = 1898ع) ۾ حسن ڪبيرالدين جي وفات جو سال 896 هه (1491ع) لکيو آهي.

[(1)]. چنارا: ”نور مبين حبل اله المتين“، ص 500.

[(2)]. ”اسماعيلي آغا خاني فرقہ جا مبلغ داعي“، ص 80.

[(1)]. غلام علي الانا پنهنجي مضمون ۾ داعي ”ست - ورنور“ يعني سيد نور الدين ۽ داعي پير شمس الدين سبز واري ملتاني ڏانهن منسوب ڪلام ڏنو آهي، ۽ لکيو آهي ته سيد نور الدين جي ڪلام ۾ سنڌي لفظ ملن ٿا. جيئن ته داعي نور الدين سنه 642هه ۾ هندوستان ۾ تبليغ لاءِ آيو، انهيءَ ڪري غلام علي الانا پنهنجي مضمون جو عنوان پڻ ”سومرن جي دور جي سنڌي شاعري“ رکيو آهي (رسالو مهراڻ، جلد 9، نمبر 1 ۽ 2، ص ص 148 - 156) علمي تحقيق جي لحاظ سان سومرن جي دور جي داعين جي ڪلام کي ’سنڌي شاعري‘ سڏڻ صحيح نه ٿيندو.

[(1)]. اها دعويٰ پهريون دفعو غلام علي الانا سندس مضمون ”سومرن جي دور جي سنڌي شاعري“ (رسالو مهراڻ، جلد 9، نمبر 1 ۽ 2) ۾ ڪئي آهي، پر اها علمي تحقيق ۽ تصديق جي بدران محض لکندڙ جي پنهنجي خوش فهمي جو نتيجو آهي.

سمن جي پوئين دور واري ٻولي ۽ شعر جو مستند مواد

پير مراد شيرازي جو منظوم دعائيه فقيرو (891 ھه).

سيد حسن عرف شاهه مراد، ٺٽي جي شيرازي ساداتن مان مشهور درويش ٿي گذريو آهي. محمد صالح ولد ملا زڪريا ٺٽوي سنه 1140 ھه ۾ ڪتاب ”معارف الانوار“ فارسي ۾ لکيو (2)، جنهن ۾ هن بزرگ جي سوانح ۽ ڪرامات تي تفصيلي روشني وڌي اٿس. سيد مراد 12- ربيع الاول، سنه 831 ھه ۾ ڄائو ۽ 12- ربيع الول سنه 893 ھه ۾ ڄام ندي جي دور ۾ وفات ڪيائين. 891 ھه 1486ع ۾ شاهه مراد جي ڀائٽي ۽ ناٺي سيد جلال (پٽ سيد علي شيرازي اول جيڪو پير مراد جو ڀاءُ هو) جي گهر ۾ فرزند ڄائو، جنهن جو نالو ’سيد علي‘ (ثاني) رکيائون. هيءُ صاحبزادو شاهه مراد جو ڏوهٽو پڻ هو، جنهن جي ولادت تي خوش ٿي دعا طور چيائين ته:

”الله، او ڀاتي‘ ڏيئي وڏي ڄمارا.“ (1)

هيءُ سنه 891 ھه جو هڪ منظوم دعائيه فقيرو آهي، جنهن ۾ پهريون پيرو ’الف اشباع‘ وارو قافيو ’ڄمارا‘ مليو ٿو.

شيخ عبدالجليل چوهڙ شاهه جي سماع جي مجلس ۾ ڳايل سنڌي بيت:

شيخ الشيوخ عبدالجليل، جو عرف عام ۾ ’شيخ چوهڙ‘ جي نالي سان مشهور هو ۽ روحاني فيض سببان سندس لقب ”قطب العالم“ هو، سو نائين صدي هجري ۾ ضلعي رحيم يار خان (بهاولپور ڊويزن) جي قديم شهر ”موءِ مبارڪ“ جو هڪ وڏو صوفي درويش ٿي گذريو اهي. شيخ عبدالجليل، سلطان بهلول لوڌي (1451 -1489ع) جو ناٺي هو. حسب نسب جي لحاظ سان هو، ’موءِ مبارڪ‘ جي مشهور ولي شيخ ’حميد الدين حاڪم‘ جي پنجين پشت مان هو. حضرت حاڪم جي غوث بهاؤالدين زڪريا ملتاني جي نياڻي سان شادي ٿي هئي، جنهن جي ڪري حضرت حاڪم جي خاندان ۽ اولاد جو غوث بهاؤالدين زڪريا جي خاندان ۽ اولاد سان عزازرت توڙي طريقت جو گهاٽو رستو هو (1). انهيءَ ڪري ئي غوث بهاؤالدين جي سنڌي مريدن ۽ معتقدن جو حضرت حاڪم جي اولاد سان پڻ تعلق وڌيو. شيخ عبدالجليل جي دربار ۾ سماع جون محفلون ٿينديون هيون، جن ۾ سنڌ جا خوش الحان ذاڪر، فارسي توڙي سنڌي ڪلام مٺي لئه سان ۽ وڏي سوز مان ڳائيندا هئا.

انهن سماع جي مجلسن جو ذڪر، شيخ عبدالجليل جي سوانح عمري ۽ ملفعظات جي ڪتاب ”تذڪره قطبيہ“ ۾ موجود آهي. اهو ڪتاب سندس مريد جمال الدين ابوبڪر الله آبادي سنه 946/47- 952 ھه (1540 - 1545ع) وارن سالن ۾ لکيو. ’تذڪره قطبيہ‘ سنه 1371 ھه ۾ ڇپيو. پر اصل عبارتن کي صحيح نموني سان سمجهڻ خاطر اسان ’تذڪره قطبيہ‘ جي اصل قلمي نسخي جو مطالعو ڪيو (2) جيڪو 27- محرم سنه 1185 ھه جو لکيل هو (1). هيٺين بيان جو مدار ان قلمي نسخي تي آهي، حالانڪ تصديق طور ڇپيل ڪتاب جا پڻ حوالا ڏنا ويا آهن.

’تذڪره قطبيہ‘ جي حوالن مان معلوم ٿئي ٿو ته غوث صاحب کان پوءِ حضرت رڪن الدين جي وقت کان وٺي سماع جي محفلن جا اڳواڻ راڳيندڙ سنڌي هئا، جن ملتان کان مٿي ويندي پنجاب ۽ دهلي تائين سماع جي محفلن کي مشهور ڪيو ۽ انهن محفلن ۾ سنڌي توڙي فارسي ڪلام کي ڳايو. ان دور ۾ حسن سنڌي نالي سماع جو مشهور راڳيندڙ هو، جنهن کي حضرت رڪن الدين جي مريد شيخ عثمان هڪ محفل ۾ چيو ته: ”مير حسن! ڪجهه ٻڌاءِ“. هن معافي گهري، پر شيخ عثمان مٿس زور آندو، جنهن تي

خواجه سعدي شيرازي جي شعرن سان ڳائڻ جسي شروعات ڪيائين (2). دهلي ۾ شيخ نظام الدين اولياء وٽ حسين سنڌي نالي ’قوال‘ رهندو هو جيڪو سرود ڪندو هو ته حضرت شيخ تي واجد طاري ٿي ويندو هو (3).

ان اوائلي دور کان ادائي سؤ سال کن پوءِ شيخ عبدالجليل جي حياتي واري دور ۾ پڻ سنڌ جي سماع ڪندڙ راڳيندڙن جو سلسلو پوري اوج تي هو. سماع جي انهن سنڌين اڳواڻن کي ان وقت جي اصطلاحن موجب ’قوال‘ يا ’ذاڪر‘ ٿي سڏيو ويو. سماع جون اهي محفلون لاهور ۾ ۽ پڻ ٻاهر پنجاب جي ٻين پاڱن ۾ ٿينديون هيون. ڪن سنڌي بزرگن اچا به مٿي وڃي ’ڪانگڙه‘ ڪوهستان کي وسايو هو، ۽ حضرت شيخ عبدالجليل اوڏانهن پڻ ويندو هو. هڪ ڀيري هو ’ڪوهستان ڪانگڙه‘ ۾ افغانن جي ’جلورا ابراهيم‘ نالي ڳوٺ ۾ ويو، جتي هڪ درويش شيخ احمد سنڌي رهندو هو، جيڪو وڏي اثر ۽ رسوخ وارو هو. هو اتي شيخ عبدالجيل جو (ملتان جي بزرگن سان سندس نسبت سببان) معتقد ٿيو (1). هڪ ڀيري شيخ جلال گجر، حضرت شيخ عبدالجليل کي دعوت ڏيئي سندس ڳوٺ ’هانبو گجر‘ ۾ وٺي ويو. اتي سماع جي محفل ٿي، جنهن ۾ سنڌي سماع ڪندڙ ذاڪرن مان ڪنهن

فارسي بيت تراني سان ڳايو ۽ ان سان گڏ هڪ ڏوهيڙو (غالباً سنڌي) ڏنائين، جنهن تي حضرت شيخ تي حال پئجي ويو ۽ انهيءَ جذبي واري حالت ۾ سندس فيض جي نظرن سان ٽن سوَن ماڻهن اسلام قبوليو. سماع جي هن محفل جي ذڪر ۾ خاص طور وضاحت ڪئي وئي آهي ته سنڌي قوالن کي 'ذاڪر' سڏيو ويندو هو(2).

سنڌي 'قوال' يا 'ذاڪر' انهن محفلن ۾ فارسي ڪلام سان گڏ سنڌي ڪلام (بيت، مولود، ڪافيون) ڳائيندا هئا، جيڪو حاضرين سمجهندا هئا: يعني ته سنڌي ان وقت انهن سماع جي محفلن ۾ هڪ مکيه زبان هئي. شيخ عبدالجليل پاڻ سنڌي ڄاڻندو هو ۽ بعضي سرائيڪي زبان ۾سنڌي لهجي ۾ ڳائيندو هو. 'تاريخ جليله' ۾ هڪ واقعي جو ذڪر آهي، جنهن ۾ حضرت شيخ جي پنهنجن قريشن عزيزن کيس قتل ڪرائڻ جي سِٽ سِٽي پر سندس بدران هڪ ڏوم (مگٽهار) کي ماري وڌائون، جنهن تي:

اس احوال کلاً مشاهده سلاً تبسم فرما کر يه هندي کلمات سندهي زبان مين زبان سلاً ارشاد فرمائلاً:

"لڳي لچ قريشيان، ماري ڏوم فقير" (1).

'تذڪره قطبيه' ۾ شيخ عبدالجيل جو هڪ بيت ڏنل آهي، جيڪو نه فقط سنڌي لهجي ۾ پر سنڌي ۾ ئي چيل

آهي. ٻيو هڪ سنڌي بيت سندس سماع جي محفل ۾ پڙهيو ويو، ۽ ٽيون سنڌي بيت سندس وفات کان پوءِ سندس روضي ۾ (لاهور) هڪ سماع جي مجلس ۾ پڙهيو ويو. اهي بيت هي آهن:

2. حضرت شيخ عبدالجليل چوهڙ جو چيل سنڌي بيت: هن بيت جي اصل صورتخطي ڪافي مُنڌل آهي (2)، پر اسان جي خيال ۾ هيٺين پڙهڻي وڌيڪ صحيح ٿيندي:

محمد گهَٽِ گهٽِ رهيو روم تن [من] مانهه
هو تان هِنئون نانه، هُن ري هي نانہ

(حضرت محمد صلعم منهنجي اندر تن من ۾ سمايل آهي: اهو محبوب هِن (عاشق) کان الڳ ڪونهي، ۽ هُن کان سواءِ هي (وجود ئي ڪونهي).

3- شيخ چوهڙ جي سماع جي مجلس ۾ ’ڏوهيڙي‘ طور پڙهيل سنڌي بيت: ’تذڪره قطبيہ‘ جو مصنف چوي ٿو ته ”هڪ ڏينهن ٻيا بزرگ ۽ (مصنف) پاڻ گڏجي قطب العالم شيخ چوهڙ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ته اتي سماع جون پوريون تياريون هيون. پوءِ جيئن ئي مجلس شروع ٿي ته ”سنڌي ذاڪرن“ مان هڪڙي هيءَ ’ڏوهيڙو‘ ڏنو:

جو گهڙِ سو ني، ڪو جو قهر ڪلاچ ۾
خبر ڪونه ڏي، رڇ ڪچاڙي رنديو (1).

(هيءُ ڏوهيڙو ٻڌندي) حضرت بندگي قطلب العالم شيخ چوهڙ رحه جن تي حال پئجي ويو ۽ اُٿي نچڻ لڳا.“

4- شيخ عبدالجليل چوهڙ جي وفات کان پوءِ سماع ۾ پڙهيل بيت. شيخ چوهڙ قطب العالم جو پائيٺو شيخ علي بَري جيڪو سماع ۾ وجد واري حالت ۾ جڻ اُڏامندو هو، تنهن بابت ’تذڪره قطبيہ‘ جو مصنف لکي ٿو ته: ”هڪ ڏينهن حضرت قطب العالم (شيخ چوهڙ) جي روضي منور ۾ سماع جي مجلس هئي، ۽ درويش پئي نچيا. هڪ درويش اچي ’ذاڪرن‘ مان ڪنهن هڪ کي چيو ته ڪا لئي ٻڌاءِ ته درويش خوشي ڪن. ذاڪر عرض ڪيو ته: عزيزو‘ هي فقير فقط انهي جماعت ۾ ڳائيندو جنهن ۾ شيخ بري هوندو، چاڪاڻ ته منهنجي ان سان سچي دل آهي. تنهن تي هڪ درويش چيس ته: تون ڳاءِ، جيڪڏهن شيخ بري سان تنهنجي سچي دل آهي ته شيخ ازخود اچي ويندو. تڏهن ان ذاڪر، ’حسيني مقام‘ (راڳ) جي لئي ۾ هي سنڌي ڏوهيڙا ڳايا: (1)

چُران ته چڪن چاڪ، وِهان (ته) وِه سِنِجري
ماء! منهنجي ڏيل سين، سورن ڪِي اوطاق
جيئن تون جانا پاڪ، آسابند اڙين جو.

---

من ڪي لو(چ) فراق، اسان هِون نه ڏار ٿِيئي
سِڪون پريان ساڪ، ربّ ڏڪائي ڪڏهين. *“

مٿين بيت مان پڌريون قطب العالم شيخ چوهڙ جي وفات واري سال 910ھ/5-1504ع کان اڳ جو آهي. پويان به بيت جنهن سماع جي مجلس ۾ ڳايا ويا، سا قطب العالم شيخ چوهڙ جي وفات (910ھ/5-1504ع) کان پوءِ ۽ ’تذڪره قطبيہ‘ جي تصنيف(1540 - 1545ع) کان اڳ واقع ٿي. انهيءَ انداز موجب، اهي بيت سنه 1504/5 - 1540/45ع جي وچ واري عرصي ۾ سماع جي مجلسن ۾ پڙهيا ويا. ٿي سگهي ٿو ته اهي ان دور جي يا ان دور کان اڳ جي ڪنهن شاعر جا چيل هجن.

سمن جي بالڪل آخري دور جو شعر

سنه 927ھ/1521ع جي خاتمي سان سمن جي حڪومت جو دور ختم ٿيو. اسان کي ڪي بيت انهيءَ سال کان پوءِ جا ملن ٿا، ۽ پڻ ڪي اهڙا شاعر ملن ٿا جن انهيءَ سال کان پوءِ وفات ڪئي؛ مگر اهي بيت سمن جي دور جا چئي سگهجن ٿا، ڇاڪاڻ ته اهي شاعر جن جي ولادت۽ تربيت سمن جي دور ۾ ٿي تن کي اسان سمن جي آخري دور ۾ شمار ڪري سگهون ٿا. هيٺ اول اسان سيد حيدر سنائي جي چيل بيت، مخدوم احمد ڀٽي جي آڏو سماع جي هڪ مجلس ۾

پڙهيل بيت، ۽ شيخ پريي جي آڏو سماع جي هڪ مجلس ۾ پڙهيل بيت، ۽ شيخ پريي جي واتان اسحق آهنگر جي بت جو ذڪر ڪنداسون. ان بعد مشهور معروف شاعر قاضي قادن جي بيتن تي روشني وجهنداسون. هن بزرگ سمن جي حڪومت جي خاتمي کان پوءِ وفات ڪئي، مگر سندس ولادت توڙي تربيت سمن جي دور ۾ ٿي ۽ انهيءَ لحاظ سان هو سمن جي آخري دور جو شاعر شمار ڪري سگهجي ٿو.

1. سيد حيدر سَنائي جو چيل بيت. سيد حيدر سندس وقت ۾ سن جي ساداتن جو سربراهه هو. مخدوم بلال جي شاگردن مان هڪ باعمل عالم هو. سمن جي حڪومت جي خاتمي کان 9 سال پوءِ سنه 936هه ۾ وفات ڪيائين. خانداني روايت موجب جڏهن سندس پاءُ سيد ميان جراڙ شهيد ٿيو ته ميين حيدر هيٺيون بيت چيو ته:

گڏون گتو ڪير ڪٽي، ڪڻ پايوين پاڻ

تون ٻيلي سپڪهين، تو ٻيلي رحمان (1).

2. مخدوم احمد ڀٽي آڏو سماع جي مجلس ۾ پڙهيل بيت. مخدوم احمد هالا ڪندي (پراڻن هالن) جي درويش مخدوم اسحاق ڀٽي جو پٽ هو. مخدوم اسحاق، غوث بهاؤالدين زڪريا جي سلسلي جو مريد

هو. مخدوم احمد هڪ وڏو ولي ۽ درويش هو، ۽ سماع ڏانهن گهڻو مائل هو. ڪو عالم ڪيس وڏي حب سان ملڻ آيو پر ٻڌائين ته مخدوم کي سماع جو ذوق آهي، انهيءَ ڪري دل سوڙهي ڪيائين. مخدوم احمد کيس ملي چيو ته: ’هي سماع نفساني خوشي لاءِ ناهي، پر سوز ۽ درد جاڳائڻ لاءِ آهي.‘ پوءِ مخدوم احمد انهيءَ عالم کي پنهنجي سماع جي حلقي ۾ وٺي ويو جتي ان کي ايڏو ته سوز درد جاڳيو جو انهيءَ حالت ۾ ڪانئس نماز قضا ٿي وئي. ان کان پوءِ اهو عالم هميشه لاءِ صاحبِ حال ٿي ويو. مخدوم احمد ذڪر ۽ سماع جي محفلن ويندو هو ته مٿس اهڙي ته حالت طاري ٿيندي هئي جا بيان کان ٻاهر آهي. آخري عمر واري وقت ۾ هو نيرون ڪوٽ ۾ آيو جتي هڪ سماع جي مجلس دوران ذڪر ۽ وجد ۾ مشغول رهيو. انهيءَ موقعي تي ذاڪر (ڳائيندڙ) اهڙي ته سوز گداز ۽ مٺي آواز سان ڳايو جو ان جي ٻڌڻ سان هن درويش دم ڏنو. پوءِ سندس جنازو هالا ڪنڊي کڻي آيا. اهو سال 939ھ هو، جنهن ۾ وفات ڪيائين.

مٿيون بيان ’حديقة الاولياء‘ جي مصنف سيد عبدالقادر جو آهي، جيڪو پوءِ ’تحفة الڪرام‘ ۾ مير علي شير قانع پڻ نقل ڪيو آهي(1)؛ پر ٻنهي منصفن اهو واضع ڪري نه لکيو آهي ته اهو ڪو ’سنڌي‘ بيت هو جنهن

جي سڻندي ئي مخدوم احمد وصال ڪيو پراڻن هالن جي پڙهي بزرگن جي خانداني روايت موجب اهو ’سنڌي‘ بيت هو. مخدوم عبدالعليم پنهنجي ڪتاب ۾ جيڪو هن 1218ھ ۾ لکيو تنهن ۾ ڄاڻايو آهي ته (2) ته؛ ’پڪي اعبتار وارن کان ائين ٻڌل آهي ته اهو بيت سنڌي ٻولي ۾ هو ۽ اهو هيءَ آهي‘؛ [اصل الفاظ هن طرح آهن: ”آن بيت که مصنف رح ذکر آن هرکه است از زبان ثقات چنين مسموع است که آن بيت بزبان سندهي بود و همين است - بيت“]

سڏ سڄاڻي پرينءَ جو، وانگي جي نه ورن

ڪوڙي دعويٰ دوست جي، ڪچاڙي کي ڪن!

بيت ٻڌندي ئي مخدوم صاحب وجي عالم جاوداني ۾ پهتو، ان بعد مٿا ’ذاڪر‘ هي بيت ڏنو: [”لمحه شنيدن از دار فاني بعالم جاوداني رسيدند - بعد ازان ذاکر اين بيت گفت“]:

سر ڏيئي سٿ جوڙ ڪنهن پر ڪلالن سين

مرڻا منهن مَه موڙ، اڄ وٺي ٿي وڏ لهي.

ظاهر آهي ته اهي ٻئي بيت مخدوم احمد جي وفات واري سال 1529-30/936ع ۾هڪ سماع جي مجلس ۾ پڙهيا ويا، سمن جي حڪومت جي خاتمي (927ھ) کان نو سال کن پوءِ جو آهي، ۽ انهي ڪري

يقيني طور اهي بيت سمن جي دور جي (يا اجان به اڳ جي) ڪنهن اهل دل شاعر جا آهن.

3. اسحاق آهنگر (لوهار) جو بيت. ’حديقة الاولياء‘ جو مصنف سيد عبدالقادر لکي ٿو ته شيخ پرئي ويرداس جيڪو اصل هندو هو ۽ پوءِ مسلمان ٿيو، سندس آخري عمر ۾ گهجي ٽڪر جي دامن ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي. سيد عبدالقادر پڻ غالباً اتي ئي هن درويش کي ملڻ ويو. انهيءَ ملاقات بابت هو لکي ٿو ته: ”درويش سلوڪ جي معنيٰ وارو هڪ سنڌي بيت الحان سان پئي پڙهيو. مون خيال ڪيو ته اهو بيت الائجي خود سندس آهي يا ڪنهن ٻئي جو! اجان منهنجي دل ۾ اهو خيال آيو ته مون ڏي منهن ڪري چيائين ته’هي بيت اسحاق آهنگر جو آهي‘“ [(1)].

ضير علي شير قانع تحفة الڪرام ۾ اهو ساڳيو بيان ’حديقة الاولياء‘ تان نقل ڪيو آهي، پر ’حديقة‘ جي مصنف وانگر اسحاق آهنگر وارو اهو سنڌي بيت ڪونه ڏنو اٿس[(2)]. حديقةالاولياء جي مصنف شيخ پرئي وير داس جو سنه وفات 930ھ ڄاڻايو آهي ۽ ’تحفة الڪرام‘ ۾ اهو ’نهصد و سہ‘ يعني 903 ڄاڻايل آهي. ’حديقة الاولياء‘ سنه 1016ھ ۾ لکيو ويو ۽ ان جو مصنف پاڻ شيخ پرئي سان وڃي مليو هو.

جيڪڏهن شيخ پرئي جي وفات ان کان ڇهاسي سال يا هڪ سوءِ تيرنهن سال اڳ ٿي ته پوءِ حديقة الاولياء جو مصنف ساڻس ڪيئن مليو هوندو! اهو سوال پنهنجي جاءِ تي، پر جيڪڏهن پرئي 903ه ۾ وفات ڪئي ته پوءِ اسحاق آهنگر جنهن جو بيت هن پئي اُلاپيو، سو سمن جي دور جو شاعر هو. مگر ’حديقة الاولياء‘ توڙي ’تحفة الڪرام‘ جي مصنفن اسحاق آهنگر وارو ’سنڌي بيت‘ڪو نه ڏنو آهي. ’حديقة الاولياء جي مصنف کان البت ايترو يقيني طور معلوم ٿئي ٿو ته انهي بيت ۾ تصوف جي معنيٰ سمايل هئي. سنه 9150ع کان اڳ اسان هيٺيون بيت پنهنجي هڪ بياض ۾ قلمبند ڪيو هو، ۽ اتي ائين ڄاڻايل هو ته شيخ حماد جو آهي (2):

ٿيان مان جهرڪ، وهان سڄڻ جي سَپَ تي
مان ڪرن ڊرڪ، ٻولي ٻاجهارِي سين.

جيئن ته شيخ حماد جمالي وارو بيت هڪ قلمي نسخي جي تصديق سان ملي چڪو آهي، انهيءَ ڪري چئبو ته اهو بيت شيخ حماد جو ڪونهي، سنه 1958ع ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم هن بيت کي ئي اسحاق آهنگر جو ڪري ڄاڻايو آهي(1).

سمن جي دور جي، ڪن شاعرن جا بيت ميين شاهه ڪريم جي ملفوظات ’بيان العارفين‘ ۾ ملن ٿا جيڪي

ميين شاهه ڪريم جدا جدا موقعن تي پڙهيا. پين ڪان گهڻا بيت قاضي قادن جا آهن جنهنجو تفصيلي ذڪر اسين اڳتي هلي ڪنداسون، مفلوظات ۾ سڀ بيت شاهه ڪريم جا پنهنجا نه آهن ۽ وڌيڪ تحقيق ڪان پوءِ ئي معلوم ٿي سگهندو ته اهي ڪنهن جا آهن، جي الحال چئي سگهجي ٿو ته قاضي قادن وارن بيتن ڪان سواءِ ٽي 'بيت' هندي ۽ ٻيا ڇهه 'بيت سنڌي (2) ٻين جا آهن. انهن ڇهن بيتن مان ٽي ميين شاهه ڪريم جي همعصر درويش جا چيل آهن (3). باقي هيٺيان ٽي بيت غالباً ميين شاهه ڪريم ڪان گهڻو اڳ جي ڪن شاعرن جا چيل آهن، جن ڪي جيڪڏهن قاضي قادن جو همعر ڪري مججي، ته پوءِ اهي بيت سمن جي آخري دور جا شمار ڪري سگهجن ٿا.

4. شاعر پراڙ جو بيت. هيءُ بيت ''شاهه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام'' جي صفحي 55 تي ڏنل آهي، ۽ شاهه ڪريم جو اٺيتاليهون بيت ڪري ڄاڻايل آهي. هن ۾ 'پراڙ' کي ''وَراڙ'' ڪري پڙهيو ويو آهي، ۽ انهيءَ ڪري غلطيءَ سببان هيءَ بيت شاعر پراڙ جي بدران شاهه ڪريم جو ڪري ڀانيو ويو آهي. هيءُ بيت يقيني طور ''پراڙ'' ذات جي آڳاٽي شاعر جو آهي (1) جيڪو شاهه ڪريم مثال طور پڙهيو:

چندن چور ڪَريندي، رَتومه ڪُهاڙ

سچڻ ڏُچڻ نه ٿِيِي، جي رُسي سوءَ وار
پَروڙئو پراڙ، نه ڪَر هيدي قرب ٿِيِي.

5. هڪ بيت جنهن جي مريدن معنيٰ پڇي. ميين شاهه ڪريم کان سندس مريد، جدا جدا موقعن تي پين شاعرن جي چيل بيتن جي معنيٰ پڇندا هئا ۽ چوندا هئا ته فلاڻو (ڪو درويش) هيءُ بيت ٿو پڙهي. انهيءَ جي معنيٰ ته بيت پڙهندڙ شاهه ڪريم جو همعصر آهي. هيٺين بيت بابت صرف اترو چاڻايل آهي ته ”حضرت پير کان هن بيت جي معنيٰ پڇيائون“ بيت پڻ اصلوڪي بنيادي سٽاءُ واري صورت ۾ آهي ۽ چڻ ’معما‘ طور چيل آهي. ان مان گمان نڪري ٿو ته اهو بيت آڳاٽي وقت کان هلندڙ هو، ۽ ماڻهن جي زبان تي هو جو مريدن ميين شاهه ڪريم کان ان جي معنيٰ پڇي. ”شاهه ڪريم بلڙي وارو جو ڪلام“ جي صفحي 61 تي ڏنل آهي:

ڪارين ڪَنين ڪَڪَڙا ڪَرَهَه ولاڙ وجَنِ
ويلو ڪن به وچ ۾، نه اوڳار پَچن.

6. قوال جو سماع ۾ پڙهيل بيت: هيٺين بيت جي باري ۾ چاڻايل آهي ته ميين شاهه ڪريم ”هڪڙي ڏينهن جوانيءَ جي زماني ۾ سماع پئي ڪيو، ته اتفاق سان قوال هي بيت چيو“.

اکڙيون ملير، جني راتو ڏينهن

عمر آسائن سين، هاڻي ڪندي ڪيئن.

شاهه ڪريم 20 شعبان سنه 944ه ۾، يعني ته سمن جي حڪومت وئي کان 17 سال کن پوءِ ڇائو. قاضي قادن جي وفات (950ه) وقت سندس عمر 15 سال کن هئي. سندس جوانيءَ ۾ جنهن وقت ڪيس سماع جو شوق هو، تنهن وقت سندس عمر اندازاً 30 - 35 سال ٿي سگهي ٿي: يعني ته سماع واري مجلس اندازً 975ه ڌاري يا سمن جي حڪومت جي خاتمي کان 38 سال کن پوءِ قائم ٿي.

هن بيت جي بنيادي سٽاءَ مان پڻ ظاهر آهي ته اهو بيت انهن اٺتيهن سالن کان اڳ جو ، يعني ته سمن جي دور جي ڪنهن اهل دل شاعر جو هو جنهن کي قوال سماع جي موقعي تي پڙهيو پر جيڪڏهن ميين شاهه ڪريم کان عمر ۾ البت وڏو هوندو جنهن جو بيت شاه ڪريم جي سماع ۾ پڙهيو هجي ته به اهو شاعر ڪريم جي سماع ۾ پڙهيو ويو هوندو ۽ جنهن جي ٻڌنديئي شاهه کي ”ايتريقدر وجد ۽ شوق جاڳيو، جو جيڪو لباس مٿي ۽ ڪلهن تي هوس، سو جسي تان لاهي قوال کي ڏنائون ۽ پاڻ ڇنيءَ اُگهاڙا حجري اندر هليا ويا“(1).

تحقيق ۽ تصديق جي لحاظ سان، مٿين بيتن جي پيٺ ۾ قاضي قادن جا بيت اسان کي وڏي تعداد ۾ ۽ جدا جدا

ماخن مان ملن ٿا جن مان ان دور جي ٻولي بابت وڌيڪ صحيح نتيجا ڪڍي سگهجن ٿا، هاڻي اسان قاضي قادن جي ٻولي ۽ بيتن تي قدري تفصيل سان روشني وجهنداسون.

قاضي قادن جا بيت ۽ ٻولي

قاضي قادن سنڌي ٻولي جو پهريون وڏو شاعر آهي: هو اَساسي سنڌي شاعري جو ابو هو. هو پهريون مشهور شاعر آهي جنهن جا گهڻي ۾ گهڻا بيت اسان کي پوري تصديق سان لکيت ۾ ملن ٿا. جن مان ان دور جي بکر واري علائقي جي سنڌي ٻولي تي روشني پوي ٿي. باوجود قاضي صاحب جي تاريخي حيثيت ۽ علمي ادبي عظمت جي، سندس ولادت، اوائلي تربيت ۽ رفصيلي سوانح اجان تائين تحقيق طلب آهن. (1). پوئين دور جي لکيتن ۾ سندس نالو ’قاضي قاضن‘ ڪري ڏنو ويو آهي پر بالڪل اوائلي ۽ وڌيڪ معتبر ماخذن ۾ ’قاضي قاذن‘ لکيل آهي (2)، ۽ ’قاذن‘ حقيقت ۾ ’قادن‘ جي ٻي صورت آهي، تازو سندس بيتن جو وڏو ذخيرو ديونا گري ۾ لکيل مليو آهي جنهن ۾ ٻن جاين تي سندس نالو ڏنل آهي ۽ اهو ’ڪاجي ڪادن‘ جي اچارن سان لکيل آهي، ان مان به ظاهر آهي ته سندس نالو ’قاضي

قادن‘ هو، ’قاضن‘ هجي ها ته ’ڪاجي ڪاجن‘ ڪري لکيو وڃي ها(1).

قاضي قادن بن قاضي ابو سعيد بن زين الدين بن قاضي قادن ڪي علم ۽ قضا چڻ ورثي مليا. سندس وڏا سيوهڻ ۽ ٺٽي جا باشندا هئا. سندس وڏو ڏاڏو قاضي ابوالخير پهريون شخص هو، جو اچي بکر ۾ مقيم ٿيو (2)، ۽ قاضي قادن به غالباً بکر ۾ ئي ڄائو نپنو. انهيءَ ڪري سڪونت جي لحاظ سان ڪيس ”قاضي قادن بکري“سڏڻ وڌيڪ مناسب ۽ صحيح ٿيندو. ميين شاهه ڪريم جي ملفوظات مان معلوم ٿئي ٿو ته قاضي قادن ڪو وقت بکر علائقي جي شهر درٻيلي (موجود دپرو، ضلعو نوابشاه) ۾ پڻ رهيو، جتي جو هڪ مجذوب مست درويش ساٽس منهن مقابل ٿيو، جنهن جي نظر ۽ توجهه سان هو حقيقت ڏانهن مائل ٿيو(1).

مير محمد معصوم بکري تاريخي لحاظ سان قاضي قادن ڪي ويجهي ۾ ويجهو مصنف ۽ سندس هم وطن آهي، جنهن جي ڪري سندس حوالا پڻ ڪافي مستند آهي لکي ٿو ته قاضي ”وڏي عمر ۾“ پنهنجي قضا جي عهدي تان استعيفا ڏني(2). ان وقت ۾ ”وڏي عمر“ جي اندازي جي لحاظ سان، قدري يقين سان چئي سگهجي ٿو ته قاصي صاحب پنجهتر ڪان اسي ورهين جي ڄمار ۾ استعيفا ڏني هوند. مير معصوم

هڪ ٻئي سنڌي عالم، درٻيلي جي شيخ عبدالله متقي بابت لکي ٿو هو سنه 947ھ ۾ گجرات ويو، ۽ اتي وجي قاض عبدالله جو صحبتي ٿيو، (۽ بعد ۾) مديني شريف ۾ قاضي قادن جو صحبتي ٿيو هجي، ان مان گمان نڪري ٿو ته قاضي قادن 947-950ھ واري عرصي ۾ قضا جي عهدي تان استعيفا ڏني، ۽ 950ھ ڌاري سندس عمر ڪم از ڪم اسي ورهيه هئي. مير معصوم لکي ٿو ته، "قاضي قادن سنهن 957ھ ۾ وفات ڪئي"، جنهن جن تصديق مير علي شير قانع پڻ تحفةالڪرام ۾ ڪئي آهي(1). انهيءَ ڪري ڪافي وثوق سان چئي سگهجي ٿو ته قاضي قادن ڪم از ڪم اٺاسي ورهين جي عمر ۾ سنه 958ھ (1551ع) ۾ وفات ڪئي، ۽ انهيءَ لحاظ سان سندس ولادت سنه 870ھ (1465ع) تسليم ڪري سگهجي ٿي. انهيءَ جي معنيٰ ته قاضي قادن جي ولادت ۽ تربيت ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي جي عهد (866-919ھ) ۾ ٿي، ۽ ارغونن هٿان سنڌ ۾ سمن جي حڪومت جي خاتمي واري سال 927ھ ۾ سندس عمر ڪم از ڪم ستونجاهه سال هئي اهو بالڪل قرين قياس معلوم ٿئي ٿو؛ ڇاڪاڻ ته ڄام فيروز جي عهد ۾ شاهه بيگ جي حملن تائين حوالي تائين قاضي قادن وڏي اثر ۽ رسوخ وارو هو ۽ غلاباً بکر جي قضا سندس حوالي هئي.

طبقات اڪبري جي مصنف لکيو آهي ته شاهه بيگ ارغون بکر جو قلعو قاضي قادن کان ورتو (2). جيڪڏهن اهو حوالو صحيح آهي ته پوءِ چئبو ته ڄام فيروز جي ڏينهن ۾ قاضي قادن بکر ۾ مقيم هو، ۽ غالباً يا ته اتي جو قاضي هو يا وري وڏي رسوخ وارو شخص هو، جو شاهه بيگ جي حملي وقت اتان جي رهندڙن جي امن ۽ سلامتي خاطر شهر کي سنپاليائين ۽ گهيري وقت ڪن شرطن تي قلعو شاهه بيگ جي حوالي ڪيائين، اهو واقعو غالباً 925ھ جي آخر جو آهي، جڏهن شاهه بيگ پوري تياري سان سنڌ تي لشڪر ڪشي ڪئي هئي، غالباً ان کان پوءِ قاضي قادن بکر مان پنهنجو عيال وٺي ٺٽي آيو، مگر پويان شاهه بيگ پڻ ٺٽي جو رخ ڪيو، ۽ ٺٽي پهچي 11- محرم 926ھ (2 - جنوري 1520ع) ۾ شاهه بيگ درياءِ ٽپيو، ۽ ساموئي جي ميدان تي لڙائي لڳي، جنهن ۾ آخر سنڌ جي فوج جو سپهه سالار درياخان شهيد ٿيو ۽ شاهه بيگ ٺٽي تي قبضو ڪيو. 11- محرم بعد ويندي 20- محرم تائين ارغونن جي فوج ٺٽي کي لٽيو. انهيءَ عرصي ۾ قاضي قادن جا ٻار ٻچا پڻ ٻين سان قيد ٿي پيا ۽ هو نهايت پريشانيءَ ۾ ڪين ڳولڻ لڳو. بالاخر ، شاهه بيگ جي پيش امام حافظ محمد شريف جي معرفت پيش ٿيون شاهه بيگ جي بکر پهچڻ بعد،

قاضي قادن کي اختيار ڏنو ته جنهن کي وڻيس تنهن کي چڙائي آزاد ڪري. ٿي سگهي ٿو ته اهو پهريون دفعو هو جو قاضي قادن جو شاهه بيگ سان واسطو ٿيو، پر شايد قاضي قادن اڳ بکر ۾ شاهه بيگ کي ملي چڪو هو، جنهن ڪري شاهه بيگ سندس سفارش فراخدليءَ سان قبول ڪئي.

ان بعد قاضي قادن سنڌ طرفان ڄام فيروز ۽ ٻين جي پاران شاهه بيگ ۽ مرزا شاهه حسن سان صلح ۽ مفاهمت خاطر موقعي به موقعي ڪوششون ڪيون، شاهه بيگ جو به مٿس اعتماد هو.

ٺٽي جي حادثي (محرم 926ھه) بعد غالباً قاضي قادن پنهنجو اهل عيال بکر ڏانهن روانو ڪيو، ۽ جڏهن شاهه بيگ ٺٽي مان سيوهڻ روانو ٿيو ته قاضي قادن کي پاڻ سان گڏ کنيائين آڏو ٿلتيءَ وٽ درياخان جي پٽن، شاهه بيگ جي مقابلي لاءِ وڏو لشڪر سنباهيو، جنهن تي شاهه بيگ، قاضي قادن کي موڪليو ته کين وڃي سمجهائي ۽ صلح جي ڪوشش ڪري پر شاهه بيگ سان رفاقت سببان هنن جو قاضي موصوف تي اعتماد ڪو نه رهيو هو، جنهنڪري کيس ملڻ کان انڪري ڪيائون(1). ان بعد غالباً قاضي قادن شاهه بيگ کان موڪلائي بکر روانو ٿيو. 927ھه جي پوئين نصف ۾ جڏهن شاهه بيگ سيوهڻ جي قلعي جي

مرمت ۽ حفاظت جو انتظام ڪري بڪر ڏانهن روانو ٿيو، ته بڪر کان اڃان ٿن منزلن تي هو جو قاضي قادن اچي ساڻس مليو ۽ عزت آبرو سان سرفراز ٿيو (1). بڪر کان هڪ منزل اوريان، ڄام فيروز طرفان شاهه بيگ لاءِ سوکڙيون پاکڙيون پهتيون (2)، جي غالباً قاضي قادن جي معرفت پيش ٿيو ، شاهه بيگ جي بڪر پهچڻ بعد قاضي قادن پنهنجي پائرن سميت اچي کيس مليو ان دوران ڏاريچن ، سردارن جي سرڪشي بابت شاهه بيگ سندس راءِ معلوم ڪرڻ چاهي؛ قاضي قادن چيو ته. ”هي ماڻهو سرڪش آهن ۽ سختي بنان امن قائم نه ٿيندو“ جنهن تي شاهه بيگ انهن سردارن کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو(3).قاضي قادن ملڪ ۾ امن امان ۽ صلح جو خواهان هو ۽ انهيءَ سلسلي ۾ پنهنجي راءِ ديانتداري سان ڏنائين ۽ سنڌ وارن ۽ مغلن جي درميان صلح ۽ مفاهمت قائم ڪرڻ لاءِ ڪافي ڪوشش ورتائين.، شاهه جي وفات (22- شعبان 929ھه/ آگسٽ 1522ع) بعد جڏهن مزار شاهه حسن ڄام فيروز کان خفا ٿي چڪو هو، تڏهن به مفاهمت خاطر قاضي قادن حافظ رشيد خوشنويس سان گڏ، ڄام فيروز طرفان ، مرزا شاهه حسن ڏي سوکڙيون کڻي ويو(4) ، مرزا شاهه حسن جي عهد ۾ قاضي قادن بڪر جي قضا جو

عهدو قبول ڪيو؛ مرزا شاهه حسن جي عهد ۾ قاضي قادن بکر جي قضا جو عهدو قبول ڪيو؛ هو اندازاً سنه 930ھ کان 947 - 950ھ تائين بکر جو قاضي ٿي رهيو، ۽ نهايت دانائي ۽ ديانتداري سان فيصلا ڪيائين، ان بعد وڏپڻ سببان انهيءَ عهدي تان استعيفا ڏنائين ۽ بکر جي قضا سندس پاءُ قاضي نصرالله جي حوالي ٿي. سنه 947-950ھ ڌاري حج تي روانو ٿيو، ۽ غالباً مديني شريف ۾ ئي سنه 959ھ/1551ع ۾ وفات ڪيائين (1).

قاضي قادن جي بيتن ۽ انهن ۾ سمايل فڪر ۽ معنيٰ کي سمجهڻ لاءِ سندس لياقت، شخصيت ۽ ارادت کي سامهون رکڻ ضروري آهي مير محمد معصوم لکي ٿو ته ”قاضي قاضن پاڻ قرآن جو حافظ هو قراُت ۽ تجديد جو ڄاڻو هو ، ۽ حديث، تفصير ۽ اصول فقہ جو عالم هو. انشاء پردازي (لکپڙه ۽ مضمون نويسي) ۾ پنهنجي انجنيري ۾ مهارت رکندڙ هو. تصوف کان باخبر هو، ۽ سلوڪ ۽ طريقت جي راه ۾ گهڻيون رياضتون ڪيائين. سير سفر به گهڻو ڪيائين ۽ حرمين جون زيارتون ڪيائين، تنهن جو مريد ۽ معتقد هو انهيءَ ڪري کيس پيا عالم ٿوڪيندا هئا. جڏهن قاضي جي عهدي تي فائز هو، تڏهن نهايت احتياط، امانت ۽ ديانتداري سان فيصلا ڪيائين (2).“

مير معصوم جي مٿئين بيان مان ظاهر آهي ته قاضي قادن ذهين، عالم، نيڪ سيرت ۽ صاف دل صوفي هو. اهو ئي عڪس اسان کي سندس بيتن ۾ نظر اچي ٿو. سلوڪ ۽ طريقت ۾ سندس بزرگي ۽ برتري سببان، سندس چيڪ بيت پڻ ٻين درويشن ۽ بزرگن جي زبان جو ورد وظيفو ٿي ويا، ۽ انهي ڪري ئي محفوظ رهيا، سندس وفات وقت (958هه) ميين شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جي عمر پنڌرهن ورهيه هئي. ميين شاهه ڪريم قاضي قادن جا بيت بزرگن کان ٻڌا، ۽ انهن کان ايتري قدر ته متاثر ٿيو جو پنهنجي سلوڪ جي مجلسن ۾ اهي بيت پڙهيائين. سندس ملفوظات ’بيان العارفين و تنبيہ الغافلين‘ ۾ گهڻا بيت بنا نالي ڏنل آهن ۽ چئي نٿو سگهجي ته ته کهڙا بيت ڪنهن جا آهن، ست بيت اهڙا جن لاءِ قاضي قادن جو نالو ڏنل آهي، پر ڪي ٻيا بيت قاضي قادن جا ئي آهن. مثلاً هڪ ٻيو بيت اهو ساڳيو آهي جيڪو غوثي جي ڪتاب ”گلزار ابرار“ ۾ ترجمي جي صورت ۾ ڏنل آهي(1). بيان العارفين جي مختلف قلمي نسخن ۾ [جن کي پيٽي، ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم ’بيان العارين‘ جو هڪ معياري متن شايع ڪيو (2)] ذرا مختلف پڙهڻين سان ڏنل آهن . جن سڀني کي سامهون رکڻ سان انهن بيتن کي هيٺين طرح پڙهي سگهجي ٿو؛

1-   ڪَنزَ قَد وري، ڪافِيان ڪِي ڪونه پَڙِهئوم (1)
س پاڙهُه ئي ڪو ٻيو (2)، جِئان پرين لڌوم.
2- لوڪان نَحوَ صرفُ، مو مطالع سپرين (3)
سوئي پڙهئو سو پڙهان، سو ئي سو حرف.
3-   سيئي سيلَ ٿِئَامَ، پڙهئا جي پاڻ لَءِ (4)
اکر اڳيان اپري، واڳو ٿي ورئام. (5)
4-   سچڻ منجههِ هئامِ، مون ويٺي واءُ ٿئا (6)
هيڏان هوڏانهن هٿڙا، هِيئَن جار وڌام. (7)
5-  سائر ڏيئي لَتَ، اوچي نيچي ٻوڙئي (8)
هيڪائِين (9) هِڪُ ٿِئو، ويئي سپ جيهَتَ.
6-   ’لا‘ لاهِيندي ڪن ڪي، ’لا‘ مُورهِين (10) ناهه
’بالله‘ ري پريان، ڪَٿُ نه ڏسي (11) ڪي ٻئو.
7-   جوڳي جاڳايوس، سُتو هوس (12) ننڊ ۾
تهان پوءِ ٿيوس، سندي پريان (13) پيچري،
8- توکي توڙائين، ’لا‘ سين لاٿائون
اجان پڻ ’آئون’، واريو وجهين وچ ۾.
مٿيان بيت جي ’بيان العارفين’ (1) ۽ ’گلزار ابرار‘ مطابق آهن، سي هيئنئين لحاظ سان وڏيڪ اهم آهن. هڪ ته پڪن آڳاٽن ماخذن سنڌ جي وڏن بزرگن (ميين شاهه ڪريم ۽ برهانپور جي سنڌي عالمن) جي زباني بيان ٿيل آهن، انهيءَ ڪري وڏيڪ وزندار

آهن. فڪر جي بلندي ۽ معنيٰ جي سهڻائي جي لحاظ سان اهي اعليٰ اخلاقي ۽ وجداني شاعري جا بهترين مثال آهن. فن جي لحاظ سان اسان کي انهن بيتن ۾، ’بنيادي‘ به - تڪي سنڌي بيت کان وٺي ’مڪمل‘ سنڌي بيت تائين ارتقاء جون سڀئي صورتو ملن ٿيون. مثلاً پهريون بيت ’بنيادي‘ سٽاء وارو آهي، جنهن جو قافيو ٻنهي مصراعن جي آخر ۾ آهي. ٻئي کان وٺي پنجين تائين هڪ نئين فني تبديل جو ساڳيو مثال موجود آهي، يعني ته پهرين مصرع ۾ قافيو پڇاڙي جي بدران وچ ۾ آندل آهي. ڇهين ۾ قافيو پهرين مصرع جي آخر ۾ ۽ ٻيءَ جي وچ ۾ آندل آهي. ستين بيت جي ٻنهي مصراعن ۾ قافيو پڇاڙي جي بدران وچ ۾ آندل آهي، جيڪا پڻ نئين نزاڪت آهي. اهي فني نزاڪتون جن جي ڪري بيت ۾ اندروني ترنم پيدا ٿيو، سي غالباً سماع جي موسيقي جي سلسلي مان پيدا ٿيون. آخري نزاڪت جو پهريون مثال قاضي قادن جي عروج واري دور کان اڳ شيخ عبدالجليل چوهڙ جي سماع جي محفل ۾ ڳايل بيت ۾ ملي ٿو (1)، جنهن مان گمان نڪري ٿو ته اهي فني نزاڪتون اڳ شروع ٿي چڪيون هيون پر انهن جا مڙيئي مثال سواءِ قاضي قادن جي ٻئي ڪنهن به شاعر جي بيتن ۾ گهٽ نٿا ملن.

[2]. ڪتاب جو سچو ”معارف الانوار في بيان فضائل سيد الابرار وائمہ اظهار و احوال قطب المختيار“ آهي، جنهن جو قلمي نسخو اسان مولوي محمد حسين صاحب مرحوم ٺٽوي وٽ 12-نومبر 1953ع تي ڏٺو ۽ مطالعو ڪيو، جنهن مان هيءَ بيان ورتل آهي.

[1]. ”معارف انوار“ جو قلمي نسخو جيڪو اسان ٺٽي ۾ جامع مسجد جي پيش امام مرحوم مولوي محمد حسين وٽ ڏٺو، تنهن ۾ ”او پاتي ڏيئي وڏي چمارا“ لکيل هو، پر جيئن ته فعل ’ڏيئي‘ جو فاعل هئڻ ضروري آهي، انهيءَ ڪري ’او‘ جي لحاظ سان شروع ۾ ”الله“ جو نالو ئي ٺهي سگهي ٿو.

[1]. ڏسو ’تاريخ جليل‘ مصنف غلام دستگير نامي مرحوم، ڇاپو پيو، لاهور، 1380 هه /1960ع، ص ص 58 - 91.

[2]. ’تذڪره قطبيہ‘ حضرت عبدالجليل چوهڙ شاهه جي اولاد مان پير غلام دستگير نامي مرحوم جيڪو لاهور ۾ حضرت عبدالجليل جي درگاهه جو پڻ متولي هو، تنهن عالمگير پريس لاهور مان سنه 1371 هه ۾ درگاهه جي وقف طرفان ڇاپارايو.نامي مرحوم هڪ عالم فاضل، وڏو نيڪ دل ۽ صوفي درويش هو، جنهن 21- ڊسمبر 1961ع تي لاهور ۾ وفات ڪئي. اسان جي ساڻس 1955ع کان واقفيت بلڪ دلي محبت هئي. هن صاحب راقم جي علمي شوق کان متاثر ٿي ’تذڪره قطبيہ‘ جو واحد قلمي نسخو جيڪو سندن خانداني آثارن مان هو، منهنجي حوالي ڪيو، جنهن جو لاهور ۾ ويهي مطالعو ڪيو ويو ۽ پڻ ان جي ورقن جا فوٽو ڪڍيا ويا.

[1]. ڏسو عڪس [6] ۽ [7].

[2]. تذڪره قطبيہ، ص ص 136 - 137. اڳتي ص 138 تي پڻ حسن سنڌي جو نالو اچي ٿو.

[3]. ايضاً، ص ص 136- 137.

[1]. ايضاً، ص ص 13 - 14.

[2]. اصل عبارت هن طرح آهي:

هنم دران محفل يکي از قوالان سندي کہ آنهارا ’ذاکر‘ مي گوبند، گرانہ اين بيت خواند:

کشتہ شده گان لب خونخواره معشوق

تا روز قيامت همہ رنگين کنانند

و برابر او يکي اين دوڙه بخواند [کہ درج نيست]....

برهر بيگانہ کہ نظر ايشان افتاد از سلک يگانہ هائي حق گشتند - سي صد کسي درهمان حين باسلام مشرف گشتند [تذکره قطبيہ، ص 123]

[1]. تاريخ جليلہ، مصنف پير غلام دستگير نامي مرحوم، ڇاپو ٻيو، لاهور 1380 هه/1960ع.

[2]. اصل صورتخطي (’تذکره قطبيہ‘ ص 143) هن طرح آهي:

محمد کتهه کتهه رهيو روم تن مانهه

هو ناهن هو ناهن هون مانهه هن ري هن ناهن

پهرئين سٽ ۾ ’تن‘ کان پوءِ ’من‘ رهجي ويل آهي. ٻيءَ سٽ جا الفاظ هن طرح صحيح ٿيندا.

هونا = هوتا = هو تان.

هن هو = هن هون = هنئون (= هن کان)

ناهن = نانهه = نانہ

هون مانهه = ڪاتب جي غلطي مان هي لفظ وڌيڪ لکيل آهن.

هن ري = هن ري.

هن ناهنه = ’هن‘ بدران ’هي‘ پڙهڻ گهرجي = هي نانهہ

[(1)](#). ڏسو عڪس [8]، ۽ پڻ ڏسو ”تذڪره قطبيہ“، لاهور، 1371 هه، ص 131.

[(1)](#). ڏسو عڪس (9)، ۽ پڻ ”تذڪره قطبيہ“، مطبوع لاهور، 1371هه ص 136. ڪتابت جي اصول لکين لفظن جي آڌار تي اسان بيت ائين سمجهيا آهن جيئن هيٺ ڏنا ويا آهن.

[*](#). هن بيت جي ٻي گماني پڙهڻي:

من ڪي لنو فراق، اسان هوت ڏار ٿئي

ڪوَن سپيريان سانک، رب رکائي ڪڏهين.

(يا ’سُڪئون پريان ساڪ، رب رکائي ڪڏهين،

يا ’سڪئون پريان ساڪ، رب رکائي ڪڏهين‘.)

[(1)](#). جناب غلام مرتضيٰ شاهه سيد (جي. ايم. سيد) جي ڪتاب ”خانداني شجرا“ تان ورتل.

[(1)](#).هيءَ بيان سيد عبدالقادر پنهنجي ڪتاب’حديقة الاولياء [ڇاپيل سنڌي ادبي بورڊ، 1927ع، ص ص 90-100] ۾ آندو آهي ۽ اتان ’تحفة الڪرام‘ [سنڌي ادبي بورڊ 1927ع، ص ص 377-378 ۽ 380-381] ۾ مير علي قانع نقل ڪيو آهي. مير علي شير لکيو آهي ته اهو ذاڪر سونارو هو.

(2)[.](#)مخدوم عبدالعليم بن مخدوم نعمت الله جو ڪتاب ’ڪشف الاسرار‘ (”شرح ڪتاب اسرار الوحي ڪہ مسميٰ بڪشف الاسرار است“) جمعي ڏينهن 21 تاريخ محرم سنه 1218هه ۾ لکجي پورو ٿيو اسان اهو قلمي ڪتاب مرحوم ميان محمد وٽ سندس مهرباني سان ڏٺو ۽ انهيءَ ڪتاب ۾ ڏنل متن موجب اهي بيت اتاريا. ڊاڪٽر مرحوم دائود پوٽي اها ڳالهه زباني طور پٽي

بزرگن کان ٻڌي هئي ۽ ان موجب اهي بيت پنهنجي مضمون ۾ ڏنا هئا. ڏسو مضمون ’سنڌي علم ادب‘ رسالو ”عام راءِ“ ڪراچي ماه اپريل 1950ع؛ رسالو ”نئين زندگي“ ڪراچي. ماه مئي 1950ع؛ سنڌ مسلم ڪاليج مخزن، فيبروري 1951ع؛ پڻ مضمون ”سنڌي قديم شاعري،“ رسالو ”نئين زندگي“، ماه سيپٽمبر 1958ع.

[(1)]حديقة الاولياء، مطبوع سنڌي ادبي بورڊ، ص 232.

[(2)]تحفةالڪرام، سنڌي ترجمو (سنڌي ادبي بورڊ ، 1957ع، ص ص 447-448).

[(2)]اهو بيت اسان پنهنجي سنڌي ٻولي بابت مضمون ۾ لاڙڪاڻي ڪانفرنس ۾ ڏنو هو جيڪو پوءِ ”تحفةلاڙڪاڻه“ 1950ع ۾ ڇپيو.

[(1)]ڏسو سندس مضمون ”سنڌي قديم شاعري“، رسالہ نئين زندگي، ماهه سيپٽيمبر 1958ع.

[(2)]تفصيل لاءِ ڏسو ”شاهه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام“ تصحيح ڊاڪٽر دائود پوٽو، ڇاپو سنه 1352ه/1937ع جنهن ۾ ٽي هندي بيت 76،99 ۽ 108 صفحن تي ۽ ڇهه سنڌي بيت 20، 55،61، 92، 83 ۽ 111 صفحن آيل آهن.

[(3)]ايضا ص ص 60، 69 ۽ 83.

[(1)]جڏهن مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽي سان تبادله خيالات ٿيو ته مڃيائين ته اهو بيت شاهه ڪريم جو نه آهي. پنهنجي مضمون ”سنڌي قديم شاعري “ رسالہ نئين زندگي، ماه سيپٽمبر 1958ع ص 8 ۾ تسليم ڪيو اٿس ته اهو بيت ”پراڙ“ نالي شاعر جو ٿو ڏسجي.

[1]’شاهه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام‘ اڳ حوالو ڏنل، ص ص 82 - 83. ٿي سگهي ٿو ته هي بيت ميين شاهه  ڪريم جي ڪنهن همعصر شاعر جو هجي.

[1]قاضي قادن بابت حالات، سڀ کان اول ’تاريخ معصومي‘ ۾ ملن ٿا، جن جي بناء تي مرحوم ڊاڪٽر دائود پٽي ”قاضي قادن“ بابت پهريائين ”شاهه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام“ ۾ (حاشيه (ص 65) هڪ مختصر نوٽ لکيو، ان بعد رسالي ”نئين زندگي“ ماهه سيپٽمبر 1950ع ۾ ”قاضي قاضن سيوهاڻي“ جي عنوان سان ڊاڪٽر موصوف جو مضمون جو شايع  ٿيو.

[2]. تاريخ معصومي (فارسي)جي متن ۾ ’قاضي قاذن‘ ڏنل آهي (ص ص 200 - 204) ، پر خود مير معصوم جو هٿ لکيل ”تاريخي معصومي“ جو نسخو موجود ڪونهي جو هن نالي جي اصل صورتخطي معلوم ٿي سگهي. سنڌ جي هڪ بزرگ محمد رضا ٺٽوي، شاهه ڪريم جي سوانح ۽ مفلوظات بابت ڪتاب”بيان العارفين“ لکيو، ۽ ان اصل نسخي جي بنياد تي ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم ”شاهه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام“ مرتب ڪيو، جو سنه 1937ع ۾ ڇپيو. ان ۾ چار دفعا (ص ص 26- 87، 94 ۽ 112) هي نالو ”قاضي قاذن“ لکيل آهي هڪ دفعو (ص 28) ”قاذ (قاضن)“، ۽ هڪ دفعو (ص 26) ”قاضن“. ان مان ظاهر آهي ته سنڌ جي جن بزرگن جي آڏو قاضي جا بيت هئا تن سندن نالو ”قاذن“ ڪري لکيو آهي ، جو صحيح آهي، ’قاذن‘ فقط ’قادن‘ جي ٻي صورت آهي. فارسي عبارتن ۾ ’دال‘ کي ’زال‘ ڪري پڙهيو ويندو آهي (مثلا ’استاد‘ ۽ ’استاذ‘) ۽ لغت ۾ اهو اصول تسليم ڪيل آهي سنڌي ۾ پڻ اهو اثر قبول ڪيو ويو (مثلا ’خدمت‘ ۽ ’خذمت‘)،

[(1)]. اسان پنهنجي هڪ مضمون ”قاضي قادن جي نالي جي وضاحت“ (ماهنامي ’پيغام‘، ماهه مارچ 1979ع، سبڌ اطلاعات کاتي طرفان ڪراچي مان شايع ڪيل) ۾ هن مسئلي تي وڌيڪ تفصيل سان روشني وڌي آهي.

[(2)]. تاريخ معصومي فارسي متن، ص ص 200- 202 (سنڌي ترجمو ص ص 238- 240)؛ پڻ ڏسو رحفة الڪرام، سنڌي ترجمو، ص 353.

[(1)]. ڏسو ”شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام“، تصحيح ڊاڪٽر دائود پوٽو، ڇاپو سنه 1937/1356ع، ص ص 112 - 113،

[(2)]. تاريخ معصومي، فارسي متن، متن، ص 120.

[(1)]. تاريخ معصومي، فارسي متن، ص 202 ۽ تحفة الڪرام (سنڌي ترجمو، سنڌي ادبي بورڊ) ص 353

[(2)]. طبقات اڪبري، جلد 3، ص 517.

[(1)]. تاريخ معصومي، فارسي متن، ص ص 116-117

[(1)]. تاريخ معصومي فارسي متن، ص 121

[(2)]. ايضا ساڳيو صفحو

[(3)]. ايضا، فارسي متن، ص 123

[(4)]. تحفة الڪرام، سنڌي ترجمو (سنڌي ادبي بورڊ)، ص 147

[(1)]. تاريخ معصومي، فارسي متن، ص ص 201 - 202

[(2)]. ڏسو تاريخ معصومي، فارسي متن ص ص 200-202، پڻ ڏسو تحفة الڪرام سنڌي ترجمو، ص 353.

[(1)]. غوثي ، قاضي جا بيت 1202ع ڌاري برهانپور ۾ سنڌي عالمن کان ٻڌا، هن چئن بيتن جا ترجما ڏنا آهن جيڪي هيٺ ڏنل بيتن ۾ (1،4،6، ۽ 8) آهن.

[2]. عمر بن محمد دائود پوٽو، ڊاڪٽر: ”شاهه ڪريم بلڙِءَ واري جو ڪلام“، حيدرآباد مان ڇپيل ۽ بمبئي مان شايع ڪيل، سنه 1356ھ/1937ع. اهي ست بيت ساڳيا آهن جيڪي ’بيان العارفين‘ ۾ قاضي قادن جي نالي سان هيٺين صفحن تي آهن:26، 27، 28، 32، 88، 94، ۽ 113. باقي هڪ (هيٺ ڏنل بيتن ۾ نمبر 8 ۽ ’بيان العارفين‘ ۾ نمبر 78) قاضي قادن جي نالي سان ناهي، پر غوثي اهو اردو ترجمي ۾ ڏنو آهي جنهن جو سنڌي ترجمو هن طرح آهي:

سڀني زبانن ۾ ’لا‘ سان تنهنجي نفي ڪئي وئي آهي ته به تون اڃان تائين پنهنجي اثبات جي پويان آهين (ڏسو ’گلزار ابرار‘[جو اردو ترجمو ’اذڪار ابرار‘، مطبوع آگره، 1326ھ، ص 275 )

[1]. اصل ۾ ’ڪافيا‘، ’ڪافيان‘، يعني ’ڪافيہ‘ ڪتاب مان.

[2]. اصل ۾ هڪ پڙهڻي ’پار ئي پيو ڪو‘ ٻي پڙهڻي ’سو پاڙهين ڪو پيو‘ ’پاڙهه‘ يعني پڙهڻ يا پڙهڻ جو طريقو.

[3]. ٻي پڙهڻي: من مطالع.

[4]. ٻي پڙهڻي: پڙهئام جي پاٽان.

[5]. ٻي پڙهڻي: وٺئام.

[6]. ٻي پڙهڻي: مون اُتي وئا اونئا.

[7]. ٻي پڙهڻي: ’هنهي‘ يا ’هنئڙي‘ ۽ ’چار‘

[8]. ٻي پڙهڻي: ٻوڙي.

[9]. ٻي پڙهڻي: هيڪاٽي، هيڪانيء.

[10]. ٻي پڙهڻي: مورائين، مورانهين.

[11]. ٻي پڙهڻي: ڪٿ نه ڏسجي.

[12]. ٻي پڙهڻي: هُئِس.

[13]. ٻي پڙهڻي: پريان سندي.

[1]. اسان جي راءِ ۾ ’بيان العارفين‘ ۾ ڪي ٻيا بيت به اهڙا آهن، جيڪي قاضي قادن جا آهن، جيتوڻيڪ اهي سندس نالي سان ڏنل ناهن.

[1]. ڏسو مٿي ص 210.

قاضي قادن جا اهي سڀ بيت ميين شاهه ڪريم جي زباني مليا آهن، ۽ انهيءَ ڪري مجموعي طور اسان اهي ’لاڙ جي ٻولي‘ جي لهجي ۾ اسان تائين پهتا آهن.انهن مان ايترو معلوم ٿئي ٿو ته ٻولي نج سنڌي آهي ۽ ان ۾ آيل لفظن ۽ بيان جي سٽاء ڳوڙهي آهي. پر جيئن ته قاضي قادن ٻڪر ۾ ئي ڄائو نپنو ۽ وڏو ٿيو، انهيءَ ڪري سندس ٻولي پڻ انهيءَ پاڳي جي ٿي سگهي ٿي؛ يعني ته انهن بيتن جي اصلي ٻولي ان دور جي ’سري واري سنڌي ٻولي‘ هوندي. انهيءَ حقيقت جي تصديق تازو شايع ٿيل ڪلام جي ذخيري مان ٿئي ٿي، جيڪو قاضي قادن جي نالي سان هڪ جدا باب هيٺ دادو - پنٿي فقيرن جي هڪ مڙهي ۾ رکيل دستخط پستڪ ۾ لکيل آهي (2). انهيءَ ۾ ۽ ٻين اهڙن دستخطن ۾ ان باب جي عنوان ۽ خاتمو هيٺينءَ طرح ذئل آهن: عنوان

”ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکي سنڌي
اور ٻي ساڌان ڪي ساکي ايڪٺي“

[قاضي قادن جو سنڌي ڪلام ۽ پڻ ٻين فقيرن جو ڪلام گڏي لکيل]

”ٻاکني سنڌي پاشا ڪي سرو ساڌان ڪي ايڪٺي“

[ڏاڪڻا (ڏڪڻ طرف جا شعر) سنڌي ٻولي جا سڀني درويشن جا گڏ لکيل]
خاتمو ”ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکي سمپورن سماپتہ“
[قاضي قادن جو ڪلام پورو ٿيو]
انهن عبارتن مان ظاهر آهي ته هن باب هيٺ قاضي قادن ۽ ’ٻين فقيرن‘ جا بيت گڏي لکيا ويا، پر گهڻا بيت قاضي قادن جا ئي هئا، جو شروع توڙي آخر ۾ قاضي قادن جي نالي کي ئي وڏيڪ اهميت ڏني وئي. اهو اڃان پڪيءَ طرح معلوم نه ٿيو اهي ته راٺيلا وارو پستڪ ڪڏهن لکيو ويو، البت اهو ’پهريون‘ پستڪ ناهي پر ڪنهن اڳئين پستڪ جو نقل آهي. درويش دادو ديال (1544 - 1603ع) يقيني طور قاضي قادن جي بيتن کان متاثر ٿيو، ۽ هن يا ته پنهنجي حياتي ۾ اهي بيت پاڻ لکيا ۽ لکايا، يا پوءِ سندس پوئلڳن لکيا ۽ سانديا. راٺيلا واري پستڪ کان سواءِ ٽي ٻيا پستڪ موجود آهن جن ۾ هڪ جدا باب هيٺ قاضي قادن ۽ ٻين جا بيت لکيل آهن. اُهي سنبت سالن 1745، 1802 ۽ 1805ع ۾ لکيا ويا؛ سڀ کان آڳاٽو دادو جي وڏي ٻالڪي رجب سنبت 1745 ۾ لکيو جيڪو جيپور ۾ رکيل آهي جنهن ۾ هن باب هيٺ 118 بدران 243 بيت لکيل آهن (1). دادو ديال ۽ ميون

شاهه ڪريم ساڳئي دور جا هئا، پر ميون شاهه ڪريم وطن ۽ ٻولي جي لحاظ سان قاضي قادن کي وڏيڪ ويجهو هو، انهيءَ ڪري سندس ملفوظات (بيان العارفين) ۾ جيڪي قاضي قادن جا بيت آهن، سي وڌيڪ صحيح ۽ تصديق جوڳا آهن. اسان ’بيان العارفين‘ ۾ ڏنل قاضي قادن وارن بيتن جي ٻولي، شاعري ۽ معنيٰ واري معيار کي سامهون رکي، راڻيلا واري پستڪ جي باب هيٺ ڏنل ۽ پوءِ دهلي مان ” قاضي قادن جو ڪلام“ ڪتاب ۾ ڇپيل جملي بيتن کي وڏي سوچ ويچار سان پرکيو، ۽ انهيءَ ’پهرين پرک‘ (جنهن تي اجان به نظرثاني جي ضرورت آهي) موجب انهيءَ نتيجي تي پهتا آهيون ته جملي 112 بيتن مان وڌ ۾ وڌ 77 بيت اهڙا آهن جيڪي قاضي قادن جا ٿي سگهن ٿا (1).
بيتن جي انهيءَ وڏي ذخيري مان قاضي قادن جي سنڌي ٻولي، يعني ته 16 - صدي عيسوي جي دور ۾ بکر جي علائقي واري سري جي اتراڏي ٻولي جا پڪا پختا ثاٽا ۽ اهڃاڻ ملن ٿا، جن جي آذار تي اسان هيٺين نتيجن تي پهچون ٿا.
هن پاڱي ۾ سنڌي ۽ سرائيڪي ٻوليون گڏوگڏ هلندڙ هيون، ۽ قاضي قادن غالباً ڪي بيت سرائيڪي ۾ پڻ چيا - مثلاً:

هَر هَر فال ڪَريند يَان راڏِي ڳَئِي وِها
وَج پُڇو سانوڻ سُتِيَان، لابي لنگهَڻ آ.

(پوک پوکڻ جي موسم ۾، عملي طور جهنگ صاف ڪرڻ ۽ ٻج ڇٽڻ بدران وسوسا ڪرڻ ۽ سَوڻ ڳولڻ خاطر) هر وقت فالن وجهندڙن (جو اهو حال ٿيو جو) پوک پوکڻ جو وقت وهامي ويو. (جيڪي ائين غلفت ڪندي) سانوڻ ۾ سمهي پون ٿا تن کان وجي لاباري وقت (جڏهن ٻيا پيا نئون ان پيهن ۽ کائن) بک ۽ فاقي (لنگهڻ) جي خبر پڇو.

ان دور جي سري واري ٻولي ۾ سنڌي ۽ سرائيڪي جي فطري سنبنڌ هو: يعني ته سرائيڪي عبارتن ۾ ڪي سنڌي لفظ (جيئن مٿئين بيت ۾ ’وج‘) ۽ سنڌي عبارتن ۾ وري ڪي سرائيڪي لفظ (جيئن ته ’ڏونهين‘ = ٻئي) پيوند ٿيل هئا. قاضي قادن جي سنڌي بيتن ۾ پڻ سرائيڪي جي آميزش جا اهڃاڻ ملن ٿا. مثلاً

تسان نه اسان جيتري = اوهان کي نه اسان جيتري
سپي ڄيان تکيان = سڀ زبانون تکيون
راڏي اُجاڙين = پوکيل پوک (راڏي) برباد ڪن
سڄڻ ڏڄڻ ڏيک ڪي = سڄڻ کي (ظاهريءَ طرح) دشمن واري
حالت ۾ ڏسي ڪري.

’آءٌ‘ بدران ’مان‘ سري واري ٻولي ۾ موجوده ’صورتن‘ ۽ ’حالتن‘ مطابق استعمال ٿيندڙ هو. مثلاً

’مان کي سچڻ گڏيو‘ = مونکي سچڻ گڏيو

’جتي هوئن مان پرين’ = جتي منهنجا پرين هجن

قاضي قادن ’آئون‘ فقط ’آئون‘ فقط ’آپي‘ جي معنيٰ ۾ اسم طور استعمال ڪيو آهي. قاضي قادن جي ٻولي ۾ لفظ ’ڪاٿي‘ پڻ ساڳيو موجوده ٻولي وارو آهي.

’جمع‘ جي پڻ ساڳي موجود صورت ’آن‘ واري هئي، جيئن ته قاضي قادن جي بيتن ۾ ’جمع‘ جون هيٺيون صورتون استعمال ٿيل آهن:

| | |
|---|---|
| زيران = زيرون | ٻانهان = ٻانهون |
| زبران = زبرون | دانهان = دانهون |
| آيتان = آيتون | لِيهان = ليهون |
| ڪتيبان = ننيڊڙا ڪتاب | پِريان = پِرين |
| سپيريان = سپرين | پاٽيچيان = پاٽيچيون |
| سِران = مٿا | = اوليون ٻيڙيءَ جون |
| ڄپان = ڄپون | مَڪرُيان = مَڪرُيون |
| مُهان = مُنهن | = ٻيڙيون |

اسان مٿي باب ٻئي جي شروع ۾، ’فتحنامي‘ ۾ آيل ’برهمڻ گهراٽي‘ واري دور جي ٻولي جي اضافي ترڪيبن جي مطالعي مان انهي نتيجي تي پهتاسون ته ان دور ۾ ”شايد ان وقت حروف اضافت جداگانه

استعمال ۾ آيل نه هئا“ (ص 36). قاضي قادن جي بيتن جي ٻولي مان انهيءَ نتيجي جي پوري تصديق ٿئي ٿي جو قاضي قادن جي اسمي ڪان وڌيڪ بيتن واري ذخري ۾، ’جو‘، ’جي‘، ’جا‘. ’جون‘ (صورتن ۾، جدا بيٺل) حروف اضافت چڻ نه هئڻ جي برابر آهن. انهن جي بدران، ساڳيون اسلام کان اڳ جي دور واريون، گڏيل سٽاءَ سان هيٺيون اضافي ترڪيبون موجود آهن:

رب پرتيان = رب جا پرتل (دهلي مان ڇپيل ڪلما، بيت نمبر 15)

ڪنولان ڪر = ڪنولن گلن جي پرگهور (ايضاً، 19)

جر سالور = جر جا سالور (ايضاً، 19)

پريان پور = پرين جا پور (ايضاً، 50، جتي ’پريان جا پور‘ لکيل

صحيح ناهي)

سمرتات = سمر جي تات (ايضاً، 80)

ترهي تات = ترهي جي تات (ايضاً، 81)

مون سيڻ = منهنجا سيڻ (ايضاً، 25 - 26)

مون سيڻن = منهنجي سيڻن (ايضاً، 42)

مون هٿ = منهنجي هٿ (ايضاً، 75)

تو در = تنهنجي در (ايضاً، 55)

لاهوتين = لاهوتين جو (ايضاً، 15)
اڪڙيين = اڪڙين جو (ايضاً، 27)

تعداد ۾ ايترين گهٽين، گڏيل اضافي ترڪيبن مان ظاهر آهي ته قاضي قادن جي دور تائين سِري واري سنڌي ٻولي ۾ جدا بيٺل حروف اضافت جو سلسلو شروع نه ٿيو هو.

جدا بيٺل حرف جر (ڪي، مان، لاءِ، وٽ، تي) جيتوڻيڪ استعمال ٿيل آهن، پر انهن جي تعداد جي ڀيٽ ۾ 'گڏيل جري ترڪيبن' جو تعداد وڌيڪ آهي. مثلاً:

جيان = جتان ڪان
لوڪان = لوڪ لاءِ
تهان = تنهن ڪان
آڪا سان = آڪاس تان، ڪان
سچڻان = سچڻن ڪي
پاڻان = پاڻ لئي، پاڻ مان، پاڻ جو (پنهنجو)
ڪيڻان = ڪين
سيڻان = سيڻن ڪي
پيچري = پيچري تي، ۾
صرافين = صرافن وٽ
پير = پير سان
ڏونگرين = ڏونگرن ۾

’جان ئي‘ (= ڪڏهن ڪان) ۽ ’تان ئي‘ (= تڏهن ڪان) سٺائون ساڳيون اهي ئي آهن جيڪي اتر واري موجوده ٻولي ۾ استعمال ٿين ٿيون.

جان ئي پاران پڌرو، ٻڌائون سو سڏ،

مون هنيڙو تان ئي ڪيو سپريان سان گڏ.

(جڏهن ڪان روحن ڏٺي جي طرفان ’الست بربکم‘ وارو سڏ ٻڌو مون تڏهن ڪان پنهنجي دل سائين سان ڳنڍي ڇڏي.)

ان وقت ڪي خاص لفظ ڳالهائڻ ۾ ايندا هئا، جيڪي هن وقت استعمال نٿا ٿين. مثلاً:

مَئن = مِڙن ـــ گڏ ٿين

مڇيئي = مڙيئي ـــ سڀ

تڳا، تِڳانِ = تن ڪان (’تن ڪَنا‘ يا ’تن ڳنا‘ جو هلڪو گڏيل اچار. پستڪ واري اصل پڙهڻي ’تلڳان‘ آهي، پر صحيح پڙهڻي ’تڳان‘ ٿيندي. پاٽيچي ج پاٽيچيان = پاٽيءَ ۾ ٻيڙيءَ کي هلائڻ واري اولي ج اوليون.

قاضي قادن جي بيتن مان ان وقت واري سنڌي ٻولي جي لفظن، اصطلاحن ۽ نحوي سٽائن جي انهن اهڃاڻن کان سواءِ ٻوليءَ ۾ اعليٰ فڪر ۽ ڳوڙهن ويچارن، مختلف نفسياتي ڪيفيتن ۽ ڪيترن ئي نون موضوعن جي بيان واري وڌندڙ صلاحيت جي تصديق ٿئي ٿي. اعليٰ اخلاقي شاعري جي مضمونن

۽ عوامي شاعري جي موضوعن کي ملائڻ جو سلسلو جيتوڻيڪ اڳ شروع ٿي چڪو هو، مگر وڏيڪ وسيع پيماني تي انهن جو سنگم پهريون پيرو قاضي قادن جي بيتن ۾ ملي ٿو: عام قصن ۽ زندگي جي عام مشغلن جي قالب ۾ اعليٰ فڪر ۽ معنيٰ جا ماڻ پريائين، ۽ خاصن جي خاص فڪر کي عوام جي عام ذوق سان پيوند ڪيائين. سنڌي شاعري ۾ انهيءَ رجحان واري اساس ۽ بنياد کي قاضي قادن ايترو ته پڪو پختو ڪري چڏيو جو ڪانئس پوءِ ايندڙ وڏن شاعرن انهن تي ئي شعر ۽ ادب جي عمارت کي اڏيو ۽ موضوعن جي وسعت سان سنڌي ٻولي ۾ بيان جي قوت کي اوج تي پهچايو. قاضي قادن سنڌي اساسي شاعري جو ابو هو، جنهن پنهنجي نج سنڌي بيتن ۾ توحيد ۽ ڪامل يقين، اعليٰ اخلاق، ۽ سچي سڪ ۽ محبت جا سبب سمجهايا، ۽ يڪترن ئي نون معنوي مضمونن ۽ عام موضوعن کي پنهنجي بيتن جو قالب بنايو؛ ۽ توحيد ۽ هيڪڙائي، وحدت ۽ ڪثرت، نينهن ۽ سڪ، ۽ اعليٰ انساني اخلاق جهڙن معنوي ۽ نفسياتي ڳوڙهن نُڪتن کي زندگي جي عام ماحول ۽ مشغلن، ۽ عام هلندڙ ڳالهين ۽ افسانن مان مثالن ذريعي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪيائين. موجوده ڄاڻ جي بناء تي چئي سگهجي ٿو ته سَر ۽ ڪنول، مهراڻ ۽ ساگر، موتي ۽

هنجهه، ڪنڌي ۽ ترهو، ڪپر ۽ ڪانُهه، ٻيڙا ۽ سمنڊ، سونهان ۽ مُعلم، وايوڙيل ۽ ويچ، اُٺ ۽ ان جي الٺي عادت، ٻٺ ۽ باهه، اَپيرِي ۽ اَواٺ، ٻگا ۽ ٻاپيها، سِيچاڻا ۽ شينهن، سورهيه ۽ رڪ وهندي راند، جوڳي ۽ درويش، سسئي ۽ ساٿ، ۽ مورڙي جي گهاتو پائرن ۽ سنڌن پيءُ اوباهيو - انهن مڙني جي مثالن کي قاضي قادن پنهنجن بيتن ۾ آندو، ۽ انهن بابت اشارن ۽ اهڃاڻن لاءِ موزون الفاظ ۽ اصطلاح استعمال ڪيا. سنڌس اهي مثال ئي اڳتي هلي اعليٰ شاعري جي رسالن جي سُرن جا مکيه موضوع بنيا.

نتيجا

سمن جي دور بابت مٿئين سلسليوار ۽ قدري تفصيلي جائزي بعد اسان هيٺين نتيجن تي پهچون ٿا:

1. سمن جي دور ۾، عربي تعليمي ٻولي رهي ۽ فارسي سرڪاري دفتر ۽ ڪاروبار جي زبان طور استعمال ٿيڻ شروع ٿي. سمن قبيلن جي نج سنڌي ٻولي ’معياري سنڌي ٻولي‘ جي صورت ۾ ترقي ڪئي.

2. سمن جي دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جون سرحدون ڏکڻ - اوپر ڏانهن ڪڇ ۽ گجرات طرف، ۽ اتر ڏانهن بهاولپور ۽ ملتان طرف وڌيون، ۽ انهن سرحدن تي سنڌي ٻوليءَ جو ٻين پاڙيسري ٻولين - خصوصاً گجراتي، بلوچي ۽ سرائيڪي سان رد عمل شروع

ٿيو. اولهه طرف ڪوهستان ۽ لس ٻيلي ۾، ڏکڻ طرف ڪڇ ۾ ’سنڌي ٻولي‘ جي ٻن مقامي محاورن يعني ’ڪوهستاني ۽ ٻيلي جي ٻولي‘ ۽ ’ڪڇي ٻولي‘ جي تشڪيل ٿي.ملتان جي ڏاکڻي خطي جي ٻوليءَ تي سنڌي جو گهرو اثر پيو، جنهن سببان سرائيڪي جو ’سنڌي - سرائيڪي‘ محاورو وجود ۾ آيو، جو هيٺ سنڌ ۾ پڻ رائج ٿيو. بلوچستان جي اولهندين توڙي اڀرندين پاڱي جي بلوچي تي سنڌي جو اثر پيو، ۽ انهيءَ آميزش سببان ’مغربي‘ توڙي ’مشرقي‘ بلوچي ۾ سنڌي جا ’صوتيا‘ توڙي الفاظ داخل ٿيا. اولهه بلوچستان ۽ مڪران طرف مخصوص مقامي بستين ۾ آباد سنڌي قبيلن جي ’جداگاني‘ محاوري جنم ورتو.

3. سمن جو اوائلي دور سومرن جي دور وانگر سنڌي ٻولي جي قصن ۽ ڳاهن، پهاڪن ۽ اڳڪٿين وارو روماني دور هو جنهن ۾ سنڌي شاعري وڏي ٿي ساماڻي، ۽ پڻ روايتي قصن ڪهاڻين ذريعي ٻولي ۾ بيان جي صلاحيت پئي وڌي.

4. سومرن جي دور وانگر سمن جي دور جي شروعات ۾ سنڌي ٻوليءَ جون لساني خصوصيتون خواه ادبي روايتون ساڳيون سومرن جي دور واريون رهيون.

5. سنڌي نثر ۾ بيان جي قوت ۽ قصه خواني جي وڌندڙ صلاحيت سببان، سمن جي دور ۾ سمن سردارن جي سخا ۽ سورهيائي جا نوان قصا ۽ عشقيه داستان رائج ٿيا، ۽ ’ڳاهن‘ وارين ڳالهين ذريعي پڻ ۽ پانن سنڌيءَ ۾ قصہ خواني ۽ داستان گوئي کي هڪ ’ادبي فن‘ جي درجي تي پهچايو.

6. نثري داستانن سان گڏ، سمن جي دور ۾ سنڌي شعر ڳاهن، رجزن ۽ بيتن جي صورت ۾ ترقي پذير ٿيو. درويش جون خانقاهون ۽ صوفين بزرگن جون سماع جون مجلسون ۽ صحبتون اعليٰ سنڌي شاعريءَ جي اُسرڻ لاءِ هڪ مؤثر ذريعو بڻيون. سمن جي دور ۾ سنڌي شاعري تاريخ جي روشني ۾ چمڪي، ۽ هن دور سان ئي سنڌي شاعري جي تاريخي دور جي شروعات ٿي.

7. سمن جي دور ۾ قاضي قادن جي ڪلام ۾ ’سنڌي بيت‘ هيئت ۽ فن جي لحاظ سان تڪميلي صورت کي پهتو. ’سنڌي بيت‘ جي بنيادي سٽاءَ ۾ قافين جي ڦير گهير سان تبديلي آئي، ۽ پهريون ’سنڌي بيت‘ جنهن جي ٻنهي مصراعن جي وچ ۾ قافيو آهي، سو 900ھ/1494ع جي لڳ ڀڳ شيخ عبدالجيل چوهڙ رحه جي سماع جي مجلس ۾ پڙهيو ويو. انهيءَ تصديق موجب، فني لحاظ سان ’سنڌي بيت‘ سمن جي

دور ۾ بدليو ۽ نائين صدي هجري جي آخر ذاري فن جي لحاظ سان تڪميلي صورت ڪي پهتو. فني سٽاءَ توڙي معنوي لحاظ سان ’بيت‘ جي اوسر واريون مڙيئي ارتقائي منزلون قاضي قادن جي ’بيتن‘ ۾ ملن ٿيون.

8. الف اشباع وارو قافيو، پهريون پيرو سمن جي دور ۾ سنه 891هه/1486ع ۾ پير مراد شيرازي ٺٺوي جي چيل دعائيہ مگر موزون مصرع - ”الله او پاتي ڏيئي وڏي چمارا“ - ۾ ملي ٿو، جنهن جي معنيٰ ته سمن جي دور ۾ ئي ان جي شروعات ٿي.

9. قاضي قادن جي بيتن مان ثابت ٿئي ٿو ته سنڌي جي اترئين پاڱي ۾ ’سري واري سنڌي ٻولي‘ هلندڙ هئي جنهن جون ڪي خاص لساني خصوصيتون هيون.

10. هن دور ۾ سنڌي ۽ سرائيڪي جو هڪ ٻئي سان وڏيڪ سنبنڌ ٿيو ۽ اترئين سنڌ ۾ چڻ ساڳئي ملڪ جون ٻوليون بنيون. قاضي قادن غالباً سرائيڪي ۾ پڻ بيت چيا ۽ سنڌ ۾ هو سرائيڪي ٻولي جو پهريون شاعر ٿيو.

# باب ڇهون

سنڌي ۽ فارسي جي وڌندڙ تعلق، سنڌي اصطلاحن ۽ نثري جملن جي وضاحت، سنڌي جي ادبي ثقافتي دائري جي وسعت، روايتي ادب ۾ اضافي ۽ سنڌي شعر جي تحريري ذخيري ۾ واڌاري وارو دور.

(ارغون، ترخان ۽ اوائلي مغليه دور: 1520 - 1590ع)

ارغونن (927 - 962ھ/ 1520 - 1555ع)، ترخانن ۽ مغلن وارو اوائلي دور (963- 1000ھ/1556-1090ع) سنڌ توڙي هندوستان ۾ فارسي زبان جي وسعت ۽ اثر رسوخ وارو دور هو. فارسي سرڪاري دفتر، انتظامي ڪاروبار، خط و ڪتابت، تعليم ۽ تنصيف، ادب ۽ شاعري جي زبان طور وسيع پيماني تي استعمال ٿيڻ لڳي. ٻئي طرف مقامي ملڪي زبانون پڻ پنهنجي تاريخي ۽ ارتقائي تقاضائن هيٺ هن دور ۾ عوامي ۽ مقامي ضرورتن پورين ڪرڻ لاءِ وڌيڪ نمايان طور اُسريون. ٻين ٻولين جي ڀيٽ ۾، سنڌي اڳ ۾ ئي پنهنجي تاريخي ۽ ارتقائي اعتبار سان هڪ اعليٰ سطح تي پهچي چڪي هئي؛ انهيءَ ڪري باوجود فارسيءَ جي عمل ۽ اثر جي سنڌي جي انفراديت ۽ افاديت قائم رهي. مقامي طور سنڌ ۾، فارسي ۽ سنڌي جي وچ ۾ عمل ۽ رد عمل جو سلسلو شروع ٿيو جنهن

۾ سنڌي جي اهميت ۾ اضافو ٿيو، سنڌي ۽ فارسي لفظن ۽ اصطلاحن جي ڏي - وٺ ٿي، ۽ فارسي عبارتن ۽ ادب جا هڪ ٻئي سان پيوند لڳا.
سنڌ جي سماع ۽ راڳ جا سلسلا جيڪي هن کان اڳئين دور ۾ ويندي پنجاب، ۽ دهلي تائين اثر انداز ٿي چڪا هئا سي هن دور ۾ وڌيڪ وسيع ٿيا، بلڪ اوج ۽ عروج کي پهتا. سنڌي 'بيتن' ۾ 'قافين' ۽ انهن سان گڏ سنڌ جي نغمن ۽ راڳن جو اثر اوپر توڙي اتر هندوستان (برهانپور - دهلي - آگره) تائين پهتو، جنهن ڪري سنڌي ٻولي جي ثقافت جو دائرو وڌيڪ وسيع ٿيو؛ ڏکڻ طرف سنڌي ٻولي ڪاٺياواڙ ۽ گجرات تائين پهتي ۽ سنڌي لفظ گجراتي ۾ رائج ٿيا. هن دور ۾ سنڌي - سرائيڪي جي ٻه دريائي گڏي ۽ ان جي پلٽ ۽ پالوٽ ٿي، ۽ پڻ سنڌي ۽ هندي جي ادبي آشنائي لاءِ ميدان هموار ٿيو.
سنڌ ۾ سنڌي ٻولي جي پنهنجي اندروني اراضي ۽ مقامي ماحول ۾ ڪن اهم سماجي، اخلاقي ۽ علمي ضرورتن پورين ڪرڻ لاءِ سنڌي 'ٻولي' جي مطالعي ڏانهن خاص توجهه ٿيو. هڪ طرف ديني عالمن سنڌ جي مسلمان عوام جي مرڻي پرڻي، قسم نامن، طلاق نامن، من جي مدعائن، ۽ عقيدي جي اظهارن جي مسئلن کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ خاطر

سنڌي ۾ رسمي طور استعمال ٿيندڙ لفظن ۽ اصطلاحن ڪي فقهي طور پڙهڻ ۽ پروڙڻ شروع ڪيو، تن ٻئي طرف سنڌ جي صوفي بزرگن ۽ درويشن جي پنهنجي سنڌي شعر ۽ ڪلام ذريعي عوام جي روحاني اصلاح ۽ اخلاقي تربيت جي سلسلي کي وڌايو.

هن باب ۾ مٿين رجحانن ۽ سلسلن تي روشني وڌي ويندي جيڪي هن دور ۾ سنڌ جي لغوي ۽ ادبي اهميت، جغرافيائي وسعت، ۽ سنڌي شعر جي مستند ذخيري ۽ سنڌي زبان جي تحريري سرمايي جي ترقي ۽ توسيع لاءِ ڪارگرد ثابت ٿيا.

فارسي ۽ سنڌي جو وڌندڙ تعلق

هيءُ دور سڄي هندوستان ۾ فارسي زبان جي وسعت ۽ فوقيت وارو دور هو. هن دور ۾ فارسي جو ادبي، ثقافتي ۽ تحريري سرمايو پنهنجي اوج ۽ عروج کي پهتو. مغليه سلطنت ۾ فارسي شعر ۽ ادب جو وڏي ذوق سان مطالعو شروع ٿيو ۽ هر صوبي ان جي وسعت ۽ واڌاري ۾ بهرو ورتو. سنڌ جي عالمن، اديبن ۽ شاعرن پڻ پنهنجي اعليٰ لياقت سان فارسي جي علمي ۽ ادبي سرمايي جي واڌاري ۾ نمايان ڪارنامو سرانجام ڏنو؛ فارسي زبان ۽ ادب جي مطالعي، شعر و شاعري ۽ تصنيف تاليف ۾ سنڌ جي عالمن ۽ شاعرن وڏو نالو ڪڍيو. ساڳئي وقت هن دور ۾ سنڌي زبان

پڻ پنهنجي تاريخي ارتقاء مطابق هر لحاظ سان اهڙي منزل تي پهچي چڪي هئي، جو باوجود فارسي جي وڏي اثر ۽ افاديت جي، سنڌ ۾ سنڌي جي پنهنجي حيثيت ۽ افاديت گهٽجڻ بدران ويتر وڌڻ لڳي. ادبي توڙي لساني لحاظ سان فارسي ۽ سنڌي جو هڪٻئي سان عمل ۽ رد عمل شروع ٿيو: سنڌ بابت فارسي ۾ ڪتاب لکيا ويا؛ سنڌ جا افسانوي موضوع ۽ سنڌ جو مقامي ماحول ۽ فارسي شاعري ۽ ادب جا جز بنيا؛ سنڌي الفاظ فارسي عبارتن ۾ استعمال ٿيڻ لڳا، بلڪ فارسي تصنيفن ۾ سنڌي بيتن ۽ عبارتن جا پيوند لڳا.

(الف) سنڌ جي تاريخي ۽ ادبي مواد جو فارسي نثر ۽ نظم ۾ نروار ٿيڻ.

اٺين صدي هجري (14 صدي عيسوي) کان وٺي سمن جي حڪومت واري دور ۾ سنڌ ۾ فارسي جو استعمال وڌڻ لڳو. ارغونن - ترخانن واري دور ۾ سرڪاري دفتر ۽ دستاويزن کان سواءِ تعليمي نظام پڻ باقاعدي فارسي ۾ شروع ٿيو. مغلن جي دور ۾ اهي سلسلا وڌيڪ وڌيا ويجهيا ۽ پڪا پختا ٿيا. هن ئي دور ۾ سنڌ بابت، خصوصاً سنڌ جي تاريخ ۽ سوانح جي سلسلي ۾ فارسي ڪتاب لکيا ويا. مير معصوم جي ’تاريخ سنڌ‘ ۽ مير طاهر محمد نسياني جي ’تاريخ شهر ٺٽہ‘ يعني تاريخ طاهري، ادراڪي بيگلاري جو ’بيگلار

نامو‘، يوسف ميرڪ جو ’مظهر شاهجهاني‘، سيد عبدالقادر جو ’حديقة الاولياءَ‘، ’تذڪرة المراد، ۽ ’تحفة الطاهرين’ وغيره معلوم ۽ مشهور آهن. ٻئي طرف فارسي جي علمي، تعليمي ۽ ادبي رجحانن جو سنڌي جي ادبي روايت توڙِ لغت تي اثر پيو. مگر جيئن ته هن دور ۾ سنڌي جي پنهنجي انفراديت پڻ پختي ٿي چڪي هئي، انهيءَ ڪري خاص سنڌ جي اندر وري سنڌ جي ادبي ۽ ثقافتي روايت توڙي سنڌي لغت جو اثر فارسي تحريرين ۽ تصنيفن ۾ شروع ٿيو؛ سنڌ جا حالات ۽ حڪايتون توڙي سنڌ جا افسانا ۽ داستان فارسي نثر ۽ نظم ۾ آندا ويا، ۽ پڻ سنڌ جي لفظن ۽ اصطلاحن کي فارسي تحريرن ۾ استعمال ڪيو ويو.

---

[2]. ديونا گري صورتخطي ۾ لکيل هي پستڪ هندستانجي صوفي هريانا جي ضلعي پواني جي ڳوٺ راٽيلا ۾ دادو - پنٿي ڀڳت هريداس جي ’مَٺ‘ [مڙهي- ۾ رکيل هو. ان ۾ 68 کن فقيرن ساڌن سنتن جو ڪلام کيل آهي. هڪ باب هيٺ قاضي قادن ۽ ٻين جا سنڌي بيت لکيل آهن، جن کي دهلي جي سنڌي اديب هيري ٺڪر سنڌي صورتخطي ۾ اتاري ويچاري ”قاضي قادن جو ڪلما“ جي عنوان سان دهلي مان (پوچا پبليڪيشنس، دهلي 1978ع) شايع ڪيو آهي.

[1]. هن پستڪ جو نقل اسان دهلي ۾ شري راجا رام شاستري وٽ ڏٺو.

[1]. تفصيل لاءِ ڏسو اسان جو مضمون ”قاضي قادن جا بيت، نئين تحقيق جي روشني ۾“ (سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿيل رسالو مهراڻ، نمبر 4، آڪٽوبر - ڊسمبر 1978ع، ص ص 112 - 148).

ڏهين صدي هجري (16 صدي عيسوي) کان وٺي جڏهن ترخانن هميشہ لاءِ سنڌ کي پنهنجو وطن بنايو ته هنن سنڌ جي ادبي روايت کي فارسي ۾ آڻن شروع ڪيو. شاهه قاسم خان (شاهه زمان) جي پٽ مير ابوالقاسم سلطان، ليلان - چنيسر جي داستان کي شاعر ادراڪي بيگلاري کان فارسي مثنوي ۾ منظوم ڪرايو، جنهن کي ”چنيسر نامو“ نالو ڏنو ويو. ان کان پوءِ مغلن جي دور ۾ هي سلسلو وڌيو: عمر - مارئي جي قي کي دهلي ۾ اڪبر بادشاهه جي آڏو ڳايو ويو؛ ٺٽي جي شاعر مقيم مومل - مينڌري جي داستان کي فارسي ۾ منظوم ڪيو ۽ مير محمد معصوم سسئي - پنهون جي داستان کي مثنوي ’حسن و ناز‘ ۾ نمايان ڪيو؛ مير طاهر محمد نسياني ليلان - چنيسر جي قصي کي ’ناز و نياز‘ جي عنوان سان فارسي نثر ۾ بيان ڪيو ۽ پڻ ٻين قصن جهڙوڪ سيف الملوڪ، عمر سومري ۽ گنگا، عمر مارئي، ۽ دودي سومري

- سلطان علاؤالدين واري ڳالهه کي پنهنجي تاريخ ۾ مختصر طور بيان ڪيائين (1).
(ب) سنڌي لفظن ۽ اصطلاحن جو فاسي عبارتن ۾ استعمال ٿيڻ. سنڌ جي ادبي روايت مان نه فقط سنڌي افسانا ۽ داستان فارسي نظم ۽ نثر ۾ نروار ٿيا، پر ان سان گڏ سنڌي الفاظ مقامي فارسي تصنيفن ۾ زير بحث آيا: سنڌي فقرا ۽ عبارتون فارسي تحريرن ۾ استعمال ٿيڻ لڳا، جن مان ڪن جي معنيٰ ۽ مفهوم جي وضاحت ڪئي وئي.اهڙين تصنيفن جا نمايان مثال اهي تاريخي ڪتاب آهن، جيڪي 11 صدي هجري (16 صدي عيسوي) ۾ تصنيف ٿيا: خاص طرح مير طاهر محمد نسياني جي 1030هه (1621ع) ۾ لکيل تاريخ طاهري؛ ٻيو ادراڪي بيگلاري جو لڳ ڀڳ انهيءَ ساڳئيءَ دور ۾ تنصيف ڪيل 'بيگلارنامو' جيڪو شاهه قاسم بيگلار جي سوانح حيات بابت آهي، مگر ان سان گڏ ان دور جا ڪي تاريخي واقعات پڻ تفصيل سان بيان ڪيل آهن. مير طاهر محمد ٺٽي جي هڪ سيد خاندان مان هو ۽ ڄائي ڄم ڪان سنڌ جو هو ۽ سنڌي سندس مادري زبان هئي. ٻئي طرف ادراڪي بيگلاري، بيگلار خاندان سان وابسته هو جيڪو سؤ ڪن سال اڳ ڏهين صدي هجري ۾ سنڌ ۾ آيو. ٿي سگهي ٿو ته ادراڪي سنڌ ۾ ئي ڄائو هجي يا بالڪل

ننڍي وهي ۾ هٿ آيو هجي: بهرحال حياتي جو وڏو حصو سنڌ ۾ ئي گذاريائين. مير طاهر محمد توڙي ادراڪي ٻئي فارسي زبان جا اديب ۽ شاعر هئا، ۽ پنهنجا تاريخي ڪتاب پڻ فارسي ۾ لکيائون. مگر ان دور ۾ سنڌي ثقافت ۽ سنڌي لغات جي اهميت جو اهو اثر ٿيو جو پنهنجن تاريخي ڪتابن ۾ سنڌ جي ادبي روايتن جو ذڪر ڪيائون ۽ ان گڏ پنهنجي فارسي عبارتن ۾ سنڌي الفاظ ۽ فقرا استعمال ڪيائون ۽ پڻ ڪن لفظن جي فارسي ۾ معنيٰ سمجهايائون.

تاريخ معصوم. فارسي متن صفحو 318 (ايڊٽ ڪيل مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽو): ڪن ڪوت = ڪَڻَ ڳوٽ، داڻيبندي

تاريخ طاهري ۾ سنڌي الفاظ. انهن لفظن مان ڪن جون معنائون پڻ سمجهايون ويون مثلاً (1):

نار (صفحا 27، 112): ٺٽي جي ٻولي (سنڌي) ۾ سنهڙي ’نالي‘ کي چون.

رين (=رِڻ صفحا 42، 67، 102): يعني فارسي ۾ ’چول‘ (بيابان).

ماه سَڦرو جمعو (52): يعني مهيني جو پهريون جمعو

ماه سڦرو سومار (53): يعني مهيني جو پهريون سومار

ڪِيرو (54): ’ڪيره‘ (هڪ تلاءُ جو سنڌي نالو يعني ’تالاب شيرين‘ (= ڪير وانگر مٺو تلاءُ)

خان واهه (58): ’واه‘ يعني ’نالہ آب‘ (= پاڻي جو واهه)

هيٺيان ٻيا سنڌي يا سنڌيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ الفاظ، فارسيءَ عبارتن ۾ آندا ويا:

چرخہ (30) = چرخو

تکه، تيکہ (32، 44) = ٽڪو. پانئجي ٿو ته اصل لفظ ’تيلہ‘ هو جنهن کي ڪاتبن غلطي مان ’تکہ‘ يا ’تيکہ‘ ڪري لکيو، ’ٿيلہ‘ يعني ’ٿيلہ‘ معنيٰ ’ٿيلو‘.

صاحب تيکہ (240): ٽِڪي يا نشان جو ڏڻي. جيڪڏهن اصل ۾ ’صاحب تيلہ‘ هجي ته پوءِ ’صاحب ٿيلہ‘ يا ’ٿيلي جو ڏڻي‘. هي سڀ کان وڏي گادي واري سردار يا حاڪم جو لقب هو. ڪڪرالي جو ’ڄام هالو‘ ’ٿيلي جو ڏڻي‘ هو.

کتاري (62) = ڪٽاري

برچي (64) = ٻڙڇي

جري بوتي (68) = جڙي ٻوٽي

سوا لک (70) = ’سوا لک‘ (جي بخشش جيڪا لاکو ڪندو هو).

چوڪي (76، 80، 112، 245) =
سرڪاري طور مقرر ڪيل پهرو
پهره (76) = پهرو
ڪاڇهي (102) = ’ڪاڇي‘ يعني ’ڪڇ جا‘
دبه (108، 257) = دَٻو، دَٻا
جهروڪه (118) = جهروڪو (جتي
حاڪم ويهي رعيت
جو سلام وٺندو هو.)
سڪرتوت (126) = ’شَڪرتوت‘، معنيٰ
عام بازاري
ماڻهو
رين (127، فارسي لفظ ’جوئبار‘ سان ڳنڍ آندل)
’ريڻ‘ جيڪو ٿليلي ڪان اڳ ٿورو هيٺ تي درياءَ جو
هڪ مکيه ڦاٽ هو.
دوندي (129) = ٻوندي (ٻيڙي جو قسم)
لاهره (130) = لهرُو يا لاهري (ٻيڙي جو
قسم)
لَته (38) = لِتو (ڪاغذ يا ٻي شيءِ مان
جوڙيل
گول ٽُڪو جيڪو بندوق پرڻ يا ٻي
ڪنهن
سوراخ کي بند ڪرڻ لاءِ ڪم آڻجي.)

تاپـ (144) = ”ٿٽي جي ٻولي ۾ ’تخم نيلوفر‘ کي چون“ اصل معنيٰ ائين لکيل آهي. پر اها صحيح ناهي. ’نيلوفر‘ جي گل مان نڪرندڙ ’ڪُم‘ ٿئي، جنهن جي اندرئين ڳِپ کي ’مِٿال جو گُبو‘ چون؛ ٻيو ’ڪُوٽي جو گل‘ جنهن مان وڏو ڪُم پيدا ٿئي، جنهن جي ڳِتيل داڻن واري ڳِپ کي ’ناپو‘ چون.

هوم (159) = هندن جو ’هوَن‘

لاکو (188) = بخت وارو، سهڻو سنڌي لقب (جيڪو اڪبر بادشاهه لاءِ استعمال ٿيل آهي)

گهري (206) = گهڙي (وقت جو هڪ مقرر ٿيل عرصو)

پهر (206) = پهر (وقت جو هڪ مقرر ٿيل عرصو)

توبره (223) = توبرو

کهت (246) = کٽ

گات (247) = گهاٽ

بيگلار نامي ۾ (1) هيٺان سنڌي الفاظ يا نالا فارسي عبارتن ۾ آندا ويا:

رانا (70) = راڻو

رانائي (69) = راڻائي (جو لقب)

گوني (105، 137) = ڳوٽي ’گوني غلہ‘ = ان جي ڳوڻ
لاهره (106، 110، 113 - 115) مرزا محمد باقي جي ’لاهرو‘ پيڙي
لور (120 - 121) = لوڙهه
جواري (120) = جوار
رين (126) = ريڻ درياء
توبره (138) = توبرو
مرگهه (138، 160، 188) = گهوڙي جو نالو
جونجار (159) = جهونجهار (بهادري جو لقب)
وير (167) = وير (بدلو، خون وغيره جو)
کبوتر (193) = ڪتوبر، نالو گهوڙي جو
دونده (200) = دونڌي (پيڙي جو قسم)
طراز (201) = تراز (پيڙي جو قسم)
کيداره (216) = ’ڪيڏارو‘ (نالو گهوڙي جو، يعني ’جنگ‘ يا ’جنگي‘)
لک سوا لک (222) لک سوا لک
بهت، چارن (222) = ڀَٽ، چارڻ
لار (234) = لاڙ
تويہ (270) = ٿويو (ان جو، چئن پاٿين جي برابر)
کاسہ (270) = ڪاسو (ان جو، چئن ٿوينجي برابر)

مظهر شاهجهاني ۾ هيٺيان سنڌي الفاظ فارسي عبارت ۾ آندا ويا.

کن کوت = ڳڻ ڳوت يا ڪڻ - ڳوت ۽ داٽبندي

هڪ بيگي تي پنج مڻ

ماري (60) = ماڙي

گانہ (60) = گھاٽه، گھاٽو

مد (69) =مڏ

جپر (69) = چپر

تر (69) = تر، ترهو

کم ولور (70) = ڪُم ۽ لوڙهه

بہ (70) = ٻهه

بد (71) = ٻڏ

دير (71) = ڏِير گاه

گورا، کارا (87) = ڳورا ۽ ڪارا

کاسہ (182) = ڪاسو

تويہ (182) = ٿويو

شيبہ (212) = شينهن

خاص نالا

ديرائون (75) = ڏيرائون (ڏيريجن جي اراضي)

دني پسايه = ڏٽي پسايو

گرنگ = گڙنگ

جاڪلہ = چاڳلہ، چاڳلو

ڪاجہ = ڪاڇہ، ڪاڇو

(ج) سنڌي بيتن جو فارسي ۾ ترجمو ٿيڻ. اڪبر ۽ جهانگير بادشاهن جي دور اندر، اندازاً 998 - 1022 ھه (1590 - 1613ع) واري عرصي ۾ محمد غوثي گجراتي مانڊوي، قاضي قادن جا ڪي بيت فارسي ۾ ترجمو ڪيا جن کي سندس سوانح سان گڏ پنهنجي ڪتاب "گلزار ابرار" ۾ شامل ڪيائين. محمد غوثي سنه 990ھه/1572ع ۾ گجرات ويو ۽ اتي جي مشهور عالم وجيهه الدين گجراتي وٽ پڙهيو. گجرات ۾ سنڌ جي بزرگن جون ڳالهيون ٻڌيو هوندائين، پر اجان به وڌيڪ معلومات کيس تڏهن مليا جڏهن هو گجرات کان برهانپور پهتو جتي سنڌي عالم ۽ حڪيم عثمان پٽ عيسيٰ سنڌي کان رياضي علم پڙهيائين. برهانپور ۽ ان جي آسپاس ان وقت سنڌي عالمن ۽ درويشن جو وڏو اثر ۽ نالو هو، ۽ ان وقت تائين هنن سنڌ ۽ سنڌي زبان سان پنهنجو موروثي ناتو قائم رکيو هو. محمد غوثي سنه 994ھه/1586ع تائين اُتي رهيو ۽ انهيءَ عرصي ۾ درويش لَڏي (لاڏ) سنڌي کان سنڌي ڪافيون ٻڌائين جن جو پنهنجي ڪتاب ۾ ذڪر ڪتائين. ان کانسواءِ توحيد ۽ تصوف جي ڳوڙهن خيالن وارا قاضي قادن جا بيت اتي جي سنڌي بزرگن

ڪان معنيٰ سميت ٻڌائين، جن ڪان هو ايترو ته متاثر ٿيو جو قاضي قادن جي بزرگي ۽ درويشي جي ذڪر سان گڏ سندس چئن سنڌي بيتن جو فارسي ۾ ترجمو پڻ ڏنائين. سندس ڪتاب ’گلزار ابرار‘ فارسي ۾ آهي جيڪو اڃان شايع نه ٿيو آهي، پر ان جو اردو ترجمو سنه 1336 هه ۾ ’اذڪار الابرار‘ جي نالي سان آگره مان ڇپيو جنهن ۾ قاضي قادن وارن بيتن جو اردو ترجمو ڏنل آهي، جنهن مان ظاهر آهي ته ٽي بيت اهي ساڳيا آهن جيڪي لڳ ڀڳ انهيءَ ساڳئي دور ۾ ميين شاهه ڪريم پڻ پنهنجين مجلسن ۾ پڙهيا ۽ بيان ڪيا، البت چوٿون بيت نئون آهي جيڪو ’گلزار ابرار‘ جي مصنف ڏنو آهي:

(1) ترجمو: کنز اور قدوري پڑهنلآ سلآ معرفت کي مهک
ذره برابر بهي ميرلآ دماغ مين نهين آئي اور
حصول مطلب جو هوا تو اس عالم کلآ پردلآ هوا-
اصل بيت: ڪنز، قدوري، ڪافيا، ڪِي ڪونه پڙهئوم
سو پار ئي ڪو ٻئو جئان پرين لڌوم.
((2)ترجمو: ’لا‘ کس کو نفي کرتها هلآ
جب ماسوائلآ حق، هستي هي نهين رکهتا
اصل بيت ’لا‘ لاهيندي ڪن ڪي، ’لا‘ مورهين ناه

بالله ري پر ياه، ڪَٿو نه ڏسي ڪو پئو.
(3) ترجمو: هم جس کلاّ مشتاق هين
اگر غور سلاّ ديکها جاولاّ تووه هم هي هين
اصل بيت: سچڻ منجهه هئام، مون وينئي واءِ ٿيا
هيڏان هوئان هٿڙا، هيئَين جاڙ وڏام.
(4) ترجمو: تمام زبانون مين کل ’لا‘ سلاّ تبري نفي کي گئي هلاّ
اور تو هنوز اپنلاّ اثبات کلاّ درپلاّ هلاّ
اصل بيت: توکي توڙائين ’لا‘ سين لاٿائون
اجان پڻ ’آئون‘، ورائو وجهين وچ ۾.
محمد غوثي جي لکيي مان معلوم ٿئي ٿو ته هن قاضي قادن جا اهڙي وڙهي معنيٰ وارا گهٽان ئي ڪي بيت ڏا، جو چوي ٿو ته: ’قاضي قادن جا) هن قسم جا خيال (بيت) ايترا ته گهٽا آهن جو لکي پورا ڪري نٿا سگهجن. (ٻيو ته) هر بيان جو حقيقي لطب ان جي اصل زبان سان ئي مخصوص آهي، ۽ ترجمي ۾ اها لطافت قائم نٿي رهي سگهي (1)‘
(د) فارسي ۽ سنڌي جي گڏيل عبارتن سان ڪتابن جو تنصيف ٿيڻ: هن دور ۾ سنڌي جي اهميت انهيءَ حد تي پهچي چڪي هئي جو ڪي فارسي ڪتاب سنڌي عبارتن ۽ اقتباسن سان گڏي لکيا ويا. هي سلسلو ڪڏهن کان شروع ٿيو سو يقين سان چئي نٿو

سگهجي، پر غالباً 11 صدي هجري (17 صدي عيسوي) کان وٺي ان جي شروعات ٿي. ڪن خاص ڪتابن جي موضوع ۽ مضمون جي اها تقاضا هئي ته وڌيڪ وضاحت خاطر ڪن مقصدن ۽ معنائن کي سنڌي ۾ بيان ڪجي. اهڙا ڪتاب سنڌي مصنفن ئي لکيا ۽ انهن مان جيڪي اڄ تائين معلوم ٿيا آهن تن مان 'بيان العارفين' ۽ 'منهاج المعرفت' ذڪر لائق آهن:

بيان العارفين. ميين شاهه ڪريم سندس زندگي ۾ مختلف موقعن ۽ مجلسن ۾ پنهنجن مريدن ۽ مجلس ۾ حاضرينن کي اخلاقي تربيت خاطر کين ڪي نصيحتون پئي ڪيون ۽ ڪي ڳالهيون پئي سمجهائيون. انهن سڀني نصيحتن ۽ سمجهاڻين کي سندس وفات (1032هه) کان ڇهه سال پوءِ سنه 1038هه ۾ سندس مريد محمد رضا ٺٽوي پڇا ڳاڇا ڪري گڏ ڪيو. ميين شاهه ڪريم جيڪي چيو پئي سو سنڌي زبان ۾ ئي هو، پر ان دور ۾ ڪتاب فارسيءَ ۾ لکيا ويندا هئا جنهن ڪري محمد رضا پڻ پنهنجي مرشد جي ملفوظات کي 'بيدان العارفين' (عارفن جو بيان) جي نالي سان فارسي نثر ۾ لکيو. سندس نصيحتن ۽ سمجهائڻين ۾ ميين شاهه ڪريم موقعي به موقعي پنهنجا توڙي ٻين جا سنڌي بيت پڙهيا هئا ۽ پڻ

ٻين طرفان پڇيل بيت سمجهائيا هئا. محمد رضا ميين شاهه ڪريم جي قولن ۽ بيانن جو فارسي ۾ ترجمو ڏنو، مگر ’سنڌي بيتن‘ جي هڪ خاص اهميت هئي جنهنڪري بيتن جي فارسي ترجمي سان گڏ اصل سنڌي بيت پڻ ساڳي صورت ۾ درج ڪيائين. موجوده معومات جي لحاظ سان، ڪتاب ”بيان العارفين“ پهريون ڪتاب آهي، جيڪو فارسي نثر ۾ سنڌي بيتن جي پويند سان 11 صدي هجري جي پهرئين اڌ ۾ تنصيف ٿيو، ۽ اڳتي لاءِ پڻ ٻين اهڙين تصنيفن لاءِ هڪ مثالي ڪتاب بنيو.

مِنهاج المعرفت. 11- صدي هجري جي آخر ۾ ’اڳهم ڪوٺ‘ جي عالم ۽ عارف شاهه لطف الله قادري سنه 1084هه (1673ع) ۾ تصوف ۽ طريقن جي رمزن ۽ رازن سمجهائڻ خاطر هڪ خاص ڪتاب ”منهاج المعرفت“ جي نالي سان لکيو. هو عربي ۽ فارسي جو عالم هو ۽ وقت جي علمي ماحول مطابق ڪتاب ’منهاج المعرفت‘ پڻ سجو فارسي (نثر) ۾ لکيائين ۽ ان کي ويهن بابن ۾ ورڇيائين؛ باوجود انهيءَ جي ’بيان العارفين‘ وانگر اهو به ضروري ڄاتائين ته هر باب ۾ ڪو ’سنڌي بيت‘ پڻ شامل ڪيو وڃي، جيڪو انهيءَ باب واري مضمون جو مکيه مقصد ادا ڪري. اهڙي طرح 11- صدي هجري ۾ لکيل هي ٻيو ڪتاب

هو جيڪو فارسي نثر ۽ سنڌي بيتن جي جوڙ سان لکيو ويو.
سنڌي لفظن، اصطلاحن ۽ جملن جي معنيٰ ۽ مقصد کي سمجهڻ ڏانهن ڌيان
عرب - اسلامي دور ۾ ڪم از ڪم 4- صدي هجري (10 صدي) کان وٺي جڏهن عربي سنڌي ٻئي ٻوليون گڏوگڏ استعمال ٿيڻ لڳيون ۽ عربي سان گڏ سنڌي جي علمي اهيمت تسليم ٿي، ته سنڌ جي عالمن ديني فرضن، شرعي حڪمن، نماز جي نيتن ۽ خير جي دعائن لاءِ عربي سان هم معنيٰ سهٽا سنڌي لفط، فقرا ۽ عبارتون استعمال ڪرڻ شروع ڪيون. اهو سلسلو سومرن ۽ سمن جي دور ۾ وڌندو رهيو، تان جو ارغون - ترخاني دور جي سنڌ جي وڏي ۾ وڏي عالم، شرعي قانون جي ڄاڻو ۽ تعليمي ماهر مخدوم جعفر بوبڪائي [(1)](#) سنڌي ۾ طلاق لاءِ عام طور استعمال ٿيندڙ لفظن ۽ فقرن جي معنيٰ ۽ مقصد جو شرعي قانون جي روشني ۾ جائزو وٺڻ شروع ڪيو. طلاق جو مسئلو هڪ سماجي مسئلو هو. انهي ڪري سنڌ جي عالمن مختلف نگاهن سان ان تي سوچيو: ڪن سخت سزا (ڪي طلاق) جي تائيد ڪئي ته جيئن گهرو جهيڙي وقت مڙس پنهنجن زالن لاءِ اهڙا سخن نه ڪين. مگر اڪثر عالمن انساني ڪمزوري کي

آڏو رکيو ۽ انهي کري کاوڙ وقت کڏيل کنهن سخن يا کنيل قسم کي 'جذباتي' کري ڄاتائون ۽ 'ٽي پيرا' طلاق ڏيڻ کي 'هڪ پيري' برابر سمجهيائون.

(الف) طلاق لاءِ استعمال ٿيندڙ سنڌي الفاظ ۽ اصطلاح. مخدوم جعفر بوبڪائي هن موضوع تي هڪ خاص ڪتاب ”سنڌين جي طلاق نامي جي مسئلن جو حل“ (حَلَ العُقُود فِي طَلَاقِ السّنود) جي نالي سان لکيو، ۽ پنهنجن ڪن ٻين ڪتابن ۾ [(2)](#) پڻ طلاق لاءِ استعمال ٿيندڙ سنڌي اصطلاحن 'ڇڏِي' ۽ 'ڇڏيم' جي وضاحت ڪئي ۽ هيٺين طور پنهنجي طرفان شرعي فيصلو عربي ۾ لکيو جنهن ۾ اهي سنڌي الفاظ ۽ اصطلاح آندائين:

”اِن قال لِمَو طُوئتہِ 'ڇهڏي، ڇهڏي، ڇهڏي' اور 'ڇهَڏيَم' ثَلاث مَرات، واَرادَ بِالتکِرير التاسِيس دُون التاکيد لا يَقَعُ الاّ الواحِدة““ [(1)](#):

[يعني ته جيڪڏهن ڪنهن مڙس پنهنجي زال لاءِ چيو ته (مون هي) ”ڇڏي، ڇڏي، ڇڏي“ يا ٽي پيرا ”ڇڏيم، ڇڏيم، ڇڏيم“ چيائين] مگر ائين ورائي ورائي چوڻ سان جيڪڏهن سندس مقصد پنهنجي گفتي تي زور ڏيڻ ۽ چٽي ڪرڻ جو (تاسيس) هو، ۽ نه (طلاق ڏيڻ خاطر پنهنجي) ارادي کي پڪو ڪرڻ (تائيد) ته ان

حالت ۾ اهو ’هڪ طلاق‘ (جي اعلان جي برابر) ٿيندو.]
شرعي لحاظ سان پڪو طلاق تڏهن ٿيندو، جڏهن ڪو مڙس سوچي سمجهي ٺڏي دماغ سان ٽي ڀيرا طلاق ڏيڻ جو اعلان ڪري. مگر ڪن وقتي ڪاوڙ سببان هڪ ساهي ۾ ٽي ڀيرا ”ڇڏيم، ڇڏيم، ڇڏيم“ چئي ٿي ڇڏيو، پر پوءِ پشيمان ٿي ٿيا. مخدوم جعفر مٿين وضاحت ڪئي ته اهڙي حالت ۾ اهو اعلان ٽن ڀيرن وارو نه، پر ’هڪ ڀيري‘ جي برابر ٿيندو: يعني ته اهو طلاق (صاف پڪو) نه ٿيندو، پر ’طلاق بائن‘ (ڀهريون اظهار وارو) چئبو. مخدوم جعفر هڪ سماجي ۽ نفسياتي مشڪل کي شرع جي روشني ۾ عملي طور حل ڪيو ته جيئن جذبات وچان ٽي ڀيرا ’ڇڏي‘ يا ’ڇڏيم‘ چوڻ سان ڪنهن جو گهر نه ڦٽي ۽ گهرو زندگي تباهه نه ٿئي.
ٻولي ۽ لغت جي لحاظ سان ڌيان طلب ڳالهه هي آهي ته اصل عربي لفظ ’طلاق‘ جي معنيٰ ئي آهي ’ڇڏڻ‘ ۽ ان وقت سنڌ ۾ پڻ ’طلا‘ ڏيڻ‘ يا ٻئي ڪنهن اصطلاح بدران نج سنڌي اصطلاح ’ڇڏڻ‘ استعمال ٿيو. سنڌي لفظن ۽ اصطلاحن جي معنيٰ ۽ مفهوم تي علمي، فقهي ۽ شرعي بحث جي هيءَ شروعات هئي جيڪا ڏهين صدي هجري (16 صدي عيسوي) ۾ ٿي

۽ جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ وسيع ٿي. مخدوم جعفر کان پوءِ سنڌي عالمن مختلف موضوعن بابت سنڌ جي نثري فقرن، جملن ۽ عبارتن کي زير بحث آندو. انهن بحثن ۽ وضاحتن جو تعلق هن کان پوءِ واري ’ڪلهوڙن ۽ ٽالپور اميرن‘ جي دور سان آهي؛ مگر جيئن ته موضوع ساڳيو آهي، اسان ان کي مختصر طور هيٺ بيان ڪريون ٿا ته جئين سنڌ جي سجاڳ عالمن جو پنهنجي مادري ٻولي جي اصطلاحن ۽ عبارتن تي جيڪو توجهه ٿيو تنهن جو اندازو لڳائي سگهجي، ۽ پڻ ان دور کان وٺي سنڌي جي نثري فقرن جي زير بحث اچڻ جي تاريخ مرتب ڪري سگهجي. مخدوم جعفر کان پوءِ سنڌ جي ٻين عالمن پڻ پنهنجن تحريرن، فتوائن ۽ بياضن ۾ سنڌي لفظن، اصطلاحن ۽ عبارتن تي لغت ۽ معنيٰ توڙي شرعي حڪم جي لحاظ سان بحث ڪيو، ۽ اهڙي طرح اندازاً ڏهين صدي کان وٺي تيرهين صدي هجري تائين لڳ ڀڳ ٽئن سون سالن واري وڏي عرصي تائين سنڌي لفظ ۽ اصطلاح، نثري فقرا ۽ عبارتون زير بحث رهيا.

مخدوم حامد اگهمي (1). مخدوم حامد، مخدوم محمد هاشم کان اڳ ۽ مخدوم جعفر بوبڪائي کان پوءِ غالباً يارهين صدي (جي پوئين نصف؟) ۾ ٿي گذريو. مخدوم حامد پهريون فقيہ ۽ عالم هو، جنهن مخدوم

جعفر سان اختلاف ڪيو. سندس فتويٰ موجب جيڪڏهن ڪنهن شرع جو ’وڏو قسم‘ کينو ته اهو ٽي پيرا طلاق جي برابر ٿيندو ۽ پڻ جيڪڏهن ٽي پيرا سخن ڪيائين ته اهو به ’طلاق صريح‘ (پڪي طلاق) جي برابر ٿيندو (1).

انهي سلسلي ۾ مخدوم حامد پنهنجي هڪ خاص ”رسالي“ (ڪتاب) ۾ پين تحريرن ۾ هيٺيان سنڌي الفاظ ۽ جملا زير بحث آندا:

- جيڪڏهن ڪاوڙ مان ڪنهن پنهنجي پٽ کي چيو ته:

تَڪَر ماٺِہ کي طلاق آهي (2)

[اصل صورتخطي: تَکَر مانِہ کي طلاق آهِي]

هن جملي ۾ مخدوم حامد لفظ ’تڪر‘ جي معنيٰ سمجهائي ته:

لفظ ’تڪر‘ سنڌي زبان ۾ عربي لفظ کانَّ (= چڻ ته) جي برابر آهي.

- ڪي وري قسم ڪڻڻ وقت لفظ ’طلاقُون‘ (اصل: طُلاقن) آٽيندا هئا، جيئن ته: ’توکي طلاقون هجن‘!

مخدوم حامد سمجهايو ته:

سنڌين جي اصطلاح ۾ لفظ ’طلاقون‘ ٻن توڙي جمع (جي عدد) جي معنيٰ ۾ ايندو آهي (انهيءَ ڪري لفظ

’طلاقون‘ چوڻ سان لازمي طور ٽن عددن جي مراد ڪانه وٺبي).
مخدوم رحمت الله ٺٽوي. ڪنهن شخص زال سان جهيڙي وقت ڪاوڙ ۾ اچي ٽي دفعا چيو ته:
توکي ڇڏئم توکي ڇڏئم توکي ڇڏئم (1)
[اصل صورتخطي: توکي ڇهدئم تکي ڇهدئم توکي ڇهدئم] اهڙي صورت ۾ ’ٽي طلاق‘ لڳندا يا هڪ؟
ان جو جواب مخدوم رحمت الله ٺٽوي ڏنو ته اهي ٽي طلاق ٿيا ۽ طلاق پڪو ٿيو.
حافظ احمد. هن صاحب سندس تحرير ۾ هن طرح وضاحت ڪئي ته: لفظ ’ڇڏي‘ (اصل: ڇهدي) سنڌ جي ڪن عالمن جي راءِ موجب ’طلاق صريح‘ (پڪي طلاق) جي برابر آهي، مگر گهڻن عالمن جي فتويٰ موجب هڪ ’طلاق بائن‘ جي برابر آهي، جيئن (مخدوم جعفر بوبڪائي جي ڪتاب) ’حَلَّ العُقُود‘ ۾ آهي. البت ٺٽي جي عالمن ۽ فاضلن جو معمول هن طرح آهي ته: جيڪڏهن ڪو هڪ دفعو (’ڇڏي‘) چئي ته پوءِ پڪو طلاق ٿيو.
مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (وفات 1174ه/1760ع).
مخدوم صاحب هن مسئلي بابت هڪ تفصيلي رسالو لکيو (2) ۽ پڻ پنهنجن تحريرن ۾ ان کي صاف ڪيائين. پنهنجي رسالي ۾ هي سوال ڪنيائين ته:

جيڪڏهن سنڌ جي باشندن مان ڪو پنهنجي زال کي ٽي پيرا چوي:
’مون فِلاڻي ڇڏي‘
[اصل صورتخطي: مَن فلاني ڇهڏي]
ته ان صورت ۾ ڇا لازم ٿيندو؟
ان جو جواب هن طرح ڏنائين ته: سڄو دارومدار چوندڙ جي نيت ۽ ارادي تي آهي. جيڪڏهن ٽن طلاقن جي نيت هئس ته پڪو صريح طلاق ٿي چڪو: پر جيڪڏهن اهڙي نيت ڪانه هئس ته پوءِ هڪ ’طلاق بائن‘ ٿيندو. اهو انهيءَ ڪري جو لفظ ’ڇڏي‘ هڪ ’ڪِنايو‘ آهي ۽ انهيءَ ڪري ’طلاق بائن‘ جي برابر آهي (ڪتاب ’تمام الغاية‘).
سنه 1156ھ (1743ع) ۾ مخدوم محمد هاشم جي لکيل هڪ تحرير ۾ پڻ انهن لفظن تي بحث ٿيل آهي. سوال هو ته سنڌين (مسلمانن) مان ڪو پنهنجي زال کي ٽي پيرا چوي ته:

[(1)]. ڏسو راقم جي درستين ۽ وضاحتن سان شايع ڪيل سيد طاهر محمد نسياني ٺٽوي جي ”تاريخ بلده ٺٽه المعروف به تاريخ طاهري“ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ، 1384ھ/1964ع، ص ص 32 - 50.

[(1)]. لفظن آڏو عدد ’تاريخ طاهري’ جي فارسي متن ڇاپي جي صفحن جا آهن (فارسي متن، راقم جو ايڊٽ ڪيل ۽ سنڌي ادبي بورڊ جو شايع ڪيل).

[(1)]. راقم جي درستين سان شايع ڪيل، سنڌي ادي بورڊ حيدرآباد سنڌ 1391ھه/1971ع.

[(1)]. ’گلزار ابرار‘ جو اردو ترجمو ’اذڪارالابرار’، ڇپيل آگره، 1336ھه، ص 25 - هن ڪتاب جو مشيني عڪس ’اسلامڪ فائونڊيشن‘ طرفان سنه 1395 ھه ۾ لاهور مان شايع ٿيو.

[(1)]. موجوده دادو ضلعي ۾ بوبڪن جي شهر جو مشهور عالم، استاد فقيہ مخدوم جعفر (پٽ مخدوم ميران پٽ يعقوب) جنهن 10 - صدي هجري (16 - صدي عيسوي) جي آخر ۾ وفات ڪئي.

[(2)]. مخدوم صاحب پنهنجي ڪتاب ““”المتانة في مرمة الخزانة“ (ڇپايل سنڌي ادبي بورڊ) ۾ پڻ هن مسئلي تي روشني وڌي آهي.

[(1)]. مخدوم جعفر جا اهي ’اصلي‘ الفاظ مخدوم محمد هاشم پنهنجي ڪتاب ”تمام العنايہ“ ۾ ائين ڏنا آهن. هي ساڳي عبارت مختلف بياضن ۾ نقل ٿي آهي ۽ بعضي انهن لفظن کي ’ڇهڏي، ڇهڏي‘ ’ڇهڏيم يا ڇهڏيم’جي صورت ۾ لکيو ويو آهي.

[(1)]. مخدوم حامد ’اگهم ڪوٽ‘ جو هو، جنهن ڪري بعضي کيس ”ساڪن قلعہ اگهم“ ڪري ڇاڻايو ويو آهي. ’قلعہ اگهم‘ يا ’اگهم ڪوٽ‘ هن وقت ’اگهاماڻو‘ سڏجي. هن تاريخي شهر جا آثار موجود آهن جن ۾ شاهي مسجد جون پٿر واريون ديوارون، ۽ مخدوم محمد اسماعيل سومري جو مزار قابل ذڪر آهن.

[1]. ” اگر مردي ازل اهل اين ديار گفت کہ سو گند ڪلان است اگر فلان کار کنم - بعد فعل امر محلوف عليہ زوجہ او بہ سہ طلاق مطلق گردد“ (مخدوم حامد اگهمي).

[2]. سنڌ يونيورسٽي جي ڪتبخاني ۾ محفوظ بياض تان ورتل، جيڪو مخدوم محمد هاشم ڏانهن منسوب آهي.

[1]. سنڌ يونيورسٽي جي ڪتبخاني ۾ محفوظ بياض مان ورتل، سيد علي محمد شاهه (وفات 19 محرم 1287هه/1870ع) دائري واري پنهنجي ”بياض سنڌي“ ۾ خود مخدوم رحمت الله جي هٿ لکيل تحرير تان عبارت نقل ڪئي آهي، جنهن ۾سنڌي لفظن جي صورتخطي ”توکي ڇڏئم“ آهي.

[2]. نالو ”تمام الغايہ“ في الفرق بين الصريح واالطلاق بالکناية“

مون فلاني ڇڏي مون فلاڻي ڇڏي مون فلاڻي ڇڏي [اصل: مُن فلاني ڇهڏي مُن فلاني ڇهڏيمُن فلاني ڇهڏي] ته ان حالت ۾ مٿس ڇا لازم ٿيندو؟

مخدوم محمد هاشم جواب ۾ چيو ته: جيڪڏهن نيت ٽن طلاقن جي ڪيائين ته طلاق پڪو ٿي چڪو ۽ زال پوءِ بئي سان نڪاح ڪندي. پر جيڪڏهن ڪنهن به پيري اهڙي نيت نه ڪيائين ته پوءِ ’طلاق بائن‘ ٿيو ۽ نئين سر نڪاح پڙهبو. اهو انهيءَ ڪري جو: ’سنڌي بولي جي ڪنايَن‘ (لفظن جيمعنوي اشارن) کي ائين ئي نبيرڻو پوندو، جيئن ’عربي جي ڪناين‘

ڪي. سنڌين جي زبان ۾ لفظ ’چڙي‘ [اصل. چهڙي] ’ڪنايو‘ آهي ۽ نه ’صريح‘ (چٽي معنيٰ وارو). سنڌي زبان ۾ هن قسم جا پيا ڪيترائي مثال موجود آهن (1). مخدوم غلام محمد ۽ مولوي عبدالرحيم. انهن پڻ هڪ شخص اسماعيل جي هيٺين لفظن بابت فيصلو ڏنو. اسماعيل پنهنجي زال کي ڪاوڙ مان چيو ته:

’توکي طَلاقُڻ ڦٽو ڪيم‘ (1)

(ب) سنڌي ۾ سخن وجهڻ يا قسم کڻڻ واري صورت ۾ طلاق جو فيصلو. بعضي ماڻهو قسم کڻندا هئا جنهن مان نفاق وڌندو هو. ان کي روڪڻ لاءِ پهريائين عالمن طلاق جو فيصلو ڏنو، پر پوءِ اهڙن لفظن تي وڌيڪ غور ڪري، وڌيڪ منصفانه شرعي فيصلا ڪيا ويا. مخدوم حامد اگهمي پنهنجي وقت ۾ ڪنهن شخص جي هيٺين طور کنيل قسم بابت شرعي فيصلو ڏنو:

”مون کي وڏو سنهن آهي جي هيءَ چائنث تنهنجي لنگهان“.

[اصل صورتخطي: ’منکهي وڏو سه آهي جسلآ هي چائوت تهجي لنکهيان]

يعني ته پنهنجي ڪنهن عزيز کي ڪاوڙ مان چيائين ته: مون کي وڏو سنهن (قسم) آهي جو هن کان پوءِ هي تنهنجي چائنث لنگهي اندر تنهنجي گهر ڪونه

ايندس. ’وڏو سُنهن‘ مان ان وقت مراد ’وڏو شرعي قسم‘ هو. جنهن اهڙو قسم کنيو ۽ وري پوءِ ان قسم کي ڀڳو ته پوءِ مٿس طلاق واجب ٿيو. مخدوم حامد اگهمي کان پڇيو ويو ته: جيڪڏهن ڪو پنهنجي ساٿي کي ڪاوڙ مان چئي ته:

”مون کي سُنہ وڏو آهي.“

[اصل صورتخطي: ’منکهي سہ وڏو آهي‘]

جو تنهنجي گهر ماني کان، ۽ پوءِ ماني کائي ۽ قسم ڀڃي ته مٿس طلاق لڳندو يا نه؟ يا ڪو چئي ته:

”مونکي شرع جو سُنہ آهي“

[صورتخطي: ’منکهي شرع جو سُہ آهي‘]

جو فلاڻو ڪم ڪريان، ۽ پوءِ اهو ڪم ڪري تٿ مٿس ڪهڙي فتويٰ لڳندي؟

يا جيڪڏهن ڪو چوي ٿو:

”مُون ٻيَڙَ پا هنجي ڇَڏِي“

[اصل صورتخطي: مون ٻيَرَ پاهجي چهڏِي. (ٻيڙ معنيٰ زال)] ته مٿس ڪهڙي فتويٰ لڳندي؟

مخدوم حامد اگهمي ان جو جواب لکيو ته: ’مرحوم شيخ احمد جي بيان ۽ مرحوم ضياء الدين جي تحرير مطابق ’شرع جي سنهن‘ کڻڻ سان ’طلاق بائن‘ لڳندو. ’ڇڏي‘ چوڻ سان پڻ درٻيلي جي عالمن جي

فتويٰ موجب ائين ٿيندو، پر ٽئي جي عالمن جي فتويٰ موجب ’طلاق صريح‘ (پڪو طلاق) ٿيندو. (1)

مخدوم عثمان متعلوي (وفات 20 ذوالحج 1219ھ/1805ع: مخدوم عثمان مٽياروي سنڌي ۾ اهڙي ڪنيل قسم کي وڌيڪ توريو تڪيو ۽ پنهنجي ڏنل فتويٰ ۾ هڪ وڌيڪ شرط لڳايو ته اهڙي سخن يا قسم تان طلاق تڏهن لازم ٿيندو جڏهن مڙس پنهنجن لفظن کي خصوصي طور پنهنجي زال سان لاڳو ڪيو هجي؛ ٻيءَ حالت ۾ طلاق نه لڳندو. مثلاً

”جيڪڏهن ڪنهن مرد سنڌي زبان ۾ چيو ته:

’مون کي ٽي طلاقون جي هي ڪم ڪريان‘ (1)

۽ پوءِ جيڪڏهن اهو ڪم ڪيائين ته طلاق لازم نه ٿيندو، ڇاڪاڻ ته هن (انهن لفظن ۾) طلاق کي پنهنجي زال سان لاڳو ڪونه ڪيو (يعني زال جو ذڪر ڪونه ڪيائين).

ميان عبدالواحد متعلوي. مٽيارين جي عالمن پوءِ مخدوم عثمان واري فيصلي کي قائم ڪيو. ميان عبدالواحد سندس هيٺين عبارت ۾ کولي سجهايو ته اهڙن لفظن چوڻ سان قسم نه پوندو ۽ طلاق نه لڳندو: جيڪو چوء ته جي فلانو ڪم ڪئم ته منکي مصحف چڪندو

ڪه منتي ڪه منپٺيا مصحف ڪه الحمد ڪه ڪلمو آه
ته
ڪرن سان ان ڪمجي قسم نه پوندو پر سببا نه
تعظيم ڏين مصحف ڪ الحمد ڪ ڪلميجي ڪنهڪار
ٿيندو تنهنڪري اڱيا الله تعاليٰ جي سچ سان
توبهء استغفار ڪري 12- ميان عبدالواحد متعلوي
ميان عبدالواحد جي ڏنل هي فتويٰ، اڏيري لعل جي
مشهور عالم سيد علي محمد ساهه (وفات 19 ،جهر،
1287ھ/1870ع) پنهنجي هٿ لکيل ’بياض سيدي‘
۾ائين نقل ڪئي آهي. چئي نٿو سگهجي ته اصلوڪي
عبارت جي صورتخطي ائين هئي يا سيد علي محمد
شاهه ائين ڪري لکي. موجوده صورتخطي ۾ هي
عبارت هيٺين طور بيهندي:
جيڪو چوي ته جي فلاڻُ ڪم ڪيم ته مون کي
مصحف
چڪندو ڪِه مون تي، ڪِه مون پيان مصحف ڪِه
الحمد ڪِ
ڪلمو آهه ته
ڪرڻ سان انڪم جي قسم نه پوندو پر سببان نه
تعظيم ڏيڻ مصحف ڪِه الحمد ڪِه ڪلمي جي
گنهگار
ٿيندو.ئ تنهن ڪري اڳيان الله تعاليٰ جي سچ ساڻ

توبهه ۽ استغفار ڪري (1).
مخدوم عبدالواحد وڌيڪ وضاحت هن طرح ڪئي ته:
قَسمن جا ٽي قسم آهن هيڪڙو ’لغو‘ ٻئو ’غموس‘ ٽئو ’منعقد‘ پوءِ پِهري قِسم ۾ قَسم نه پوندو ۽ ٻيم په قَسم نه پوندو پر اي قسم ٿبي ڏآرندر دوزخم آهه ۽ انم توبه استغفار لازم آه - ۽ تي قسم جي سپني صورة ۾ قسم پوندو (2) [بياض سيدي]
مٿين عبارتن جي صورتخطي توڙي انهن ۾ استعمال ٿيل الفاظ ۽ اصطلاح سنڌي صورتخطي توڙي عام ٻولي جي مطالعي جي لحاظ سان اهم آهن؛ مگر انڪان وڌيڪ اهميت واري ڳالهه هي آهي ته سنڌي عالمن پهريائين عربي ۾، پوءِ عربي يا فارسي ۾، ۽ بالا آخر سنڌي ۾ فتوائون ۽ شرعي فيصلا لکڻ شروع ڪيا. سنڌي نثر جون اهي اوائلي عبارتون هيون جيڪي لکت ۾ آيون.
(ج) سگابندي وقت چيل جملا. سنڌي ۾ هيٺين گفتگو مخدوم عبدالواحد سيوهاڻي جي بياص ۾ ڏنل آهي ۽ پڻ ان بابت مخدوم صاحب جو شرعي فيصلو قلمبند ٿيل آهي ته: ’مخدوم جعفر بوبڪاني جي ڪتاب ’متانہ‘ جي تصديق موجب، هن حالت ۾ نڪاح جو حڪم لڳندو‘.

چوڪري جي پيءُ سنڌي ۾ نوجوان کي چيو:
”اَبَا يَارَ مُهجاسَي مِلڪُ تُهجِي مُن ڪَرنِي ساکي“
[ابا يار منهنجا، شيء (نياڻي) مِلڪ تنهنجي مون ڪرڻي سان کي (ڪئي)]
آڏو ان نوجوان پڻ سنڌي ۾ هن طرح جواب ڏنو ته:
”مُن مَٿي تي مَنجِي“
[= مون مٿي تي مڃي]
تڏهن چوڪري جي پيءُ وارن ان نوجوان جي پيءُ ماءُ کي سنڌي ۾ چيو ته:
هَارِ وِ سَيَاهُ
[هاڻِ وِسهيا = هاڻي اوهان ويساه يا اعتبار ڪيو]
مٿين گفتگو واقعي ڪن ٻن ڌرين جي وچ ۾ ٿي، يا مخدوم صاحب مثال طور آندي، پر اهي جملا مخدوم صاحب جي وقت جا آهن، يعني ته سندس وفات واري سال (ڏهين صدي هجريءَ جي آخر) کان اڳ جا آهن، جن تي شرعي نگاه سان سوچيو ويو ۽ فيصلو ڏنو ويو.
(د) اهي الفاظ جن جي چوڻ سان چوندڙ کي مسلمان تسليم ڪري سگهجي. سنڌ جا گهڻا قبيلا آڳاٽي وقت کان وٺي اسلام ۾ داخل ٿيا، ۽ باقي جيڪي غير مسلم قبيلا هئا، تن مان پڻ پوءِ ڪي سڄا ڪٽنب يا ڪي اڪيلا شخص اسلام قبول ڪندا رهيا. شروع ۾ ماڻهو

ڪهڙي نموني سان اسلام جو اِقرار ڪندا هئا سو معلوم ناهي، پر مغليه حڪومت جي آخر کان وٺي ٽالپرن اميرن جي دور تائين (يا پڻ ان کان پوءِ) هڪ طريقو اهو هو جو غير مسلم شخص ڪنهن طرح ’سنڌي‘ ۾ اهڙو اظهار ڪندو هو، جنهن مان تصديق ٿيندي هئي ته هو پاڻ پنهنجي اِرادي موجب مسلمان ٿي چڪو. پر اهڙي نيت ۽ ارادي جي تصديق خاطر. سنڌ جي عالمن غير مسلم شخصن واتان چيل جملن تي ڪرڻ شروع ڪيو ته جئن فقط سچي نيت واروئي اسلام داخل ٿئي. انهيءَ سلسلي ۾ هيٺين قسم جا سنڌي الفاظ ۽ جملا ڪم از ڪم 12 صدي هجري/17 صدي عيسوي کان وٺي زير بحث رهيا.

هڪ هندو شخص اچي چيو ته فلاڻي ڳوٺ جي هندن سان مون ڳالهايو ۽ کين ٻڌايم ته:

اَوَان وَانِيڪي وانِي کا جُدا آهيان

[= اوهان (جي) واڻڪيءَ واڻيءَ کان جدا آهيان]

مٿئين جملي ۾ لفظ ’واڻي‘ جي وضاحت ڪئي وئي ته: ’سنڌي ٻولي ۾ لفظ ’واڻي‘ جي معنيٰ ’زمره‘ يا ’جماعت‘ آهي‘ (1).

هڪ سوال پڇيو ويو ته: هڪ مسلمان گفتگو ڪندي چيو ته: آسمان ۽ زمينون خدا ۽ خدا جي رسول جا آهن. جنهن تي اُتي ويٺل هڪ غير مسلم چيو ته:

اَون پُن اُنِهم جوءِ آهيان

[=آئون پڻ اُنهين (انهن ٻنهي) جوئي آهيان]

اهڙي صورت ۾ انهن لفظن چوڻ سان هي غير مسلم مسلمان چئي سگهجي ٿو يا نه؟ ان جو جواب هي ڏنو ويو ته: اهڙي صورت ۾ فقط شرعي ثبوت بعد ئي هن کي مسلمان چئي سگهجي ٿو. وڌيڪ سنڌي لفظ ’انهين‘ (انهم) جي مفهوم کي هن طرح واضح ڪيو ويو ته: ’سنڌي زبان ۾ لفظ ’انهين‘ اسم اشارو توڙي ضمير ٻنهي لاءِ مشترڪ طور استعمال ٿئي ٿو، ۽ اسم اشاري ’ذات‘ توڙي ’وصف‘ ٻنهي سان لاڳو آهي‘ (1).

ڪو غير مسلم پاڻ پنهنجي زبان سان ڪنهن مسلمان کي مخاطب ٿي هيٺيان الفظ چوي، ته هو مسلمان ٿي چڪو يا نه؟

ته آءُ پانرَ تابع پيغمبر جو آهيان

[= ته آءٌ پاڻ تابع پيغمبر جو آهيان]

---

آن تو جِهرَو آهيان دَيري شَهر مَين

[= اَن (آءٌ) تو جهڙو آهيان ديري جي شهر ۾]

---

ايمان مُنجو جاءِ آهي

[= ايمان منهنجو جاءِ آهي]

---

بي اِيمان ٿُن آهي آءُ سان اِيمان آهيان

[= بي ايمان تون آهين آءٌ ساڻ ايمان آهيان]

---

اَنا راهُو اَو اَوتَہ اَو دَهِري

انا راهو اَو اُنَر اَو اَوتَه

[= آءٌ راهو يا اوٺو يا ڏاهري آهيان

آءٌ راهو يا انڙ يا اوٺو آهيان]

دعا كجاه تا الله تعاليٰ منكلاَ پن ايمان جي سلامتي ڏي

[=دعا ڪجؤ ته الله تعاليٰ مون کي پڻ ايمان جي سلامتي ڏي]

ڪنهن غير مسلم واتان اهڙن الفاظن ۽ اقرارن ادا ٿيڻ جي صورت ۾ عالمن ۾ اختلاف رهيو. هنگورجن جي مخدوم عبدالرؤف ۽ ڪن ٻين جي نظر ۾ اهڙو شخص مسلمان ٿي چڪو، پر اڪثر عالمن ان تي ڪُلي طور اتفاق نه ڪيو. بوبڪن جي مخدوم حامد، نصرپور جي علامه عبدالرحمان (چوندڙ جي نيت ۽ ارادي جي ثبوت خاطر) وڌيڪ تشريح ڪئي، ۽ پڻ مخدوم محمد هاشم فتويٰ ڏني ته ڪن اهڙن چيل جملن جي صورت ۾ لفظن جي مقصد کي متعين ڪرڻ ضروري ٿيندو (ته چوندڙ جو اصل مقصد يا ارادو ڪهڙو آهي).

اتر طرف ملتان ۽ مٿي پنجاب تائين سنڌي ٻولي جي ثقافتي دائري جو وسيع ٿيڻ

مٿي بيان ٿي چڪو آهي ته هن کان اڳئين سمن واري دور ۾ سنڌ جي قوالن ۽ ذاڪرن ملتان کان وٺي پنجاب ۾ ويندي لاهور تائين، پنهنجن دلپذير نغمن سان سماع جي محفلن کي مچايو، ۽ اتان جي اهل دلي صوفين ۽ بزرگن جي حلقن کي سنڌي ٻولي سان روشناس ڪرايو. سنڌ ۾ سماع جو سلسلو سومرن جي دور ۾ 7- صدي هجري (13 صدي عيسوي) کان وٺي شروع ٿيو ۽ ايندڙ ٽن سون سالن ۾ اهو اوج ۽ عروج کي پهتو. سنڌ جي قوالن ۽ ذاڪرن سنڌي منظوم صنفن ’بيتن‘ ۽ ’ڦافين‘ توڙي سنڌي موسيقي جي نغمن خصوصاً ’ڪافي راڳ‘ کي سماع جي محفلن ذريعي سنڌ ۽ ملتان واري مرڪزي خطي توڙي مٿي پنجاب تائين مشهور ڪيو. هنن غوث بهاؤالدين زڪريا توڙي شيخ فريدالدين مسعود گنج شڪر (1175 - 1265ع) جي سماع جي محفلن ۾ ڳايو. امير خسرو جيڪو ڪم از ڪم پنج سال (678 - 683ھ) ملتان ۾ رهيو، سو اتي جي سماع جي محفلن کان متاثر ٿيو ۽ هن سنڌي قوالن جي ڳايل ڪافي ’راڳ‘ کي دهلي تائين پهچايو. ان بعد سماع جو سلسلو غوث صاحب جي جاءِ نشينن، خليفن ۽ معتقدن جي حلقن ۾

جاري رهيو ۽ ايندڙ ٻن سولن سالن تائين ذاڪر ۽ قوال ئي ان جا اڳواڻ رهيا. 16/15صدي (ع) ۾ هنن لاهور ۾ شيخ عبدالجليل ۽ سندس جاءِ نشينن جي حلقن ۾ سماع جون محفلون مچايون ۽ فارسي سان گڏ سنڌي ڪلام ڳايو هن ساڳئي دور ۾ ڪن سنڌي بزرگن ۽ درويشن اوڀر هندوستان ۾ برهانپور ڪي وڃي وسايو هو جتي هنن سماع جو سلسلو قائم ڪيو. اتي جو ذاڪر درويش ’لاڏ‘ يا لڏو سنڌي (1523 - 1598ع) سنڌي قافيون اهڙي ته درد ۽ سوز سان ڳائيندو هو، جو نه فقط پاڻ مست ٿي ويندو هو پر ٻڌندڙ پڻ محو ۽ مسحور ٿي ويندا هئا. هن دور ۾ قاضي قادن جا بيت سنڌ کان ٻاهر ويندي برهانپور تائين مشهور ٿيا.

انهيءَ دور ۾ سنڌ اندر سماع جو سلسلو وڌيو ۽ ڏهين يارهين صدي هجري (16/15صدي عيسوي) واري عرصي ۾ وڏي اوج کي پهتو. ’هالہ ڪنڊي‘ جا پٽي بزرگ، جيڪي حضرت بهاءُ الدين زڪريا جا خليفا ۽ مريد هئا، سي سماع لاءِ وڏو ذوق ۽ جذبو رکندڙ هئا، ايتري قدر جو درويش مخدوم احمد پٽي سال 936هه/1530ع ۾ سماع جي سوز ۽ گداز ۾ ئي دم ڏنو. ٺٽي ۾ سيد ميون علي شيرازي (ثاني) (891 - 981هه/ 1486 - 1573ع) سماع جو سرواڻ هو ۽ مڪلي جي درگاهن تي سماع ڪرائيندو هو، ٻئي

طرف ميين شاهه ڪريم (944 - 1032ھه/ 1537 - 1623ع) جي حلقن ۾ سنڌي ذاڪرن ۽ قوالن سنڌي بيتن ۽ قافين ڪلامن کي وڏي سوز سان ڳايو؛ هڪ مجلس ۾ ميون شاهه ڪريم سندن سماع ۽ سرود کان ايترو ته متاثر ٿيو جو پنهنجي مٿي ۽ ڪلهن جو لباس لاهي ان ڳائيندڙ قوال کي قدرداني طور ڏنائين. هن ساڳئي دور ۾ مير محمد معصوم بکري جي وڏي پاءُ مير محمد فاضل سنڌي قافي کي دهلي ۽ آگري طرف مشهور ڪيو ۽ اتي جي درٻاري ڳائڻن کي سنڌ جي ’ڪافي راڳ‘ سان روشناس ڪرايو. ’ذخيرة الخوائين‘ (تصينف سال 51 - 1650ع جي مصنف شيخ فريد بکري لکيو آهي ته مير محمد فاضل ”سنڌي ٻولي جو شعر قافي نهايت ئي سهڻو ڳائيندو هو ۽ کيس ان ۾ مقبوليت حاصل هئي“ (1). ظاهر آهي ته ’قافي‘ سنڌي ٻولي جو ’شعر‘ توڙي ’راڳ‘ هو. مٿين حوالن مان ظاهر آهي ته 7 کان 11 صدي هجري (13 کان 17 صدي عيسوي) وارن ڇئن سَون سالن جي وڏي عرصي ۾ سنڌي ’بيت‘ اتر طرف پنجاب (لاهور) تائين، اوڀر طرف برهانپور تائين، ۽ وچ ۾ هندوستان ۾ دهلي ۽ آگري تائين مشهور ٿيا. ’ذخيرة الخوانين‘ جي سنڌي مصنف کان سواءِ 16 - 17 صدي ۾ ٻين ٻاهرين محققن ۽ مصنفن پڻ تسليم ڪيو ته سنڌجو

خاص راڳ ’ڪافي‘ آهي ۽ اهو نهايت ئي مٺو ۽ سوز وارو راڳ آهي. مصنف محمد غوثي جنهن پنهنجي ڪتاب ”گلزار ابرار“ (تصنيف 1705 - 1613ع) ۾، شيخ لڏي سنڌي جي برهانپور ۾ سوز ۽ درد سان ’ڪافين‘ ڳائڻ جو ذڪر ڪيو آهي، تنهن وڌيڪ ائين به ڄاڻايو اهي ته ڪافي سنڌ ۾ مقبول راڳن مان آهي (2). ابوالفضل جنهن پنهنجي مشهور ڪتاب ”آئين اڪبري“ ۾ راڳ بابت هڪ تحقيقي باب لکيو آهي؛ ۽ هر ملڪ ۽ هر صوبي جي مخصوص مقامي راڳ جو نالو ڏنو آهي، تنهن بالڪل چٽو ڪري لکيو ته ’ڪافي‘ خاص سنڌ جو راڳ آهي، جنهن جي مهر ۽ محبت جو جادو سمايل آهي (1).

13 کان 17 صدي عيسوي تائين سنڌي ’بيتن‘ ۽ ’قافين‘ توڙي سنڌي ’راڳ ڪافي‘ جي اها ملڪان ملڪ مشهوري صوفي عالمن ۽ اهل دل درويشن جي سماع جي محفلن ذريعي ٿي، ۽ پڻ سندن زندگي جي حالات ۽ مَلفُوظات ۾ سماع ۽ راڳ، ڪلام ۽ قافين، بيتن ۽ ڏوهيڙن جو ذڪر آيو آهي. ’سنڌ جو راڳ ڪافي‘ هن دور ۾ ايترو ته مشهور ٿيو ۽ ايترو ته مقبول هو جو ان جو اثر نه رڳو سنڌ ۽ پنجاب جي مسلمان صوفين درويشن تي پيو، پر ٻين عقصيدن جي اڳواڻن تي به پيو. مثلا هڪ طرف لاهور جي صاف

دل درويش سيد شاهه حسين (1539 - 1593ع) پنهنجن جذبن ۽ خيالن جو اظهار ’ڪافين‘ ذريعي ڪيو، ته ٻئي طرف ڀڳت بابا گرونانڪ پنهنجي ڪلام ۾ ’ڪافي‘ نظم ۽ راڳ کي آندو ۽ سنڌ جي روايت موجب ان نظم کي سنڌي محاورن ۾ رچڻ جي ڪوشش ڪيائين.

سِکن جي گروئن جي ڪلام ۾ سنڌي الفاظ ۽ فقرا.

’آد گرنٿ‘ يا ’آد بيڙ‘ جنهن کي ’شري گرو گرنٿ‘ پڻ سڏيو وڃي ٿو، سا سِکن جي پوتر پوٿي آهي، جنهن کي سکن جي پنجين گرو ارجن ديو، اڪبر بادشاهه جي دور ۾ سنبت 1661 * برابر سنه 1604ع ۾ مرتب ڪيو: يعني ته ان ۾ گرونانڪ ۽ ڪانئس پوءِ ٿن ٻين گروئن ۽ ٻين ڀڳتن ۽ ڏومن جو ڪلام توڙي سندس پنهنجو ڪلام گڏ ڪيائين. گرو نانڪ (1469 - 1539ع) سمن جي آخري دور ۾ هو، پر هن سمن جي پڇاڙي کان 19 سال کن پوءِ، ارغونن واري دور ۾ گذاريو. سندس جاءِ نشين، ويندي گرو ارجن تائين، جن جو ڪلام ’گرو گرنٿ‘ ۾ شامل آهي، سي پڻ سنڌ جي تاريخ مطابق ارغونن - ترخانن واري دور ۾ ٿي گذريا. انهيءَ لحاظ سان ’گرو گرنٿ‘ ۾ گڏ ڪيل ڪلام جو ذخيرو پڻ ان دور جو يا وري ان کان اڳئين دور جو آهي، چاڪاڻ جو ’ڀڳت‘ جن جو ڪلام

گرنٿ جي ’پوڳ‘ واري ڀاڱي ۾ شامل آهي، تن مان ڪي اڳ ٿي گذريا؛ ڪبير ۽ بابا فريد ڪي پڻ ڀڳت ڪري لکيو ويو آهي ۽ سندن ڪلام ’پوڳ‘ واري ڀاڱي ۾ ڏنو ويو آهي.

’گرو گرنٿ‘ ۾ شامل ڪلام ۾ سنسڪرت، هندي، راجسٿاني، پنجابي وغيره ٻولين جي لفظن، اصطلاحن، فقرن ۽ مصراعن جو وڏو ذخيرو سمايل آهي، مگر ڪن حصن ۾ سرائڪي ڪلام توڙي ٻيو ڪجهه اهڙو نظم ڏنل آهي جنهن ۾ سنڌي جا الفاظ ۽ فقرا موجود آهن. ظاهر آهي ته ان دور ۾ سنڌي ۽ سرائڪي ٻولين جي اهميت جي مد نظر ئي گرونانڪ ۽ ٻين، سرائڪي ۽ سنڌي رنگ ۾ پڻ ڪلامن وڻ جي ڪوشش ڪئي. گرونانڪ کان ٻه اڍائي سؤ سال ڪن وارو اڳيون دور مسمان صوفين ۽ درويشن جي اثر رسوخ وارو دور هو، جنهن ۾ ماڻهن جي روحاني ۽ اخلاقي تربيت خاطر ذڪر ۽ سماع (راڳ) جا سلسلا جريا رهيا؛ انهي دور ۾ سنڌي ذاڪرن قافيون ۽ بيت ڳايا، ۽ صوفي درويشن جي سماع وارين محفلن ذريعي سنڌي بيت ۽ قافيون توڙي سنڌ جو ’ڪافي‘ راڳ ۽ ٻيا نغما ملتان کان مٿي پنجاب تائين مشهور ٿيا.

گرو نانڪ تي پڻ صوفي درويش واري انهيءَ ماحول جو اثر پيو. سِکن جي هڪ علمي روايت موجب، جيڪا ”جنم ساکي“ ۾ ڏنل آهي، گرونانڪ پاڻ شڪارپور واري سرزمين ۾ آيو هو (1). جيڪڏهن اها روايت سچي آهي ته پوءِ اُتر سنڌ ۾ اچڻ ۽ اتي ڪي ڏينهن رهڻ واري عرصي ۾ گرونانڪ سنڌ جي قافين ڪلامن ۽ سنڌ جي راڳن کان متاثر ٿيو. ’گرو گرنٿ‘ واري ڪلام ۾ پڻ فڪر جي لحاظ سان سنڌ جي راڳ جي روايت جو اثر نمايان طور نظر اچي ٿو. مثلاً ’ڪافي‘ جيڪا اصل ۾ خالص سنڌي نظم ’قافي‘ آهي جنهن مان ’ڪافي‘ راڳ اُسريو (2)، سا ’گرو گرنٿ‘ ۾ ڏنل ڪن نظمن لاءِ عنوان طور آندل آهي؛ بيو ته جن ايڪٽيهن راڳن جا نالا ’گرو گرنٿ‘ ۾ آيل آهن، تن مان ڪم از ڪم 14 راڳ اهڙا آهن، جيڪي يا ته سنڌ - ملتان واري سرزمين ۾ اُسريا يا ته نسبتاً انهن ئي علائقن ۾ وڌيڪ مقبول پيا. انهن مان ماجهه، بها گڙا (وهاگڙو)، سورٺ، ڌناسري، ۽ پرڀاتي خاص طرح سنڌ جا راڳ آهن؛ ٻئي طرف سري راڳ، سارنگ، آسا، تلنگ، جيتسري، بلاول، رامڪلي ۽ بنست، سنڌ ۽ هند جا اهي مشترڪ راڳ آهن جيڪي سنڌ توڙي هند ۾ مقبول پيا ۽ عام رائج ٿيا (3).

هيٺ ’آدگرنٿ‘ يعني ’گرو گرنٿ‘ ۾ شامل گرو نانڪ ۽ گرو ارجڻ جي ڪلام مان ڪي نظم ڏجن ٿا، جن ۾ سرائيڪي جي آميزش سان سنڌي الفاظ ۾ فقرا ڪم آندل آهن. ان کان سواءِ بابا فريد جي دوهن (جن جي سٽاء ۾ خالص سنڌي ’بيت‘ جو اثر بابا فريد جي اثر هيٺ سک گروئن پڻ پنهنجن ڪن دوهن ۾ ’وچين قافيي‘ واري سٽاء آندي آهي.

گرونانڪ جي ڪافي. ’گرو گرنٿ‘ جي چوٿين ڀاڱي ۾ (جيڪو 31 راڳن جي عنوان سان رچيل آهي) ’راڳ مارو‘جي سري هيٺ، ’ڪافي‘ جي عنوان سان گرونانڪ جا نوَ دوها درج ٿيل آهن، جن مان ڀهريان ٻه ’دَهاء‘ (ٿلهه) طور ۽ ان بعد ست ٻيا چڙ مصراعن طور آندل آهن. انهن دوهن جي لڙهي جو عنوان ’ڪافي‘ محض رسمي آهي، ۽ غالباً سنڌي ’ڪافي‘ جي ٻُڌل نالي پويان آندل آهي، چاڪاڻ جو ’دهاء‘ (ٿلهه) بعد آندل دوهن جا قافيا ’دهاء‘ وارن دوهن جي قافين سان نٿا ملن. مگر جيئن ته مقصد سنڌي صنف ’ڪافي‘ کي آڻڻ جو هو، انهيءَ ڪري ان جي ٻولي ۾ پڻ سنڌي الفاظ ۾ فقرا آندا ويا. هيٺ هن ’ڪافي‘ جو دهاء (ٿلهه) ۽ پويان آندل ستن دوهن مان پنج ڏجن ٿا (1).

”مارو ڪافي، محل 1، گهر 2“

دَهاُ (ٿلهه)
1. آوو وڃو ٻُمُٽيي ڪِتي مِتر ڪَرييو
2. ساڏن ڍوئـي نه لهي واڍي ڪيُون ڏيري هو
3. ميڏا مَن رَتا آپٽي پِر تال
4. هُون گهول گهُمائي ڪنيي، هڪ پوري ندر نِهال
(مصراعون)
5. پَييئيَڙي ڏُهاڳِٽِي، ساهُرڙي ڪِيُون جاءُ
6. ميگَل اوڳِڻ مُنِڙي ٻِن پِر جهور مَراءُ
7. پَهِيُئَڙي پِر سَمُلان، ساهُرڙي گهَر واس
8. سُک سَرندُ سِهاڳِٽِي، پِر پايا گُڻ تاس
9. ليڦ نِهالي پَٿ ڪي، ڪاپَڙ انگ ٻٽاءِ
10. پِر مُنيي ڏُهاڳِٽيي تين ڏُکِي رَيڻ وِهاءِ
11. ڪِتي چَکو ساڏڙي، ڪِتِي ويس ڪَرِيو
12. پِر ٻِن جوبَن باد ٻِيم، وَهڏِي جهُورِيندي جهَوريو
13. تو پاوَن تِو جيهِيان، مُو جيهيان ڪتيان
14. نانڪ نہُ وِڇڙي، تِن سَچي رَتِيڙيان
[معنيٰ: 1. ٻُمِٽي = ڏوٽي ما.ي (؟)؛ ڪتي متر ڪريو = ڪيترا مِٽ ڪيا.
2. ڍوئي = خبر؛ واندي = اڪيلي زال؛ ڪيون ڏيري هو = ڪيئن صبر ڪري

4. گهول گهمائي = گهور ٿيان؛ ڪنيي ڪيتي = پرزا پرزا ڪئي؛ هڪ پوري = هڪ گهڙي؛ ندر = نظر؛ نهال = نهار، ڏس

5. پيئڙي ڏهاڳڻي = پياري (مڙس) جي ڏهاڳڻ

6. ميگل = غافل

7. پهيئڙي پر = پرين جو پيغام يا قاصد؛ سملان = سنپران

8. سڪ سرند = سڪ وار؛ گڻ تاس = ڳڻن جو خزانو

9. ليڦ = سُڙَ، نهالي = وڇائي، ڪاپڙ انگ بڻاءِ = ڪپڙا بدن تي پاتا.

10. ريڻ = رين = رات

11. ڪتي = ڪيترا ؛ساڏڙي = طعام

12. جوبن باد گيم = جوڀن برباد ڳيم (ويم)؛ وهڏي = وڏي؛ جهوريندي جهوريو = جهورٽي (سُور) جهوريو

13. توپاون = توکي راس اچن؛ تو جيهيان = تو جهڙيون؛

مو جيهيان ڪتيان = مون جهڙيون ڪيتريون]

هن ’ڪافي‘ ۾ ٽلهه ۽ مصراعن واري بنيادي سٽاء موجود آهي، مگر هڪ ته ٽلهه جي بيهڪ نرالي آهي؛ ٻيو ته ٽلهه ۽ مصراعن جا وازن ۽ قافيا هڪ ٻئي سان ڪين ٿا ملن. جڻ هر مصرع جو وزن نرالو

آهي. ائين معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ ۽ ملتان تائين ’سماع‘ جي محفلن ۾ سنڌي ذاڪرن ذريعي قافين ۽ بيتن جو غلغلو اتر پنجاب تائين پهتو، انهيءَ ڪري هن نظم ۾ حد تائين ’ڪافي‘ جي ٽلهه ۽ مصراعن واري سٽاء ڪي نباهيو ويو، ۽ پڻ ان ڪي سنڌ ۽ ملتان جي سرائيڪي - سنڌي ٻولي جي آميزش سان رچيو ويو. سرائيڪي سان گڏ هيٺيان لفظ ۽ فقرا اهڙا آهن جيڪي سنڌي ۾ اڄ تائين استعمال ٿين ٿا:

واڍي = وانڍي (عورت)؛ نهال = نهار؛ جهومر مراءِ = جهُرِي مر؛ ’پهيئڙي پِر سنپِران (سملان)، ساهرڙي گهر واس‘؛ ويس ڪريو؛ وهڏي جهوريندي جهوريو = وڏي جهورٽي (سور) جهوريو.

گرو ارجڻ جا سلوڪ. گرو ارجڻ (1563 - 1606ع) جي ڪن سلوڪن ۾ پڻ سنڌي الفاظ ۽ فقرا سمايل آهن:

(الف) راڳ جيتسري جي وار ’سلوڪان نال‘ ۾ ويهه ’پوڙيون‘ آهن ۽ هر ’پوڙي‘ جي پويان ’سلوڪ‘ آهن جن مان پهريون سنسڪرت ۾، ۽ ٻيو سرائيڪي - سنڌي رنگ ۾ رچيل آهي. مثال خاطر انهن مان هيٺيان اُٺ ڏجن ٿا (1).

2: (2) * مُک تِلي؛ پِير اُپري وسَندو ڪوٺڙي ٿاءِ نانڪ سوڌني ڪيون وساريو، اُڌري جس دي ناءِ.

[منهن هيٺ، پير مٿي (ٿر ماءُ جي پيٽ) وسندو (رهندو) گندڙي جاءِ (جڏهن چم ائين ته پوءِ) نانڪ سو ڏٽي چو وساريو، نجات (اڏري) جنهن جي نانءِ]
:3 (2) هَب رنگ ماڻي جِس سنگ تَيسَيو لائبي نِہُ
سو سُہُ بند نه وِسِرو، نانڪ جِن سُندر رچيا دِہُ
[سپ رنگَ ماڻين جنهن سان، تنهن سان لائج نيہ
سو مالڪ (سہ = مڙس) گهڙي (بند) نه وسارئو.
اي نانڪ! جنهن سندر صورت (ده =بدن) جوڙي (آهي)]
:4 (2) تَتڙيا سا پريت، جو لائي بِينَ سيئو
نانڪ سچي پوريت، سائين سيتِي رَتِيا.
[ٿُڙي سا پريت، جا لائي ٻين سين
نانڪ سچي پريت، (انهن جي جيڪي) سائين سان رتا]
:5 (2) اِيڏَڻ ڪيتو مُوگهنا، پوري دِنيَم پاءِ
مَن وَسندڙو سَچ سُہ، نانڪ هَبي ڏکڙي اُلاهِ
[پارڻ (گڏ) ڪيو مون گهٽو، ٿوري ڏنيم باه
من وسيو سچي مالڪ (سان ته) اي نانڪ! سڀي ڏکڙا لاهه]
:6 (2) پيکندَڙو ** ڪِي پُل ٿُمان دَسَم سُهڻا
اَدِنا لهَندڙو مُلهه، نانڪ ساٿ نہ جُلِي مايا.
[ڏسڻ جي پل ،جو ٿوهه (تمان) ڏنم سهڻو

اڌ نه لهندو ملهه اي نانڪ!ساڻ نه هلي (ڄُلي) مايا]
11؛ (2) لڳڙا سو نہ من منجهاء رَتيِا
ڏڙو سچ ٿوڪ ، نانڪ منڙا سو ڏٽي.
[لڳڙو سو نينہ، من منجهائين رتو
وڏڙو سچ ٿوڪ (سچ جي ٿوڪ جو مون سودو ڪيو)
اي نانڪ منڙو سو ڏٽي (مون اهو سچ جو ٿوڪ ڏٽيو)]
13: (2) سِيتڙا من منجهاءُ ،پلڪ نه ٿيوي پئرا
نانڪ آسڙي نِپائي ،سدا پيکندو سچ ڏٽي.
[سيو من منجهاءُ، پلڪ نه ٿئي ٻاهرا
نانڪ آسڙي نباهي، سدا پيکندو (ڏسندو) سچ ڏٽي]
15: (2) قِيم نه سَڪانَ پاءِ، سَڪ مِتي هو پاري
نانڪ سا ويلڙِي وَرواڻ، جت ملندڙو ماءِ پِري.
[قيمت نه سگهان پائي (ڏيئي)، اها انداز کان ٻاهر آهي:
نانڪ سا ويل پلي (پرواڻ)، جت ملندڙو مان پرين]
اڳتي انهي ڪلام جا ڪي ٻيا فقرا مثلاً ’چڙيو هن آپ‘ (چڙيو سپ آپو)، وکر (سودو)، ’رکندڙ رب آپ‘(رکندو رب پاڻ)آيل آهن.

(ب) راڳ ’مارو جي وار‘* هيٺ ڪي سلوڪ ڏنل آهن، جن ۾ پڻ سرائيڪي - سنڌي رنگ سمايل آهي. مثلاً:

1. ٿُو چَوسَچڻ مَيُديا، ديئي سيس اُتار
نيڻ مَنهنجي تَرسدي، ڪَر پسي ديدار.
[تون چئو سچڻ ميڏا (منهنجا)، ڏيئين سِر اُتار (لاهي)
نيڻ منهنجا ترسن (پيا) ڪڏهن پسان ديدار]

2. نيهو مَهنجا توء نال، بيا نيهو ڪُوڙا وي ڊيکُ
ڪَپَڙ پوگ ڊَراوڻي، جِچَر پرِي نہ ڊيکُ
[نينهن منهنجو توساڻ، ٻيو نينهن ڪوڙو ڏيک ڪپڙا ۽ عيش ڏَر وارا (ڊڄائيندڙ) آهن، جيسين جو پرين نه ڏسجي.]

3. اُٺِي جهالُو ڪَنْنتڙي، هونن پَسي توء ديدار
ڪاجَل ، هار، تمول رَس، بِن پَسي هَب رَس چار
[اُٿي صبوح سوير، آءُ پسان تو ديدار
ڪجل، هار، پان، بنان (پرين) پَسي سڀ بيڪار]

4. جي ٿُو مِتر اَسادڙا، هڪ پورِي نہ ويچوڙ
جِيو منهنجا توءِ موهياَ، ڪَد پَسِي جاني توڙ
[جي تون مِٺ اسان جو ته هڪ گهڙي به نه وڇڙي وڃ من منهنجو تو موهيو، سو ڪڏ شال جاني پسي!]

’گرو گرنٿ‘ مان راقم مٿيان چار سلوڪ چونديا هئا، جو ان بعد ’خالصه ٽريڪٽ سوسائٽي‘ امرتسر

طرفان گرمکر ۾ ”ٻڪٽي مامارو وار - محلہ 5“ جي عنوان سان ڇپايل هڪ ڪتابڙي مان ورتل هيٺيان شلوڪ نظر مان گذريا جيڪي پڻ سنڌي - سرائيڪي رنگ ۾ رچيل آهن (1):

جا مُو پَسِي هَٿِ ۾ پِري مَنهنجو نالِ
هَپِي ڊُکُ لاهياَ، نانڪ نَدَر نِهالِ

[جا مون ڏٺو اندر ۾ ، ته پرين منهنجو مون ساڻ سَپِئي ڏک لاٿا، اي نانڪ! هن نَظر نِهارَ]

ڪَپَڙُ پوگ بِڪار اي هِپِي هي ڇار
خاڪ لوڙيدا تِن کي، جو رتي ديدار.

[ڪپڙا عيش بيڪار، اهي سپئي ڪجھ ناهن تن کي (پيو) خاڪ کپي (ڪجھ نه کپي)، جيڪي رتا ديدار]

جاڻو وسَندو مَنجهيِ، پڇاڻو ڪو هيڪڙو
تِي تِني پَڙدا نانڪ جي گور پيٺيا

[ڄاڻو ته وسندو (رهي) منجهئي (پنهنجي اندر ۾)، پر پَڇاڻي (سڃاڻي) ڪو هيڪڙو
او نانڪ! هُو تني کان لڪل ناهي، جن گرو کي پيٺيو آهي.]

لوئڻ لوئِي ڏٺ، پياس نه بُجهي مُو گهٽِي
نانڪ سي اکِڙيان بياني، جبِني ڏسَندو مُو پِري

[مون کو پرتوو ڏنو پر منهنجي گهٽي پياس نه وسامي نانڪ سي اکڙيان پيون ني، جني سان ڏسبو مون پرين]

’مارو جي وار‘ جي لفظي معنيٰ آهي ’مارو‘ جي ’تعريف‘، ۽ اصطلاحي معنيءِ ’سچڻ جي ساراهه‘(ڍولا - مارو جي لحاظ سان) يا ’محبوب جي تعريف‘ (رهٽي کهٽي جي لحاظ سان)؛ ٻي معنيٰ ’مارو ماڻهو جي تعريف‘ يا ’مارو ملڪ جي تعريف‘، جو پويان ٻيل لفظ ’ڍَکنلاّ‘ آهي، يعني ’ڏکڻي‘ يا ’ڏاکڻين ملڪ جي‘. هڪ لحاظ سان پنجاب کان هيٺ ڏاکڻيون ملڪ سنڌ ئي آهي بهرحال ان دور ۾ سنڌ ۽ سنڌي ٻولي جي اهميت اُتر ۾ ويندي پنجاب تائين تسليم ٿي ۽ سنڌي ٻولي جي ڄاڻ جو دائرو وڏيڪ وسيع ٿيو جنهن جو ثبوت ’آد گرنٿ‘ ۾ آيل مثيان سنڌي الفاظ ۽ فقرا توڙي ’ڪافي‘ عنوان جو استعمال آهي.

سنڌي ٻولي ۽ ادبي ثقافت جو ڪڇ کان هيٺ ڏکڻ طرف ڪاٺياواڙ ۽ گجرات تائين پهچڻ.

ڪڇ جو ملڪ، سنڌ ۽ ڪاٺياواڙ - گجرات جي وچ وارو ڦڙُدو هو. تاريخي دور کان اڳ جڏهن سنڌو ندي جي اپرندين شاخ ’ڪوري جي نار‘ ۾ چوڙ ڪندي هئي، تڏهن ’مئن جي دڙي‘ واري قديم سنڌي تهذيب

گجرات تائين پهتي، جنهن جا آثار اتي ’لوٿل‘ مان مليا آهن ، تاريخي جي روشني ۾، اٺين صدي عيسوي کان وٺي سنڌ ۽ ڪڇ ٻئي ساڳي اسلامي تهذيب جا مرڪز بنيا ، ۽ پڻ ڪڇ جا تجارتي، سياسي ۽ سماجي ناتا سنڌ سان پڪا پختا ٿيا. سومرن جي دور ۾ سنڌ جي قومن، خاص طرح سنڌ جي سمن قبيلن ڪڇ کي وسايو ۽ پوءِ سمن جي دور تائين سنڌي ٻولي سڄي ڪڇ جي مقامي ٻولي بني، ۽ اتي جي مقامي ماحول ۾ سنڌي ٻولي جو ”ڪڇي محاورو“ هڪ نئين صورت ۾ نروار ٿيو.

سمن جي دور ۾ سنڌي جو عوامي روايتون، قصا ۽ ڪهاڻيون سنڌ ۽ ڪڇ جي پان ۾ پڻ ذريعي ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ تائين پهتيون ۽ مقامي طور پڻ اتي سنڌي بيت ۽ ڳاهون منظوم ٿيون، سنڌ جي لوهاڻن جا برهم پٽ ۽ سنڌ جي سمن جا ’ڏونگر پٽ‘، ۽ انهن کان سواءِ مسلمان ڍاڍي ۽ مڱڻهار هميشه لاءِ وڃي ڪڇ ۾ رهيا ۽ اتي سنڌ جي ادبي روايت توڙي سنڌي ثقافت کي مشهور ڪيائون، جو سنڌي ٻولي سڄي ڪڇ ۾ رائج ٿي ۽ اتي جي مقامي’ڪڇي محاوري‘ جي صورت ۾ ڳالهائجڻ لڳي. ’ڪڇي سنڌي‘ لاڙي سنڌي کي ويڪ ويجهي آهي،

14- صدي عيسوي جي وچ ڌاري، ڪڇ ۾ سمن جي هڪ شاخ ’جاڙيجن‘ جي سرداري جو سلسلو شروع

ٿيو، ۽ آخرڪار جاڙيجن راون ’پڄ‘ کي پنهنجي گادي جو شهر ڪيو. هڪ شجري موجب ڄام رَتي رايڌڻ کي ٽي پٽ ٿيا: اوٺو جنهن جي اولاد مان پُڄ جا راوَ ٿيا؛ ٻيو ديدو جنهن جو اولاد مان ڄام نگر جا هڪ مکيه شاخ ٿي؛ ٽيون گجڻ جنهن جي اولاد مان ڄام راوَل، پنهنجن سوٽاٽن مان پُڄ جي ’راوَ همير جي‘ کي قتل ڪيو، جنهن جي ڪري ڪڇ کي ڇڏيائين ۽ سنه 1539ع ۾ ڪاٺياواڙ ۽ هالا واري ڀاڱي ۾ وڃي نئون شهر ’نوان نگر‘ جي نالي سان ٻڌائي، جيڪو پوءِ ڄام راول ۽ سندس پوين ’ڄامن‘ جي لقب سان ’ڄام نگر‘ جي نالي سان مشهور ٿيو.

اهڙيءَ طرح سورهين صدي عيسوي ۾ سنڌي ڳالهائيندڙ جاڙيجن ڄامن ڪاٺياواڙ تائين پنهنجو سياسي اثر وڌايو، ۽ سنڌي ٻولي ڪڇ کان اڳتي هالار ۽ اتي جي مکيه شهر ڄام نگر تائين پهتي. هن دور ۾ توڙي هن کان اڳ سنڌ ۽ ڪڇ مان ٻيا سنڌي ڳالهائيندڙ قبيلا، جهڙوڪ سما، سومرا، بلوچ، جوکيا، ميمڻ، خوجا وغيره انجار، راڌڻ پور، پالهڻپور ۽ اڳتي ڪاٺياواڙ ۽ گجرات (بڙودي) تائين پهتا، ۽ انهن سان گڏ سنڌي ٻولي پڻ اتي پهتي. ارغونن هٿان شڪست کائڻ کان پوءِ سنڌ جي حڪمران ڄام فيروز ۽ سندس

ويجهن عزيزن ۽ ٻين هميشہ لاءِ وڃي احمدآباد کي وسايو.

ڪڇ - ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ۾ رهندڙ سنڌي قبيلن توڙي سنڌ ۽ ڪاٺياواڙ جي سامونڊي واپار ۽ سنڌي ناکئن ذريعي پڻ ڪيترائي سنڌي لفظ گجراتي ۾ رائج ٿيا، مثلاً (1):

| سنڌي | گجراتي | سنڌي | گجراتي |
|---|---|---|---|
| پلو | پلا | انُ | ان |
| ويلو | بيلا | ڳپرو | گهبرو |
| سُرت | سرت | کيهه (دز، رئي) | کيه |
| مُٺ | مُوٺ | ڏانٽڙي | درانتي |
| رِيس | ريس | ماڙي | ماڙي |
| ڄيپ | جيب | گُڏي | گُڊي |
| انت (چيهه) | انت | ماسي | ماسي |
| پت (لڄ) | پت | بنرو - بنري | بنرا - بنري |
| ٻيٺ | بيٺ | گَل | کل |
| وڻج | بنج | پالڻهار | پالنهار |
| هڏو | هاڏ | تارُو | تارو |
| ٻُڏ (سڏ) | بڏ | لَٿو، لٿا | لتا |

پار (پريون ڪنارو) پار تائث، تائيث تائت

ڍور ڍور رَتو (ڳاڙهو) راتا

باس باس تتو (گرم) تاتا

هاڪ هاڪ کارو (لوڻ وارو) کارا

ڪَڇ (بغل) ڪاک جهُوڙو (وارن جو) جُوڙا

ڪُڪَ ڪُوک پاڙو پاڙا

لوڻ لون،

نُون ماندو ماندا

سُٿڻ سوٿهن سدا سدا

نانءُ - نائُو نانو ٿوٿو (نقصان) ٿوٿا

چانءُ - چانوَ چانه ڌهٿو دهوتا

سُنهن سونه ناتو ناتا

مائي مائي گهڙو - گهڙي گهڙي

سائين سائين ٽڪڙي تکڙي

ڌوئي دوئي پاڳ پاگ

اٽڪل (انداز) اٽڪل ڪنگهه کانگه

چم چم

لغات ۾ لفظن کان سواءِ ڪڇ جي پٽن، چارڻن ۾ ڊاڍين سنڌ جي عوامي قصن ڪهاڻين، ڳاهن ۾ بيتن، کي ڪڇ ۾ هالار ۾ اڳتي ڪاٺياواڙ ۾ گجرات تائين

پهچايو، ۽ اهڙيءَ طرح سنڌي جي ثقافتي دائري کي ان ڏِس ڏانهن وسيع ڪيو.

مهرراج عرف فقير پِراڻناٿ جا سنڌي سلوڪ * مِهرراج جاڙيجن ڄامن جي شهر ’نوان نگر‘ (ڄام نگر) ۾ سنه 1618ع ۾ ڄائو. هو ڄام جي ديوان (وڏي وزير) ڪيشوَ ٺاڪُر جو پٽ هو. سندس ماءُ هڪ سنڌي مائي هئي ۽ سندس نالو ’ڌن - ٻائي‘ هو انهيءَ ڪري ’سنڌي‘ مهرراج جي ’مادري ٻولي‘ هئي. سندس ذهين ۽ ڌرمي تربيت پڻ سنڌ جي هڪ ساڌو سنت ڪئي، جنهن جو اصل نالو ’ديوَ چندر‘ هو، پر پوءِ ’سامي نِجانند‘ جي نالي سان مشهور ٿيو. ديو چندر سنڌ جي ترخان حاڪمن واري دور ۾ سنه 1571ع (11- آڪٽوبر) ۾ عمرڪوٽ ۾ ڄائو، پر پوءِ سنه 1606ع ۾ هن اُتان لڏي اچي هميشہ لاءِ نوان نگر (ڄام نگر) کي وسايو. مهرراج جي سنڌ جي هن سنت سان صحبت ۽ محبت ٿي، تان جو هو سندس چيلو ٿيو ۽ کيس پنهنجو گرو ڪري مڃيائين. سنڌي ٻولي ۾ سنڌ جي صوفين ۽ سنتن جا سلوڪ ۽ بيت، چوٽيون ۽ نصيحتون هن پهريائين پنهنجي سنڌي گروء کان ئي ٻڌيون جن جو نوجوان مهرراج تي وڏو اثر ٿيو. پوءِ پنهنجي سنڌو گرو جي معرفت ڪن سنڌ جي واپارين سان گڏ هو بصري (عراق) طرف ويو،

جيڪو ان وقت واپار جو مرڪز هو. اتي هو عربي سکيو ۽ پڻ ڪنهن الله واري جي صحبت ۾ قرآن شريف پڙهيائين. سندس موٽي اچڻ ڪان پوءِ سامي نجانند (ديوچندر عمرڪوٽي) 74 ورهين جي عمر ۾ سنه 1655ع (5 - سيپٽمبر) ۾ ڄام نگر ۾ گذاري ويو، جتي سندس ياد ۾ 'ڪيجرا' مندر قائم ٿيو. ان وقت مهرراج جي عمر 37 سال هئي. پنهنجي گرو جي گذارڻ ڪان پوءِ مهرراج پنهنجي ذٽي سان لنؤ لائي فقيري جي راهه ورتي ۽ پنهنجي گرو جو آستان وسايائين، ۽ پاڻ ''پراڻناٿ'' جو لقب سان مشهور ٿيو. سنڌ ۾ ٺٽي طرف سندس اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. سنه 68 - 1766ع ۾ جڏهن آيو ته ڏهه مهينا سانده ٺٽي ۾ رهي پيو، جتي پائي لال داس سندس چيلو ٿيو، جنهن پوءِ سندس حياتي جو احوال لکيو. سامي پراڻنٿا (مهر راج) 29 - جون 1694ع ۾ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. سنت پراڻناٿ ذٽي تعاليٰ جي هيڪڙائي جو قائل موحّد درويش هو. هن پنهنجي پويان ڪَوِتا (شاعري) جو هڪ وڏو ذخيرو ڇڏيو، جيڪو شهر ڄام نگر ۾ هن وقت تائين محفوظ ۽ موجود آهي. هن درويش 18758 سلوڪ چيا، جيڪي گجراتي، سنڌي، هندي ۽ هندوستاني ۾ رچيل آهن. هندي هڪ وڏو ڪتاب 'قيامت نامو' لکيائين، جنهن جو تت عربي ۾ ڪيائين.

اهو عربي ٻولي (مگر هندي صورتخطي) ۾ تصنيف ڪيل ’قيامت نامو‘ پڻ موجود آهي. ستر ورهين جي ڄمار ۾ سنه 89- 1688ع ۾ هن ”سنڌي واڻي“ چئي جنهن ۾ 584 بيت ۽ 16 چوپايون شامل آهن. ڪاٺياواڙ ۾ سنڌي شعر جو ايڏو وڏو ذخيرو، انهيءَ دور ۾ سنڌي ساهت ۽ ثقافت جي وسيع دائري جو هڪ نمايان نشان يادگار آهي.

’سنڌي واڻي‘ جيڪا ڇپجي شايع ٿي چڪي آهي (1) تنهن شامل ڪلام جي سٽاء ۽ ٻولي ان ظاهر آهي ته بيشڪ اهو ان دور جو چيل آهي. اهو پڻ ظاهر آهي ته پراڻناٿ پنهنجي ’سنڌي - واڻي‘ صاف صوفياتي رنگ ۾ رچي آهي. هيٺ ڏنل بيتن جو مرڪزي موضوع روحن جو پنهنجي رب کان جدا ٿيڻ بعد ڏک ۽ فراق، پنهنجي ڪوتاهين جو اقرار، ۽ ڌڻي کان سندس رحم ۽ ٻاجهه جي گهر آهي. ’سنڌي واڻي‘ وارا بيت سنڌي ٻولي جي نج ’ڪڇي محاوري‘ ۾ رچيل آهن ۽ ڪڇي لهجي مطابق ئي ڏنل آهن؛ پر لکيل ديونگاري صورتخطي ۾ اهن ۽ ڪن جاين تي (ديوناگري صورتخطي سببان يا خود لکندڙ جي پنهجي لکڻي سببان) ڪي لفظ ڪٿي پورا صحيح لکيل نه آهن، مثلاً ’ٿ‘ جي اُچار کي ’تٿ‘ ڪري لکيو ويو آهي، جيئن ته ’اتٿڻ‘ يا ’متٿي‘، جيتوڻيڪ ڪچي

لهجي موجب پڙ انهن لفظن جو اُچار ’اٿڻ‘ يا ’اٿيڻ‘ ۽ ’مٿي‘ آهي. اهڙيءَ طرح ’ک‘ کي ’ڪي‘ ڪري لکيو ويو آهي. ڪن جاين تي ڪي ساڳيا لفظ جدا جدا صورتن ۾ لکيا ويا آهن، جيئن ته ’چوئان‘، ’چُئان‘ ۽ ’چُوان‘ ’ڏنيون‘ ۽ ’انئين‘ ۽ ’انئي‘؛ ’عرش‘ ۽ ’عرس‘؛ ’رمان‘؛ ۽ ’ڦرمان‘.

’سنڌي واٽي‘مان ڏهه بيت (1) اصل پڙهٽي مطابق مگر ضروري درستين سان هيٺ ڏجن ٿا. ته جيئن ان دور جي ڪڇ واريسنڌي ٻولي جو صحيح اندازو ٿي سگهي. ڪيل درستين کي هيٺ حاشيي ۾ نروار ڪيو ويو آهي.

سڌي ٻولي جي ڪڇي لهجي مطابق بيتن جي اصل صورتخطي.

آخَرَ ويَرا اُٿَڻَ جِي، آنئِين رُوحين چَڏِيجا راڻَدَ
اُٿي وِچَّ عَرشَ جي، ڪوڏَ ڪَري، مِڙوُون
ڪانْڏ (1)

---

ڪٿِي مُو هِجي رُوحَ جا، هانْٽي چُموئان ڪِين ڪَري
رُوح کي ڏِنو پَر ڏيهڙو، چئو سو دِل ڏَري (2)

---

مُون مَنُگِي آن ڏيڪار ئِي، ڪَرِئان گالَ ڪيئي
هانْٽي چورائئين ته چُوئان ٿِي، گالَ گَري ٿِي

# پيئي (3)

---

[(1)]. اصل عبارت: في كنايات لغة يكون مكم كنايات العربية.... ان لفظ چهڏي في لسان اهل السند كناية لاصريح... و لهذا نظائر كثيرة في اللسان السندية“.

[(1)]. اصل صورتخطي: ”توکي طلاقن پهڻو کيئم“.

[(1)]. اصل الفاظ هن طرح آجن: ”از تقرير مرحوم احمد و تحرير مرحوم ضياء الدين مفهوم شد که مراد از ’سو کند شرع‘ طلاق بائن و از ’چڏي‘ نزد علماء دربيله همين مراد است و نزد علماء تته طلاق صريح - و الله تعاليٰ اعلم - حرره الفقير حامد“

[(1)]. اصل عبارت: ”لوقان الزوج بالغة السندية ’مونکي ٿي طلاقون جيهي کم ڪريان‘ ثم فعل ذالڪ الفعل لم يقع الطلاق لانه لم يضف الطلاق اليٰ الامراة“.

[(1)]. مصحف چکندو = ڪلام پاڪ ساڙيندو؛ ڪِ = يا، مون تي = منهنجي مٿان - منهنجي خلاف؛ مون پٺيان = منهنجي پويان منهنجي خلاف؛ استغفار = بخشس لاءِ دعا؛ ’12‘ جي عدد مان مراد ته اصل عبارت اتي ختم ٿي يا پوري ٿي.

[(2)]. اصل ۾ هيڪڙو بدران ’هيکرو‘. ٻيم = ٻئي ۾، ڏآرندر = ڏياريندڙ، دوزخم = دوزخ ۾، ٿي قسم = ٽئين قسم.

[(1)]. ’بياض هاشمي‘ (راقم جي ڪتبخاني جو قلمي نسخو).

[(1)]. اصل عبارت: ”لئن لفظ ’انهم‘ في لسان السندية مشترک بين اسم الاشاره والضمير و اسم الاشارة اخذفيہ الذت مع الوصف“ (سنڌ يونيورسٽي ڪتبخاني وارو بياض).

[(1)]. شيخ فريد بکري: ’ذخيرة الخوانين‘ پاڪستان هسٽاريڪل سوسائٽي ڪراچي، 1961ع، جلد - 1، ص 201، ”شعر زبان سندي از قسم کافي بہ کمال فصاحت گفت و قبوليت داشت“.

[(2)]. ”گلزار ابرار“ جو اردو ترجمو ”اذڪار الابرار“ مطبوع آگره 1936ع. اردو ترجمي جا الفاظ هي آهن: ”کافي سندهه کلاّ مقبول راگون مين سلاّ هلاّ“ (ص 443).

[(1)]. ”و آنچہ درسند گوبند ’کافي‘ نام بود درو بسا افسون مهر و محبت“ [آئين اڪبري، تصحيح ايچ. بلخمن، مطبوع ڪلڪته 1877ع، جلد 3، ص 124]

[*]. اصل الفاظ: ”سوچي پتر پوٿي دا تتڪرا را گان ڪا سمت 1661 متي پادو ودي ايڪم پوٿي لک پهچئي“ - يعني ته سنبت 1661 جي ٻدري واري مهيني ۾ پوٿي لکجي پوري ٿي.

[(1)]. ساکي نمبر 166 ۾ چاڻايل آهي ته: ”پوءِ گرونانڪ شڪارپور جي سرزمين ۾ آيو. اتي نور نشتر (؟) نالي ڪاسائي ٻڪريون پئي چاريون، تنهن کي دعا ڪيائين. دائود نالي هڪ شخص هڪ غاليچو اُٽي کڻي آيو. جنهن کي گرو چيو ته: ڪٿي جي ٻچن مٿان وجهه جو سيءُ ٿا مرن، ۽ پڻ انهن کي ڪٿي ۾ مليدو کاراءِ ته تنهنجي آس پوري ٿئي. دائود جي آس هئي ته: ’منهنجي گهر اولاد گهڻو ٿئي ۽ آءٌ سکي ٿيان‘. گرو چيس ته ساڌن جي خدمت ڪندو رهج.“

[سب تون ودي جنم ساکي سمت نانڪ شاهي 470 ڀهائي ٻالڪا والي“،بڪرمي 1996، جي - ايس - ست سنگهه ائنڊ سنز، تاجران ڪتب، چوڪ متي لاهور، بارسويم (1939ع).]

(2). ڏسو اسان جو ڪتاب ”سنڌي موسيقي جي مختصر تاريخ“، مطبوع شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاه حيدرآباد، 8 - 19ع، ص ص 66 - 93.

(3). ايضاً.

(1). اسان پهريائين اهو متن فارسي - اردو خط ۾ ’آد گرنٿ‘ جي ڇاپيل متن (سنگهه برادرس جو ڇپايل، بازار مائي سيور، امرتسر) ۾ مطالعو ڪيو. ان بعد 1964ع ۾، چانڊي ڳڙهه يونيورسٽي، جو ڀائي هرنام سنگهه ’شان‘ راقم سان لنڊن ۾ مليو ۽ ’سسئي - پنهون‘ بابت سندس ڊاڪٽري جي مقالي لاءِ ڪي ڏينهن لاڳيتا معلومات حاصل ڪيائين. ان عرصي ۾ ”آد گرنٿ“ جي ’گرمکي متن‘ (وڏي تختي ۾ چوڏهن سؤ ٽيهن صفحن وارو ”آد سري گرو گرنٿ صاحب جي“، سنه 1892 وارو لاهوري ڇاپو) مان هن ”ڪافي“ توڙي هيٺ ايندڙ ٻين نظمن جي اُچارن ۽ معنيٰ بابت ڪانئس تصديق ڪئي وئي، جيتوڻيڪ ڪن معنائن بابت اجان تائين پورو اطمينان نه ٿيو آهي. هي ’ڪافي‘ آدگرنٿ جي 1014 - 1015 صفحن تي ڏنل آهي.

(1). پهريون انگ ’پوڙي‘ جو عدد ڏيکاري ٿو ۽ ڏنگين وارو انگ ’سلوڪ‘ جو.

*. 2 (2) معنيٰ ته ’ٻي پوڙي جو ٻيو نمبر سلوڪ‘.

**. ’پيکڻَ معنيٰ ڏسڻ ۽ ’پيک‘ معنيٰ ديدار يا ملاقات. سنڌ ۾ آڳاٽي وقت کان استعمال ٿيندڙ هئا، جيئن شاعر اميد علي شاهه جي هيٺين بيت (شاهه عنايت جو ڪلام، سر ڏناسري، فصل 5، بيت 2/ب) مان ظاهر آهي:

آهيداٽي اُجرو، سنڌ ۾ سونهي شيخ
اسانهنجو اميد علي چئي آهي پر سان پيک
وجيو ڏهاڙي ڏيک، ڪؤنريجي قتال کي.

* آد گرنٿ: راڳ ماروڪي وار، محلہ5: ٻڪني محلہ 5“ ص 1094

(1) هي ڪتابڙو ڀائي لاڀ سنگهه ائنڊسنس، وزير هند پريس امرتسر مان ڇپائي پڌرو ڪيو اسان اهو ڪتابڙو پنهنجي دوست محترم عين الحق فريد ڪوٽي وٽ لاهور ۾ تاريخ 27- جولاءِ سنه 1978ع تي ڏٺو، جنهن چيو ته هن اهي سلوڪ ان ڪتاب تان ورتا آهن، چئي نٿو سگهجي ته اهي آد گرنٿ واري متن ۾ ائين ڏنل آهن يا انهن جي ڪا ٻي پڙهٽي به ٿي سگهي ٿي، ’جنم ساکي‘ ۾ پڻ انهي قسم جو ڪلام ڏنل آهي، پر اهو ’آد گرنٿ‘ ۾ موجود ناهي.

(1). 1938 - 1941ع واري چئن سالن جي عرصي ۾ بي - اي جي تعليم لاءِ جهونا ڳڙه ۾ رهڻ ٿيو ۽ انهيءَ عرصي ۾ ڪيترائي اهڙا لفظ معلوم ٿيا، جيڪي سنڌي توڙي گجراتي ۾ ساڳيا هئا. پڻ ڏسو ”لغات گجري“ تصنيف نجيب اشرف ندوي، ادبي پبلشرز بمبئي، 1962ع.

*. پراڻناٿ بابت احوال، دهلي جي داناء اديب سرڳواسي جئرامداس دولت رام کان خطن ذريعي مليل احوال ۽ سندس هڪ ڇپيل مضمون ”16 - 17 صدي جو سنڌي سنت ڪوي“ (جيڪو پارت ۾ پهريائين اخبار ”هند واسي“ تاريخ 4- جولاءِ 1965ع ۾ ڇپيو ۽ پوءِ هڪ جدا ڪتابڙي جي صورت ۾

شايع ٿيو) تان ورتو ويو، ۽ پڻ پوءِ راقم جي دهلي واري دوري (آخر جون 1979ع) وقت ”پراڻناٿ پرچار مرڪز“ مان هٿ ڪيو ويو.

[(1)].”سري مهامتي پراڻناٿ پرڻيت، سنڌي واڻي (معنيٰ سميت)“: شريسندر داس جي دوران لکيل ۽ مول نسخي جي آڌار تي ترجمو ڪيل. ايڊيٽر شري ماتا بدرجا يشوال، ريڊر هندي ڀاڱ الله آباد يونيورسٽي؛ ڇپائيندڙ ”شري پراڻناٿ پرڪاش“ شري ڪرشن پرڻامي مندر ’شڪتي نگر‘ دهلي. هن ۾ جملي 584 بيت ۽ 16 چوپايون شامل آهن.

[(1)]. سرڳواسي جٺرامداس دولت رام مهرباني ڪري ’سنڌي واڻي‘ جا پهريان ويهه بيت هيري ٺڪر هٿان ديوناگري مان عربي صورتخطي ۾ لکائي موڪليا، جن مان هيٺ ڏنل بيتن جا نمبر هي آهن:1، 2، 7، 8، 9، 15، 16، 18، 19 ۽ 20.

[(1)]. اصل. اٺڻ (اٺڻ)، اٺي (اٺي)، ۽ ’عرس‘ (عرش).

[(2)]. اصل ۾ ’روح ڪي ڏنيون‘.

[(3)]. اصل ۾ ’چورائي ته چوان ٿي‘. هت ’ٿ‘ کي ’ٿ‘ جي اُچار سان ئي لکيو ويو آهي.

تَرَ سائين ته تَرسان مُون کي مُون مَنجهان ڪِي نِه سِريو
سَپَ ڳاليُون آن جي هَٿَ ۾، جاڻي تِينئه ڪريو [(4)]

---

سِکائين ته سِکان، مُون ۾ سکڻ نِه ڪين

رُو هوندِس تيهي حال ۾، آنئِين رَڪندا جِين (5)

---

هِئين چَڙهائِئين تون ته سَڀَ سُڪَ هيئون جهَلي
جي سُڪَ ڏئين مِيهيرَ ڪَري ته ٻِيئو ڪيرُ پَلي (6)

---

ٿُون رَسائين ته رَسَن، توکي پَسِن نيڻَ
ڪوڏُ ٿئي ڪَنَ کي، ٿُوهِجا سُڻَنِ مِنڙا ويڻ (7)

---

وِهاري وَٺَ اوڏڙي، مِٺي ڏِنو پِرَ ڏيهه
ڏِسان نَه سُلئِان گالِڙي ڪِي ڪَريئان چوئان
ڪيکيہ (8)

---

جي اَرواحِين عَرشَ جِيُون، سي سَڀَ مون ڏان
نِهارين
اَئُون پَسان آنءَ ڏُون، هي بِينئُون جَرَ هارِينِ (9)

---

تو لِکيو فَرمانَ ۾، مُون عَرش دِلي مومِنِ
سي سُڻِي ويڻَ فَرمانَ جا، مُول جِي جهَلِي دِلِ
رُوحَن (10)

لاڙ جي سنڌي لهجي مطابق ساڳِيا بيت هينئين‌ءَ طرح پرهيا، جيتوڻيڪ ’ويرا‘، ’چُوئان‘، ’ڏيکارئي‘، ’روهوندس‘ ۽ ’ميهير‘ وارا اُچار پڻ هينئين لاڙ ۾

اجان تائين رائج آهن. ٻئي طرف ائين (اوهين) ۽ آن (اوهان) ’مٿئين لاڙ‘ واري پاڳي ۾ وڌيڪ رائج آهن. ’چڏيجا‘ يا ’چڏجائو‘ هالن واري تر ۾ وڌيڪ ڳالهائجن. مَنگي (گهري)، هي (هِي) ۽ ’ارواحين‘ (ارواحون) انهن ٽنهي لفظن جا اچار اُتر جي سِري واري ٻولي ۾ وڌيڪ عام آهن، جيتوڻيڪ ’ارواحِين‘ اُچار ڪوهستان ۽ ٻيلي جي ٻولي ۾ پڻ موجود آهن.

آخِرَ ويَر اٿڻ جِي، آئين روحَ چڏيجا راندِ
اٿِي وچ عرش جي، ڪوڏ ڪري مِلون ڪانڌِ.

---

ڏٺي منهنجي روحَ جا، هاڻي چوان ڪيئن ڪَري
روحَ کي ڏنِوَ پر ڏيهڙو، چئو سو دل ڏري.

---

مون منگي آن ڏيکارِي، نه ڪريان ڳالهه ڪيهي
هاڻي چوَرائئين تهچوان ٿي، ڳالهه ڳري ٿي پيئي.

---

ترسائين ته ترسان، مون کي مون منجهان ڪِي نه سريو
سپ ڳالهيون آن جي هٿ ۾، جاڻي تيئن ڪريو.

---

سيڪارئين ته سِڪان، مون م سگڻ نه ڪيٽن
رَهندس تيهي حال ۾، آئِين رکندا جيئن

---

هِينئين چڙهيائئين تون، ته سپ سُک هِينئون جهَلي
جي سُک ڏئين مِهرَ ڪري ته ٻئو ڪير پلي

---

تون رَسائين ته رَسَنِ، توکي پَسنِ نيڻ
ڪوڏَ ٿئي ڪَنن کي، تنهنجا سُڻن منڙا ويڻَ

---

ويهاري وَٽِ اوڏڙِي، مٺي ڏِنوَ پرڏيهه
ڏسان نه سُئان ڳالهڙي، ڪيئن ڪريان چوان ڪنهن
کي

---

جي ارواحين عرش جيون، سي سپ مون ڏانهہ
نهارين
آئون پسان آن، ڏونهہ هي بيٺيون جَرَ هارين

---

تو لکيو فرمان ۾، مون عرشُ دِلِ مومنن
سي سڻي ويڻ فرمان جا، منهنجي جهلي دِل روحن

سنڌي ٻولي ۽ ثقافت جو راجسٿاني پرڳڻن تائين پهچڻ
سنڌ جون اُپرندي ۽ ڏکڻ - اپرندي واريون سرحدون صدين کان وٺي راجسٿاني پرڳڻن جي سرحدن سان مليل رهيون آهن. عرب حڪومت واري دور ۾

ڪنهن عرصي تائين اهي پرڳڻا سنڌ جي حڪومت سان لاڳو هئا: يعني جيسلمير، ٻاهڙ مير ڪان وٺي هيٺ مارواڙ جي مرڪزي شهر پيلمان تائين سنڌ جي ثقافت جو اثر پيو. طبعي لحاظ سان پڻ سنڌ جي اُپرندين ۽ ڏکڻ - اُپرندين پاڳن توڙي پاڙيسري راجسٿاني پرڳڻن جون حالتون هڪ جهڙيون هيون، جنهنڪري ماڻهن جي ڌنڌي، پيشي ۽ رهڻي ڪهڻي ۾ هڪ جهڙائي رهي. سنڌ جون قومون ۽ قبيلا انهن پاڳن ۾ وڃي آباد ٿيا ته راجسٿاني جي ٺَڪرن سوڍن ۽ ڀَٽين اچي سنڌ کي وسايو. ٻنهي طرفن جي قومن ۽ قبيلن جي جتي پاڻ ۾ گهاٽي لهه - وچڙتي، اتي سنڌي ۽ راجسٿاني ٻولي جي ميلاپ سان هڪ نئين ٻولي کي جنم مليو، جنهن کي هن وقت اسان 'ڍاٽڪي' سڏيون ٿا. ٻنهي طرفن جي قومن جي آڳاٽي گڏجاڻي جو مکيه مرڪز سنڌ سان شامل اها اراضي هئي جنهن کي 'ڪاوڙ' سڏجي ٿو. برسات ۾ هن اراضي ۾ جهجهو گاهه ٿيندو هو ۽ ڪنهن آڳاٽي دور کان وٺي راجسٿان طرف جا مالوندو ماڻهو پڻ سال بسال سانوڻي واري موسم ۾ مال ڪاهي اچي ڪاوڙ ۾ وهندا هئا. سنڌ ۾ ڪاوڙ جي وس ۽ سُڪار واريون يادگيريون دعائن سان ويندي هن دور تائين هلنديون آيون آهن:

ڍٽ وٺو، پٽ وٺو، وٺو ڪاوڙ ڪارو *

سک وسي ٿي سنڌڙي، پيرن جو پاڙو
قادر ڪامارو، والي تون وسائين.

ڪاوڙ طرف مالوندو ماڻهن جي انهيءَ تاريخي لڏ پلاڻ ۾ پاڻ ۾ گڏجڻ ۽ رهڻ مان ڪنهن سمي اتي نئين ’ڍاٽڪي ٻولي‘ وجود ۾ آئي، جيڪا هن وقت تائين ڪاؤڙ جي خاص ٻولي آهي؛ جيتوڻيڪ ’ڪَنٺي‘ ۾ پڻ رائج آهي. ’ڪاوڙ‘ وارو سنئو علائقو مٿاهون هو، انهيءَ ڪري ’پَٽ‘ (= هيٺاهون) جي ڀيٽ ۾ ان کي ’ڍَٽ‘ سڏيائون. پر اهو ان ڀاڱي جو صفاتي نالو هو؛ اصل نالو ڪاوڙ ئي هو، جيڪو اڳاٽي وقت کان وٺي ويندي ٽالپورن جي دور تائين سنڌ ۾ شامل هو (1). ورهاڱي واري وقت تائين هن پرڳڻي ۾ جيڪي مکيه وڏا قبيلا آباد هئا: (هدن مان) سوڍا ٺڪر، (مسلمانن مان) سميجا، راهوما، نهڙيا، سنگراسي (مسلمان)، ڏوهٽ (مسلمان) ۽ ڪي ٻيا. ’ڍاٽڪي ٻولي‘ جو بنيادي ڍانچو سنڌ ئي آهي، پر ان جي لباس ۾ راجسٿاني رنگ پريل آهي. ’ڍاٽڪي ٻولي‘ آڳاٽي وقت کان وٺي سنڌ ۽ راجسٿان جي ثقافتن کي ڳنڍيندڙ وچين ڪڙي آهي. ڪي راجسٿاني پهاڪا، دانائي جا گفتا، ۽ عوامي افسانا ڍول - مارئي وغيره ڍاٽڪي ذريعي سنڌ ۾ رائج ٿيا: ٻئي طرف سنڌ جا مثال ۽ پهاڪا، داستان ۽ افسانا، بلڪ بيت ۽ شعر راجسٿان

طرف رائج ٿيا. راجسٿان واري پاڳي ۾ آباد سنڌ جي قومن ۽ قبيلن سنڌي ٻولي کي ان طرف مشهور ڪيو. سنڌ جي ولين ۽ درويشن جي ڪلام جو راجسٿاني ٻاڳن جي انهن فقيرن پڳتن تي اثر پيو جيڪي جوڳ ۽ ڀڳتي عقيدن جا ٻوئلڳ ۽ ڏٽي جي هيڪڙائي کي مڃيندڙ ۽ موحد هئا. خاص طرح سنڌ جي وڏي عالم، عارف ۽ صوفي قادن (1465 - 1551ع) جي ڪلام جو، راجسٿان جي درويش دادو ديال (1544 - 1603ع) تي وڏو اثر پيو، ۽ دادو ديال نه فقط قاضي قادن جي بيتن کان متاثر ٿي پاڻ سنڌي بيت ۽ وايون چيون، پر سندس پوئلڳ پڳتن ۽ فقيرن قاضي قادن جي بيتن کي راجسٿان توڙي راجسٿان کان ٻاهر تائين مشهور ڪري ڇڏيو.

دادو ديال جو سنڌي ڪلام. مٿي اسان بيان ڪري آيا آهيون ته قاضي قادن جا بيت سنڌ ۾ توڙي سنڌ کان ٻاهر هند ۾ مشهور ٿيا ۽ انهن ۾ سمايل ڏٽي جي هيڪڙائي، انساني اخلاق جي بلندي، سچي صحبت ۽ سچائي جي سبقن جو وڏو اثر ٿيو. قاضي قادن جي انهن بي نظير بيتن کي سنڌ ۾ خاص طرح مبين شاهه ڪريم، راجسٿان ۾ دادو ديال ۽ اوپر هندوستان ۾ برهانپور طرف اتي رهندڙ سنڌي بزرگن مشهور ڪيو.

دادو بابت ’دبستان مذاهب‘ جي مصنف لکيو آهي ته هو هڪ ’نِداف‘ يعني پڃاري جي گهر ۾ ڄائو. عام روايت موجب هو احمد آباد ۾ وڏي وڏو ٿيو. سندس اصل نالو دائود يار هو، ۽ سامپر جي درويش شيخ ٻُڍڻ صوفي جي دعا سان پاڻ به صاف دل صوفي ٿي پيو. جئن پوءِ تئن گهڻا هندو فقير ۽ سنت سندس مڃتا ۾ آيا ۽ اهي کيس پنهنجي ويساهه مطابق هندو سمجهڻ لڳا. مسلمان مريد به سندس دائري ۾ داخل هئا ۽ بنگال ۾ مسلمان به کيس مڃيندا آهن. دادو جي مريدن ۾ رجب پٺاڻ هڪ وڏو درويش هو جنهن جا بيت مشهور آهن. ميون شاهه ڪريم (1538 - 1623ع) ۽ دادو ديال (1544 - 1602ع) همعصر هئا. ان دور ۾ سنڌ کان ٻاهر ڪي ٻيا درويش جهڙوڪ قاضي قادن محمود (گجرات)، احمد، ڪالُو، هَلُو، سمن ۽ ٻيا (1) پڻ انهيءَ رنگ ۾ رتل هئا. انهن درويشن جا چيل دوها ۽ بيت سنڌ ۾ پڻ مقبول پيا ۽ شاهه عبداللطيف جي دور تائين مشهور رهيا: اهي شاهه صاحب پاڻ پڙهيا يا سنسد آڏو پڙهيا ويا جو پوءِ رسلي جي سر ’ويراڳ هندي‘ هيٺ پڻ لکيا ويا.هن سُرِ هيٺ دادو ديال، سمن ۽ ڪالُو جا دوها سندن نالن سان ڏنل آهن. اسان احمد جا هندي - آميز دوها ۽ درويش دادو جا ڪي سنڌي بيت آڳاٿو ٻڌا پر ان وقت اهو ويساهه ئي نٿي ٿيو ته

ڪو دادو ديال سنڌي ۾ پڻ بيت چيا هوندا. دادو ديال پنهنجي وقت جو وڏو ڀڳت ۽ درويش ڪَوِي هو ۽ گهڻو شعر چيائين جيڪو سندس چيلن جا بجا مشهور ڪري ڇڏيو؛ پر انهيءَ ۾ به ڪو شڪ ڪونهي ته ڪانئس پوءِ ٻين پڻ سندس نالي سان دوها ٺاهي مشهور ڪري ڇڏيا. سندس اصل صحيح ڪلام کي فقط سندس دوهن جي سٽاء ۽ سندس اسلوب بيان مان ئي ڪنهن حد تائين پرکي سگهجي ٿو. سنڌ ۾ مشهور دادو جا بيت اڪثر سندس نالي سان ئي شروع ٿين ٿا. مثلاً 'شاه جي رسالي' جي ''سر ويراڳ هندي'' هيٺ ڏنل سندس هيٺيان بيت ته:

دادو دعويٰ ڇوڙ دي، بن دعويٰ دِن ڪَٽ
ڪِتني سودي ڪر گئي، اس پاساري ڪي هٽ

---

دادو! دعويٰ ڇوڙ دي، تو هووي خير ڪا خير
نا ڪِسي ڪِي دوستي، نا ڪِسِي ڪا بير

دادو ديال تي قاضي قادن جي ڪلام جو وڏو اثر هو. ائين پائنجي ٿو ته قاضي قادن ئي دادو ديال جو روحاني رهبر هو. قاضي قادن جيتوڻيڪ اڳ ئي گذريو، مگر سندس بي بها بيتن ئي دادو ديال کي ذٽي جي هيڪڙائي ڏانهن وڌيڪ مائل ڪيو ۽ هن فقيري ۽ درويشي اختيار ڪئي. انهيءَ ڪري هن پنهنجي

ڪلام قاضي قادن جي بيتن کان متاثر ٿي چيو. دادو ديال جا دوها ۽ ٻيو ڪلام سنڌ ۾(ٽيهه چاليهه سال اڳ) ۽ ان کان وڌيڪ راجسٿان طرف گهڻو هلندڙ هو. ڪن ڪتابن ۾ پڻ سندس ڪلام قلمبند ٿي چڪو آهي (1) ۽ تازو هندوستان جي هرياڻا صوبي جي ڳوٺ راٽيلا ۾ دادو پنٿي پڳت هريداس جي قائم ڪيل مَٺَ (مڙهِي يا اوتارو) مان 69 ڪن فقيرن ۽ درويشن جو ڪلام دستخط صورت ۾ مليو آهي، جنهن ۾ قاضي قادن، دادو ديال ۽ ٻين جو ڪلام جدا جدا عنوانن هيٺ لکيل آهي. قاضي قادن جي ڪلام واري باب هيٺ پڻ ڪي بيت دادو ديال ۽ ٻين شاعرن درويشن جا شامل آهن. جن مان ظاهر آهي ته هن قاضي قادن جي بيتن کان متاثر ٿي بيت چيا. قاضي قادن جو بيت هو ته:

اکيون آڪاساه، فَوجُون ڪَري اُلَٿِيُون
سوڙهِي ڳِلِي منجهاه، سوجهي پِري لهندِيوُن

درويش دادو بيت چيو ته:

دادو! اکيون پسڻ ڪي پِرِي، اُلَٿِيان منجهه
جتي بيٺو ما پِري نِهاريندو هنجهه (2).

هن باب هيٺ ٻيا به ڪي بيت غالباً دادو ديال جا آهن جن تي اسان اڳتي هلي روشني وجهنداسون (3). دادو ديال غالباً سنڌ ۾ ڳچ وقت رهيو ۽ڪيس سنڌي ٻولي جي چڱي چاڻ هئي. هن راجسٿان هندي ٻولين ۾ گهڻو

ڪلام چيو پر سنڌي ۾ به ڪافي بيت چيائين. جيئن ته هو گهڻي ڪلام وارو ۽ گهڻي پَٽِ وارو مشهور شاعر ۽ درويش ٿي گذريو، انهيءَ ڪري ٻين مشهور شاعرن وانگر سندس ڪلام ۾ پڻ پوءِ ٻيو ٻاهريون ڪلام گڏجي ويو: يعني ته ڪانئس پوءِ ٻين سندس نالو وجهي، دوها، بيت، بلڪ سنڌي وايون سدنس نالي سان هُلائي ڇڏيون (1). دادو ديال جا ڪجهه بيت هيٺ ڏجن ٿا:

دادو! جهاتي پائي پس پري، هاڻي لاءِ مَ وير
ستَ سپوئي هليو، پوءِ پسندوُن ڪير.

---

دادو! غافل ڇو وتين، منجهين رب نهار
منجهيئي پِي پاڻ جو، منجهيئي ويچار.

---

دادو! غافل ڇو وتين، آهي منجهه اَللہ
پِري پاڻ جو پاڻ سين، لهي سپوئي ساء.

---

دادو! جِين تيل تِلن ۾، جِين ڳنڌ ڦُلن
جِين مکڻ کير ۾، تِين رب رهن.

بهرحال سنڌ جي صوفي بزرگن جي برڪت سان، سنڌ کان ٻاهر جي درويشن تي سندن اثر پيو، ايتري قدر جو ڪن ٻاهرين ڀڳتن ۽ درويشن سنڌي ٻولي جا

الفاظ ۽ فقرا پنهنجي ڪلام ۾ آندا، ۽ ڪن درويشن دادو ديال وانگر سنڌي ٻولي جي چڱي ڄاڻ حاصل ڪئي ۽ ان ۾ ڪلام چيو. دادو ديال جي سنڌي ڪلام سان، سنڌي ٻولي ۽ ان جو ادب ۽ ثقافت، خاص طرح راجسٿاني علائقن تائين پهتا ۽ مشهور ٿيا.

ٻولي جي روايتي ادب جي ذخيري جو اضافو

اسان مٿي بيان ڪري آيا آهيون ته سومرن جي دور ۾ سنڌي ٻولي جي قصن ڪهاڻين واري ادبي روايت جو بنياد مضبوط ٿيو. سمن جي طور ۾، فقط نوري ۽ ڄام تماچي جي نئين عشقيہ داستان جو اضافو ٿيو؛ مگر ان سان گڏ سورهين، سخين ۽ عاشقن جي ننڍين وڏين ڳالهين کي نئين سر کنيو ويو ۽ ڳالهين ڳائڻ ۽ قصه خواني جي فن کي اوج تي پهچايو ويو. اها ادبي ۽ فني روايت پنهنجي جاذبيت ۽ عام مقبوليت سبباں سمن کان پواءِ واري دور ۾ پڻ هلندي آئي. ’ڳالهين ڳائڻ‘ جي فن جي ترقي سان ڪي نيون ڳالهيون ۽ نوان داستان هن دور ۾ اُسريا ۽ ٻيا ڪي اڳيان داستان وڌيڪ مشهور ٿيا. انهن مان ’همون ۽ دولهه دريا خان‘ ۽ بوبنا ۽ جراڙ’ جا عشقيه داستان ۽ ’ٻداماڻي پُنري‘ جي سورهيائي جو ڪارنامو خاص اهيمت رکن ٿا.

دولهه دريا خان ۽ همون رانوڙ. روايتي طور هي داستان پنهنجي ٺاڻن ۽ اهڃاڻن سان ڄام نظام الدين جي داناء ۽ سورهيه سپہ سالار دريا خان جي شخصيت تائين پهچي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته دريا خان رانوڙ قبيلي مان همون نالي حسين چوڪريءَ سان وڏي ڌام ڌوم سان شادي ڪئي هجي، ۽ دريا خان جي حياتي واري دور ۾ ئي اها شادي مشهور ٿي وئي هجي. پر سنه 927 هه (1520ع) ۾ جڏهن دريا خان ارغونن جي لشڪر سان وڏي بهادري سان مقابلو ڪندي شهيد ٿيو، ته هر جاءِ سندس هاڪ هُلي وئي ۽ هو هنڌين ماڳين مشهور ٿي ويو. سندس شهادت کان پوءِ سندس ذاتي گُڻن ڳالهين ۽ سندس اعليٰ ڪارنامن کي بيان ڪيو ويو؛ تان جو وقت گذرڻ سان اهي افسانا بنجي ويا. (1)

دريا خان جي همون سان شادي واري ڳالهه ته خاص طرح عوام ۾ هڪ دلي پذير داستان جي صورت ۾ ٿيڻ ۽ ڳاهن سان ڳائجڻ لڳي (1). مثلاً

گابَرُ! گابا ڏبرا تنهنجا هِڏي سائي گاه
ڪَ چُوڙيلن چوئيا، ڪَ مُئي اٺن ماء!
نڪي چوڙيلين چوئيا، نڪي مئي اٺن ماء
سي ڪيئن مڇن مچ ڪري جن ڄام ندي جو ڏاء.

موکي ۽ متارا. موکي ۽ متارن جي داستان ۾ قديم ايران جي مُغن ميخانن واري ماحول جو تخيل سمايل آهي (2). هي ڳالهه ڪنهن آڳاٽي وقت کان وٺي سنڌ ۾ هلندڙ هئي، پر ميخاني جي ماحول ۽ متارن جي نفسياتي ڪيفيت واري ڳوڙهي سٽاء سبان هي ڳالهه عوام ۾ ايترو گهڻو مشهور ڪانه ٿي. ارغون - ترخان - مغليه دور ۾ فارسي شاعري جي عروج ۽ اوج سببان مئي ۽ ميخاني، پير - مغان ۽ سقي، بُطِي ۽ پيالي، مئي نوشي ۽ مدهوشي جا موضوع وڏيڪ چمڪيا. هن موضوع جي وڌندڙ مقبوليت جي مدنظر 'سنڌي اعليٰ شاعري' ۾ پڻ هيءُ موضوع معنوي صورت ۾ رائج ٿيو. ان جي پهرين شاهدي هن دور جي ڪامل درويش ۽ وڏي شاعر ميين شاهه ڪريم (وفات 1032هه/1623ع) جي ٻڌايل هيٺئين بيت ۾ ملي ٿي، جنهن مان اهو اندازو ٿئي ٿو ته هيءُ داستان هن دور ۾ مشهور ٿيو:

متارڪا ڳپرو، گرٿ نه ٻڌن گوڏ
آيا اگڻ هوڏ، سِر ڏئو سرو پين.

بُوبنا ۽ جراڙ. هن قصي جي ڪردارن جي نالن جهڙوڪ نظام ۽ چام شهزادا، صالح يا سالم وزير، نادر پهلوان ۽ ترڪ بادشاهه مان ظاهر آهي ته هي قصو هن پوئين دور جو آهي. نظام جو پٽ جَراڙ هو،

۽ بوبنا وري مارڪ نالي ڏاهري سردار جي ڌيءَ هئي. سندن شادي وارو اهڃاڻ، يعني ترڪن ۽ سمن جي رشتيداري وارو اهڃاڻ، ارغون - ترخان - مغليه دور جو آهي، ۽ انهيءَ لحاظ سان اهو داستان هن دور ۾ ئي اُسريو (1) ۽ ان کي ڳاهن سان ڳايو ويو. مثلاً:

مارڪ ۽ جلال، ڪڏون ڪين ڪوٺيون
يا واڳون ٺيڪ لڳيون، يا ڳوري ڳلِ ٻانهون!

---

اکيون تنهنجيون ڪام ڪهيون، آهن بنا ڪات
سچ چوڙي جلاليا، ڪنهن سَرِ هئين رات؟

ٻداماڻي پنرو. ٻداماڻي پنرو سنڌ جي ’ڪاڇي‘ جو هڪ سورهيه سردار هو. سندس ڪوٽ تي ڪنهن ’مغل‘ ڪاه ڪئي. ان نالي مان گمان نڪري ٿو ته اها چڙهائي ارغون - ترخانن يا مغلن واري دور ۾ ٿي سگهي ٿي. انهيءَ لحاظ سان هيءُ داستان هن دور ۾ ئي اُسريو ۽ ڳاهن سان ڳايو ويو (1): مثلاً

ٻداماڻي پنرا، اڄ گهرجين آءُ
ماٺيجي ۽ ماء، ٻيئي وجن ٻانَ ۾.

پنري جواب ڏنو:

نڪي پنرو تو ڇائو، نڪي تو وٺ هوءِ
پوءِ ماٺيجي ميهڻو، ڇي لاءِ ڏنوءِ(2)

سنڌي شعر جي مستند تحريري ذخيري ۾ اضافو

هن دور ۾ سنڌي شعر جي تحريري ذخيري، يعني هن دور جي معلوم ۽ مشهور شاعرن جي چيل ۽ لکيت ۾ محفوظ ڪيل بيتن جي ذخيري ۾ وڏو واڌارو ٿيو. ميون شاهه عبدالڪريم نه فقط هن دور جو وڏو ولي ۽ شاعر هو، مگر هن دور توڙي ان کان اڳئين دور ۾ چيل سنڌي بيتن جو وڏو راوي هو. سندس ملفوظات ذريعي محفوظ ٿيل بيتن جو ذخيرو، جيڪو ان وقت جي لکيت ۾ موجود آهي، سو ان دور جي سنڌي ٻولي جو هڪ مستند دستاويز آهي. شاهه ڪريم جي بيتن تي اڳتي هلي تفصيلي روشني وجهنداسون. سنڌ کان ٻاهر پڻ هن دور ۾ دادو ديال ۽ پراڻناٿ پنٿ جهڙا فقير ۽ ساڌو هئا، جن ٻين ٻولين سان گڏ سنڌي ۾ پڻ پنهنجو منظوم ڪلام لکيت ۾ چڙهيو. سندس ذڪر هن کان اڳ ٿي چڪو آهي. سنڌ کان ٻاهرين روايت ذريعي پهتل سنڌي بيتن جي ذخيري کي اسان بعد ۾ بحث هيٺ آڻينداسون. هت اسان هن دور ۾ سنڌ جي انهن باقي شاعرن جو ذڪر ڪنداسون، جن جا نالا يا بيت سنڌ جي پڪي پختي ۽ مستند روايت ذريعي اسان تائين پهتا آهن. جيتوڻيڪ اهي سڀ بيت بالڪل معاصرانه لکيتن ۾ محفوظ ناهن جو انهن جي ٻولي جي سڃاڻ کي پوري طرح پرکي سگهجي، تنهن هوندي به مجموعي طور سان اهي سنڌ جي مستند روايتن ذريعي اسان

تائين پهتا آهن، ۽ انهيءَ ڪري موجوده متن جي اعتبار سان پڻ ان دور جي ٻولي، شاعري ۽ فڪر جو آئينو آهي.

راڃو ستيو دل. درويش راڃي ستيي دل بابت مير علي شير قانع تحفة الڪرام ۾ لکي ٿو ته جڏهن ڪيس ڪابه ڳالهه آڏو ايندي هئي ته: ”اُٿي بيهي سُر ۽ الحان سان ڪو سنڌي بيت پڙهندو هو ۽ جيڪي چوندو هو سو ٿيندو هو.“ هن درويش سنه 977 هه ۾ وفات ڪئي (1). جيڪڏهن وڏي عمر هئس ته پوءِ سندس ولادت ۽ بلوغت غالباً سمن جي دور ۾ ٿي هوندي؛ ۽ ٿي سگهي ٿو ته هيءُ بزرگ جيڪي بيت پڙهندو هو، تن مان ڪي سندس ننڍي هوندي جا ياد ڪيل ۽ سمن جي دور جا ئي هجن. البت تحفة الڪرام ۾ اهي بيت ڏنل ڪين آهن ۽ نڪي اڄ تائين ٻئي ڪنهن ماخذ ذريعي معلوم ٿي سگهيا آهن. هن دور جي ٻين شاعرن جا بيت البت لکيت ۾ موجود آهن.

مخدوم نوح رح. مخدوم صاحب پنهنجي ولايت جي اوائلي دور ۾ الاهي مُشاهدي بابت ائين ٻانيو ته چڻ هو ’ذات حق‘ کي پنهنجي اکين سان ڏسي ٿو سگهي. اهو ٻڌي مخدوم جعفر بوبڪائي هلي آيو ۽ اچي مخدوم صاحب کي ذهن نشين ڪرايائين ته الاهي مُشاهدن جو تعلق ظاهري اکين سان نه بلڪ اندر جي

اکين سان آهي. وڌيڪ سمجهائڻ خاطر مخدوم موصوف کي چيائين ته: اکيون بند ڪريو ۽ پوءِ توجهه ڪريو. مخدوم صاحب ائين ڪيو ته پاڻ اندروني توجهه سان وڌيڪ مشاهدو ٿيو ۽ مخدوم جعفر جي سچي حقيقت کي محسوس ڪيائون. پوءِ ٻين جي هدايت خاطر مثال ڏيئي چوندا هئا ته:

”نه آيو جعفر، ته نوح ٿيو ڪافر“

انهيءَ ساڳي حقيقت کي پنهنجي هيٺين بيت ۾ بيان ڪيائون ته:

اپٺيان ته انڌيون، پوريون پرين پسن
آهي اکڙين، عجب پر پسڻ جي.

پنهنجي زندگي جي غالباً پوئين دور ۾ مريدن ۽ معتقدن جي هدايت لاءِ مخدوم صاحب بعضي ڪي بيت چيا، جيئن ته:

ماڪَ نه پانيو ماڙهئا، پيئي جا پرڀات
روئي چڙهي رات، ڏسي ڏکوين کي (1).

مخدوم نوح رحه پنهنجي آخري بيماري واري وقت ۾ پڻ ڪي بيت چيا، جيڪي وڌيڪ مشهور آهن. پنهنجي بيماري کي مُهلڪ مرض ڄاڻندي، ۽ پڻ پنهنجن ڪن رفيقن ۽ پيارن جي جدائي محسوس ڪندي هيءُ بيت چيائين ته:

نه سي جوڳي جوءِ ۾، نه سا سَگهِي چانٺ

كاپڙين ڪنواٽ، وڏي ويل پلاٽيا (2).
پنهنجي هڪ پياري معتقد، ابابڪر لڪياري جي نالي پيغام طور بيت چيائين ته:

ابابڪر آءُ، سامي سفر هليا
تِهان پوءِ متا، سِڪيين سناسين ڪي (1).

اهو بيت جڏهن ابابڪر ٻڌو، تڏهن پنهنجي طرفان پيغام طور بيت چوائي موڪليائين ته:

اچان ٿو اچان، ڪجائو ڪا جَري جي جٿا
تهان پوءِ متا، سِڪان سناسين ڪي (1).

مخدوم نوح صاحب خميس ڏينهن تاريخ 7 ذوالقعده سنه 998 هه (1590ع) ۾ وفات ڪئي. انهيءَ لحاظ سان پويان ٿي بيت وفات واري آخري مهيني جا ٿي سگهن ٿا. پهريون بيت البت اڳ جو ۽ اندازاً 950 - 998 هه واري دور جو ٿي سگهي ٿو.

مِيين سيد علي ثاني شيرازي جو بيت. مٿي پير مراد شيرازي جي بيان هيٺ ذڪر ٿي چڪو آهي ته چام ندي جي عهد ۾ سيد علي ثاني (بن سيد جلال بن سيد علي شيرازي اول) سنه 891هه/1486ع ۾ ڄائو ۽ ڪيس سندس ناني پير مراد هيٺين منظوم فقري ۾ دعا ڪئي ته:

”الله، او پاتي! ڏيئي وڏي ڇمارا“

ميين سيد علي ثاني جي نه فقط ولادت پر سچي تربيت سمن جي دور ۾ ٿي، ڇاڪاڻ ته سمن جي حڪومت جي خاتمي واري سال (927ھ) سندس عمر ڇٽيهه ورهيه کن هئي. ميرمعصوم لکي ٿو ته سيد علي، ٺٽي جي وڏن برگزيدن بزرگن مان هو؛ علم، زهد ۽ سخاوت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو؛ ۽ مڪليءَ جي درگاهن تي سماع ڪرائيندو هو. سنه 981ھ (1573ع) ۾ وفات ڪيائين (2).

’معارف الانوار‘ جي مصنف محمد صالح ولد ملا زڪريا ٺٽوي لکيو آهي ته، ميين علي ثاني جڏهن پيو دفعو حج جو ارادو ڪيو ته علماء ڪرام ۽ پيا وٽس آيا ۽ عرض ڪيائون ته هن سال اِرادو ملتوي ڪريو. انهيءَ عرض کي قبول ڪيائون، پر ان موقعي تي هن سنڌ بيت ۾ حاضرين کي خطاب ڪيائون جو پاڻ جوڙيائون ته:

سرتين سانگ سکن جو، مون کي رويو رهائين
آءٌ ٿي هلان هوت ڏي، تان هو واريو وهارين
وريتيون ورن سين، ويٺيون گهر گهارين
کُهَندا ٿيون کارين، ڪانه هلائي ڪڇ ڏي (1)

تاريخ معصومي ۾ ڄاڻايل آهي ته ميون سيد علي ثاني هڪ عالم ۽ بزرگ هو ۽ سماع جو به کيس شوق هو، جو ملڪي جي درگاهن تي سماع ڪرائيندو هو.

’معارف الانوار‘ جي مصنف صاف طور لکيو آهي ته عالم وغيره جن ڪيس اچي گذارش ڪئي، تن کي هن بيت ۾ جواب ڏنائين، جو پاڻ جوڙيائن. ان مان ظاهر آهي ته ميون سيد علي ثاني هڪ عالم ۽ برگزيده شخص ۽ سنڌيءَ جو قادرالڪلام شاعر هو. سندس اهو بيت اندازاً 930ھ کان 965ھ واري عرصي جو ٿي سگهي ٿو، چاڪاڻ ته انهيءَ عرصي ۾ئي سندس حج وڃڻ قريبن قياس نظر اچي ٿو. سندس هڪ همعصر درس الله ڏنو ساٺس بيت بازي ڪندو هو، پَر درس الله ڏني جي انهن بيتن بابت اڄ تائين ڪجهه به معلوم ٿي نه سگهيو آهي (1).

مخدوم ميون ونهيو چانيهو: تحفة الڪرام ۾ مير علي شير قانع ڪيس پنهنجي وقت جي وڏن مشائخن ۽ اوليائن مان ”حال ۽ قال جو صاحب“ ڪري ڄاڻايو اهي. 1001ھ ۾ وفات ڪيائين ۽ اهو سال ”مات في عشق“ (عربي) ۽ ”در عشق جان سپرده“ (فارسي) جي تاريخي مادن مان نڪري ٿو. ميون ونهيون ٺٽي الهيار کان ٺٽي آدم واري پڪي رستي لڳ اولهه طرف مدفون آهي، جتي پوءِ بيگلارن جي گهراڻي جا سربراه به دفن ٿيا. ميين ونهيين جو هيٺيون بيت اسان ولهاري بزرگن جي ڪتبخاني جي باقي بچيل ڪاغذن

مان هڪ قلمي ورق تي لکيل مليو جنهن جي پويان تصديق طور چاٽايل ته ”ڪلام مخدوم ونهيه“:

ڏکن سين (مر) گهار، نيباهُو نه سُکڙا
جهڙي تهڙي حال، لنگهي ويندا ڏينهڙا.

مخدوم قاضي عثمان دربيلائي: مير معصوم ”تاريخ سنڌ“ ۾ سندس ذڪر ڪيو آهي ۽ لکيو اٿس ته وڏي ۾ وڏو عالم هو ۽ سڀني علمن ۾ دسترس هئس. ان سان گڏ وڏو پرهيزگار متقي، نهايت نهٺو ۽ نماڻو هو. ڪنهن کان به ڪڏهن نذر نياز طور ڪجهه به قبول نه ڪيائين. وڏي درسگاهه هئس ۽ استادن ۽ شاگردن سان گڏجي گذاريائين ۽ سندس مهماني ۽ خدمت ڪيائين. سنه 1002ھ ۾ وفات ڪيائين. مخدوم عثمان جو بيت پڻ اسان کي ولهاري بزرگن جو ڪتبخاني جي باقي بچيل ڪاغذن مان هڪ ورق تي لکيل مليو جنهن کي موجوده صورتخطي ۾ هيٺينءَ طرح لکي پڙهي سگهجي ٿو.

جيڪين لهيو سو پس، اَڻ - لهيو ڪونه مري
ڳالهيون اُن جَلّ و عَليٰ وهيٽيون، هن گوليءَ ڪونهي وس *

شاهه خيرالدين رحه ۽ سندس دور جي ٻئي درويش جا بيت. شاهه خيرالدين رحه قادري طريقي جو ولي

سکر ۾ مدفون آهي. 911ھه ۾ بغداد ۾ ڇائو، پر آخر پنهنجي سُڪونت اچي سکر ۾ ڪيائين جتي سنه 1027ھه ۾ وفات ڪيائين. عام روايت موجب، سندس دور ۾ ڪو درويش وٽس ايندو هو، پر هڪ سال هو ڪونه آيو. شاهه خيرالدين پڇا ڪئي ته معلوم ٿيو ته درياء خوردي سببان درويش جي خانقاه واري ۾ دٻجي وئي آهي. اهو ٻڌي شاهه خيرالدين گهوڙي تي چڙهيو ۽ ان ماڳ تي آيو. جڏهن مٽان وريل واري ۽ مٽي اٿلايائون ته درويش واري ڪوٺڙي جو نشان مليو. دروازو کوليائون ته درويش صحيح سلامت سجدي ۾ ڏٺائون. جنهن تي شاهه خيرالدين کيس مخاطب ٿي چيو ته:

نه تو ڪعبو، نه تو قبلو، رهين ٿو منجهه سجود
ويساري پاڻ کي، ملين ساڻ دريا.

اهو ٻڌي هن دوريش جواب ڏنو ته:

ڪوه ڪندو تن قبلو، جن سڄاتو سلطان
پرين اسين پاڻ، سجود ڪرهون ڪن کي.

وفات وقت شاهه خيرالدين جي عمر 115 سال کن هئي. مٿين روايت موجب، هن اندازً اسي سالن جي عمر تائين گهوڙي تي سواري ڪئي هوندي ۽ انهيءَ لحاظ سان اهي بيت اندازاً 990 ھه (1582ع) جا چيل ٿي سگهن ٿا (1).

مخدوم عثمان اگهم ڪوٺي. ميين شاهه ڪريم بيان ڪيو ته: مخدوم محمد اسماعيل سومرو (رحه) فقير به هو ۽ غني به هو، ۽ ماهيو مال به جهجهو هوندو هوس. هڪ ڏيهاڙي سندس نياڻي مخدوم عثمان کان، جيڪو ان زماني جي سياڻن مان هو، پڇيو ته: اسان جون ٻانهيون جڏهن ڏڌ ولوڙينديون آهن، تڏهن پيرن جي تَڏ ڏيئي، مانڌاڻي کي گهمائينديون آهن، ۽ ان وقت ڏڌ جا ڦُڙا جيڪي پيرن کي لڳي وري چاڏيءَ ۾ اچي پوندا آهن، سي پاڪ آهن يا نه؟

مخدوم جواب ۾ هي بيت چيو:

چارِي پَلَءَ چِڪَ ۾، پُڇي پارِيرَ وِٺِ
اِنَ اِهڙي اِحتياط سين، ڦِٺِ پُڄاڻا ڦِٺِ (1).

مخدوم محمد اسماعيل سومرو اگهم ڪوٽ (موجوده اگهاماڻي) ۾ رهندڙ هو ۽ اتي ئي سنه 996ھ (1588ع) ۾ وفات ڪيائين. هيءَ ڳالهه سندس زندگي جي وچين دور (950 - 970ھ) جي ٿي سگهي ٿي، جڏهن سندس گهر ۾ وڏا ولوڙا ٿيندا هئا ۽ سندس نياڻي پڻ کير ولوڙيندي هئي. مخدوم عثمان سندس ڪو ويجهو عزيز هو، جنهن کان سندس نياڻي اهو سوال پڇيو ۽ هن اهو بيت جواب طور پڙهيو. ڳالهه جي ٿاڻي مان ائين ئي لڳي ٿو ته اهو خود مخدوم عثمان جو پنهنجو چيل بيت هو.

ميين شاهه ڪريم جي هڪ همعصر درويش جو بيت. هڪڙي ڏينهن شاهه ڪريم جن سوار ٿي مريدن سان ٻاهر نڪتا. اوچتو واٽ تي هڪ شخص منهن پين، جيڪو درويشي، مجاهدي ۽ ترڪ لباس جي ڪري مشهور هو. انهيءَ وقت بدن تي اڇا ڪپڙا ۽ سِر تي وڏو پٽڪو ٻڌل هوس. تڏهن ڏانهس نهاري فرمايائون ته: تون اهو ئي آهين جو اڳي هئين؟ ان شخص مطلب صحيح ڪيو ۽ هي بيت پڙهيائين:

ڦِٽيون ڪَرِ ڦَڙَّڪِيُون، وَرَ وِنگانئي پاءِ
جا تَنَ اندرِ ڪاءِ، سا معلومُ محبوبَ کي. (2)

ظاهر آهي ته اهو بيت ميين شاهه ڪريم جي وفات (1032هه) کان ڪم از ڪم ٿيهه سال کن اڳ جو آهي، جڏهن ميون شاهه ڪريم سواري ڪندو هو.

ميين شاهه ڪريم جي ٻئي هڪ همعصر جو بيت. ميين شاه ڪريم کان سندس مريدن پڇيو ته: فلاڻو شخص هڪ بيت ٿو پڙهي؛ اسين حيرت ۾ آهيون ۽ ان جي معنيٰ پروڙي نٿا سگهون:

وائِي وَجِيمَ چالَ، ۽ ڪَنين سين ڪِينَ سَٽيان
پَلو ڪَري پالَ، ته اکيون سين انڌو ٿِيان. (1)

هي بيت ميين شاهه ڪريم جي وفات (1032هه) کان اڳ جو چيل آهي.

شاهه ڪريم جي زباني بيان ٿيل بيت ۽ انهن جي ٻولي

شاهه عبدالڪريم (944 - 1032هه/1538 - 1623ع) پنهنجي وقت جو نهايت ئي پيارو انسان، صاف دل صوفي ۽ ولي هو، جنهن جو اخلاق ۽ ڪردار اسلامي تصوف ۽ تريقت جو چمڪندڙ آئينو هو. هن پنهنجن مريدن، معتقدن ۽ ٻين جي رهبري ۽ هدايت لاءِ وقت به وقت سهڻيون نصيحتون پئي ڪيون، ۽ موضوع ۽ موقعي جي مناسبت سان سهڻا سنڌي مثال بيت طور پئي ٻڌايا. سندس اها ’ملفوظات‘ (نصيحتون، سمجهاڻيون ۽ مثالي بيت)، سندس وفات کان ڇهه سال پوءِ سنه 1038ع ۾ سندس هڪ داناء، ديندار ۽ سچي مريد محمد رضا ٺٽوي ”بيان العارفين و تنبيه الغافلين“ جي عنوان سان ڪتابي صورت ۾ قلمبند ڪئي. ٻين سمجهاڻين ۽ نصيحتن سان گڏ ان ۾ جيڪي بيت هئا، سي خود محمد رضا پاڻ ۽ ٻين مريدن ميين شاهه ڪريم کان روبرو سندس زباني ٻڌا هئا.

محمد رضا ’بيان العارفين‘ ڪي فارسي ۾ لکيو ۽ پوءِ ان جا سنڌي ۾ پڻ ترجما ٿيا ۽ ڇپيا. خوش قسمتيءَ سان ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم کي خود محمد رضا جو اصلي هٿ لکيل ’بيان العارفين‘ (فارسي) ملي ويو، جنهن تان سنڌي بيتن کي پيٽي درست ڪري پنهنجي مرتب ڪيل ڪتاب ”شاهه ڪريم بلڙي

واري جو ڪلام“ ۾ شامل ڪيائين، جنهن جا حوالا هن ڪان اڳ پنجين باب هيٺ اچي چڪا آهن. هن ڪتاب ۾ هڪ سؤ ڪان وڌيڪ بيت شامل آهن، جن مان 94 بيت (ٻي ڪنهن ثابتي نه هئڻ سببان) ڊاڪٽر مرحوم ميين شاهه ڪريم جا ڪري لکيا آهن. مگر ان سان گڏ اهو پڻ صاف ڪري ڄاڻايو اٿس ته: ”يقين سان چئي نٿو سگهجي ته انهن 94 بيتن مان ڪيترا خود سندس آهن؛ ڇاڪاڻ ته ”بيان العارفين“ واري، ڪن ٿورن هنڌن کان سواءِ، ڪٿي به ائين صاف نه ڄاڻايو آهي ته اهي بيت خود شاهه ڪريم جا آهن“ (1)

اها راءِ بالڪل صحيح آهي ته ’يقين سان چئي نٿو سگهجي‘ ته ’بيان العارفين‘ ۾ ڪهڙا بيت خود شاهه ڪريم جا آهن. ڪتاب ۾ جملي هڪ سؤ ٽي سڄا بيت (2) ۽ ٻه مصراعون ڏنل آهن. انهن مان موجوده معلومات توڙي اسان جي پنهنجي ويچار موجب ڪم از ڪم 15 بيت يقيني ٻين جا چيل آهن (1)؛ ۽ باقي 88 بيتن ۽ ٻن مصراعن مان پڻ سڀني بابت پوري پڪ سان چئي نه سگهبو ته ڪو ميين شاهه ڪريم جا ئي آهن (2). مگر انهن مان گهڻا بيت ميين شاهه ڪريم جا ٿي سگهن ٿا، ۽ خاص طرح اهي جيڪي ميين شاهه ڪريم ٻينجي بيتن جي جواب ۾ چيا، سي

يقيني طور سندس ئي چيل آهن. بهرحال اهي سڀ ئي بيت (۽ مصراعون) مريدن، ميين شاهه ڪريم ڪان روبرو سندس وفات (1032ھ/1623ع) ڪان اڳ سندس زباني ٻڌا، ۽ پوءِ محمد رضا اهي رجب 1038 ھه (1629ع) ۾ لکيا. ميون شاهه ڪريم پاڻ ٺٽي جي پرڳڻي جو رهاڪو هو ۽ محمد رضا پڻ ٺٽي ۾ رهندڙ هئا. هدايت ۽ نصيحت طور اهي بيت ميين شاهه ڪريم سندس زندگي جي آخري ٽيهن ٻٽيهن سالن ۾ ئي پنهنجن مريدن آڏو پڙهيا هوندا، ۽ پڻ انهن ڪي ايتري عرصي ۾ پڙهيل بيت ئي ياد رهيا هوندا. انهيءَ ڪري ڪافي وثوق سان چئي سگهجي ٿو ته انهن بيتن جي ٻولي ۽ پڙهڻي، جيڪا لکيت ۾ اسان تائين پهتي آهي، سا اندازاً 1000 - 1038ھه (1591 - 1629ع) واري دور جي سنڌي ٻولي آهي، جيڪا لاڙ ۾ خصوصاً ٺٽي واري پرڳڻي ۾ هلندڙ هئي. ’بيان العارفين‘ ۾ ڏنل قاضي قادن ۽ ٻين ڪن شاعرن جا بيت پڻ انهيءَ ٻولي جي اُچارن موجب بيان ٿيا ۽ لکيا ويا. انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو ته ’بيان العارفين‘ ۾ ڏنل جملي بيت، 16 صدي جي آخر ۽ 17 صدي جي پهرئين اڌ واري ’لاڙي سنڌي‘ جا پڪا پختا دستاويز ۽ مستند مثال آهن. سنڌي ٻولي ۾ شعر جو اهو آڳاٽي

۾ آڳاٽو ۽ وڏي ۾ وڏو ذخيرو آهي، جيڪو ان دور جي ’معاصرانه‘ تحرير ۽ لکيت ۾ اسان تائين پهتو آهي.
انهن بيتن جي مطالعي مان، ان دور جي لاڙي سنڌي ٻولي بابت عموماً ۽ ٿٽي پرڳڻي واري ٻولي بابت خصوصاً هيٺيان نتيجا قائم ڪري سگهجن ٿا.
(الف) باوجود سنڌ ۾ عربي ۽ فارسي جي تعليمي سلسلي ۽ انهن ٻولين ۽ ولين ۽ عالمن جي ڇاڻ جي [(1)](#) سنڌي ٻولي نج صورت ۾ لکي ڳالهائي ويندي هئي. ’بيان العارفين‘ ۾ ڏنل هڪ سؤ ٽن بيتن ۽ ٻن مصراعن جي وڏي ذخيري مان، جن ۾ وڏي علم ۽ فڪر وارا ڳوڙها خيال سمايل آهن، فقط 27 کن عربي لفظ [(2)](#) ۽ چار کن فارسي لفظ [(3)](#) استعمال ٿيل آهن.
(ب) ٻولي جئن ڳالهائبي هئي تئن لکبي ۽ پڙهبي هئي: يعني ته عوام جي ٻولي ۽ پڙهيلن جي ٻوليءَ ۾ فرق ڪونه هو. انهيءَ فرق نه رکڻ خاطر ئي عالمن ۽ پڙهيلن گهٽو ڪري لفظ ائين ئي لکيا، جئن سڄي عوام ۾ اهي ڳالهائبا هئا. عربي ۽ فارسي لفظن سان پڻ ’غلط العام‘ وارو اصول لاڳو هو، جنهن تي هيٺيان مثال شاهد آهن:

---

[(4)](#). اصل. ’ترسائئي‘ ۽ ’موهڪي‘ (= مون کي).

[(5)](#). اصل ’سڪائئي‘، ’تيهي‘ ۽ ’انئي‘ (ائين).

[(6)](#). اصل ’چڙهائئي‘، ’هو‘.

[7]. اصل. ’تو ترسائين ترسڻ، تو ڪي بسڻ نيڻ‘؛ (ٻيءَ سٽ ۾) ’ڪنن ڪي‘.

[8]. اصل. ’متٿي‘ (مٿي).

[9]. اصل. ’ارواهين عرس جيون‘ ۽ ’موڎان‘. (ٻي سٽ ۾) ’اَن اڎون‘ (= اَنءَ ڎون).

[10]. اصل. ٻنهي سٽن ۾ ’فرمان‘، ’عرس‘ (عرش)، ’مومن‘ (مومنن) ٻيءَ سٽ ۾ ’موجو‘ (= مون جو).

*. ڪاوڙ ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

[1]. سنڌ ۾ عمرڪوٽ تعلقي جي ٻن ٽپن مان ڊينور جو اڌ ۽ ڪپلور جو ڪجهه حصو،ڪپري تعلقي جو ڏکڻ - اپرنديون ڪجهه حصو، چاچري تعلقي جو ڳيڙو سرڪل يعني ٽي ٽپا پارنو، ڎاهلي ۽ ڳيڙو. سنڌ کان ٻاهر هندوستان طرف جيسين دَر، سُودرو، گرهاب ۽ رامسر وارو ڀاڱو. هن وقت ڍاٽڪي بولي هيٺين حدن جي وچ واري ڀاڱي ۾ ڳالهائجي ٿي. جيتوڻيڪ اها خاص طرح ڪاوڙ جي مکيه ٻولي آهي. اتر ۾ ٻڏي ٻائري (جتي جوڌپور، جيسلمير ۽ سنڌ جون سرحدون ملن ٿيون)، ڏکڻ ۾ ٻاڪاسر (تعلقو ننگرپارڪر)، اوڀر ۾ ڇهوٽڻ جبل (هندوستان) ۽ اولهه طرف عمرڪوٽ.

[1]. هنن بيتن لکڻ وقت اهي نالا ذهن ۾ اچن ٿا. جيتوڻيڪ اسان سنڌ اندر ڪي صحبتن ۽ ڪچهرين ۾ بين درويشن جا دوها پڻ ٻڌا آهن.

[1]. مثلا پرشُورام چتر ويدي جو ڪتاب ”دادو گرنٿاولي“ (ڇپايل ناگري پرچارڻي سڀا) ۽ شري ناگر جو ڪتاب ”گجرات ڪي سنتون ڪي واڻي“.

[2]. ڎسو هيٺ ساکِئي باب ۾ دادو ديال جا بيت.

[3]. ٻنهي بيتن لاءِ ڏسو ”قاضي قادن جو ڪلام“، ڇاپو دهلي 1978ع، ص ص 11 ۽ 60- قلمي پستڪ ”سنتون ڪي واڻي“ جنهن تان اهي بيت ورتل اهن، تنهن ۾ مٿيان ٻئي بيت هڪ ٻئي جي پويان ڏنل آهن: يعني ته قاضي قادن جي بيت پويان ڇڙ ساڳي معنيٰ ۾ دادو ديال جو بيت لکيو ويو آهي.

[1]. اهي بيت اسان کي هندوستان مان هيري ٺڪر وٽان مليا. هيري کان اسان کي دادو ديال جا ڪي سنڌي بيت ۽ وايون نموني طور پهتيون. بيتن جي سٽاء ۽ ٻولي دادو ديال واري هئي؛ پر وايون، جن ۾ نالو دادو ديال جو هو، تن جي ٻولي وڌ ۾ وڌ سٺ ستر ڪن سال اڳ واري پئي لڳي.

[1]. جيئن ته دريا خان جي اوائلي زندگي بابت ڪو به پڪو پختو تاريخي بيان موجود ناهي، انهيءَ ڪري رڳو عام لاءِ نه پر خاص لاءِ پڻ سندس اوائلي زندگي هڪ افسانو آهي. ايڏي وڏي تاريخي شخصيت بابت اهو اجا تائين پڪيءَ طرح معلوم ٿي نه سگهيو اهي ته هو ڪير هو ۽ ڪٿان جو هو. هڪ گمنام ڇوڪري جو وزير ۽ سپہ سالار ٿيڻ ان دور جي عوام لاءِ هڪ معجزو هو. سيد ۽ ولي کان سواءِ ٻيو ڪوبه انهيءَ درجي تي پهچي نه ٿي سگهيو، انهيءَ ڪري کيس سيد زادو سڏيائون ۽ ڏانهس ڪرامتون منسوب ڪيائون. ’دولهه دريا خان ۽ همون‘ واري داستان ذريعي انهيءَ راز کي آشڪار ڪيائيون ته هو سيد شاهه ڪبير جو پٽ ۽ شاهه جلالي جو پوٽو هو. اهو داستان ايترو ته مشهور ٿيو جو ’تاريخ طاهري‘ جي مصنف به ڀانيو ته دريا خان ڪنهن سيد جو ٻار هو. قصن ۽ افسانن جي دائرن کان ٻاهر ٻين وڌيڪ وزندار روايتن مطابق هو لاشاري قبيلي جو هڪ نهايت ذهين ڇوڪرو هو جنهن لاشاري ڌر جي قبيلن طرفان سوچيل سمجهيل رٿا موجب ٺٽي ۾ پهريائين اڇي وزير جي نوڪري ڪئي ته جيئن اڳتي هلي هو

پنهنجي ترقي ۽ ڪاميابي سان وزير ۽ سنڌ جي چام ڪي لاشارين جي طرفدار بنائي سگهي ۽ سندس مدد سان لاشارين جي مخالف ذر رندن (جن سندن نوجوان بيبرگ ذريعي ارغونن ڪي پنهنجو طردار پئي ڪيو) ڪي شڪست ڏيئي سگهجي.

[(1)]. هن قصي روايت ۽ دريا خان جي تاريخي، حيثيت تي اسان لوڪ ادب سلسلي جي اوڻٽيهين ڪتاب ”مشهور سنڌي قصا: سنڌ جا عشقيہ داستان -1 “ (سنڌي ادبي بورڊ، ڇپيل سال 1964ع) جي مقدمي (ص ص 21 - 26) ۽ متن (ص ص 229 - 272) ۾ وڌيڪ روشني وڌي آهي.

[(2)]. هن داستان ۽ ڳاهن بابت ڏسو لوڪ ادب سلسلي جو اوڻٽيهون ڪتاب (اڳئين حاشيي ۾ حوالو ڏنل)، مقدمو ص ص 2- 4،متن ص ص 3 - 20.

[(1)]. قصي جي تفصيل ۽ ڳاهن لاءِ ڏسو لوڪ ادب سلسلي جو اوڻٽيهون ڪتاب (هن ڪان اڳئين حاشيي ۾ حوالو ڏنل) مقدمو، ص ص 21 - 20، ۽ متن 185 - 227.

[(1)]. تفصيل لاءِ ڏسو لوڪ ادب سلسلي جو ستاويهون ڪتاب ”لوڪ ڪهاڻيون - 7: ڳاهن سان ڳالهيون“ (سنڌي ادبي بورڊ، 1964ع)، مقدمو ص ص 9 - 8 ۽ متن ص ص 122 - 121.

[(2)]. چي لاءِ = چا لاءِ.

[(1)]. تحفة الڪرام، سنڌي ترجمو (سنڌي ادبي بورڊ)، ص ص 449 - 450.

[(1)]. هي بيت خليفي محمود نظاماڻي ڪڙيي واري نقل ڪيو آهي.

[(2)]. هي بيت سنه 1965ع ۾ ڪيل هڪ ڪچهري ۾ اسان کي فقير محمد هاشم سنجراڻي ٻڌايو، ۽ چيائين ته ڪيس صوپل فقير بنگلاڻي جيڪو فقير حاجي محمد صوفي جي ڪچهري جو ماڻهو هو، تنهن ٻڌايو.

[(1)]. [(1)] . هي ٻئي بيت عام طور مشهور آهن.

[(2)]. تاريخ معصومي (فارسي متن، ص 216) ۾ تاريخ وفات جو ماده ”وفات الحاتم بجوده“ ڏنل آهي، جنهن مان سنه 981 ه نڪري ٿو. ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم هڪ قلمي نسخي مطابق متن ۾ سنه وفات 971 ه ڏنو آهي جو صحيح نه اهي. تحفة الطاهرين (قلمي) مطابق پڻ سنه 981ه ۾ وفات ڪيائين. ”معارف الانوار“ جي مصنف سال وفات سنه 922 ه ڄاڻايو اهي، جو پڻ صحيح نه آهي، ڇاڪاڻ ته تاريخ معصومي ۾ ڏنل ’ماده‘ صاف ظاهر آهي.

[(1)]. معارف الانوار جي قلمي نسخي تان ورتل. اصل عبارت ”تپندا ٿيون ڪهارين“ جنهن جي پڙهڻي ٿيندي: ’ته پنڌان ٿيون ڪارين‘ پر اصل ۾ غالباً اها ئي پڙهڻي هئي جيڪا مٿي ڏني وئي آهي.

[(1)]. ڏسو ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جو مضمون ”سنڌي قديم شاعري“، رسالہ نئين زندگي، ماه سيپٽمبر 1958ع.

[*]. هي ٻئي بيت قلمي ورق جي فوٽن سميت ماهنامي ”نئين زندگي“، آگسٽ - سيپٽمبر 1981 ۾ پهريون ڀيرو راقم جي مضمون ۾ شايع ٿيا.

[(1)]. ”لب تاريخ سند“ ۾ خداداد خان اهي بيت انهي صورت ۾ ئي ڏنا آهن (’لب تاريخ سند‘ راقم جو تصحيح سان فارسي متن، ڇاپيل سنڌي ادبي بورڊ، 1378ه/1959ع، ص 150). پر اهي بيت مقامي طور مشهور رهيا آهن

۾ ڪن ٻين روايتن موجب انهن جي پڙهڻي ۾ اختلاف آهي. ’تذڪره لطفي‘ (ڀاڱو ٻهريون، ص 74) ۾ ڇاڻايل آهي ته:

”رسالي غنچہء اميد“ آگسٽ 1923ع ۾ اها گفتگو هيٺينءَ طرح ڏنل آهي:

سوال: نه تون ڪعبو، نه تون قبلو، رهين منجهه سجود

جواب: ڪوه ڪندا قبيلا، جن سڄاتو سلطان

پرين اسين پاڻ، ڪريون سجدو ڪنهن کي.

[(1)](). شاهه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام، 1937ع، ص ص 110 - 111.

[(2)](). ايضاً، ص 20.

[(1)](). ايضاً، ص 69.

[(1)](). ”شاهه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام‘، ڏسو مقدمي طور ڊاڪٽر دائود پوٽي جو لکيل ’شاهه ڪريم (رحه) جي زندگي جو احوال، ص ص 26 - 27.

[(2)](). ڊاڪٽر دائود پوٽي جن سڄن بيتن ۾ ٻن مصراعن کي نمبر ڏنا آهن، سي جملي 94 آهن، پر هن هڪ ساڳئي بيت کي ٻه دفعا ڳڻيو آهي؛ حقيقت ۾ نمبر 15 ۽ نمبر 81 ساڳيو بيت آهي. انهيءَ جي معنيٰ ته نمبر ڏنل بيت 91 ۽ ٻه مصراعون، جملي 93 عدد آهن. انهن کان سوا3 12 ٻيا سنڌي بيت آهن (صفحا 20، 27، 28، 36، 61، 69، 83، 88، 94، 111 ۽ 113).

[(1)](). انهن مان 7 قاضي قادن نالي سان ڏنل آهن (’شاهه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام‘، ص ص 26، 27، 28، 36، 88، 94 ۽ 113)؛ هڪ (ايضاً بيت نمبر 30) دهلي مان ڇپيل قاضي قادن جي بيتن جي ذخيري ۾ (نمبر 33) موجود اهي؛ هڪ (ايضاً، بيت نمبر 78)، ترجمي جي صورت ۾ محمد غوثي گواليار سندس ڪتاب ”گلزار ابرار“ ۾ قاضي قادن جي نالي سان ڏنو

آهي؛ هڪ ٻيو (ايضاً، بيت نمبر 48) ’پراڙ‘ ذات جي شاعر جو چيل آهي ۽ بيت ۾ سندس نالو موجود آهي؛ ۽ ٻيو هڪ (ايضاً، ص 111) مخدوم عثمان اگهمي جو چيل آهي؛ باقي چار ٻيا بيت (ايضاً، ص ص 20، 61، 69 ۽ 83) اهڙا آهن جن مان هڪ واٽ ويندي ميين شاهه ڪريم جي آڏو سندس هڪ سچاڻو پڙهيو، ۽ ٽي ٻين شاعرن جا جن جي معنيٰ مريدن ميين شاهه ڪريم کان پڇي.

[(2)](#). ’بيان العارفين‘ ۾ ڏنل اهي بيت جن بابت چاڻايل آهي ته پوءِ پاڻ هي (هڪ يا ٻه) بيت پڙهيائون‘ سي اڪثر ميين شاهه ڪريم جا ئي آهن؛ ٻيا اهي جيڪي ڪنهن ڳالهه جي پوري ٿيڻ تي فقط ’بيت‘ جي عنوان سان ڏنا ويا آهن، تن مان ڪي ٻين جا ٿي سگهن ٿا. اسان جي گمان موجب، انهن بيتن مان ٻه چار بيت اهڙا آهن جيڪي شايد ٻين جا آهن. شروع وارو نمبر (1) ڪو اڳ جو بيت ٿي سگهي ٿو، چاڪاڻ جو قاضي قادن جو هڪ بيت چڻ ته ان جي معنوي جواب طو رچيل آهي. نمبر 71 غالبا قاضي قادن جوئي آهي جو قاضي قادن ئي ’ڪاهوڙين‘ واري معنوي مضمون جي شروعات ڪئي، جنهن تي سندس هڪ بيت (دهلي مان ڇاپيل ڪلام، بيت نمبر 36) پڻ شاهد آهي. ٻيو ته هن بيت ۾ ’ڪاهوڙيان‘ لفظ جي جمع واري صورت شاهه ڪريم جي لاڙي ٻولي واري ناهي، بلڪ اتر واري قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهي. نمبر 77 قاضي قادن جو ٿي سگهي ٿو جو ان کان پوءِ وارو بيت (نمبر 78) به قاضي قادن جو آهي جنهن جي غوثي تصديق ڪئي آهي. نمبر 28 به غالبا ڪنهن ٻئي جو آهي، جو ان ۾ آيل لفظ ’سيگ‘ جي معنيٰ ميين شاهه ڪريم سمجهائي.

[1]. ميين شاهه ڪريم کي فارسي جي سٺي تعليم مليل هئي. کيس مولانا رومي جي ’مثنوي‘ توڙي ’ديوان ڪبير‘ مان اشعار ياد هئا. مريدن سان پنهنجن صحبتن ۾ ڪلام پاڪ جون آيتون ۽ فارسي شعر پڙهندا هئا. سندن سڻايل هڪ فارسي شعر غالباً سندن پنهنجو ئي هو، جيڪو محمد رضا صحيح نه لکيو آهي ۽ اصل ۾ شايد هن طرح هو ته:

گر دست من تِهيست، ولي چشم من پراست

درياي دل من ست کہ آن پر از گوهر است.

[2]. انهن کان سواءِ ٻيا چار پنج لفظ عربي مان نڪتل مگر سنڌي صورت ۾ آهن، جاب (جواب)، هو (هُوَ)، مجازي حقيقين، سلامي. ٻيا ٿي نالا عربي ڪتابن جا آهن جئن ته ڪنز، قدوري ۽ ڪافيہ.

[3]. دم، داغ، نابودي ۽ ناديدي. هڪ لفظ ’ملو‘ سنڌي صورت ۾ آندل آهي.

جابُ مَ ڏي = جواب مَ ڏي

سڄڻ ساٽ هيڪڙي = سڄڻ ساعت هيڪڙي

وائي وڃيم چال = وائي وڃيم شال.

(ج) سان مٿي ’باب ٻئي‘ هيٺ ڪن آڳاٽن سنڌي فقرن ۽ ’جتن جي ٻولي‘ جي مطالعي جي بناء تي چئي آيا آهيون [(1)] ته ان وقت واري سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻگهن حروف علتن (آ، او، اي) ۽ ’اضافت‘ يا ’جر‘ جي جدا بيٺل حرفن (جي، کي، ۾ وغيره) جو سلسلو موجود نه هو. هن دور ۾ پڻ ٻگهن حروف علتن وارن اُچارن

بدران چوڻا زير زبر پيش وارا اچار ئي (گهٽو نه، پر ڪي) باقي رهيا. ڏار بيٺل حروف اضافت (جو، جي وغيره) ۽ حروف جر (کي، ۾ وغيره) بدران گڏيل سٽاء واريون اضافي ۽ جري ترڪيبون پڻ هن دور جي ٻولي ۾ وڏيڪ رائج ۽ نمايان رهيون.

ٻگهن بدران ننڍن اچارن جا مثال:

| | |
|---|---|
| لُههُ = لوهُه | سُهون = سونهون |
| هِند = هوند | سَرَءِ = سِرِيوءِ، |
| تُهان = توهان | سريِئي |
| (= توريءَ) | ڏِههُ = ڏيهُه |

جدا بيٺل حروف جر ’کي‘، ’کان‘، ’مان‘، ’وٽ‘ بدران مخفي ’کي‘ واريون گڏيل سٽائون (جري ترڪيبون، وڏيڪ رائج رهيون، جئن ته سڄي ذخيري ۾ ڏار بيٺل ’کي‘ وارا فقط ڏهه کن مثال، ۽ گڏيل سٽاء واريون 25 کن هيٺيون جري ترڪيبون موجود آهن:

| | |
|---|---|
| جئان = جتان کان | پاڳِنِ = پڳن کي |
| لوڪان = لوڪ کان | چڳيرن = چڳرين کي |
| تئان = تنهن جاءِ کان | اويساهنِ = اويساهن کي |
| پنپورا = پنپور کان، مان | اکينئون = اکين کان |
| تهان = تنهن کان | ڏُوهنئون = ٻنهي کان |

لوڪَ (ٿيي) = لوڪ کي ٿئي ورئام = مون کي ورئا، مون
تي ورئا
ڪنڌي (پچڻ) = ڪنڌي کي، جاڳايوس = مون کي جاڳايو
وٽ پچڻ سنبوينين =
سنبوين کي
سوهٽي = سونهٽي (سهٽي) کي چُونِي = توکي چون
ڳوري = ڳوري کي وسرئوس = هن کي وسرئو
جيڏيين = جيڏين کي ڪُنا = ڪُن (پاڻي جي) کان، مان
سيگڙيين = سيگڙين (ڪمانن) کي آرا = آرَ (پاڻي جي) کان،
مان
گهاتوئين = گهاتوئن کي ماروئين = مارئن کي، وٽ
حرف جر ’سان‘ ۽ ’سين‘ جون جيتريون جدا (8 کن) صورتون آهن، ان کان ڪجهه وڌيڪ (10 کن) مخفي ’سان‘ واريون گڏيل ترڪيبون استعمال ٿيل آهن. مثلاً:

(لڳ گڏجن) لوڪ = لوڪ سان ڪارين ڪنين = ڪارن ڪتن سان
نياپي = نياپي سان هيجا = هيج سان، مان
سڌين = سڌن سان ڏوهِ = ڏوه سان، ۾
ڪريندي = ڪرڻ سان ماٽڪين = ماٽڪن سان
ڪَرهيندي = ڪرهڻ (ڪاوڙجڻ) پارين = پارن سان، پارن وارا سان)

حروف اضافت (’جو‘، ’جي‘ وغيره) جي جدا بيٺل صورتن (12 کن) جي پيٽ ۾ هيٺيون (27 کن) گڏيل اضافي ترڪَيبون آندل آهن.

اڱڻَ هوڏ = اڱڻ جي هوڏ پڪٽان = پکين جو
پاٽياري سَير = پاٽيهاري جي سرتي پرينِ پَرَ = پِرين جي پر
ماگرڙياري مجڙا = مانگرياڻي جا مچڙا ساٿِين سَڏُ = ملاحن جو سڏ
ڏِيئي وٺ = ڏيئي جي وٺ ماٽهن جي ڪوڙ

(گھٽائي)

گھاتوئنوياء = گھاتوئن جو اولاد　　　ڪوڙ

ڪُماڙيئن = خراب

چوري پاھٽُ = چوري جو پاھت　　　گھوٺين

گھورُ = گھوٺن

جي گھرو

پاڳُن وار = پڳن جا وار　　　ٻال مُور

= ٻالھه جو مُور

(منڍ، بڻ)

ڪُھاڙَمُہُ = ڪھاڙي جو منھن　　　چارٽين

چِندا چارٽن جي

چِندا (ڳِٽِتي)

ڪاڪ وٽن =ڪاڪ جي وٽن

توبہَ تاءُ = توبھه جو تاء　　　پاريَرَ وِٺِ

= پاريھر جي وٺ

ڪلاچي پار = ڪلاچيءَ جي پار کان　　　گھروءِ

= تنھنجو گھر

پکيان پيرُ = پکين جو پير　　　مُھانِ =

انھن جا مُنھن

مِران (مروئان) = مروئن

جو　　　ڦوڙائون = انھن جو ڦوڙائو

مُوران = مورن (ماڪوڙين) جو        گهوٽيين = گهوٽن جا

ڦڙڪين = ڦڙڪين (پتڪن) جو

’جا‘ جي معنيٰ ۾ ’ڪا‘ حرف اضافت پهريون پيرو ’بيان العارفين‘ ۾ ڏنل بيت ۾ ملي ٿو:

مَتارَڪا ٻِپِرو، گرتُ نه ٻڌن گوڏِ
آئيا اگڻ هوڏِ، سر ڏِئو سِرو پِيَنِ

’متارڪا‘ يعني ’متارن جا‘. سنڌي جي آڳاٽي اصطلاح ۾ موالين ميخوارن کي ’متارا‘ سڏبو هو. هي حرف اضافت ’ڪا‘ ساڳيو هندي وارو ’ڪا‘ اهي پر ائين ڪونه چئبو ته ميين شاهه ڪريم يا ٻئي ڪنهن هن دور ۾ ئي اهو استعمال ڪيو. ’ڪا‘ ۽ ’ڪي‘ (’جا‘ ۽ ’جي‘) حروف اضافت ڪنهن آڳاٽي دور کان وٺي سنڌي جي ڪن خاص معنوي صورتن، خصوصاً ’اراضي‘ ۽ عام ’پيشي‘ جي اضافي صورتن ۾ وڏيڪ استعمال ٿيا: ’اراضي‘ جا مثال، جيئن ته ’سارڪي‘ (سارين واري اراضي)، اونڪي (اوٺين جي قبيلي واري اراضي) ۽ اهڙيءَ طرح ’ڏهرڪي‘، ’رهڙڪي‘، ’گهوٽڪي‘ وغيره ’پيشي‘ وارا مثال، جيئن ته سونارڪو، واڍڪو، رازڪو، لوهارڪو وغيره.

حرف جر ’۾‘ وارين هيٺين گڏيل جري ترڪيبن (16 ڪن) جي پيٺ ۾، جدا بيٺل حرف جر ’۾’ واريون صورتون وڏيڪ (20 ڪن) آهن، جنهن جي معنيٰ ته ’۾‘ استعمال ڪرڻ جو رجحان هن درو ۾ ڪجهه وڌيو.

وڏِين هورِ = هور ۾ مَنِ = من ۾

پنجين ڊمين = پنجين درهمن ۾، سان پڌرِ = پڌر (ظاهر) ۾

ڪاريين راتين = ڪارين راتين ۾ اگڻِ = اگڻ ۾

مَنَهِه = مَنَهن ۾ چاچرِ = چاچر ۾

سَڏِ= سڏ ۾، تي، سان اکينِ = اکين ۾

پَٿَرِ = پٿر (پاٿاري، هنڌ ۾ وَهِي = وهي (جلدي) ۾، سان

گهرِ = گهر ۾ اترِ = اتر ۾، ڏانهن

ڏوهِه = ڏوهِه ۾، سان لاهِ = لاڙ ۾، ڏانهن

’باب ٻئي‘ هيٺ (ص ص 45 - 46) اسان نتيجي طور چڱي آيا آهيون ته اوائلي دور واري ٻولي ۾ ’هه‘ سان ’مرڪب اچار‘ ۽ ڀڻ ’ن‘ غني، ’ء‘ (ٻگهي حرف علت) وارا اچار ڪين هئا يا نسبتاً گهٽ هئا؛ اهي اچار پوئين ويجهي دور ۾ وڌيا. انهيءَ جي تصديق ’بيان العارفين‘ وارن بيتن ۾ آيل لفظن جي اُچارن، يعني ته

16- صدي جي پهرئين اڌ واري عام رائج ’لاڙي ٻولي‘ مان ڏنئي ٿي. مثلا:

’ن‘ غني جو نه هئڻ، جيئن ته:

تا = تان مٿا = مٿان

اِي = ائين پاءِ = پانءِ

جِي = جيئن هيجا = هيجان

ڪِي = ڪيئن مُڏَ = مُنڏ

ڪِهِ = ڪنهن پائيو = پانئيو

مُہَ = منهن هِيڙو = هِينَڙو

مُو = مون داهُون = دانهون

مونئا = مونئان سَپاري = سَنپاري

پِرِي = پِرين ڪَندي = ڪندين

’هه‘ جي ميلاپ وارن اچارن جو نه هئڻ، جيئن ته:

اي = اهي ڪُلين = ڪُلهين

موجي = منهنجي ماڙوُئين = ماڙهوئين

ڳال = ڳالهه هيڏان = هيڏهان، هيڏانهه

ڪال = ڪالهه هوڏان = هوڏهان، هوڏانهن

ڳِنُ = ڳِنِهہَ هاڙي = هوڏانهن

ڏياڙي = ڏهاڙي ڪَڏِين = ڪڏهين

پيرِن = پهرين

’عه‘ کان سواءِ لفظن کي اچارڻ، جيئن ته:

چو = چئو چاري = چارئي

ڏي = ڏئي جين = جيئن
جِي = جيءَ ڏاهنون = ڏاهنئون
’هه‘ ۽ ’ن‘ غني، ٻنهي کان سواءِ اُچارڻ
تي = تنهن جي = جنهن
تي هِن = تنهن ئي پاجي = پنهنجي
لفظن جو اهي صورتون ڪافي قديم معلوم ٿين ٿيون، مگر 16- صدي جي پهرين نصف تائين پڻ موجود هيون.

’لاڙي ٻولي‘ جو ان دور ۾ پنهنجون خاص مصوصيتون هيٺين لفظ ذريعي ظاهر ٿين ٿيون:

- فعل جي صيغن ۾ ’اِن‘ بدران ’اين‘ وارا اُچار، جيئن ته وجهين، ڪَرِين، وهين.

- ڪي خاص نحوي بناوتون، جيئن ته هُوئڙا (هئڙا) هيڪڙي (هڪڙي)، ٻَهار (ٻاهر)، اهنجائو (اهنجو) 10- 11 صدي هجري (16 - 17 صدي عيسوي) ۾ مجموعي طور سان اتر توڙي لاڙ ۾، يعني سڄي سنڌ ۾ ڪجھ ٿوري فرق کان سواءِ هڪجهڙي ٻولي هلندڙ هئي. ميين شاهه ڪريم واري ’لاڙي سنڌي‘ توڙي قاضي قادن جي ’سري واري سنڌي‘ جي پنهنجين پنهنجين ڪن ٿورين خاص خصوصيتن جي پيٺ ۾ ، ٻنهي ۾ اختلاف گهٽ ۽ هڪ جهڙايون وڌيڪ گهڻيون آهن. مثلاً:

- ٻنهي ۾ هڪ مکيه خصوصيت ساڳي آهي، يعني ته ٻنهي ۾ جدا بيٺل ’جر‘ يا ’اضافت‘ جي حرفن بدران ڳنڍيل سٽاءِ وارين اضافي ۽ جري ترڪيبن جي گهڻائي آهي.

- ٻنهي ۾ سرائڪي لفظ پيوند ٿيل آهن، جيئن ته ساڳيو لفظ ’ڏون‘ (= ٻه قاضي قادن توڙي ميين شاهه ڪريم وارن بيتن ۾ موجود آهي:

ٿُندمَ ٿاءِ ڪُٿاءِ، ٻوڏ چونِي جِي چو
جي پائين پِري مِڙان، ته ڏوهنون ڳڻ پاءِ.
(شاهه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام: بيت نمبر 46)
ڏوهنون = ٻنهي (ٻوڏ ۽ جي) مان
سيچاڻا تي سينهن، ڏونئِن وسن جهنگ ۾
سي ڪڙڪاون ڪيئن، ماس جنهين کي لکيو
(قاضي قادن جو ڪلام : بيت نمبر 110)
ڏونئن = ٻئي (سيچاڻا ۽ سينهن)

- نه فقط ٻنهي جي عام لغات ساڳي آهي، پر ڪي خاص الفاظ پڻ ٻنهي ۾ ساڳيا ۽ ساڳيءَ معنيٰ ۾ آهن، جيئن ته:

| قاضي قادن | شاهه ڪريم |
|---|---|
| سيڻان | سيڻان = ساڻن |
| ڪيڻان | ڪيڻان = کي، سندن |

جي                جي  =  توڙي، جيتوڻيڪ، جيڪڏهن

ڪِريندو، ڪرين، ڪيريندي   =  ’ڪرڻ‘ مان فعل جي پين

(ڪندو، ڪن) (ڪندي)       = صيغن ۾ پڻ ’ر‘ آڻڻ

جو (= جيڪڏهن              = جو (جيئن ئي

توءِ              توءِ = ته به

جُو جُو.... جان جان ... = جيستائين، تيستائين

جان جان              تان تان

جان ئي (جتان) جائين (جتان) = جتان

تان ئي (تتان) تائين (تتان) = تتان تڏهن کان ٿوري فرق سان

لاهِوُ             لاءِ             = لاڙ، ڏڪڻ

ڪاٿي         ڪٿيئي        = ڪٿي

ٻولي جي سهڻي استعمال ۽ تخليقي فڪر جي اضافي جي لحاظ سان، نتيجي طور چونداسون ته ميين شاهه ڪريم جو درجو پڻ گهٽو مٿاهون آهي، قلب ۽ نظر جي وسعت سان گڏ شاهه عبدالڪريم وڏي حافظي وارو هو. ڪانئس اڳ وارن ولين ۽ درويشن جي سوانح جي پوري ڄاڻ هئس، ۽ نثر خواه نظم سندن نصيحت ڀريل قولن ۽ ڪلاسن کان واقف هو. ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم نتيجي طور صحيح راءِ قائم ڪئي هئي

ته ”ڪانئس اڳ جيڪي شاعر گذري ويا هئا ته جو شعر به گهڻو ياد هوس“(1). خاص طرح عارن شاعرن جو ڪلام ياد هوس، ۽ پين سپني ڪان وڏيڪ قاضي قادن جي بيتن جي ڪيس چاڻ هئي .انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته قاضي قادن جي عارفن فڪر ۽ ڳوڙهن نڪتن ڪان ميون شاهه ڪريم گهڻو متاثر هو.

ڪانئس اڳ قاضي قادن ئي پهريائين پنهنجن بيتن ۾ ڪيترائي نوان موضوع ۽ مضمون آندا، پوءِ پيا شاعر جيڪي ميين شاهه ڪريم ڪان اڳ هئا، يا وڏا هئا، سندن همعصر هئا، تن پنهنجن بيتن ۾ ساڳيا ڪي پيا نوان موضوع آندا، مثلاً ’ڪلاڙن‘ جو موضوع قاضي قادن جي بيتن ۾ ڪونه هو، پر سندس ٻئي ڪنهن همعصر ان موضوع تي بيت چيو (2). ميين شاهه ڪريم سندس بيتن۾ ڪم از ڪم انهن چهن ساڳين موضوعن (توحيد، وحدت ۽ ڪثرت، سچڻ جي سڪ ۽ نينهن، سسئي، گهاتو، هنجه) کي وڏيڪ ورجايو، جن جا بنياد پهريون پيرو قاضي قادن جي بيتن ۾ ٻڌل هئا. ان کان سواءِ ، قاضي قادن جي وارن معنوي نُڪتن توڙي خاص لفظن ۽ فقرن کي پنهنجن بيتن ۾ آندائين، مگر ان سان گڏ ٻولي ۾ بيان جي وڌندڙ صلاحيت ۽ وسعت سببان ۽ اڻ پنهنجي نظر ۽ ذهانت

سان، ميين شاهه ڪريم پنهنجي بيتن ۾ اڻ نوان موضوع (پاڻيهاري، مارئي، متارا، پاڳين جو سانگ ۽ ڪڇ چرڻ، مومل، سخي ۽ ڏاتار، ليلان ۽ سهڻي) ۽ به نوان معني نُڪتا ( صوفي ۽ صلح، مجازي ۽ حقيقي عشق) نروار ڪيا. قاضي قادن کان پوءِ ايترا نوان موضوع پهريون پيرو ميين شاهه ڪريم آندا، ان دور ۾ اهو سنڌي ٻولي جي بياني وسعت جو نمايان مثال توڙي ميين شاهه ڪريم جي عارفانه فڪر جو ڪمال هو.

سنڌ کان ٻهارين روايت واري سنڌي، سنڌي - سرائيڪي ۽ ٻين پاڙيسري ٻولين جي آميزش واري شعر جو هڪ اهم ذخيرو

سنڌ کان ٻاهر دادو ديال ۽ پراڻناٿ هن دور ۾ ٻه وڏا درويش ٿي گذريا، جن ٻين ٻولين کان سواءِ، سنڌي ۾ منظوم ڪيل بيتن ۽ سلوڪن جو پڻ پنهنجي پويان هڪ وڏو زخيرو ڇڏيو انهن ٻنهي مان فقير پراڻناٿ جا بيت سندس وقت جي لکيت ذريعي محفوظ رهيا آهن ۽ انهي ڪري اصل متن جي لحاظ سان وڏيڪ مستند رهيا آهن. دادو ديال وڏي اثر ۽ رسوخ وارو درويش هو، جنهن جا وڏيڪ گهڻا پوئلڳ ٿيا ۽ سندس پَٿَ (پنٿ) راجستان ۽ ٻين گهڻن پرڳڻن ۾ پکڙي. دادو ديال ۽ سندس پٿ جي ٻين ساڌن ۽ فقيرن جو شعر

زباني روايتن ذريعي وڏيڪ پکڙيو ۽ جڏهن لکيو ويو تڏهن پڻ زباني روايت واري رنگ ۾ ئي لکيو ويو.
اهڙي لکيت وارو هڪ خاص پُستڪ، دادو _ پنڻي پگِت هريداس جي قائم ڪيل 'مَٺُ' (مڙهي) ۾ محفوظ آهي، جنهن جي هڪ جدا باب هيٺ خاص طرح ”قاضي قادن ۽ ٻين درويشن“ شاعرن جا سنڌي ۾ چيل بيت لکيا ويا آهن. انهيءَ باب وارا بات ”قاضي قادن جو ڪلام“ ڪتاب ذريعي ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن (1). اهي جملي 118 بيت آهن، جن مان ٽي درويش قاضي محمود (گجراتي) جا هندي ۾ چيل آهن؛ باقي 115 بيت سنڌي ۽ سرائيڪي ۾ آهن، جن مان ڇپيل ڪتان ۾ ڏنل وچور موجب هڪ بيت دادو جو، هڪ بيت فريد جو، ۽ هڪ بيت حِلو يا 'هلو' نالي شاعر جو آهي. اسان پنهنجي موجوده معلومات جي بناءِ تي في الحال انهيءَ نتيجي تي پهتا آهيون ته انهن هڪ سوء ٻارهن بيتن مان وڌ ۾ وڌ ستهتر (77) بيت ڪن قاضي قادن جا ٿي سگهن ٿا، باقي پنجٽيهه (35) بيت ٻين فقيرن ۽ سان جا آهن (1). انهيءَ اندازي موجب دادو ۽ حلو جي ٻن بيتن سميت جملي سٺيهه (37) بيت ٻين فقيرن جا چيل آهن، جن تي هت ويچار ڪنداسون. قاضي قادن جي بيتن ۽ ٻولي تي

اسان اڳ ’باب پنجين‘ هيٺ بحث ڪري آيا آهيون (2).
هي بيت ڪهڙن شاعرن جا چيل آهن ۽ ڪهڙي دور جا آهن، ان بابت عارضي طور ئي ڪجھ چئي سگهجي ٿو. فقط ٽن بيتن جا شاعر (دادو، فريد، ۽ حلو) پڪيءَ طور معلوم معلوم آهن. ڪتاب ”قاضي قادن جو ڪلام“ جي موءلف جي ڏنل اهڃاڻ مطابق البت هڪ ٻيو بيت پڻ فريد جو ٿي سگهي ٿو. هڪ بيت جنهن ۾ دادو جو نالو موجود آهي سو هن بالڪل قاضي قادن جي بيت کان متاثر ٿي چيو
دادو جي بيت جي ٻولي ۽ سٽاءُ نرالي آهي. اهڙا بيت جن تي قاضي قادن جي لفظن ۽ خيالن جو پاڇو پيل آهي، يا جن جي ٻولي ۽ سٽاءِ توڙي اسلوب بيان دادو واري هن بيت سان ملن ٿا، سي دادو جا ئي ٿي سگهن ٿا.
سنڌي بيتن جو هي ذخيرو ڪهڙي دور جو آهي؟ قاضي قادن (وفات 1551) جي بيتن وارو دور اسان کي پڪيءَ طرح معلوم آهي. شيخ فريد ننڍي (1450 - 1563ع) ۽ دادو ديال (1544 - 1604) جا دور پڻ معلوم آهن. جيڪڏهن شيخ فريد جا بيت سندس حياتيءَ جي وچئين دور جا هجن، ۽ بيتن جو هي سڄو ذخيرو خود درويش دادو ديال جي زباني يا ان دور جي لکيت

ذريعي پڳت هريداس تائين پهتو هجي ته پوءِ چئبو ته هي بيت انداً 1500 - 1604ع واري عرصي ۾ چيا ويا (2).

راڻيلا واري پستڪ ۾ قاضي قادن جا توڙي ٻيا سڀ بيت جيئن لکيل آهن، تيئن ’قاضي قادن جو ڪلام‘ ڪتاب ۾ پڻ ڏنا ويا آهن. انهيءَ ڇپيل صورت مان ظاهر آهي ته بيتن جي اصلي صورت (جنهن ۾ شاعرن اهي بيت چيا) تي راجسٿاني ۽ پنجابي ٻولين جو رنگ چڙهيو آهي. جيڪڏهن انهن بيتن جي شاعرن جي مادري زبان سنڌي يا سرائيڪي هئي ۽ انهن ٻولين ۾ ئي بيت چيائون م ته پوءِ اهي بيت دادو ديال واري دور کان وٺي هريداس جي دور تائين راجسٿاني يا پنجابي ڳالهائيندڙن پڳتن جي زباني يا لکيت ذريعي هن پستڪ تائين پهتا، ۽ انهيءَ ڏي وٺ ۾ بيتن جي اصلي زبان تي راجسٿاني ۽ پنجابي جو رنگ چڙهيو.

جيڪڏهن اهي سڀ بيت ، يا انهن مان ڪي، اهڙن شاعرن چيا جن جي مادري زبان راجسٿاني هئي ته به انهن بيتن ۾ استعمال ٿيل سنڌي يا سرائيڪي تي راجسٿاني لهجي جو اثر پوڻو هو. جيئن ته اص حقيقت هن وقت اسان جي آڏو ناهي، انهيءَ ڪري بهتر ائين ئي ٿيندو ته جيترو ٿي سگهي اوترو انهن بيتن تان

راجسٿاني _ پنجابي رنگ لاهي، انهن کي سنڌي يا سرائيڪي وارن ممڪن شڪل ۾ بيهارجي ته جيئن انهن بيتن جي ان دور واري ٻولي بابت وڌيڪ صحيح نتيجا قائم ڪري سگهجن. انهيءَ لحاظ سان ،اسان هيٺ انهن بيتن جي چيل صورت کي سنواري لکيو آهي. ۽ پڻ انهن کي ٻولي جي سٽاءِ، اسلوب بيان ۽ معنيٰ جي مناسبت جي لحاظ سان اٺن جدا دفعن ۾ ورچيو آهي ته جيئن ڪنهن حد تائين جدا جدا شعرن يا جدا جدا ڀاڱن جي ٻولي جو گماني اندازو ٿي سگهي. هر بيت هجي هيٺيان ڏن ان گوسوامي 'قاضي قادن جو ڪلام' ڪتان ۾ ڏنل ان بيت جو نمبر يا صفحو ڏيکارين (1).

(الف) قاضي قادن جي دور جا (؟)سنڌي بيت

1. وجي آيو ڪير، ڪنهن ڏٺو منهن لاهوتيين
اچي ڪندو ڪير، ڳالهيون رب پَرَتِيان
[نمبر 15]

هي قاضي قادن جو دور جو ، يا ان کان اڳ جو چيل بيت آهي. ان جي اصل صورت ڪهڙي هئي، سو چئي نٿو سگهجي. موجوده صورت ۾ شعر جي لحاظ سان سهڻو بيٺل ناهي. قاضي قادن هن بيت جي جواب ۾ هيٺيون بيت چيو:

هُن سَر سندا هَنجهڙا، اِتي ئي آهين

ڳالهين رَب ورتيان، جو منگي تِنہ ڏين
[نمبر 21]
2. تون ويرئون ئين وِر، جوڳي سو جو جڳ ۾
تون اسان جو پير، سُڌي ڏئين سَرير ۾.
[نمبر 34]
صاف سنڌي ۾ چيل بيت جيڪو ائين معلوم ٿئي ٿو ته قاضي قادن جي ڪنهن معتقد خود قاضي قادن لاءِ چيو.
(ب) وچ سنڌ جي (؟) شاعر ’حلو‘ جو سهڻو سنڌي بيت:
سفر مٿي سُپرين، اپا ساٿ لڏن
هلڻ جو حلو چوي.، ڳجهيون ڳالهيون ڪَن
[نمبر صفحا 45 ۽ 60]
بيت جي نج سنڌ ٻولي ۽ سهڻائي مان ظاهر آهي ته شاعر سنڌ جو ئي هو، نالي جي اصل صورتخطي ’هلو‘ آهي ، پر اسان جي خيال ۾ اهو نالي ’حلو‘ (= مِٺو) آهي يا حَلو جيڪو ’حليم‘ يا عبداحليم‘ جو ’ننڍو نالو‘ ٿي سگهي ٿو. بيت جو ٻولي ۽ اسلوب قاضي قادن واري دور کان پوءِ جا معلوم ٿين ٿا.
(ج) سنڌ جي اُترئين پاڱي (؟) جي شاعرن جا بيت هيٺين بيتن ۾ ’ڏايم‘ (ڏائڻ = ڻُبڻ، وهنجڻ )، راڏي (= ٻوکي)، مّحبان (’جمع‘ واري صورت) الفاظ ڏيکارين

ٿا ته اهي بت سنڌ اترئين پاڱي جي ڪنهن شاعر (يا شاعرن) جا آهن، البت قاضي قادن جا ناهن.، جو انهن جو معيار قاضي قادن جي بيتن وارو ناهي.

1. پِتو ڦِٽو پيٽ ۾، وڏي مَلا ماه
ڏائين ڏنئين ڏوڙ ۾، الله اورِي آه
[نمبر 59]

2. قاضي ڪَتِ مَ ايترو، مَتِ ڪِپرو ئي ڦير
پَلاٽيندون پوٺلي مَٿي ڪيندو ڪيرُ
[نمبر 60]

3. جهِڙي پائين هٿڙي، تهڙي پاڻ پرين
پائڻ محبان چڏيو، تون نه چڏ ڏٽي.
[نمبر 73]

4. توبه ڪِرين باهڙي، باهُڙي توبه ڪَرِينِ
ڪيهي سادي هَٿ ۾، راڌي اُجاڙين
[نمبر 101]

5. توڙي وجي روم، ناه نصيبئون اَڳرو
مان مٿي ٿوم، جڻ لکيا چڻن ۾.
[نمبر 106]

(د) سنڌي - سرائيڪي ۽ پنجابي - هندي جي آميزش وارا بيت، اهي بت سنڌ جي سِري ۽ ملتان جي سنڌي - سرائيڪي ۽ اوپر پنجاب واري پنجابي - هندي جي آميزش وارا آهن. ڪن بيتن ۾ لفظن ۽ فقرن جي سٽاءُ

اهڙي آهي، جهڙي ’گرو گرنٿ‘ جي ڪن بيتن ۾ آهي.

شيخ فريد (ننڍي) جا بيت

1. گهڙيين گهاريِان، پَهرين لهي سَنجهاءِ
مون هِڙَو گهڙيال جيون، ڏکين رَين وِهاءِ(1).
[ص ص 44، 60]

2. ڏيهه لٿَا، سَنجها پَئي، اڳون آئِي رات
ڪَڙا پُڪاري پاتِڻي، ٻيڙا ڪپر وات(2)
[نمبر 74]

شيخ فريد کان سواءِ ٻين (؟) جا چيل بيت

1. جي جي ٻول مَئن ڪيئي، سو سو مُجهه نه ٿيان
اُس چنگي ديوان مين، سڀي مُڪَر ڳيان.
[نمبر 111]

2 . جتي سچ سنسار سان. سِہ جا سائين ساڻ هوءِ
تو پڌر هي ٻيڙا تَري، جہ ٿاءِ نير نه ڪوءِ.
[نمبر 68]

3. پُلي [پِلي] وِي پُلي، پُلي تڳائون آئي
بابا آدم اَتي حوا پُلي، پُلي سڀ دنيائي.
[نمبر 95]

پيڳا ساچا نه ٿئي، مَن موتاهل ڪَچ
ڪَنين سُٽيا نه مَنِيئي، اک ڏٺو سَچ،

ٻولي سنڌي - آميز سرائيڪي آهي. وڌيڪ صحيح پڙهڻي هن طرح ٿيندي:
پڳا سچا نه ٿيوي، من موتاهل ڪچ
ڪَنين سڻيا نه مَنِيئي. اکين ڏٺا سچ
5. سِچ پيارا سائينيان، سائين سچ سُهاءِ
سَچي منگل نه دهئي، سَچي سَرپو، نه ڪاءِ.
سچ سمنڊان سِر چڙهي، ڪوڙ ڪکائين باه جڏهون
ڪڏهون ڪوڙ کي ڏيندو سچ سزاءِ.
[نمبر 69]
6. جو سائين سون سچ، تو پوَ ڪهڙا سُتڙي
اُپا ٿِي ڪر نچ، توڙي اگرڙا ٻَلي،
[نمبر 102]
7. سُچي ٿئي جباب چَئي، سي سچڻ ڪِٿ ڳَئي
جتي بال سري ۾، تِتي چَڻ پَئي.
[نمبر 76]
8.. ڪَوسين ڪُپَل نِيپجي، ٿاري پَٽدا هي
عقل غيب الله دا، الله ئي الله هي،
[نمبر 105]
9. پيڙان سپي ڏهيليان، ايهي پيڙ نه ڪا
جئن وَجڻ واڄو ٿئي، چاٽي هڪ خدا.
[نمبر 77]
10. هَسِين ڪِت سَهجڙي، رووڻ ڪِيون ناهِين

پريان پسڻ جوڳيان، اکين تو ناهِن.
[نمبر 46]
(هه) دادو جا بيت
هيٺ پهريون بيت دادو جي نالي سان، باقي ٻيا بيت ٻولي، مضمون ۽ معنيٰ جي لحاظ سان دادو جا معلوم ٿين ٿا. بيتن جي ٻولي ۾ سنڌي سان گڏ ڍاٽڪي - راجسٿاني جي آميزش آهي سنڌي عبارتن جي شتاءِ فطري ناهي، بلڪ ذاتي ڪوشش جو نتيجو آهي، جنهن مان ظاهر آهي ته شاعر جي پنهنجي ’مادري ٻولي‘ سنڌي ناهي.
1. دادو ! اکيون پَسڻ کي پري اُلَٿِيان منجهه
جِتي بيٺو مان پرين، نهاريندو هنجهه
[صفحا 43 ۽ 64]
2. دَر پورا کُر سي گهُران، حقيقتان هنجهه
ڪوڙين هنڌاڻ ڪَڻ چُڳِن، سَر پاڻي جي منجهه
[نمبر 14]
3. اک اندر سَرِيو، جاڳي پَس جُواڻ
منجهيڻي مڪو ٿيو، منجهيڻي مُلتان.*
[نمبر 20]
4. شهباز باز ٿيو. پَنکي نه ماري
اک کوڙيي عَرسِ ۾ لُڏي مناري.
[نمبر 22]

5. جِنهين جانِ جُدا ڪِي، تون مُهُه تِنهِنين پَسُ
لَتاڙِينِ لَٿُن سين، اَنٺي پَهَرَ عَرِسُ.
[نمبر 23]
6. [پاڻا] پڙهندو پئي ويو، ڪوڙين لَک قرآنΨ
لکي لوڪ نه سگهيو، پاڻي اندر پاڻ
[نمبر 4]
7. تَئَن پُڇي اَساڻ، ٿُون آسين نهين پُڇيو
پَڙهڻهار قراڻ، نهين رَتو رحمان سان.
[نمبر 63]
8. سَچِي سائين ساڻ، تون مَ ڪر ڪوڙِي ڪُوڙيان
جي توء منجهه هِيانوَ، وو سَپو ڪي پرڪٽو.
[نمبر 66]
9. سُتو هَتو جاڳ، راتڙِين سَيِئه وِهاڻيان
مَٿئَن ٿيبوءِ اَپاڳ، پِرين وِساڻ مَ ڪر.
[نمبر 89]
10. پِرين وساري رت روئن، ڪَبُڏي ري ڪارڻ *
ڪَنچَن راس وِچاءِ ڪي، ٻُڪَئِن ڏوڙ پَوَن.
[نمبر 90]
(و) اوپر ۽ ڏکڻ - اوپر سنڌ ۽ پر وارن راجسٿاني علائقن جي ٻولين جي آميزش وارا بيت (؟)
هي بيت دادو جي بيتن کي وڏيڪ ويجها آهن ۽ ٿي سگهي ٿو ته دادو يا سندس ٻالڪن جا چيل هجن.

سنڌي سان گڏ انهن ۾ اولهه راجسٿاني ٻولين جي آميزس جو گمان ٿئي ٿو.

1. هَٿ ويا جهَئَن لُوڻ، ڪستوري جهُنگئَن گهري
سچان دي صابُوڻ، اندر اچا نه ڪري.

[نمبر 98]

هيٺئين طور پڙهجي ته معنيٰ وڌيڪ صاف ٿيندي.

هٿ وِهائين لوڻ، ڪٿوري جهنگين گهُرين
سچان دي صابوڻ، اندر اچا نه ڪرين!

بهرحال جيڪا اصل پڙهڻي بيٺل آهي، سا سرائيڪي - راجسٿاني آميز آهي.

2. مُبان مَحلان مُنديان، اَچَلِيان چَلن
هَٿئون گِنَن ٻَڪري، جهنگين اُٺ منگن.

[نمبر 99]

3. مَنجهين مائو ناهِه ڪي، پَسڻ ڪي گهاٽي
ڏُنِي ڪَسُونپي رنگ جيون، ويندو ئي واٽِي.

[نمبر 3]

4. مئن پانِي مُونءِ، هي جَس پوس جَر ڪِڻون
ويو وَرائي وَنُّ، ڪَهُ لڳي ڪارو ٿيو.

[نمبر 94]

(ز) سنڌ جي سري - ءِ لاڳو راجسٿاني علائقن جي ٻولين جي آميزش وارا بيت (؟)

1. جي لوڙِيندي نه لَهان، اَلوڙيندي ڍير

توڙي ڏِسَڻ سُهڻي اَنبان ٿُل نه ٻير.
[نمبر 29]
2. سُوني سرپ نه لوڙِيان، جي لوڙيان تان لک
مون تِنهان سندي ٻک، جنهين مَستڪ مَٽي ٻَلي.
[نمبر 30]
3. ڪا ڳد ڪالي اڪرين، مئن واڇَّيندا اَلَڏو
سڄڻ اچي اڪرين، مئن لوڙِيندو لَڏو.
[نمبر 43]
مٿي اسان انهن سٺيهن (37) بيتن کي، جيڪي راڻيلا واري دستخط پستڪ ۾ قاضي قادن جي بيتن سان گڏ لکيل آهن، وچُوري ستن دفعن ۾ ورهايو آهي. پهرين ٽن دفعن وارن بيتن جي سٽاء وڏيڪ صاف سنڌي ۾ آهي ۽ غالباً اهي سنڌ جي ئي ڪن شاعرن جا چيل آهن. چوٿين دفعي وارا بيت شيخ فريد (ننڍي) ۽ ان طرف جي ٻين درويشن جا آهن جن تي پڻ سنڌي - سرائيڪي ٻولين جو رنگ چڙهيل آهي. پنجين دفعي وارا بيت غالباً دادو ديال جا آهن. ڇهين ۽ ستين دفعي وارا بيت پڻ دادو جي سلسلي سان ملن ٿا ۽ سنڌي - راجسٿاني رنگ ۾ وڏيڪ رچيل آهن. انهن بيتن مان هن دور ۾ سنڌ ڪان اوپر توڙي اتر طرف، سنڌي ۽ سنڌي - سرائيڪي ٻولين جي پهچ - پکيڙ توڙي سنڌي جي صوفياني فڪر جي وڌندڙ اثر جو ثبوت ملي ٿو.

نتيجا

1. هي دور فارسي زبان جي اوج ۽ عروج وارو دور هو. سنڌ توڙي هند ۾ فارسي سرڪار دفتر، انتظامي ڪاروبار، خط و ڪتابت، تعليم ۽ تصنيف، ۽ ادب ۽ شاعري جي زبان هئي. جيئن ته سنڌي اڳ ۾ ئي پنهنجي تاريخي ۽ ارتقائي اعتبار سان هڪ اعليٰ سطح تي پهچي چڪي هئي، انهي ڪري باوجود فارسي جي عمل ۽ اثر جي سنڌي جي انفراديت ۽ افاديت قائم رهي. سنڌ ۾، فارسي ۽ سنڌي جي عمل ۽ رد عمل جو جيڪو سلسلو شروع ٿيو، ان ۾ سنڌي جي اهميت ۾ اضافو ٿيو.

2. هن دور ۾ سنڌ اندر مقامي طور ڪن اهم سماجي، اخلاقي ۽ علمي ضرورتن پورين ڪرڻ لاءِ سنڌي زبان جي ڪن خاص نثري اصطلاحن، فقرن ۽ جملن جي معنيٰ ۽ مفهوم بابت تحقيقن، فقرن ۽ جملن جي معنيٰ ۽ مفهوم بابت تحقيق شروحن، فقرن ۽ جملن جي معنيٰ ۽ مفهوم بابت تحقيق شروع ٿي.ح  شروع ٿي.

3. سنڌ کان ٻاهر سنڌي ٻولي ۽ ان جي ثقافت جو دائرو وسيع ٿيو. اتر طرف ملتان کان مٿي پنجاب تائين، ڏکڻ طرف ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات تائين، ۽ اُڀرندي طرف راجسٿاني علائقن تائين سنڌي ٻولي جي ادبي ثقافت اثرانداز ٿي، ۽ اتي جي ڪن مشهور درويشن

سنڌي ۾ بيت چيا ۽ پنهنجي ڪلام ۾ سنڌي آميز فقرا استمال ڪيا.

4. سنڌجي روايتي ادبي ذخيري ۾ اضافو ٿيو، ۽ خاص طرح سنڌي شعر جي تحريري سرمايي ۾ وڏو واڌارو ٿيو. ان ڪان سواءِ سنڌ ڪان ٻاهر پڻ سنڌي، سنڌي - سرائيڪي، ۽ هندي - پنجابي - راجسٿاني ٻولين جي آميزش سان سنڌي شعر جو اهم ذخيرو وجود ۾ آيو.

5. هن دور ۾ سنڌ اندر عربي ۽ فارسي جي تعليمي سلسلي توڙي استادن ۽ عالمن جي عربي ۽ فارسي مهارت جي باوجود سنڌي ٻولي نج صورت ۾ لکي ۽ ڳالهائي وئي: يعني ته عالمن نج سنڌي ڳالهائي ۽ استعمال ڪئي جنهن جي ڪري عوام جي بولي ۽ عالمن جي بولي ۾ ڪو وڏو ويڇو ڪونه پيو. عالمن ۽ پڑهيلن گهڻو ڪري لفظ ۽ فقرا ائين ٿي لکيا جيئن اهي عام طرح ڳالهايا ويندا هئا. ڪي عربي ۽ فارسي لفظ پڻ جيئن زبان زد عام ٿي ويا هئا، تيئن ئي عالمن ۽ شاعرن اهي ڪم آندا مثلاً، جاب = جواب؛ ساٿ = ساعت؛ چال = شال. ميين شاهه ڪريم جي ملفوظات (’بيان العارفين‘) ۾ ڏنل هڪ سؤ ٽن بيتن ۽ ٻن مصراعن جي وڏي ذخيري مان، جن ۾ علم ۽ فڪر جا ڳوڙها خيال سمايل آهن، فقط ستاويهه کن عربي لفظ ۽ چار پنج فارسي لفظ استعمال ٿيل آهن.

6. سٽاء جي لحاظ سان هن دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جون اڳيون اصلي مکيه خوصوصيات قائم رهيون: يعني ته (الف) ڌار بيٺل حروف جر يا حروف اضافت بدران گڏيل سٽاء واريون اضافي ۽ جري ترڪيبون وڌيڪ رائج رهيون؛ (ب) ٻڌگهن حروف علت (ا، و، ي) وارا اُچار، توڙي 'ه'، 'ن' غني ۽ 'ء' سان مرڪب اُچار گهٽ رهيا، ۽ خاص طرح لاڙي ٻولي ۾ گهٽو گهٽ رهيا.

7. هن دور اندر سنڌ جي جدا جدا ڀاڱن جي مقامي 'لغات' ۽ 'محاورن' ۾ وڌيڪ هڪجهڙائي پيدا ٿي، ۽ مجموعي طور سان اتر توڙي لاڙ ۾، يعني سڄي سنڌ ۾، ڪنهن ٿوري فرق کان سواءِ هڪجهڙي ٻولي رائج ٿي: مثلاً مبين ساهه ڪريم واري 'لاري سنڌي' توڙي قاضي قادن جي 'سِري واري سنڌي' جي ڪن پنهنجين جداگانه خوصوصيتن جي باوجود ٻنهي ۾ نسبتاً وڌيڪ گهٽيون مشترڪ سِٽائون ۽ اصطلاحي هڪجهڙايون نروار ٿيون.

---

[(1)]. ڏسو 'باب پيو'، ص ص 32، 41 -42.

[(1)] 'شاهه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام' مقدمي طور لکيل زندگي جو احوال،ص 25.

[(2)]"سر ڏيئي سٺ جوڙ، ڪنهن پر ڪلاڙن سين"

[(1)]هيرو ٺڪر: "قاضي قادن جو ڪلام"، پوڄا پبليڪيشن، دهلي، 1978ع.

[1] تفصيل لاءِ ڏسو اسان جو مضمون ”قاضي قادن جا بيت، نئين تحقيق جي روشني ۾“، رسالو مهراڻ، جلد 4 سنڌي ادبي بورڊ 1978ع. ص ص 112 - 148؛ جلد - 1 سال 1979ع، ص ص 112 - 149.

[2]اهو باب اڳ ڇپجي چڪو آهي جنهن ۾ هن مرحلي تي ترميم نئي ڪري سگهجي جون 1979 جي پوئين هفتي ۾ دهلي وڃڻ ٿيو ۽ اتي پڇا تي معلوم ٿو ته دادو _ پنٿين جي مختلف ’مٺن‘ تا ”قاضي قادن واري باب“ جا ٿي وڏيڪ قلمي نسخا مليا آهن هڪ قلمي نسخو جيڪو جيپور واري مرڪزي مٺ ۾ آهي سو سنبت 1745 جو لکيل آهي، ان ۾ ’قاضي قادن‘ واري باب هيٺ 243 بيت ڏنل آهن. انهيءَ نئين ذخيري جي مدنظر قاضي قادن جي جملي ڪلام (توڙي ٻين فقيرن جي چيل سنڌي بيتن) جو صحيح اندازو تڏهن ٿي سگهندو جڏهن انهيءَ سڄي ذخيري جي ڇنڊڇاڻ ڪئي وڃي.

[2]راٽيلا واري پستڪ ۾ ٻين باب هيٺ شيخ بهاوءالداين ۽ شيخ فريد جا بيت ڏنل آهن. وڏو شيخ بهاوءالدين زڪريا (وفات 1262ع) ۽ وڏو شيخ فريد مسعود شڪر گنج (وفات 1265ع) اڳ ٿي گذريا، ۽ اهي بيت غالباً انهن نالن وارن ننڍن بزرگن جا هجن، جن مان ننڍو شيخ فريد (1450 - 1563ع) دادو ديال کان ڪجھ اڳ ٿي گذريو جيڪڏهن سندس بيت وچئين حياتي واري دور يعني 1500ع جا تسليم ڪجن ته اهو هن دور جو آڳاٽي ۾ آڳاٽو سال ٿيندو جيڪڏهن بيتن جو اهو ذخيرو ٻهريائين درويش دادو ديال جي زباني يا لکيت ذريعي پوئين دور تائين پهتو ته پوءِ چئبو ته هي ذخيرو اندازً 1500 - 1604ع واري دور جو آهي. جيڪڏهن راٽيلا وارو پستڪ ڀڳت هريداس ٻهريائين پاڻ لکيو يا لکايو ته پوءِ ٿي سگهي ٿو ته ڪي بيت اهڙن

شاعرن جا هجن، جيڪي دادو ديال کان پوءِ ويندي ڀڳت هريداس جي حياتي واري دور (17، 18 صدي عيسوي) تائين چيا ويا.

(1)انهن بيتن جي صورتخطي ۽ معنيٰ تي اسان پنهنجي مضموب ”قاضي قادن جا بيت، نئين تحقيق جي روشني م“ تفصيل سان لکيو آهي. (ڏس رسالو سہ ماهي ’مهراڻ‘)

(1)’گرو گرنٿ‘ ۾ شيخ فريد جي نالي سان هي بيت مختلف پڙهڻي سان موجود آهي.

(2)’گرو گرنٿ ‘ ۾ شيخ فريد جي نالي سان ڏنل بيت هن طرح آهي:

فريدا، ڏکان سبتي ڏيہ ڳئيا، سُلان سيِتي رات

کڙا پُڪاري پاتني، بيڑا ڪير وات.

[ص 45]

*پهرين سٽ ۾ ’اک‘ بدران ’انگ‘ (= جسم) بهتر ٿئي ها: يعني ته پنهنجي جا يا پنهنجي پاڻ ۾ ئي سيڪجهه آهي. پر اک غالباً انهيءَ ڪري استعمال ڪيو ويو جو قاضي قادن جو بيت ”ايڪ قصر در لک“، سنڌ کان ٻاهر دادو ديال وٽ ’عين قصر در لک‘ جي پڙهڻي سان پهتو جو انهيءَ پڙهڻي سان ئي راڻيلا واري پستڪ ۾ لکيل آهي، ’عين‘ معنيٰ ’اک‘. درويش دادو ديال پوءِ ’اک‘ کي ئي پنهنجن بيتن ۾ معنوي تصور طور استعمال ڪيو، جيئن ته هن کان پوءِ ٻئي بيت ۾ پڻ ’اک‘ وارو تخير آندل آهي. سنڌي ۾ ’منجهيئي‘ ٿئي ها.

Ψچپيل پڙهڻي جي شروع ۾ ’پاٺا‘ ناهي.

*. ’ڪبڏي ري ڪارڻ‘ ۾ ’ري‘ معنيٰ ’ري‘ آهي؛ يعني ’ڪبڏي سبب ڪري‘.

# باب ستون

مادري زبان سنڌي ذريعي تعليم ڏيڻ ۽ سنڌي ۾ درسي، علمي ۽ معلوماتي مواد جي منظوم ٿيڻ وارو شروعاتي دور

(مغليه دور 1590 - 1680ع)

سنڌ ۾ هڪ باقاعدي تعليمي نظام جو سلسلو، هند جي ٻين سڀني صوبن کان اڳ عرب - اسلامي دور ۾ شروع ٿيو. منصوره، ديبل ۽ ٻين شهرن جي درسگاهن جي عالمن ۽ استادن جي تربيت سان وڏا محقق ۽ مصنف پيدا ٿيا جن جو ذڪر مشهور عربي ڪتابن ۾ موجود آهي. انهيءَ اڳاٽي تاريخي تعليمي پس منظر جو ئي نتيجو هو، جو وقت گذرڻ سان، سنڌ جي درسگاهن جي سڃاڻ استادن تعليمي نظام، تعليمي طريقن ۽ استادن جي تربيت تي سوچڻ شروع ڪيو ۽ بالاآخر ڏهين هجري ۾ سنڌ جي وڏي محقق عالم ۽ استاد مخدوم جعفر بوبڪائي عربيءَ ۾ هڪ تفصيلي ڪتاب ”نهج الُتَعلُّم“ (’سکيا جو طريقو‘) لکيو، جنهن ۾ نصابي تنظيم، پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جي طريقن، شاگردن

۽ استادن جي ذهني نفسياتي صلاحيتن ۽ ذميدارين توڙي استاد - شاگرد جي تعليمي تدريسي رشتن ناتن کي تفصيل سان سمجهايائين. تعليم ۽ تعليمي طريقن بابت سڄي هندوستان ۾ هيءُ پهريون ڪتاب هو جيڪو ايترو اڳاٽو لکيو ويو(1).

مخدوم جعفر جو والد مخدوم يعقوب عرف مخدوم ميران پاڻ به هڪ وڏي لياقت وارو عالم ۽ استاد هو، جنهن مرزا شاهه حسن ارغون، پنهنجي فرزند مخدوم جعفر، ۽ ٻين کي ٺٽي ۾ پڙهايو، ۽ جتي پوءِ سنه 949 هجري (1543ع) ۾ هن وفات ڪئي. انهيءَ سال جي مناسبت سان، ۽ پڻ انهيءَ حوالي جي اعتبار سان ته مخدوم جعفر سنه 958ع ۾ حج ڪيو، چئي سگهجي ٿو ته مخدوم جعفر سنه 930 هه (1524ع) ڄاري ڄائو. پنهنجي والد جي رهنمائي هيٺ تعليم پوري ڪيائين ۽ غالباً پوءِ مڪي ۾ (958 - محرم 959هه) والد وانگر هڪ وڏي ڄاڻو استاد جي حيثيت ۾ ٺٽي ۾ تعليم ڏيڻ شروع ڪيائين. مرزا عيسيٰ ترخان (وفات 973هه) وٽ سندس وڏي عزت هئي، ۽ هو ساڻس گذريل تاريخي دور جا احوال ڪندو هو. غالباً مرزا عيسيٰ به مخدوم جعفر جا ليڪچر ٻڌا، ۽ سندس فرزند ۽ تجربي جي روشني ۾ مخدوم جعفر تعليم ۽ تدريس جي طور طريقي جي اهميت محسوس ڪئي، ۽ سنه

973هه (1565ع) ڌاري ان موضوع تي ڪتاب ”نَهجُ الَتعَلُّمِ“ لکيائين، اهو ڪتاب عربي ۾ هو، ۽ وڏيڪ تفصيلي هو، ۽ خاص تعليمي ماهرن لاءِ لکيو ويو هو. انهيءَ ڪري پوءِ مخدوم جعفر عام استادن جي رهنمائي خاطر فارسيءَ ۾ ان کي مختصر ڪرڻ جي ضرورت محصوص ڪئي، ۽ مهيني صفر سنه 976 هه (آگسٽ 1568ع) ’نهج الّعلُم‘ جو فارسيءَ ۾ خلاصو يا مختصر ”حاصل النِّهِج“ جي عنوان سان لکي پورو ڪيائين (1).

شروع واري عرب - اسلامي دور توڙي غالباً سومرن جي دور ۾ تعليمي ذريعو عربي هئي پر سمن جي دور کان وٺي فارسي ٿي. انهيءَ ڪري ئي مخدوم جعفر پڻ عام استادن جي رهنمائي لاءِ فارسيءَ ۾ ’حاصل النهج‘ تيار ڪيو. سندس هن وڏيڪ سولي ڪتاب، سنڌ جي عالمن ۽ استادن جي تربيت تي وڏو اثر وڌو جو هنن پڑهڻ - پڙهائڻ جي طريقن تي سوچڻ شروع ڪيو. ايتري قدر جو ايندڙ ٽيهن - چاليهن سالن ۾ سنڌ جي درسگاهن جا تجربيڪار ۽ ڄاڻُ استاد بالاآخر انهيءَ نتيجي تي پهتا ته ٻارن لاءِ تعليم جي شروعات فارسي بدران سندن مادري زبان سنڌي ۾ ڪئي وڃي ته جئن هو سَوَلائي ۽ سهنجائي

سان مڪتبي تعليم پوري ڪن ۽ پڻ منجهن اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ جي وڏيڪ صلاحيت پيدا ٿئي.

مادري زبان ذريعي بنيادي تعليم ڏيڻ جو نظريو

سنڌ ۾ هن نئين تعليمي نظريي ۽ تجربي بلڪ انقلابي تعليمي تحريڪ جا سن سال لکيت ۾ موجود ناهن، پر اها تخميناً مخدوم جعفر جي تعليمي ڪتاب ’حاصل النهج‘ کان پوءِ ٿيهن - چاليهن سالن اندر يارهين صدي هجري (16- صدي عيسوي) کان وٺي شروع ٿي. مادري زبان سنڌي ۾ مڪتبي تعليم ڏيڻ واري نظريي جي اوسر جو هڪ مکيه ڪارڻ اهو به هو جو سنڌي زبان ۾ اعليٰ فهم ۽ فڪر وارو مواد قاضي قادن ۽ ميين شاهه ڪريم جي بي بها بيتن ذريعي پيدا ٿي چڪو هو، ۽ اهو فڪر ايترو ته معياري هو جو 1022ه/1613ع کان اڳ هندوستان جي عالم محمد غوثي گواليار قاضي قادن جي ڪن بيتن جو فارسي ۾ ترجمو ڪيو. سنڌ اندر محمد رضا ٺٽوي سنه 1038 ه ۾ ميين شاهه ڪريم جي سنڌي بيتن ۾ سمايل فڪر کي ڪتاب ’بيان العارفين‘ م فارسي ذريعي سمجهايو. سنڌي ۾ اهڙي اعليٰ فهم ۽ فڪر جي موجودگي ۽ ان جي عام اشاعت، افاديت جي لحاظ سان سنڌي کي فارسي جي برابر بنائي ڇڏيو. اهوئي سبب هو جو يارهين صدي هجري (17- صدي عيسوي) کان وٺي

مادري زبان سنڌي ۾ بنيادي مڪتبي تعليم ڏيڻ لاءِ حالات سازگار ٿيا.
اڄ تائين عام طرح ائين سمجهيو ويو آهي ته ٺٽي جي عالم ميان ابوالحسن ئي سنڌي ۾ پهريون درسي ڪتاب ’ابوالحسن جي سنڌي‘ لکيو. اهو گمان انهيءَ ڪري پيدا ٿيو جو ان ڪتاب کان اڳ جو ٻيو ڪو سنڌيءَ ۾ لکيل ڪتاب ڪونه ٿي نظر آيو. پر هاڻي هڪ آڳاٽي سنڌي قلمي ذخيري جي دستياب ٿيڻ سان ثابت ٿئي ٿو ته مادري زبان سنڌي ذريعي تعليم ڏيڻ جي تحريڪ ۽ سنڌي ۾ درسي ۽ تعليمي مواد جي تيار ڪرڻ جي شروعات ”ابوالحسن جي سنڌي“ کان اڳ ٿي چڪي هئي. ميان ابوالحسن وڏو عالم ۽ استاد هو ۽ هو به هن نئين تعليمي تحريڪ جي ٻئي دور جو سربراهه هو، پر اها تحريڪ توڙي ان تحريڪ هيٺ سنڌي درسي ڪتابن لکجڻ جي شروعات غالباً سندس استادن جي دور (1000- 1050هه) ۾ ٿي، جن جي تعليمي نظرين ۽ درسي ڪتابن کان متاثر ٿي پاڻ به سنڌيءَ ۾ هڪ بهترين درسي ڪتاب تصنيف ڪيائين جيڪو پوءِ ’ابوالحسن جي سنڌي‘ جي نالي سان مشهور ٿيو (1).
جن سڀاڻ سنڌي عالمن ۽ استادن فارسي بدران مادري زبان سنڌي ذريعي مڪتبي تعليم ڏيڻ جو نظريو قائم ڪيو ۽ سنڌي ۾ درسي ڪتاب لکي عملي

طور ان نطريي کي پڪو ڪيو تن جي اوائلي رڻن ۾ ڪوشش بابت جيتوڻيڪ ان وقت جا ڪي لکيت ۾ حوالا موجود نه آهن، مگر اهڙي تبديل جي ڪري پوءِ مختلف موضوعن ۾ عنوانن تي سنڌي ۾ پڙهڻ پڙهائڻ لاءِ جيڪي درسي ۾ ٻيا ڪتابڙا لکيا ويا ۾ جيڪي هاڻي هڪ ضخيم قلمي ذخيري جي صورت ۾ دستياب ٿيا آهن سي هن نئين تعليمي تحريڪ ۾ تبديل تي پڪا پختا شاهد آهن.

تعليمي مقصدن لاءِ سنڌي ۾ درسي ۾ علمي ڪتابڙن جو لکجڻ

جدا جدا عنوانن تي اهڙن اوڻيتاليهن ’منظوم موضوعن‘ جو هڪ قيمتي ذخيرو هن وقت تائين سلامت رهيو آهي جيڪو عزت بن سليمان نالي ڪتاب 1067 -1069 هه (1655 - 1657ع) وارن ٽن سالن ۾ اُتاري پورو ڪيو. هن ذخيري جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته ان وقت جي سنڌي عالمن ۾ استادن اهي موضوع تعليمي مقصد خاطر ان وقت جي عام رائج سنڌي ٻوليءَ ۾ منظوم ڪيا، انهيءَ لاءِ ته سولائيءَ سان سيکاري پڙهائي سگهجن. هيٺ انهن اوڻيتاليهن موضوعن جي فهرست ڏجي ٿي جن کي جدا جدا عالمن فاضلن ۾ ٻين سڄاڻن نظم ۾ آندو. جن بنيادي موضوعن بابت اهي منظوميا جوڙيا

ويا تن کي مثان چورس ڏنگين ۾ نروار ڪيو ويو آهي، ۽ هيٺان انهن موضوعن متعلق اهي منظوميا ڪاتب جي قائم ڪيل اصل عنوانن سان ڏنا ويا آهن. جتي اصل ’عنوان‘ ڏنل ناهي اتي مضمون مطابق مناسب عنوان چورس ڏنگين ۾ رکيو ويو آهي.

[1]

[خالق جي هيڪڙائي، ڪائنات جي تخليق ۽ انسان جي پيدايش]

1. جباري صفت خدائي
2. آغاز اُپا جي آدمي
3. صفت جوهر آفرينش عالم و مهتر آدم عليه السلام
4. نورنامه حضرت رسالت پناه، جوڙيل ’آرادين‘ جو

[2]

[نبي سڳوري جي سوانح، ساراهه ۽ معجزا]

5. [سوانح نبي سڳوري جي]
6. مدح رسول الله صلي الله عليه وسلم، جوڙيل ’عثمان‘ جي
7. معراج نامه، جوڙيل ’جمعي‘ جو
8. وفات پيغمبر عليه السلام
9. معجزو ڳيرو ۽ باز
10. صفت ماهي و دريا

[3]

[تعليمي سلسلو: درسي ۽ علمي ڪتاب، موضوعاتي سمجهاڻيون]

[(الف) توحيد جو اقرار ۽ ايمان، ۽ ڪفر کان بچڻ]

11. [اَللّٰهم اِني: تيوحيد جو اقرار] سنڌي ۾ ڪيل ’مُلين‘ جو

12. [ايمان مفصل- 1: آمنت بالله] سنڌي ۾ ڪيل ’آدم ڪناد‘ جو

13. [ايمان مفصل - 2] سنڌي ۾ ڪيل ’حاجي‘ جو

14. [ايمان مفصل - 3] سنڌي ۾ ڪيل ’سگر ڏني‘ جو

15. [الله ربي: عقيدي جو اقرار]

16. ڪلمات ڪفر [۽ حرام ڪم]

17. ڪلمات ڪفر در بانگ نماز

[(ب) اسلامي شريعت جي سکيا لاءِ ڪتاب]

18. ڪتاب شريعت، جوڙيل ’صادق‘ جو

19. چار علم، جوڙيل ’عثمان‘ جو

20. سايون چهه ويهيون فرضن، جوريل ’عثمان‘ جو

21. آب ده در ده (= گز چورس)

[(ج) فقه بابت علمي تحقيقي ڪتاب]

22. ڪتاب اساس المُصلّي، ترجمي ۾ آندل ’پِسي‘ جو

23. ڪتاب نطامي از ڪيداني، سنڌي ۾ مختصر ڪيل ’مُوسي‘ جو

[4]

[اخلاقي تعليم]

[(الف) اخلاقي تعليم: نصيحت ۽ هدايت]

24. چند بيت پنديات سنڌي

25. ٽريہ اکري، چيل ’موسي‘ جي

26. ٽريہ اکري

27. ڳهٽا ڪوڙ - زيور ڪوڙ

28. قصو عتاب زنان بدڪردارن، جوڙيل ’گهُرئو پٽ عمر‘ جو

29. [مستزاد صنعت وارو نظم]

[(ب) اخلاقي تعليم: چڱن ڪمن جي ترغيب لاءِ موت، قبر، ۽ قيامت جي
سختي جو بيان]

30. مناجات موت نامہ، چيل ’ڪاِنڌر‘ جي

31. قصو ڳور (قبر) جو، چيل ’سيد‘ جو

32. حشر نامہ

33. [قيامت نامو]

[(ج) اخلاقي تعليم: سزا ۽ جزا بابت مثالي قصا]

34. قصو جمجما بادشاهه

35. قصو ابوشحم

[5]
[عام مطالعو: نبين جي تاريخ ۽ قصا]
36. [تاريخون آدم کان وٺي حضرت محمد صلعم تائين]
37. مصيبت نامہ پيغمبران، چيل ’نُوري‘ جو
38. قصو مهتر يوسف عليہ السلام
39. قصو پيغمبر اسماعيل عليه السلام،چيل ’ٻَبَر‘ جو
هن سڄي ذخيري جي تفصيلي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌيءَ ۾ ايڏي وڏي آڳاٽي ذخيري جي تصنيف ۽ تاليف جا بنيادي مقصد ۽ انهن جي تڪميل لاءِ ورتل اُپاء هيٺين طرح هئا.
مادري ٻولي سنڌي ذريعي بنيادي تعليم ڏيڻ اهڙي تعليم لاءِ سنڌي ۾ درسي مواد مُهّيا ڪرڻسکندڙن جي ذوق وذائڻ ۽ سندن واسطي آساني پيدا ڪرڻ لاءِ، درسي توڙي مطالعاتي مواد کي روز مره واري عام سولي ٻولي ۾ منطوم ڪرڻ.
سنڌ ۾ صدين کان وٺي اسلامي تعليمي نظام رائج هو جنهن ۾ بنيادي مڪتبي تعليم کي وڏي اهيمت حاصل هئي. مسلمان ٻارن لاءِ ’مڪتبي تعليم‘ اصولي طور ’ديني تعليم‘ هئي جنهن ۾ قرآن شريف پڙهائڻ سان گڏ توحيد ۽ رسالت ۾ ايمان پختو ڪرڻ، اسلام جي بنيادي ارڪانن مان خاص طرح نماز 7 روزي جا فرض

سمجهائڻ، ۽ نماز ادا ڪرڻ لاءِ جسم، لباس ۽ نيت جي صفائي پاڪائي رکڻ لازمي طور شامل هئا. ايمان ۽ شرعي ارڪانن سان گڏ ٽيون موضوع اخلاقي تعليم هو (1). مٿئين ذخيري جي پنجن پاڱن ۾ شامل اوڻيتاليهن عنوانن وارن موضوعن مان، پهرين چئن پاڱن هيٺ 35 موضوع نصابي ۽ درسي مقصدن خاطر تصنيف ڪيل آهن. آخري پنجين پاڱي وارا ٿي موضوع عام معلومات ۽ مطالعي جي ذوق وڌائڻ لاءِ جوڙيل آهن.

ٿئين پاڱي هيٺ جملي 13 موضوع خاص طرح بنيادي تعليمي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ درسي ڪتابن طور تيار ڪيا ويا. ان جي تصديق انهيءَ مان ٿئي ٿي جو اڳتي هلي انهن موضوعن کي درسي سلسلي ۾ شامل ڪيو ويو ۽ پڙهڻ ڪن کي وڏيڪ سوڌيو سنواريو ويو (1). ان وقت جي سڄاڻ عالمن ۽ استادن نه فقط انهيءَ درسي مواد کي عربيءَ مان ڪڍي سوَلي سنڌي ۾ مهيا ڪيو پر ان کي منظوم صورت ۾ آندو، انهيءَ لاءِ ته شاگرد درسي مواد کي مادري زبان ۽ منظوم صورت ۾ سولائي ۽ دلچسپي سان سگهو سکي پڙهي سگهن. هيٺيان مثال ان وقت جي سنڌي عالمن استادن جي انهيءَ نظريي کي روشن ڪن ٿا، ۽ خاص طرح حاجي نالي عالم جي ڪيل وضاحت مان ان جي

تصديق ٿئي ٿي ته: ”پانهجي واءِ پروڙي سگهائي سکن“ (يعني ’پنهنجي ٻولي‘ ۾ سولائي سان سمجهي ڪري هو سگها سکي سگهن).

[عنوان- 20] ”سايون ڇهه ويهون فرضن“ جو بيان ڪندي وڏي عالم فاضل عثمان ڄاٽايو ته علم پڙهڻ سِکڻ لاءِ ضروري آهي پر عام سمجهه وارن لاءِ (عربي بدران) سنڌي ۾ پڙهڻ وڌيڪ سولو آهي:

عثمان چوءِ علم رِءَ، عقل مورِ نه ڪوءِ
سنڌي ابوجهن کي گهڻو سُهلِي هوءِ

[عنوان - 13] هيٺ حاجي نالي عالم ’ايمان مفصل‘ جي سڄي عربي عبارت کي ”سنڌي بيتن“ ۾ آندو، انهي لاءِ ته مادري زبان ذريعي پڙهندڙ سولائي سان سکي ۽ سمجهي سگهن.

عربياء سنڌي ڪِئِي ”حاجي“ بيت ڪري
ته سکڻُ سَهُکِي ٿئي ابوجهن وَرِي.
سنڌي آهي سَهُکي سکڻ ابوجهن
پانهجِي واءِ پروڙي سِگهائي سکن.

[يعني: (ايمان مفصل جي عبارت) کي حاجي عربيءَ مان سنڌي بيتن ۾ آندو انهيءَ لاءِ ته عام سمجهه وارن لاءِ به سکڻ ۾ سوَلي ٿئي.

عام سمجهه وارن لاءِ سنڌي سکڻ ۾ سولي آهي:
جو هو پانهنجي ٻولي ۾ سمجهي سگهو ٿا سکن]

[عنوان- 14] ’سَگر‘ ڏني‘ نالي ٻئي عالم پڻ ”ايمان مفصل“ جي عبارت کي ساڳئي مقصد خاطر سنڌي بيتن ۾ آندو:

”سگر ڏني“ سنڌي ڪئي صفت هِي ايمانَ
تن سڀئي پُنِيُون، جي ني ڪلميسانَ

مادري زبان ۾، مادري زبان ذريعي بنيادي تعليم ڏيڻ واري نظريي کي علمي طور ڪامياب بنائڻ لاءِ سچاڻ عالمن ۽ استان نه فقط پاڻ پنهنجي طرفان نصابي مواد مرتب ۽ منظوم ڪيو، پر ساڳئي وقت عربي ۽ فارسي درسي ڪتابن مان مواد چونڊي سنڌيءَ ۾ آندائون. ان سلسلي ۾ فقهه جا مسئلا خاص طرح مشهور عربي ڪتابن مان ڪڍي سنڌيءَ ۾ سمجهايائون.

[عنوان - 22] عربي ڪتاب ’اساس المُصَلِي‘ پهريائين فارسي ۾ ترجمو ٿيو جنهن تان سنڌي عالم ٻَئِي:

’اَساس المصلي‘ ڪِتيب مُقيا، مون سنڌي ڳالهاءُ
يا ربّ! ڏينءُ سڀڪهين نماز سندو ساءُ
عربي ڦَرُ فارسِي، فارسي سنڌي ڦَرُ هوءِ
سائين سباجها مون ڏٽي سکي سَپو ڪوءِ

يعني ’اساس المصلي‘ ڪتابڙو اصل عربيءَ ۾ هو جنهن کي مون سنڌي ٻوليءَ ۾ آندو ويو، انهيءَ لاءِ ته

سڀ ڪوئي ان کي سولائي سان سکي سمجهي سگهي.

[عنوان- 23] موسي نالي عالم ڪيداني جي لکيل عربي ڪتاب 'نظامي' جو (جنهن ۾ 15 باب هئا) سنڌيءَ ۾ اختصار ڪيو۽ ان کي اٺن بابن ۾ مرتب ڪيائين. باوجود اختصار جي، سڀ مسئلا سنڌي ۾ سوَلا ڪري سمجهايائين:

باب پيو بيان 'واجبين' سنود منجهه جهين
سنڌي ۾ سَهُکا ٿيا سکڻ سَيِکهِين

---

مُفسِد پنج ۾ 'ڪيداني' ڏنام
عربياءُ عامن کي سنڌي سهلَ ڪيامِ

[عنوان- 21] ڪي فقهي مسئلا، هڪ کان وڌيڪ عربي ڪتاب ڏسي، پوريءَ تحقيق سان سنڌي ۾ بيان ڪيائون. "ڏهه گز مربع پاڻي" جي پاڪائي يا پليتي جو مسئلو بيان ڪندي، سچاڻ سنڌي عالم سمجهايو ته:

'فتاوا سراجي' ۾ لِکي هيءَ نه پَتِ
'مجموع - خانِي' آب باب مون هي ڏٺو تتِ

يعني ته ڪتاب 'فتاويٰ سراجي' ۾ هي سمجهاڻي ڏنل ڪانه هئي، مون اها ڪتاب 'مجموع خاني' جي باب "آب" ۾ ڏٺي.

[عنوان- 4] ’نور نامه حضرت رسالت پناه‘ جي مصنف ’آرادين‘ ڄاڻايو ته:

نور نامي منجهانء سا لکي سنڌي ڪيو پاڪا
سڀ پرياءُ پاڙهي پاتا بادشاهه
عربيا ۽ فارسيا سنڌي وا ڪيام
اربعا ’آرادين‘ چوءِ لکي پُڄَئِيامِ

[يعني: ’نور نامي’ بابت اصل مواد مان، مون هيءَ پاڪ صاف سنڌي لکي.
ان جي لکڻ ۽ پوري ڪرڻ لاءِ، ڏاڍي منهنجي ذهن ۽ دل تي اهڃاڻ روشن ڪيا.
عربي ۽ فارسي تان مون هي بيان سنڌي وائي (ٻولي) ۾ آندا ’آرادين‘ چوي ته: اربعا جي ڏينهن مون هي لکي پورا ڪيا]

اسان هن ڪان اڳ سنه 1968ع ۾شاهه لطف الله قادري جي ’سنڌي رسالي‘ جي آذار تي مادري زبان سنڌي ذريعي تعليم جي شروعات بابت جيڪو هيٺيون نظريو قائم ڪيو هو سو مٿين حوالن جي روشني ۾ بدلائڻو پوندو:

”شاهه لطف الله ڪان اڳ سنڌي عالمن يا شاعرن جون نظم خواه نثر ۾ جيڪي تصنيفون ملن ٿيون سي عربي يا فارسي ۾ آهن ۽ شاهه لطف الله قادري غالباً پهريون عالم ۽ عارف هو جنهن محسوس ڪيو ته سنڌ جا عوام

جن جي مادري ٻولي سنڌي آهي، ۽ جي فقط سنڌي ۾ ئي آسانيءَ سان ڪنهن ڳالهه کي سمجهي سگهندا تن جي سهوليت خاطر ضروري آهي ته علمي مسئلا سندن پنهنجي مادري زبان ۾ بيان ڪيا وڃن جيئن هو نه فقط سولائي سان مگر ذوق شوق سان پڙهن ۽ سمجهن.......... انهيءَ تعليمي مقصد خاطر هن عوام جي مادري ٻولي سنڌي ۾ رسالو تاليف ڪرڻ ضروري ڄاتو، ڇاڪاڻ ته سندس نظريي موجب مادري زبان ۾ ماڻهو سولائي سان، سگهو ۽ چاهه سان سکي سگهندا. اهڙيءَ طرح شاهه لطف الله قادري پنهنجي ”رسالي“ جي مقدمي ۾ سنڌ جي عوام کي سندن مادري زبان سنڌي ۾ تعليم ڏيڻ جي نظريي جو بنياد وڌو“ (1).

مٿيون نتيجو انهيءَ بناء تي ڪڍيو ويو هو جو ان وقت شاهه لطف الله قادري جو ”سنڌي رسالو“ پهريون ڪتاب هو جيڪو دستياب ٿيو ۽ جنهن ۾ انهيءَ نظريي جي پٺڀرائي ٿيل هئي. ان وقت، شاهه لطف الله قادري جي ’سنڌي رسالي‘ کان گهڻو اڳ جا هي اوڻيتاليهه منظوم ڪيل موضوع اڃان دستياب نه ٿيا هئا. هن ذخيري جي پنجن منظومين مان ذيل مٿين حوالن مان تصديق ٿئي ٿي ته مادري ٻولي سنڌيءَ ۾ بنيادي تعليم ڏيڻ جو نظريو شاهه لطف الله قادري کان اڳ انهن

عالمن ۾ استادن (آرادين، عثمان، جمعو، مُلو، آدم ڪناد، حاجي، سگر ڏنو، صادق، پُسئو، موسو، گهُرئو پٽ عمر جو، ڪَنڌر، سيد، نُورو، ٻپر) قائم ڪيو جن ايترا سارا تعليمي ۽ درسي موضوع منظوم ڪيا. انهن مان حاجي نالي عالم اهو تعليمي نظريو صاف لفظن ۾ نروار ڪيو ته:

سنڌي آهي سَهُڪي سکڻ اپوجهن

پانهنجي واءِ پروڙي سگهائي سکن

شاهه لطف الله قادري جي آڏو غالباً ڪانئس اڳ وارو اهو تعليمي نظريو (1) موجود هو جو هن (۽ پڻ ٻين) ان جي وضاحت بالڪل عالم فاضل حاجي وارن ساڳين لفظن ۾ ڪئي ته:

”پاهنجي ٻولي ڪري سگهائي اي سکن“

سنڌي ۾ هڪ وڏي علمي ادبي ذخيري جو لکيت ۾ مهيا ٿيڻ.

سنڌ جي سڄاڻ عالمن جي هن ترقي پذير تعليمي نظريي تي عمل سنڌي ۾ پڙهڻ پڙهائڻ لاءِ ڪافي درسي مواد پيدا ڪيو جيڪو ساڳئي وقت وڏي علمي ۽ ادبي اهميت وارو هو. سکندڙن ۽ پڙهندڙن جي ذوق وڌائڻ خاطر سڀني عالمن ۽ استادن هيءَ مواد منظوم صورت ۾ مهيا ڪيو. اهڙيءَ طرح سٽاء جي لحاظ سان هن ذخيري ۾ شامل اوڻيتاليهه ئي موضوع

’منظوم‘ آهن جن کي سولائي خاطر ’منظوميا‘ سڏڻ مناسب ٿيندو. انهن جا جوڙيندڙ جن مان پنڌرهن جا نالا معلوم آهن، اهي جيتوڻيڪ شاعر نه هئا ته نظم - گو (نظم جوڙيندڙ) هئا ۽ کين ’منظوم ڪلام‘ ’بيتن‘ ۽ ’قافين‘ جي چاڻ هئي. منجهائن ڪي، ڪنهن حد تائين، شاعرانه شعور رکندڙ هئا جنهنڪري سندن جوڙيل ’منظومين‘ ۾ شعري صفتون ۽ صنعتون اچي ويون آهن. انهيءَ ڪري هيءُ ذخيرو ساڳئي وقت تعليمي طريقن ۽ ترجمن جي لحاظ سان هڪ ’علمي ذخيرو‘ آهي، ۽ ’منظومين‘ جي لحاظ سان هڪ اهم ’ادبي ذخيرو‘ آهي.

سنڌي نظم جون ٻه مکيه صنفون

هن ذخيري ۾ شامل اوڻيتاليهن منظومين ۾ سنڌي نظم جون ٻه مکيه صنفون شامل آهن: (الف) سنڌي منظوم بند (ب) سنڌي بيت.

(الف) سنڌي منظوم ’بند. ترڪيب جي لحاظ سان ’سنڌي منظوم بند‘ اهو نظم آهي جنهن ۾ ٻن کان وڌيڪ هم - قافيي سٽون هجن، ۽ قافيا سپني سٽن جي آخر ۾ آندل هجن. هن ذخيري ۾، گهٽائي ڪي منظوم بند آهن، جن مان ڪي ٽن کان ڏهن سٽن وارا ننڍا، ۽ ٻيا ڪي چوڏهن، اڙهن، ٻاويهن، اناويهن ۽ ٽيهن سٽن وارا ’ٻگها بند‘ آهن [عنوان- 6] هيٺ ’مدح رسول

صلعم‘ وارو منظوميو هڪ يڪو ٻگهي ۾ ٻگهو بند آهي جنهن ۾ (’او‘ قافيي تي) اٺهٺ سٽون آهن. هن ذخيري وارا اهي ايترا سارا ننڍا توڙي ٻگها بند آڳاٽي ۾ آڳاٽا آهن، ڇاڪاڻ جو انهن کان اڳ جا ڪي به اهڙا ’سنڌي منظوم بند‘ دستياب نه ٿيا آهن.

---

[(1)] موجوده ڇاڻ موجب، پوري وچ ايشيا، يعني ان وقت جي ايران، ترڪستان ۽ هندوستان ۾ فن تعليم بابت هي پيو ڪتاب هو جيڪو تصنيف ٿيو. پهريون ڪتاب ”تُعليم المُتَلمِ طريقة التَعَلُّم“ جي عنوان سان برهان الدين زّر نُوجِي 12 صدي عيسوي جي خاتمي ڌاري تنصيف ڪيو.

[(1)]. ’حاصل النهج‘ (فارسي متن) انگريزي ۾ ان جي خلاصي، مقدمي ۽ مصنف جي سوانح ۽ تصنيفن سميت، راقم جي تحقيق ۽ تصحيح سان سنه 1969ع ۾ سنڌ يونيورسٽي مان شايع ٿيو. مٿئين بيان لاءِ ڏسو ”حاصل النهج“ جو مقدمو.

[(1)]. ڪتاب ”ابوالحسن جي سنڌي“ لاءِ ڏسو باب اٺون.

[(1)]. سنڌ ۾ آڳاٽي وقت کان وٺي مڪتبن ۾ هندو شاگرد به پڙهندا هئا جن کي فارسي ٻولي، ڪتابت ۽ انشاپردازي سيکارڻ سان گڏ ادب ۽ اخلاق جي تعليم ڏني ويندي هئي.

[(1)]. ڏسو باب اٺون.

[(1)]. ”سنڌي رسالو“، تصنيف شاهه لطف الله قادري، راقم جي تصحيح ۽ تحقيق سان شايع ڪيل، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي، سنه 1388هه/1968ع، مقدمو صفحا 25-26.

[1]. شاهه لطف الله اندازاً 1078 - 1083 هه وارن سالن ۾ پنهنجو ’سنڌي رسالو‘ جوڙيو. ان کان ڏهه ڏندرهن سال کن اڳ ڪاتب عزت بن سليمان اڳين عالمن ۽ استادن وارو ذخيرو اُتاريو. پر انهن موضوعن کي ڪم از ڪم پنجاه سٺ سال کن اڳ واري عرصي ۾ مخرلف عالمن ۽ استادن منظوم ڪيو هوندو.

(ب) سنڌي بيت. هن ذخيري ۾، ’سنڌي بيتن‘ جو به هڪ تمام وڏو تعداد شامل آهي جن ۾، سٽاء جي لحاظ سان، سنڌي بيت جون اهي سڀ صورتون موجود آهن جيڪي اسان کي پهريائين قاضي قادن جي بيتن ۾ ملن ٿيون. پر فني سٽاء جي لحاظ سان، قاضي قادن جا بيت فقط ٻن مصراعن يا ٻن سٽن وارا هئا. ان وقت جي ٻئي هڪ شاعر ’پرهياڙ‘ جو بيت ٽن سٽن وارو مليو ٿو. ان بعد ميين شاهه ڪريم جي ڪلام ۾ به فقط ٿي بيت ٽن سٽن وارا آهن. هن زخيري جي منظومين ۾ پهريون پيرو پنجن ۽ ڇهن ستن وارا بيت ملن ٿا. هيٺ اهڙن منطومين جي ’عنوانن ۽ نمبرن‘ جي حوالي سان ’بيت‘ جي جدا جدا سٽائن جو تفيصل ڏجي ٿو.

ٻن سٽن وارا بيت، قافيا ٻنهي سٽن جي آخر ۾:

هن ذخيري ۾ وڏي ۾ وڏو تعداد، تقريباً سؤ، ٻن سٽن وارين بيتن جو آهي جن جي ٻنهي سٽن جي آخر ۾ هم

آواز قافيا آيل آهن. اهڙا گهڻي ۾ گهڻا بيت (839) ”قصو مهتر يوسف عليه السلام جو“ [عنوان - 38] ۾ آهن. ’سنڌي بيت‘ جي اها آڳاٽن قصن ڪهاڻين ۾ ڳائڻ خاطر سٽيا ويا ۽ پڻ ڪن خاص موقعن ۽ واقعن وقت مخفي اهڃاڻن ۽ پيغامن خاطر آلاپيا ويا، انهيءَ ڪري انهن کي ”ڳاهه - بيت“ سڏي سگهجي ٿو. مثلاً [عنوان - 19] ”چار علم“ جي شروع وارا هيٺيان پنج بيت:

سارا هِجي سو ڏَڻي جو خالِقُ خَلقَ
تَنهِ سَندي فَرمانَ ۾ ماڙهُو مِرُو مَلَڪَ.
تَنہ اوڙَ ڪَنِ ڪيترا ڪوڙين پَدَمَ لَکَ.
اَت اُپايا پاتشاهَه عالَمَ گهڻا اَلَک
ڪي هَلَنِ، سُرَنِ ڪي، ڪَنِي ڏِنائِين پَکَ
ڪي عالِمَ، عاقِلَ ڪي، ڪي ڪِيائين ٻُکَ.
ڪَنِي گَنْدَرِ گُذري، ڦوڙائو ۽ ڏُکَ.
ڪي سَرهَا سِٽين سين، ڪَنِي منہ ۾ ڏِکَ
ڪي ڪوجها، ڪي ڪُوڙا، ڪَنِيمُنہَ ۾ ڏِکَ
اِي پَرِ پَسِي ڪيتَرا وَهَ چَڙهيا ۽ تِکَ.

اهڙا بيت، جن جي پهرين سٽ جي پڇاڙيءَ ۾ قافيو، ۽ وري آخري سٽ جي وچ تي قافيو:
مثلاً [عنوان- 10] ”صفت ماهي و دريا“ ۾ آندل هيٺيون بيت:

اُهارِيندا بيڙِيُون، پَڳِہَ ڪَٽِي تَڙاءُ
مَٽَندا دَرِياءُ، پَسَنّدا ڪوڏَ ڪَنا.

’سُر ساموندي‘ جي سلسلي جو هيءَ هڪ آڳاٽو بيت آهي جيڪو هن ذخيري ۾ موجود آهي.

[عنوان -23] ” ڪتاب نظامي از ڪيداني“ ۾ هيٺيون بيت:

سَپِي ساراهون جِين چڱيون چاڳ ڪٽي
ڏُيون آهينءِ ڏٽي، ڪِي وڏي واڪاٽِيون.

[عنوان- 30] ”مناجات موت نامه“ ۾ ٻن سٽن وارا اهڙا بيت:

اِلاهي رَبَ سَڀاجها، رَحقمت مڱا تَہِ ڏُهِلي وَيرَ
جِين ٻانهوُن ٻَڌِي پيرَ، هَلائِجي قَبَر مَٽي.

سَڙئي هَڏَ ڳورَ ڍَرهي، پِري پَچارَ نه پوءِ
ڪٿهِين ڪوءِ نه چوءِ، ته ڪي هُڙا ڪَڌِهين.

[عنوان - 15] ”الله ربي“ (ايمان جي اقرار جي دعا -1) ۾ پنجن سٽن وارو اهڙو هڪ بيت:

قُرآنُ مَهدارُ منهنجو تَنِہ نالو فُرقانُ
نازِل ٿِيوءُ نَبيَ کي خداُ جو فَرمانُ
پَسي جَنِي مَحجيوَءُ پُرور تَن ايِمانُ
چڱايوَن قِقامَ جوُن تِناءُ لَهندا دانُ
جَنِيَ جو بَيان، چِيانُ ڪِيو نه ٿِئي.

اهڙا بيت، جن جي پهرين سٽ جي وچ تي قافيو ۽ باقي ٻين سٽن جي آخر ۾ قافيا:

مثلاً [عنوان - 33] ”قيامت نامو“ ۾ ، ڇهن سٽن وارو اهڙو هڪ بيت،

اَچي ڪِ آئِي، ڪونہِ شَڪُ قيِامَ ۾
سِج موٽَندو، صُورَ لَڳندي، مرندا مِڙيائِي
پِيءَ نه پُڇندو پُٽرَ کي، پائُرَ نه پائِي
ما چوندِي پُٽرَ کي آئون نه اُهائِي
نُو سِي ٿيندِي نَفسِي اهڙِي اُهڪائِي
تَرسي تَهِين ڏينہ کي ڪِرهَ سَمَرَ ساباهِي

اهڙا بيت، جن جي پهرين سٽ جي وچ تي قافيو، ۽ پڻ آخري سٽ جي وچ تي قافيو:

مثلاً [عنوان - 8] ”وفات پيغمبر عليہ السلام“ ۾ هيٺيان ٻه بيت:

درس درازي پارِ، آئو مَڪُ حبيب جو
ڪندو سائي ڪار، حڪم جوءِ حبيب جو.
پِهرو پاڻ ڪِياءِ، پرت نبي جي پڌرو
مالڪ منجها مون ڏٺي عالَمَ اُپاياءَ
دُرود پاهِجي دوس اُتي پاڻِهي چياءِ
سَڄَڻ سو سَنپالاءِ، جَہِ تاري ۾ تَڪِئو.

”قصي اسماعيل پيغمبر عليہ اسلام“ ۾ مٿين سڀني صورتن وارا بيت موجود آهن جيڪي چوندي هيٺ

ڏجن ٿا ته جئن هن آڳاٽي ذخيري ۾ شامل اهڙن بيتن جي سٽاءُ، ٻولي ۽ بيان بابت ڪجھ وڌيڪ تفصيل ذهن نشين ٿي سگهي.

نه دوستي دُورِ ڪِئاءَ، نه تو ڏِڃَڻ ڏوُرِ
ڪي ڪوٺي تَڙايين، ڪي ڪوٺين حضُور.

-------------

سوَن وَنِڪا سُپِرِين ڪوٺي ڪُسايا
ٻيا سي ٻُجهايا، جي سائينءَ سين نه سوُئا.

-------------

اَڳِي اِبراَهيم کي آراڙِ وُجهاياءُ
پِٽي فَرمان ڪِياءُ، قَهارَ ڪوٺائِي ٿي پاڻ کي.

-------------

آيوءُ ابِراهيم کي ڏَٽِيَ سَندو فَرمان:
ڪَرسِرِ کي قُربانَ، تتِ به ٿاهيون قِبلي.

-------------

ٻِيءَ راتِ ”ٻَبَرَ“ چوءِ، پِڻِ ڪو سَڏُ سوُئاءَ
مَاري ماهَ ڪِياءِ، سَپا، سَهس گهاوَ تَنِہِ.

-------------

تا ڪِيو ٽِريءَ رات، اَچي اِشارَتَ ۾
ٻَهوُن ماري ٻَڪَرا، ڏيہَ ڏنائِين ڏاتِ.

-----------

چوئين رات چياءِ ڏينهون سَوِکهو سُڦِروَ

اِن سُهڻي سَنِگوءُ اُٿي آه ڏناءِ

------------

اُتان اُٿِي هلِئو، پٺِي پُٺَر لَڳوسِ
سُتي سَڏَ ٿِئوسِ، پَسِي پارَڻَ هَلَئو.

--------------

ٻيٺو ٻاپِ ٻِئو ڄڻا ويٺا ڪِٿهين وَجهُ
”هُو الله“ رِءَ اَڄِ، تارِي طاقَتَ ناهِ ڪاءَ.

--------------

جَبِرئيل جهَتَ ۾ وَجي ڪارِ قَرارُ
اُسُہِ، اسماعيل جو متان وڍِي وارُ.

--------------

جهَلي ٻانِہَ پيءَ ڪاءُ اَچِي اُٿارِياءَ
ڳهَٿو اُتِ ڪُٺاءِ، قائِمَ اُپارياءِ قِبلو.

--------------

جانِ ڪِي زورَ منجهاءُ، ڪاتِي پائي پُٺَر کي
مَنہَ ميٽائِي ڪُونئرَو، موَر نه وَري داءُ.

--------------

سَجهَ ڪِيائِين سُهڻو، تيِ پٺر لڏائِين ڏانَ
مَجيائِين جيِن اِحسان ، ته سائينءَ سَپ سُهڻِي ڪِئِي.

--------------

سَئين دَماما نگرا، ديهين دَسَ وَڄَنِ
پيغامبَر جِي ٻِڪَڙِي جاجَڪَ جُودَ نَچَنِ.

-------------

تَئين پَچِي سارَڙا، پوڄَنَ پَتَ رَجهَن
فَوڄُون فَقِيرنَ، آيُون ڪايُون اُسَهِي.

-------------

ڪُندوُن ڪَپَرَ آرَ، وَنگَ وَراڪا واديُون
ڪَرَ ڪِيوُون غارَ، تارَ ڪِٿهِين ڪنڌِيُن.

-------------

مِيين جي مُلڪَ ۾ عَجَب اَت اَپارَ
ڪي اَئڌ اَوارَ، ڪَنِ خَبَر پاڻ لَهي.

شاعرانه صنعتون:

جيتوڻيڪ اصولي طور هيءَ ’منظوم‘ ذخيرو آهي ۽ نه ’شعر شاعري‘ جو بياض، ۽ پڻ ’نظم‘ به بالڪل اوائلي صورت وارو سادو آهي. ته به ڪن منظومين ۾ شاعرانه شعور ۽ شعري صنعتن جي جهلڪ نظر اچي ٿي، هڪ ڪان وڌيڪ بيتن ۾ ساڳين فقرن جو وري وري آڻڻ يعني ’وارڻ‘ واري خوبي يا ’صنعت تڪرار‘، پهريون پيرو هن ذخيري ۾ سالم صورت ۾ سربستي نظر اچي ٿي. مثلاً [عنوان - 30] هيٺ ’ڪنڌر‘ جي منظوم ڪيل ”منظوم ڪيل ”مناجات موت - نامي“ جا ٻاويه بيت ”الاهي رب سباجها رحمت مڱي“ واري ساڳئي التجائي فقري سان شروع ٿين ٿا. [عنوان - 1] ”جباري صفت خدائي“ واري

منظوميي جي ٽيويهن بيتم ۾ ”هُئو ڏٺي سگهپ سين“ وارو ساڳيو فقرو هر بيت جي ٻئي سٽ ۾ ورجايل آهن.

پهرين سٽ ۾ ’وراڻ‘ يا صنعت تڪرار جو مثال

اِلٰهي رَبَ سڀاجها، رَحَمت مَڱا مُحِمدَ اُتي
ءِ سندِهيس آلَ
فضۡلۡ ڪَر سڀن سين جملي مومنين جالَ
اِلٰهِي رَبَ سڀاجها رحمتَ مَڱا اوچتي مِرٽاءُ
رِءَ توبَہَ جو وجي لَڏي ڏُنِي مَنجهاءُ.

اِلٰهي رَبَ سڀاجها، رحمت مڱا سندي مرڻ وير
جينءَ پَگهَرُ نِراڙاءُ نِڪري، اَڪِين اَبَتا پيرَ
هِڏِڪي هٽي حَلِقَ ۾ جَڏِين ٿَرَهِ پيرَ.

الٰهِي رَبَ سڀاجها، رَحمت مڱا تَنِي اَهڪايَن
جِين،ٻَيَڙَ روءِ ٻارَنِ سين، ما پيءَ دانهون ڪَنِ
پوٿرا ڏِسٽو پاهِجا هَي ڪيو هَٿَ هَٽَنِ.
ٻي يا پوئين سٽ ۾ ’وراڻ‘ جو مثال
جين پاڻِ هِي هوءَ ڏٺي، اُپايائِين ڪِي نه (1)
تَڏِءِ مُلڪُ سَندو تَهِين ڏٺو ٻي ڪَهِين نه.

سو هاٽي، سو تَڏهِين، سَرندو مُلڪُ جَبارَ

اُوڻو آڳرِ نه ٿئي، گهٽ نه ڪِينِي وارَ (2)
نه هوءَ جِياڏُ ڪو، نه ڪو هوءُ راڳُ (3)
هوءُ ڏَٽِي سُگهِپَ سين، نه ڪو وري وَٽاڳُ.

حِرصُ نه هوءُ تَذِهين، نه هُئِي هَرفاتِ
هوءُ ڏَٽِي سَگهِپَ سين، نه وِهاڳُ نه راتِ.

سُجههَ نه هُئِي تَذْهين، نه تَقديَر نه رُوحُ
هوءُ ڏَٽِي سَگهِپَ سين رازِقُ رَبُ صبُوحُ.
[عنوان- 29] وارو هيٺيون نظم هڪ ته مِٺي ترنُم واري ’چوٿي چوهي بحر‘ ۾ سٿيل آهي ۽ ٻيو ته سچو ’مستزاد صنعت‘ سان سينگاريل آهي: يعني ته ان جي هر بند جي پويان وڌيڪ سهڻائي خاطر ساڳين قافين وارو هڪ ننڍو (وڌيڪ) فقرو آندل آهي.
جَنہ جِيُون ڪَنِ وِماسُون وِيرَ
سو پَنڌُ مٿي مون حَقِيرَ
صباحَ سَنجهه ٿِيندو سِيرَ ـ اَللہ تو آهارَ
نه تَنہِ سَمَرُ،نه ساندارو
پار پرِيان جي هَلِيو بارو
اڳِيان ڏِسي ڏيہُ پَوارو ـ نَڪا تِتِ تَوارَ
تُنهجو بانهو تو دَرِ آيو
پُسِي پاهنجا ڏوهَ لڄايو

رَحمتَ مَڱي پَلئُوه پايو - سڀاجها ستار
* نه سو نَڪُ جو آمي ڦارِ
نه سي نيڻَ ڪَنوري ڪارِ
نه سا پِرنِ ڪارِي بارِ - نه سي پِرين لَهنُون سارَ
* نه سي اَهُرَ اَرَتي وَنِ (1)
نه سي پاتا ڳِلَ پِريَنِ
نه سي ڏندَ جها مُڪڙيَنِ - نه سي سچڻَ ڪَنِ سَنپارَ
هِهو حالُ جهَيِنَ
ڪِيئَن ڪَرئين منَجهاتون ڪِينَ
يا الرحيمُ الرّاحِمِينَ - ٻاجهان ٻانهي ڪي اُڪارَ
پَروِرُ سَپا تو اُپايو
دوسُ تُهجو سَچو آيو
مُحمدُ رسول اسان ڪي شفيِع پَسايو - ميڙِ هو مُحمد ڪي مختارَ
ويِنداسي ايمانَ سين جَنِ ڪلمي سارَ
لا اِلہ اِلا الله محمد رسول الله

هن منظوميي جي ستاري وارن پن بندن ۾ سهڻين تشبيهن واري صنعت سمايل آهي، جن جو ٻيو موثر مثال [عنوان- 5] ”حضرت محمد صلعم جي سوانح“ جي هيٺين بيتن ۾ ملي ٿو جن ۾ نبي سڳوري جي سونهن جي - وصف لاءِ ’سينگار‘ جو لفظ آندل آهي. ’سنڌي سينگار شاعري’ جي روايت جنهن ۾ نبي

صلعم جي سونهن جي سهڻين تشبيهن واري وصف هڪ خاص الخاص موضوع رهيو آهي، تنهن بابت هي بيت ۽ ان ۾ آندل اصطلاح ’سينگار‘ ادبي تاريخ جي لحاظ سان وڏي اهميت وارا آهن:

پُنِ پُچاءِ وَرُ ڻِيو سَلُ سَنَدسِ سينگارَ
سندي خَتم انبيا رسولَ ڪَهرا پارَ

اڪيون هَڻَسِ اُجِريون پُوچَڙَ يارا پاند
ڪِيا اوجاڳي سڄڻين ڪَڪوريا تو ڪاند

رِءَ سُوئيري سُوهڻا ڪارائي نيڻن
گهڻو اَڇائي اُجَرِي ڌارِي جا تارن

ڏِينِي سونهِن مُنہ ۾ تارا ڪاريَ ڪورَ
ڪِي پُڙِ پوءِ اڪين ۾ ڳاڙهائي جِي مورَ

سونهِن سُپيرين ڪي سِر رُخسارين خالَ
پنبڻيون پوچ تَهِين، چَپَر جوڙَ جمال

مٿين وضاحت جي روشني ۾، سنڌي منظوم بندن ۽ سنڌي بيتن جي فني سٽاء بابت ڪي نظريا جيڪي اسان هن ڪان اڳ شاهه لطف الله قادري جي ”سنڌي رسالي“ جي مطالعي جي بناء تي قائم ڪيا هئا تن ۾

ترميم جي ضرورت آهي. شاهه لطف الله قادري جي ’سنڌي رسالي‘ جي مقدمي ۾ (جنهن جا صفحا هيٺ ڏنا ويا آهن) ائين ڄاڻايو ويو هو ته:

ــــ شاهه لطيف الله قادري، سنڌي ’بيت‘ جي ساڳئي قافيي واري سٽن جي تعداد ۾ اضافو ڪري ’ڏگها بند‘ سٽيا، جن جو مثال پهريون پيرو سندس ڪلام ۾ ملي ٿو جو سندس هڪ بند ۾ يارهن سٽون........ سنڌي نظم جي تاريخ ۾ اهي آڳاٽي ۾ آڳاٽا منظوم ’ڏگها بند‘ آهن (ص 25).

ــــ شاهه لطف الله قادري کان اڳ سنڌي بيت ٻن، ٽن يا چئن سٽن وارا هئا: سندس ڪلام ۾پهريون پيرو ڇهن ۽ ستن سٽن وارا بيت ملن ٿا (صفحا 23 - 24).

ــــ فن شاعري جي لحاظ سان، بيتن ۾ ’تڪرار‘ يا ’وراڻ‘ جي صنعت جو باني مباني شاهه لطف الله قادري (صفحو 29)

هاڻي هن آڳاٽي ذخيري جي دستياب ٿيڻ سان معلوم ٿيو ته ’ڏگها بند‘ توڙي ’ڏگها بيت‘ شاهه لطف الله قادري کان اڳ منظوم ٿي چڪا هئا، ۽ پڻ بيتن ۾ اندروني ’وراڻ‘ يا ’تڪرار‘ واري صنعت شاهه لطف الله قادري کان اڳ جي سياڻن سڄاڻن پهريائين استعمال ڪئي. هن ذخيري ۾ ’سنڌي بيت‘ جي سٽاء جون پڻ سڀئي صورتون موجود آهن. اهڙيءَ طرح

سنڌي شعر جي تاريخ ۾ اهي رجحان گھڻو آڳاٽا نظر اچن ٿا جنهن جي تصديق هن ذخيري ۾ شامل اڪثر منظومين جي ٻولي مان ٿئي ٿي.

ٻولي جي سڃاڻ ۽ قدامت

هن ذخيري ۾ شامل گھڻن سڀني منظومين ۾ آندل ٻولي ڪافي آڳاٽي آهي، ۽ ڪي لفظ ۽ بياني ترڪيبون قاضي قادن (وفات 958هه) ۽ ميين شاهه ڪريم (وفات 1032هه) جي بيتن ۾ استعمال ٿيل لفظن ۽ ترڪيبن جهڙيون، يا اجا به وڌيڪ انوکيون ۽ آڳاٽيون لڳن ٿيون. مثلاً

هاڻي ڪَرِيہُ ڪِي = هاڻي ڪريون ڪيئن

تا پَڇيرو = تنهن کان پوءِ جو

وڏِين ڏاتِين = وڏيون ڏاتيون

آڳِہُ اجهو جَن ۾ اَهان پُواءِ آهه = مدد جو آسرو ۽ بچاءُ جن ۾ اوهان

کان پوءِ آهي. (اوهان کان

پوءِ جن ۾

اسان لاءِ مدد جو آسرو ۽

بچاءُ آهي)

تو ڳاليان = توکي چوان، توکي واکاڻيان

سَلُئان = سليان، سچ ڪري ٻڌايان

مُيَداهِ = مُنجداءِ، موڪليندڙ

سُٽيجاهُ = سڏجانءِ، تون ٻُڌ
ڏيجاهُ = ڏجانءِ، ڏجئو
ئه ڪو چيبندس = نه ڪو جنم ڏيندس
ڪُڄاڙي رُوءِ = ڪهڙي حال ۾؟
پاٽو آٽو = خودبوخد
پُونڊا = پَوَندا
چُوندا = چَوَندا
اِيّہُ = هيءُ، اهو
اُٽو اَڳرو = گهٽ وڌ
مالُ گَرَٿَ = مال ۽ ڳِنڊِ ۾ رکيل ناڻو، مال مُوڙي
ڳالِين = ڳالِهين، ڳالهيون
لَهرِين = لهريون
پيرِين = پيريون (وڏا شاهي نقارا)
مُندِين = مُندون
ڪوڙِين = ڪوڙيون
سَٽراٽو = سخت، ڏکيو، زورائتو
اَهان پَواءِ = اوهان کان پوءِ
اَساهجو = اسان جو
اسين رسئا ايتري= اسين ايتري تائين پهتا آهيون، اسان کي
ايتري قدر معلوم ٿيو آهي
وِيا وَهي = لنگهي ويا

اُلهندو سينءِ = اُلهندي تائين

اگهُه بازار = بازار جي اگهه سان

هَٿوئـي = اَٿوئـي، توکي اٿئـي

هَٿَسِ = اَٿس

ڏارو آر = ڏاروڏار

ويري تار = ويرو تار

امانگرا = گهٽا

فعل

چوءِ = چوي آکڻ = چوڻ

پوءِ = پوي اوڙڪَڻُ = ڏسڻ

پڙيِهُه = پڙهين پَرنَڻ = سپرد ڪرڻ

سُٽِيهُ = سُٽين اُبهڻ، اُبِينڻ = سنئون ٿي بيهڻ، اٿي بيهڻ (اُبِيٺا = اُٿي بيٺا

جَکِپِين = ڏسين اُپَتَڻُ = کولڻ

هَٿَو = اَٿوَ آندو هجڻ = پريشان ٿيڻ (اندو هِه)

ين = تون

اندوهه
۾ پئين)
اُلَهڻُ = مثان
لهڻ (اُلٽا = لٽا)
لِڏو = لکيو ٽُرڻ = تور ۾
برار ٿيڻ
ڇيندُس = هن کي
ڇڏيندو چوئِڻُ = چوڻ
مَڄَهُون = مڃيون جوهڻ =
ڏسڻ
سنپُوڙا = سنپريا ڪَرِهو =
ڪريو
سَنْپُرئين = حاصل
ڪرين آئو = آيو
نِهيرَڻ = دفنائڻ (ميت) هوئڻ =
ٿيڻ، هجڻ (هوءُ
= هُج،
ٿيءُ)
ڳَري لڳڻ = ڳَلي لڳڻ، پاڪر پائڻ
مُيَڻُ، مُيَئَڻُ = مُنجڻ، سَهُه
ٿيڻ = فرمان ٿيڻ،

حڪم
ملڻ
ڦِڳائڻ = اُڇلائڻ وَه
چڙهڻ = لُڙهي وڃڻ
وِهُرَڻُ = وِڦلڻ مَٽُڻُ = سڏو لنگهڻ،
قصد ڪري
سڏو اچڻ
اسم، فاعل وغيره
ڏُڇڻ = دشمن اِرڪُ = ثونث
ثوب = ثورو اَنۡجُهه = اهنج، ڏک
آهيڙو = شڪار (ٺيڪل جانور) اَپاهتا = ٻاهريان، اجنبي
ڪيڻَ = ڪاڌا، طعام آواجَ = آواز
سَڳارَ = واٽ، راه ٻُجرو = مُجرو، ادائگي
آهرو = آرسي ڱُوندر = ڏک
چِينءَ = ٻاهه مُنِيدِي = منادي
پَريان = اڇاوار ڪِتيبُ = ڪتاب
چوئنٽهار = چوڻ وارو ٻاپُ = پيءُ
لکٽهار = لکڻ وارو، لکندڙ دوسُ = دوست

آجِڪو = رزق مَرهيات = رحمت ڪيل، بخشيل
آڏِتُ = سج ڳِيھرُون = ڳاھن ڏيڻ وارا، ڳائيندڙ
سَمِرَٿَ = سگهه، طاقت مَگَّر = باهه، مچ
ويڻُ = ڳالهه، گفتو، ٻولُ ڳاهَروُ = ڳاهن ڏيڻ ورا، ڳائيندڙ
ڳويُون = ڳائِيون چيتَ ڪِلاڙ = جانچوسِي، خبر لهندڙ
سهڻو = خواب ڍِڪَ = نظر، ڏيکاء
پَڳِريُون = ٿوليون (فوجن جون) وِياهُ = وِهانء، شادي
پَرياڻ = دليل پاءُ = تَر پاءُ، پتو
هورو = پورو، گرانهه وا = وائي، ٻولي
مهينن جا نالا: سِراڻ = ساوڻ، بَڊرو، اَسُو، ڪَتِي، ناهري يا نهاري، پوهُه، ماهُ = ماگهه، ڦهڻ، چيٽُر، وِهاءُ = ويساک، چيٺ، آراڙ = آکاڙ
ضمير، جري ۽ اضافي صورتون، ظرف وغيره
اِيہُ = هيء مَٿي = وٿ

اِهين = انهين ڳِرِ = کي
(روئي لڳو پاءُ ڳر)
تا = تنهن کان لڳ = واسطي،
لاءِ (نفعي لڳ
= نفعي لاءِ)
پسا = پوءِ سِينءَ = تائين
پڇيرو = بعد ۾ ڳرا = کان
ڦَرُ = پوءِ کاءُ = کانءُ،
کان
کَرا = کان تِهان = تنهن کان
تَتاءُ = تتان تاءُ = تانءُ
لوئاءُ = لوءِ مان، ڳوٺ مان تانۡهُ = ان
جاءِ کان، اتان
پاٽياءُ = پاٽيءَ منجهان منجهارا =
اندر مان
ڏهياءُ = ڏهين مان پاراءُ = پاران، ان
طرف کان
اِڪارِ هياءُ= يارهين مان ڏوهاءُ =ڏوهه
کان
ڏارو آر = ڏار ڏار مُهاءُ = مُنهن
کان

ويري تار = ويرو تار تڙاء = تڙ تان
آمانگرا = گهٽا اَپان = اَپن مان، آسمان مان
پانِجا = پاڻ جا، پنهنجا مِهِت پهٽاءُ = مسجد ۾ گهڙڻ کان
پَنره = پنڌرهن ويجهايا ويا = ويم کي ويجهو
اُجي پاٽي= اُجي کي پاٽي بُکئي کيڻُ = بکئي کي کاڌو
جِهوءِ = تو جهڙو وزيروءِ = تنهنجو وزير
ڏيهون = اسان کي ڏئي پچڻ رنجورن = ڏکويلن کي پچڻ
اڳاجُ = گهٽو جِمَ = متان
اَتِ = گهٽو اوڙڪَ = هرجاءِ، جٿي ڪٿي
اَلکِ = بيشمار، ڳڻڻ کان ٻاهر تَتِ = تِتِ
جاالارئو = گهٽو (پاٽي) جيڪي تائين = جيستائين
جَہِ، جُہ = جڏهن، جئن جو جئن جو
وَرُ = پَلي، پَلو وَري = توڙي
جَنْهَر = جنهن وير، جنهن وقت

ضمير استفهام

ڪِي = ڪيترو، ڪهڙو ڪُر = ڇا، ڪهڙو

ڪيهِي = ڪهڙي ڪُڇاڙو = ڪهڙو عدد

ڪاره، اِڪارَه = يارهين پنرَه = پنڌرهن

ڇهاستر = ڇاهتر اَٺاره = ارڙهن

اضافي ترڪيبون ۽ پڇاڙيون

نبيان سلطان = نبين جو سلطان

نبيان راءِ = نبين جو راءُ

وارِي ڏُها = واريءَ جا دڙا

ڏَٽِي نانءِ = ڏٽيءَ جي نالي تي

فرعونَ ڏِيُ = فرعون جي ڏيء

واٽَ مُنْہِ = رستي جي منڍ ۾

اَميرَ گهرِ = امير جي گهر

ڪڇُنِ وِچُ = بغلن جو وچ

ڪَنَنِ وَرِ = ڪنن جا پاسا

وارَنِ پاڙون = وارن جون پاڙون

پيرِ پَنَ = پيرَ جا پن

ساٿ - وڏيرو = قافلي جو اڳواڻ

اُس تڙڪو = اُس جي تپت

مون ڏٽي = منهنجا ڏٽي

محمداءُ = محمد جو

سَنّڍِ هِسِ = سندس

اُتائُسِ = هن جي مٿان

ڳالهائوءِ = تنهنجو ڳالهاء

لَهِسِ = لهيس، ان کي لهي

مٿين حرفن، اسمن، فعلن، اضافي ۽ جري ترڪيبن ۽ فقرن تي ويچار ڪرڻ سان ٻه نتيجا سامهون اچن ٿا. هڪ ته انهن مان ڪي منظوميا سنڌ جي ٿٽي ۽ لاڙ واري پاڱي جي ڪن عالمن ۽ سڄاڻن تصنيف ڪيا ۽ ٻيا سنڌ جي اُپرندين پاڱي (ٿرپارڪر، سانگهڙ، خيرپور ضلعن جي اُپرنديين پاڱن) جي عالمن ۽ سڄاڻن تاليف ڪيا. چاڪاڻ جو ٻولي توڙي لعات انهن پاسن جي معلوم ٿئي ٿي. ٻيو ته اندروني بيان جي لحاظ سان سڀني منظومين ۾ لفظن جي فراواني ۽ رواني بدران لفظن جي ٿورائي ۽ عبارت ۾ هٻڪ آهي. مجموعي طور سانهنن منطومين ۾ آندل ٻولي ’ٿور - لفظي‘ آهي، ۽ نظم ٻه نثر جهڙو اهي. ان مان ظاهر آهي ته گهڻن منظومين جي ٻولي ڪافي آڳاٽي آهي. ان مان ظاهر آهي ته گهڻن منظومين جي ٻولي ڪافي آڳاٽي آهي، ۽ اهي موضوع آڳاٽو منظوم ڪيا ويا. جيتوڻيڪ ڪاتب عزت بن سليمان هن مواد کي 1067 - 1029ھ (1655 - 1657ع) وارن سالن ۾

اتاريو، پر يقيني طور گهٽي پاڳي اهو ڪافي اڳ موجود هو. ڪيترو اڳ موجود هو، سو چئي نٿو سگهجي، پر ايترو سارو مواد ڪم از ڪم سؤ کن سالن جي عرصي ۾ تصنيف ٿيو هوندو. انهيءَ اندازي موجب، اهو عين ممڪن آهي ته 1067 هه کان سؤ کن سال اڳ، يعني ته ڏهين صدي جي نصف کان وٺي سنڌي ۾ اهڙي مواد مهيا ڪرڻ جي شروعات ٿي هجي.

ڪاتب جي اُتاري وارو مواد به سڄو سالم نه بچيو آهي ۽ ڪجهه پاڱو ضايع ٿي ويو آهي. هڪ ته اهو اُتاريل مواد به اجان وڏيڪ هو، پيو ته ايترو مواد هڪ ڪاتب پنهنجي ذوق ۽ ضرورت خاطر هڪ جلد ۾ اُتاريو. ان کان سواءِ سنڌ جي جدا جدا پاڱن ۾ پيو به اهڙو مواد موجود هوندو، چاڪاڻ جو ڪيترن ئي عالمن ۽ استادن ان وقت مختلف موضوعن تي سنڌيءَ ۾ مواد پئي منظوم ڪيو، جنهن جي اهڙي تصديق تيرهن جدا جدا عالمن، استادن ۽ سڄاڻن جي تاليف ڪيل منظومين مان ٿئي ٿي، جيڪي هن ذخيري ۾ شامل آهن، جيڪو ان وقت فقط هڪ ڪاتب گڏ ڪيو ۽ لکيو. ان مان اندازو ٿئي ٿو ته ڏهين، يارهين صدي جي نصف (900 - 1050هه)

دوران، سنڌيءَ ۾ هڪ وڏو تعليمي، علمي ۽ ادبي مواد لکيت ۾ موجود ٿي چڪو هو.
نتيجا
1. هن دور ۾ سنڌ جي سڄاڻ عالمن ۽ استادن انهيءَ تعليمي نظريي ۽ تعليمي تحريڪ جو بنياد وڌو ته ٻارڙن کي بنيادي تعليم سندن مادري زبان سنڌي ۾ ڏني وڃي ته جيئن هو سَولائي سان مڪتبي تعليم پوري ڪري سگهن.
2. هن تحريڪ هيٺ سنڌي ۾ پڙهڻ پڙهائڻ جو سلسلو شروع ٿيو، ۽ ان لاءِ سنڌي ۾ درسي مواد مهيا ڪرڻ جي شروعات ٿي.
3. اهو درسي مواد منظوم صورت ۾ مهيا ڪيو ويو. انهيءَ لاءِ ته شاگرد توڙي ٻيا عام پڙهندڙ ان کي ذوق ۽ چاهه سان سکن ۽ پڙهن.
4. اهڙو منظوم مواد جيڪو ان وقت هڪڙي ڪاتب، عزت بن سليمان، 1067 - 1069 هه وارن سالن ۾ اتاريو ۽ جنهن مان اوڻيتاليهن موضوعن وارا منظوميا سلامت بچيا آهن، جن ۾ تيرهن جدا جدا عالمن ۽ استادن جا تصنيف ڪيل منظوميا شامل آهن. ان مان اها تصديق ٿئي ٿي ته مواد جو ايڏو وڏو ذخيرو اتاري وارن سالن کان سؤ ڏيڍ سؤ سالن اڳ واري وڏي عرصي ۾، يا ڪم از ڪم سٺ

ستر سالن واري عرصي (1000 - 1067هه) ۾ تصنيف ٿيو هوندو.

5. ڪاتب عزت بن سليمان جي قلمبند ڪيل مواد جي گهٽائي مان هيٺين نتيجن تي پهچجي ٿو ته: اهو گمان نٿو ڪري سگهجي ته هندور اندر، سنڌي ۾ ايترو گهٽو مواد تحريري صورت ۾ پيدا ڪيو ويو جيترو ان کان اڳ غالباً پيدا نه ٿيو هو.

6. اوڻيتاليهن مختلف موضوعن بابت سنڌي منظومين جو هيءَ ذخيرو جيتوڻيڪ بنيادي طور تعليمي ۽ تدريسي آهي مگر ساڳئي وقت اهو هڪ قيمتي علمي ۽ ادبي ذخيرو آهي، جنهن جي مطالعي مان پهريون پيرو ڪي اهم نتيجا نروار ٿين ٿا. (الف) هن منظومين ۾ 'سنڌي بيت' جون اهي سڀ سٽائون جيڪي قاضي قادن جي بيتن ۾ ملن ٿيون سي موجود آهن. (ب) بيتن کان سواءِ هن ذخيري ۾ 'منظوم ٻڳهن بندن' جو هڪ وڏو تعداد شامل آهي، ۽ 'ٻڳها سنڌي منظوم بند' پهريون پيرو هن ذخيري ۾ ملن ٿا. (ج) جيتوڻيڪ 'شعر و شاعري' بدران بنيادي طور تي هيءَ هڪ 'منظوم ذخيرو' آهي ته به ڪي 'صنعتون' پهريون پيرو هنن منظومين ۾ ملن ٿيون. جيئن ته بيتن ۾ 'وراڻ' يا 'تڪرار' جي صنعت ۽ چوٿي بحر ۾ 'مستزاد' واري صنعت، معنوي تمثيل

جي لحاظ سان ’سر ساموندي‘ جو هڪ بيت به وڏي اهميت وارو آهي.

7. گهڻن منظومين جي ٻولي آڳاٽي آهي ۽ ممڪن آهي ته اهي ڏهين صدي هجري (950 هه ڌاري يا اجان به اڳ) ۾ تصنيف ٿيا هجن. ’بيان‘ جون ڪي سٽائون، حرف ۽ ظرف، توڙي جري ۽ اضافي ترڪيبو، قاضي قادن (وفات 950هه) ۽ ميين شاهه ڪريم (وفات 1032هه) جي بيتن ۾ آندل لفظن، حرفن ۽ ترڪيبن کان به وڏيڪ انوکيون ۽ آڳاٽيون لڳن ٿيون.

## باب اٺون

سنڌي ذريعي تعليمي تحريڪ جي ڪاميابي، سنڌيءَ ۾ معياري درسي ۽ علمي ڪتابن جي تصنيف، سنڌي صرف ـــ نحو ۽ لغات جي مطالعي، سنڌي نثر جي شروعات، ۽ اعليٰ سنڌي شاعريءَ جي عروج وارو دور.

### آخري مغلن، عباسي ڪلهوڙن ۽ ٽالپورن جو دور (1680ع - 1860ع)

هيءُ دور جنهن ۾ سنڌي ذريعي تعليمي تحريڪ وڌيڪ مضبوط ٿي ۽ سنڌي جي درسي علمي ڪتابن جي تصنيف ۽ اشاعت جو سلسلو وڏي پيماني تي شروع ٿيو، سو تاريخي لحاظ کان (پوئين مغليه دور

۾) سنه 1090 هه (1680ع) ڌاري شروع ٿيو، پر ڪامياب نتيجن جي لحاظ کان هيءُ سنڌ ۾ عباسي ڪلهوڙن ۽ ٽالپورن اميرن جي آزاد حڪومتن وارو دور هو، جنهن ۾ نئين نصابي تنظيم جي نتيجي طور سنڌي ۾ معياري درسي ڪتابن توڙي علمي ادبي تصنيفن جو سلسلو وڌيو ۽ عام مقبول ٿيو. ايتري قدر جو ٽالپور حڪومت جي خاتمي (1259هه/1843ع) کان پوءِ به باوجود مخالف حالات جي اهو سلسلو ڪافي وقت تائين جاري رهيو. ڪتاب ”دائري واري سنڌي“ جيڪو هن دور جي علمي ۽ تعليمي تحريڪ جو نمايان نشان هو سو 1853 - 1860ع وارن سالن ۾ تصنيف ٿيو.

---

[(1)](#). جپءُ = هئو.

[(2)](#). اوٿو آڳر = گهٽ وڌ.

[(3)](#). جياُ = جيئڏ، ساهوارو.

[(1)](#). اَهَرَ = چَپَ

انگريزن جي دور ۾ سنڌي ٻولي ۽ تعليم بابت ڪي بنيادي فيصلا جيتوڻيڪ 1850 - 55ع واري عرصي ۾ ٿيا، مگر سنڌ لاءِ جدا ’تعليم کاتو‘ 1860ع ڌاري قائم ٿيو، جنهن کان پوءِ ئي انگريزن جي دور ۾ ڪيل

فيصلا وڏيڪ اثرانداز ٿيا. انهن اهڃاڻن جي مدنظر سنڌي ٻولي جي هن تاريخي دور جو عرصو 1680ع کان وٺي 1860ع تائين شمار ڪري سگهجي ٿو.
هن دور ۾ سنڌ اندر سرڪاري ۽ دفتري زبان فارسي رهي، پر بنيادي تعليمي زبان فارسي جي بدران ڦري سنڌي ٿي. تعليمي ذريعي طور فارسي جي پيٽ ۾ مادري زبان سنڌي جي اهيمت هن کان اڳئين دور ۾ تسليم ٿيڻ شروع ٿي: هن دور ۾ نه فقط تعليمي ذريعي طور مادري زبان سنڌي کي فارسي تي فوقيت ملي پرمڪتبي سطح تي نصابي تنظيم جو بنياد پڻ مادري زبان تي رکيو ويو.
شعر ۽ ادب جي ميدان ۾ فارسي جو تاريخي مقام قائم رهيو، مگر هن دور ۾ اعليٰ سنڌي شاعري پڻ پنهنجي اوج کي پهتي ۽ خاص طرح حضرت شاهه عبداللطيف جو دلپذير ڪلام عام توڙي خاص جي دلين تي ڇانئجي ويو. هيٺ اسان هن دور جي انهن مکيه لارن ۽ رجحانن تي روشني وجهنداسون، جن سان سنڌي ٻولي ۽ تعليم، تحرير، تحقيق، ۽ تصنيف جو سلسلو وڏي پيماني تي شروع ٿيو.

1. مادري زبان ذريعي تعليمي تحريڪ جا بنياد مضبوط ٿيڻ ۽ ان جي ڪاميابي

باب ستين هيٺ تفصيل سان بيان ڪيو ويو آهي ته 11 صدي هجري (17/16 عيسوي) کان وٺي سنڌ جي سچاڻ عالمن ۽ استادن انهيءَ تعليمي نظريي ۽ تعليمي تحريڪ جو بنياد وڌو ته ٻارڙن کي بنيادي مڪتبي تعليمي سندن مادري زبان سنڌي ۾ ڏني وڃي. هن تحريڪ هيٺ سنڌي ۾ پڙهڻ پڙهائڻ جو سلسلو شروع ٿيو ۽ ان لاءِ منظوم صورت ۾ ڪافي درسي مواد مهيا ڪيو ويو. هن دور ۾، نصابي تنظيم ۽ معياري درسي ڪتابن جي تصنيف سان انهيءَ بينادي نظريي جي وڏيڪ پذيرائي ٿي ۽ مادري زبان سنڌي م مڪتبي تعليم ڏيڻ واري تحريڪ هر لحاظ سان ڪامياب ٿي. ان ڪاميابيءَ جو سهرو ٺٽي جي عالم ۽ استاد ميان ابوالحسن جي سر تي سونهي جنهن پهريون معياري سنڌي درسي ڪتاب تصنيف ڪيو جيڪو ’سنڌي ۾ تعليم‘ جي حوالي سان ۽ ابوالحسن جي نالي جي مناسبت سان ’ابو الحسن جي سنڌي‘ سڏيو ويو، ۽ جنهن جي عام مقبوليت سان سنڌي ۾ بنيادي تعليم ڏيڻ واري تحريڪ ڪامياب ٿي.

(الف) معياري درسي ڪتاب ”ابوالحسن جي سنڌي“

ميان ابوالحسن ٺٽي جي آخوندن استادن مان هو پر وقت جي هن وڏي سچاڻ جي سوانح بابت تفصيلي حوالا موجود نه آهن. ڪتاب جي آخر ۾ هن پنهنجو

سچو نالو ’ابوالحسن‘ توڙي عام ننڍو نالو ’ابول‘ يعني ’اَبُل‘، ۽ پنهنجي والد جو نالو ’عبدالعزيز‘ لکيو آهي. سندس پاڻيجو ميان عبدالله واعظ عرف ميان موريو 1000-- 1150 هه واري عرصي ۾ زنده هو. مخدوم محمد قائم جنهن غالباً ميان ابوالحسن کان مکتبي تعليم ورتي تنهن سنه 1080 - 1100 هه واري عرصي ۾ حال حيات هو. تحفة الڪرام ۾ ڄاڻايل آهي ته ميان ابوالحسن پيري ۾ ڏنگڙي پڻي ڪري هلندو هو جنهن جي معنيٰ ته وڏي عمر جو هو. انهن اهڃاڻن جي مدنظر، ميان ابوالحسن اندازاً 1010 هه ڌاري ڄائو ۽ جيڪڏهن وفات وقت سندس عمر پنجاسي سال کن هئي ته پوءِ هن سنه 1105 هه ڌاري وفات ڪئي. مٿين اهڃاڻن مطابق ميان ابوالحسن 11- صدي هجري جي پوئين اڌ واري عرصي جو وڏو عالم ۽ استاد هو. ان وقت هو ٺٽي ۾ سنڌي ذريعي بنيادي تعليمي تحريڪ جو اڳواڻ هو، جنهن جي شروعات اڳ ٿي چڪي هئي. ان سلسلي ۾ هن نماز جي موضوعن تي سنڌي ۾ هڪ خاص ڪتاب تصنيف ڪيو. اڳ هن موضوع تي عربي يا فارسي ۾ ڪتاب پڙهايا ويندا هئا. سنه 1061هه ۾ فتح محمد نالي هڪ برک سنڌي عالم جيڪو پاڻ هندوستان جي شهر برهانپور جو رهاڪو هو، پر جنهن جا وڏا سنڌ جي شهر ’پاٽ‘

(موجوده ضلعي دادو) جا هئا، تنهن فارسي ۾ ’مفتاح الصلواة‘ (نماز جي ڪنجي) نالي ڪتاب لکيو جيڪو مشهور ٿيو ۽ مڪتبن مدرسن ۾ پڙهايو ويو. غالباً ان بعد، ميان ابوالحسن ”مقدمة الصلواة سنڌي“ (نماز جو مهاڳ: سنڌي) جي نالي سان پنهنجو ڪتاب ’سنڌي‘! ۾ تصنيف ڪيو. جيڪڏهن ميان ابوالحسن وڏي عمر ۾ سنه 1105 هه ڌاري لکيو هوندائين ۽ ان جي لکجڻ سان ’سنڌي‘ ذريعي تعليم ڏيڻ واري تحريڪ جو هڪ نئون درو شروع ٿيو ڇاڪاڻ جو هن سچاڻ عالم اهو ڪتاب خاص طرح پڙهندڙ شاگردن جي تعليمي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ هڪ درسي ۽ نصابي ڪتاب طور لکيو (1). ڪتاب جي خاتمي تي مصنف پنهنجي هڪ ڪتاب لکڻ جو مقصد هن طرح ڄاڻايو آهي ته:

اَبولَ، عبدِ العزيزَ پُٽَر پَڇي پڙِهنِ ڪا
هي مسئلا نمازَ جا، سارئا سنڌِي واءَ
ته مانَ مومِنَ تَني ڪي سيکي سَچَ منجها
هن ڪميٽي ڪي ڪَنِ ڪا، ڪارَڻَ ڏٽِيَ دُعا......
اِلاهِي ابو الحَسَنَ مَڱي تو مُلا
موليٰ مهربانَ ڏٽي سائين سباجها!
طَلَبَ ڏي تَوفِيقَ سين، مومنين مِيان
ته پڙهِي پاڙهينِ سَڀِ هِي مِڙَ ئِي مَسئَلا

ڪارڻ طَلَبَ طالبين رسالو لکيوم
’’مُقَدِّ مَة الصلواةِ سينڌي‘‘ نالو تِنہ رکئوم.
ڪتاب جي خاتمي تي مصنف پنهنجي هن ڪتاب لکڻ جو مقصد هن طرح ڄاڻايو آهي ته: (الف) هن نماز جا مسئلا عربي يا فارسي بدران سنڌي ٻولي (سنڌي واءِ) ۾ ساري لکيا آهن؛ (ب) انهيءَ لاءِ ته سڀ ان کي چاهه ۽ توفيق سان ڪتاب پڙهن ۽ ٻين کي پاڙهين؛ (ج) هن هي رسالو (ڪتاب) خاص طرح شاگردن جي تقاضا (طلب طالبن) تي لکيو آهي؛ ۽ (د) جو نالو ’’مقدمة الصولاة سنڌي‘‘ (’نماز جو مهاڳ سنڌي‘) رکيو آهي.
ڪتاب جو نالو. مٿين آخري سٽ مان صاف ظاهر آهي ته هن ڪتاب جو نالو ’’مُقدمة اُلصّلواة‘‘ رکيو، يعني ’نماز جو مهاڳ، سنڌي ۾ لکيل‘. اهو نالو پوءِ ’ابو الحسن جي سنڌي‘ جي سَوَلي عام فهم سان مشهور ٿي ويو. ان نالي جو مقصد ۽ مطلب اهو هو ته: هيءُ مصنف ابوالحسن جو تيار ڪيل نصابي يا درسي ڪتاب هو جيڪو عربي يا فارسي بدران ’سنڌي‘ ۾ آهي. ڪتاب جو اصل نالي ’’مقدمہ الصلواة سنڌي‘‘ جي معنيٰ به اهائي آهي ته هيءُ ’مقدمة الصلواة‘ يعني نماز جو مهاڳ آهي پر اهو ’سنڌي‘ ۾

آهي: يعني عربي يا فارسي بدران هي ’سنڌي‘ ”مقدمة الصلواة“ آهي (1).
ڪڏهن ڪان وٺي هن ڪتاب کي ”مقدمة الصلواة سنڌي“ جي بدران ”ابو الحسن جي سنڌي“ سڏيو ويو سو معلوم ناهي، مگر مصنف جي نالي سان گڏ ڪتاب جو اهو عام سولو نالو ان دور جي انهيءَ چاهه ۽ ذوق جو نتيجو هو ته علمي ۽ تعليمي سلسلي ۾ جيڪي ڪجهه هجي، سو ’سَوَلي سنڌي‘ ۾ ئي هجي. بهرحال جيئن وقت گذريو تيئن هي ڪتاب ”ابوالحسن جي سنڌي“ جي عام فهم نالي سان ئي مشهور ٿي ويو.
ڪتاب جي درسي حيثيت. سنڌي ۾ هن درسي ڪتاب تصنيف ڪرڻ بعد سڀ کان اول مخدوم ابوالحسن پاڻ پنهنجي درسگاهه ۾ هن ڪتاب کي پڙهائڻ شروع ڪيو. ان وقت کان وٺي هي درسي ڪتاب ايترو ته مقبول پيو، جو نه فقط وڏن عالمن ۽ استادن جي وچ ۾ ان جي موضوع ۽ مضمون بابت تحقيقي بحث مباحثو ٿيو، پر مڪتبن ۽ مدرسن ۾ ويندي ايندڙ ادائي سؤ سالن تائين، يعني اندازً 1090 هه (1680ع) کان وٺي ويندي 1350 هه (1930ع) تائين وڏي چاهه سان درسي ڪتاب طور پڙهيو ۽ پڙهايو ويو. سال 1920ع ۾ هن ڪتاب جو جيڪو ڇاپو حيدرآباد مان شايع ٿيو، تنهن جي ديباچي مان ظاهر آهي ته ان وقت

جي تعليمي نصاب ۾ پڻ هي هڪ درسي ڪتاب طور پڙهايو ويندو هو (1).

ابو الحسن جو سنڌي ۾ لکيل ['مقدمة الصلواة' (نماز جو مهاڳ)] درسي ڪتاب طور ايڏي وڏي اهيمت وارو ثابت ٿيو جو مقبول مخدوم محمد هاشم جي نماز جي مسئلن بابت اهو ''دستورالعمل'' بنجي چڪو هو. انهي عام مقبوليت جي مد نظر ان دور جي وڏن عالمن مخدوم محمد هاشم ۽ مخدوم محمد قائم ان ڪتاب ئي علمي بحث شروع ڪيو جنهن جي ذريعي هن درسي ڪتاب جي صحت ۽ اهميت جي وڌيڪ تصديق ٿي، اهو متفقه طور تي درسگاهن ۾ پڙهايو ويو، ۽ مادري زبان سنڌي ذريعي بنيادي تعليم ڏيڻ واري تحريڪ مضبوط ٿي.

(ب) شاهه لطف الله قادريءَ جو رسالو

تعليمي درسگاهن کان ٻاهر پڻ هن دور جي عالمن ۾ اهو احساس وڌيو ته اعليٰ فڪر ۽ معنيٰ وارا علمي موضوع ڪوشش ڪري فارسي بدران سنڌي ۾ بيان ڪجن ته جيئن اهي سولائي سان سمجهائي سگهجن. سڀ کان اول هن دور جي وڏي صوفي سالڪ شيخ المشائخ شاهه لطف الله قادري، 11084 - 1100هه وارن سالن ۾، توحيد ۽ رسالت جهڙي وڏي معنيٰ واري موضوع کي تصوف ۽ طريقت ذريعي سنڌي ۾

سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ان لاءِ سنڌي بيتن ۾ ’رسالو‘ تصنيف ڪيو. هيءُ رسالو اعليٰ سنڌي شاعري جي تاريخ جي لحاظ سان پڻ هڪ شاهڪار هو، پر هت اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي ته ان وقت ان جو تصنيف ٿيڻ سنڌي ۾ تعليمي تحريڪ جي عام مقبوليت ۽ ڪاميابي جو هڪ روشن مثال هو. شاهه لطف الله اهو رسالو هڪ خاص ارادي، ذوق ۽ ڪوڏ سان منظوم ڪيو جنهن جو ذڪر هيٺينءَ طرح ڪيائين ته:

ڪوڏان ڪئو رسالو ايءَ فقير جوڙي بيتن
ته هوءَ سنڌيءَ وائيءَ سهڪو ٻجهڻ ابوجهن
پاهنجيءَ ٻوليءَ ڪري سگهائي اي سکن
لطف الله چئي لئي پيو ورسکن ۽ پڙهن.

يعني ته هن وڏي چاه سان هيءُ رسالو خاص طرح ’سنڌي وائي‘ (سنڌي زبان) ۾ جوڙيو انهي لاءِ ته پڙهندڙ پنهنجي ٻولي (سنڌيءَ) ۾ آندل موضوع کي سگهو ۽ سولائيءَ سان سمجهي سگهن. بيشڪ شاهه لطف الله جي پنهنجي عالمانه لياقت ۽ عارفانه بصيرت اعليٰ پايي جي هئي جو اهڙي علمي موضوع کي سولو ڪري سمجهايائين پر ان سان گڏ اها به هڪ حقيقت هئي ته ان وقت ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ پڻ بيان جي وڏي وسعت پيدا ٿي چڪي هئي جو شاهه لطف الله

وحت ۽ ڪثرت جي حقيقت کي تصوف جي روشني ۾ عام فهم سنڌي بيتن ذريعي سهڻن اصطلاحن ۽ تمثيلن سان سهڻو سمجهايو (1).

اعليٰ درسي ڪتاب طور لکيل ”ابوالحسن جي سنڌي“ ۽ سلوڪ ۽ طريقت جهڙي علمي موضوع تي تصنيف ٿيل شاهه لطف الله قادري جو ’رسالو‘، جيڪي ٻئي هن دور جا پهريان معياري ڪتاب آهن تن مان ظاهر آهي ته پنهنجي مادري ٻولي ۾ تعليم ۽ تربيت ڏيڻ واري اڳ هلندڙ تحريڪ هن دور ۾ اهڙي ڪاميابي واري منزل تي پهتي جو درسگاهن جي وڏن استادن توڙي ٻاهر ٻين عالمن ۽ محققن بنيادي تعليم ۽ تربيت کي سنڌي ٻوليءَ ۾ عام ڪرڻ طرف پورو توجهه ڏنو، انهيءَ لاءِ ته جئن شاگرد توڙي يا پنهنجي ٻوليءَ ذريعي سگهو سکن، سولو سکن ۽ وڏي چاه سان سکن.

(ج) ”سنڌي“ جي خاص نالي سان وڏيڪ درسي ڪتابن جو شايع ٿيڻ

ڪتاب ’ابوالحسن جي سنڌي‘ کان پوءِ ٻين مشهور عالمن ۽ استادن سنڌي ۾ درسي ڪتاب لکڻ شروع ڪيا جيڪي ’ابوالحسن جي سنڌي‘ جي عام فهم نالي وانگر، جدا جدا مصنفن جي نالي سان ’سنڌي‘ سڏيا ويا. انهن ڪتابن جي مصنفن جو مکيه مقصد درسي

۽ تعليمي هو، يعني ته جيئن نوان پڙهندڙ پنهنجي مادري زبان سنڌي ذريعي وڏيڪ چاهه سان تعليم حاصل ڪن، ۽ ڏکيا مسئلا ۽ موضوع به سگهو ۽ سولائي سان سمجهي سگهن. ”ابوالحسن جي سنڌي“ جي نالي پويان پوءِ سنڌي درسي ڪتابن جو اصطلاحي نالو ئي ’سنڌي‘ پئجي ويو. مثلاً هيٺيان ڪتاب پوءِ جدا جدا درسگاهن ۾ جدا جدا وقتن تي پڙهيا ۽ پڙهايا ويا، ۽ اهي ’سنڌي‘ سڏيا ويا (1):

مخدوم ضياء الدين جي سنڌي. مخدوم ضياء الدين (1091 - 1171هه)، مخدوم ابوالحسن جو ننڍو همعصر هو ۽ ساڳئي شهر ٺٽي جو نامور عالم هو. هن هي درستي ڪتاب لکيو، جنهن جو موضوع ساڳيو ’ابوالحسن جي سنڌي‘ وارو هو، پر پاڪائي ۽ نماز سان گڏ ٻيا مسئلا به آندا ويا ۽ نئين نوع ۾ بيان ڪيا ويا. مثلاً جمعي نماز يا اڳين نماز جي وقت معلوم ڪرڻ لاءِ پاڇي لڙڻ ڪي ٻارهن مهينن مان هر مهيني جي حساب سان سمجهايو ويو. ڪتاب جو خاص مقصد تعليمي هو: يعني ته جيئن سنڌي ۾ سيکو وڏي چاهه سان ديني مسئلا پڙهي ۽ سمجهي سگهي:

مسئلا جي دين جا، سي گهڻا گهاتا
سيني ڪتابن ۾ عالمن لکيا ۽ چيا
تنهن منجهان ڪيترا مون سنڌي ۾ لکيا

ته سنڌي سگهي سپڪو مانَ پڙهي پرت منجها.
هي ڪتاب مطبع فتح الڪريم ببمئي مان سنه 1290ھ ۾ ڇپيو.
مطلوب المؤمنين سنڌي. مخدوم محمد هاشم جي شاگرد ۽ عالم عبدالخالق ٺٽوي سنه 1157 ھ (1744ع) ۾ هي ڪتاب اسلامي احڪامن بابت، خاص طرح طالبن (شاگردن) جي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ تصنيف ڪيو. انهيءَ جو مواد اصل مصنف طبراني جي عربي ڪتاب ’الطريقة المحمديہ‘ تان کنيائين ۽ سنڌي ۾ آندائين ته جيئن شاگرد سولي سنڌي ۾ پڙهي ۽ سمجهي سگهن:

اڪثر هن سنڌي ۾ جيڪي درج ٿيو
سو طريقة المحمدي ڪنان ميڙي مون لکيو...
ڪارڻ طلب طالبين هي رسالو لکيوم
’مطلوب المؤمنين سنڌي‘ نالو تنهن رکيوم
سنڌي وائي سهکي سپيئي پروڙين
عاصي عبداخالق کي دعا مانَ ڪرينِ.

جئن شروع ۾ ڄاڻايل آهي: هيءُ ڪتاب خاص طور تي شاگردن جي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ (”ڪارڻ طلب طالبين“) لکيو ويو: يعني ته علمي سکيا لاءِ ڇڻ هي درسي ڪتاب طور لکيو ويو: يعني ته علمي سکيا

لاءِ پڻ هي درسي ڪتاب طور لکيو ويو. ڪتاب جي آخر ۾ ڇاڻايل آهي ته مقصد علم سيکارڻ آهي.

’ڪر قبول ڪريم تون هن گولي جي گفتار
مرهين مڙني مومنين جي علم ڪن پچار‘

هي ڪتاب ڇاپخاني محمدي، بمبئي مان سنه 1287ھ (1870ع) ۾ ٻيو دفعو ڇپيو.

مخدوم محمد ابراهيم جي سنڌي (1). مخدوم محمد ابراهيم هالن پراڻن جي پَٽِي بزرگن جي گهراڻي مان هو. سنه 1102ھ (1690ع) ۾ ڄائو هو. پنهنجي دور جي مشهور عالم مخدوم عبدالرؤف ڀٽي جو ڀاءُ هو. هن مخدوم ابوالحسن جي سنڌي کان متاثر ٿي هي سنڌي ڪتاب تعليم جي مقصد سان تصنيف ڪيو ۽ ان ۾ نماز ۽ وضو جا ٿي سؤ پنجاه مختلف مسئلا سمجهايائين. ميان ابراهيم ڪن مسئلن کي بالڪل مخدوم ابوالحسن واري ساڳي راءِ موجب بيان ڪيو، ۽ ڪي ساڳيا الفاظ بلڪ ساڳيون سٽون مخدوم ابوالحسن واريون آندائين. هي ڪتاب مخدوم محمد هاشم جي ”اصلاح مقدمة الصلواة“ کان اڳ تصنيف ڪيائين. جو ان ۾ اهي ساڳيون مخدوم ابوالحسن واريون سمجهاڻيون موجود آهن. ڪن کي پوءِ مخدوم هاشم درست ڪيو. هي ڪتاب هالن ۽ ان طرف جي ٻين درسگاهن ۾ پڙهايو ويو. هي ڪتاب پهريون دفعو

غالباً جمناداس ڀڳوانداس تاجر ڪتب، بمبئي جي علوي پريس مان 1325ھ (1909ع) ۾ يا ان ڪان اڳ ڇاپائي پڌرو ڪيو.

سنڌي عبدالرحيم جي. عبدالرحيم نالي عالم (1) جو ڪن چوندڙ فقهي مسئلن بابت سنڌي ڪتاب جيڪو هن سنه 1177ھ (1763ع) ۾ منظوم ڪيو. آخر ۾ سندس هن 'سنڌي' جو نالو "مَايَنۡبَغِي للحَمائل مِن مَعۡدُود المسائل" ڪري ڄاڻايو اٿس:

جيڪو ڪري ڪنھ وير ۾ نظر 'سنڌيَ' ڪا
ته مر دعا خير جي پني ڏونھ موليٰ
منجهه حق عبدالرحيم جي جو جامع هن 'سنڌيا'
۽ منجهه حق اولاد تنهنجي ته ٿين صالحن گها
جيڪو پڇي ڪنھ وير ۾ نالي 'سنڌيَ' ڪا
"مايَنۡبَغي لَلحمائل مِن معدود المسائل" آهي نالي سا
۽ جيڪو پڇي تاريخ ڪان ته چئج تَهين ڪا:
ستن اڳري ستر هئي يارهن سُوءَنِ مٿا

اَساس الفرائض سنڌي. هي ڪتاب مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي سنه 1193ھ (1778ع) کان اڳ (1) فوتي جي ورثي ۽ تَرڪي کي سندس وارثن ۾ شرعي حڪمن مطابق ورهائڻ جي سکيا ۽ تعليم بابت لکيو، ۽ عام طرح 'گرهوڙي صاحب جي سنڌي' جي نالي سان مشهور ٿيو ڪتاب جي تصنيف ڪرڻ جو مقصد

تعليمي هو، جنهن کي ڪتاب جي آخر ۾ مصنف هيئينءَ طرح بيان ڪيو آهي:

پُنو بيان تَرڪي جو ضروري قدرا
جي هي پڙهي پروڙئين، ته بئو پڻ پڌرو ناه
’اَساس الفرائض‘ سنڌيَ جو نالو نِهَرَ ڪِجاه.

يعني ته هن ’سنڌي‘ جو نالو ’اساس الفرائض‘ آهي، جيڪو ورثي جي حصن ۽ حساب بابت هڪ مختصر مگر بنيادي مهاڳ آهي، جنهن جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ سان باقي وڏيڪ باب خود بخود صاف ۽ پڌرا ٿي سمجهه ۾ اچي ويندا. گرهوڙي صاحب ٻين مکيه موضوعن جهڙوڪ ايمان، توحيد، رسالت وغيره کي پڻ منظوم سنڌي ۾ سمجهايو، ۽ سندس اهي نظم پڻ پوءِ ’اساس الفرائض‘ سان گڏ ’گرهوڙي صاحب جي سنڌي‘ ۾ شامل ٿي ويا. سنه 1336ھ (1918ع) ۾ هي رسالو، مخدوم عبدالله جي ’سگ نامي‘ ۽ ٻين چئن ڪتابن سان گڏ مطبع ڪريمي بمبئي مان ڇپيو.

سنڌي احمد جي. هن آڳاٽي لکيل ڪتاب جو هڪ ناقص قلمي نسخو موجود آهي (2) جنهن جو خاتمو هن طرح ٿئي ٿو:

جيڪو ڏسي هن سنڌيَ ۾ ڪا غلط ڪِ سهوا
سا واري سنئين ڪن موجب ڪتابا
موٺي مَ ڪن هن اَڪاڄ جي وري ڪا گلا

ڪڇن جون ڪڇاڻيون ڪن سَيُون صالحا
جي واڙ لائق جن جا، سي ٿين تن هٿا
مون ڪي ناهه مجال قدرت ڪا پانهنجي پارا
آهيان عاجز نِڪڻين، منجهه گتو گناها
ساريان ڪونه سرير ۾ اجر ڪو عملا
پُڻ نصيبُ ڪرين لقاء پنهنجو قادرَ ڪريما
۽ پاڙو ڏئيم پيغمبر سين قيامت ڏينها
۽ ساڻ اهل بيت اصحاب ان جي ڏيين قرارا
هِتي هُتي سلامت رکين ساڻ ايمانا
احمد جهڙي اڃاڻ تي ڪا مهر ڪر مولىٰ

عالم جمعي گراڻي جي سنڌي. عالم جمعي گراڻي جي ’سنڌي‘ جو قلمي نسخو جيڪو سنه 1196ھ (1782ع) کان غالباً ڪافي اڳ جو لکيل آهي سو ’برٽش ميوزيم‘ ۾ موجود آهي. موضوع نبي صلعم جو معراجنامو آهي.

عبدالحميد جي سنڌي. هن ڪتاب جو قلمي نسخو، ’مخدوم ابوالحسن جي سنڌي‘ جي قلمي نسخي جي پويان ساڳئي جلد ۾ موجود آهي جيڪو سنڌي ادبي بورڊ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

دائري وارن جي سنڌي *. سيد علي محمد شاه هي ڪتاب 1270- 1277 ھ (1853 - 1860ع) وارن ستن سالن ۾ سنڌي ۾ تصنيف ڪيو. ڪتاب جو علمي

نالو ’مصلح المفتاح‘ (المفتاح‘ ڪتاب جو سنوارينڌڙ) آهي، مگر اهو ”دائري وارن جي سنڌي“ جي نالي سان مشهور ٿي ويو. هي نماز بابت هڪ تفصيلي توڙي جامع ڪتاب آهي. جيتوڻيڪ سيد علي محمد شاهه پنهنجي ڪتاب جو بنياد اصولي طور مخدوم فتح محمد سنڌي جي فارسي ڪتاب ”مفتاح الصلواة“ (تصنيف سنه 1061هه) تي رکيو، پر پنهنجي وسيع معلومات، فقهي بصارت ۽ منصفانه علمي تنقيد سان پنهنجي ڪتاب کي تحقايق جي لحاظ سان هڪ مستقل علمي ڪارنامو بنائي ڇڏيائين. هي ڪتاب ’درسي ڪتاب‘ طور چوٿيارين جي اعليٰ درسگاهه ۽ پين درسگاهن ۾ پڙهايو ويو.

مٿين ڪتابن کي جدا جدا وقتن تي ’درسي ڪتابن‘ واري حيثيت رهي. انهن کان سواءِ ڪي ٻيا ڪتاب پڻ عربي يا فارسي جي بدران سنڌي ۾ لکيا ويا يا ترجمو ڪيا ويا. انهيءَ ڪري اهي به ’سنڌي‘ ڪري سڏيا ويا. جيئن ته ’بناء الاسلام سنڌي‘، ’فرائض الاسلام سنڌي‘، ’روضة الشهداء سنڌي‘ وغيره. مصنف احمد سنه 1172هه ۾ امامن سڳورن جي شهادت بابت ڪتاب ’روضة الشهدا‘ فارسي مان سنڌي ۾ آندو ۽ انهيءَ ڪري ان کي ’سنڌي‘ سڏيائين:

”جيڪو پسي هن سنڌي ۾ غلط ڪِ سَهو ڪا

ته سا واري سنئين ڪري موجب ڪتابنئا“
سيد هارون قرآن ۽ حديث مان اسلامي عقائد ۽ اخلاق بابت ’ٿيهه اکري جي سٽاء‘ ۾ نظم جوڙيو، جنهن کي پوءِ ’سيد هارون جي سنڌي‘ سڏيو ويو (هيءُ نظم قلمي صورت ۾ برٽش ميوزيم ۾ موجود آهي). نظم جي شروعات هن طرح ته:

الف اڳئين پنڌ جو ساٿي ڪر سماء
جيءَ منجهارا جوڙ تون پرين ساڻ پساه

آخر ۾ پنهنجي هن ’سنڌي‘ (تصنيف) بابت چيو اٿس ته:

موليٰ مرهين مومنن کي سين حرمت حضرتا
خاصوئي سيد هارون کي جنهن سڏي ڪي صفتا
ڪڍي معنيٰ قرآن ۽ حديث جي آڇئائين اکرا
آهين اُوء ايمان سين جي ڪلمو چون مُها

(د) سولي سنڌي ۾ ڪتابن لکڻ جي نظريي جو عام ٿيڻ

ابو الحسن جي ”مقدمة الصلواة سنڌي“ ۽ ان کان پوءِ وارا درسي ڪتاب توڙي ٻيا عام ڪتاب جيڪي هن نئين تحريڪ جي اثر هيٺ لکيا ويا، تن جي مصنفن جو مکيه مقصد اهو ئي هو ته مادري زبان سنڌي ذريعي تعليم کي آسان ۽ عام ڪيو وڃي. هيئين ڪتابن

۾ سندن اهڙا اظهار انهيءَ علمي ۽ تعليمي جذبي ۽ مقصد جي تصديق ڪن ٿا.

مخدوم محمد هاشم سنه 1125ھ (1713ع) ۾ روزن جي مسئلن کي عربي ڪتابن مان چونڊي سنڌي ٻوليءَ ۾، ۽ سولي سنڌي عبارت ۾، پنهنجي ڪتاب ’زادالفقير‘ ۾ سمجهايو:

مسئلا روزن جا آهن گهڻا اپار
جي ڪجي هيڪاندو تن کي ته ٿين هوند هزار
تنين منجهان ڪي ڪيترا مسئلا ڪيام
ساري سنڌي وائي ۾ لکي لڳ ڪيام.

---

عربي اَڃاڻن کي گهڻي ڏُهلي هوءِ
سنڌي ڪيم سهکي، جان سيکي سڀڪو.

ان بعد سنه 1130ھ (1718ع) ۾ مخدوم محمد هاشم شڪار ۽ ذبح جي مسئلن کي عربي ڪتابن مان ڪڍي، آسان سنڌي ۾ پنهنجي ڪتاب ”راحة المؤمنين سنڌي“ ۾ آندو، چو جو:

عربي آهي اهکي اڀوجهن اپار
نڪا پروڙ پارسي جي ناموزون نبار
پوءِ نه اڃاڻن کي ڪا سنڌي ذارا سار
تڏ سنڌي ڪِيَم سَهُکِي سُهَلِي ڪڍي عربيا.

مخدوم محمد هاشم، ’تفسير هاشمي‘ يعني تفسير پاره عمر جو تفسير سولي سنڌي ۾ ڪيو ته جيئن سمجهڻ ۾ آساني ٿئي:

تڏهن سنڌي ڪِيَم سُهلي ڪڍي عربيا

ته مانَ پروڙين معنيٰ تنهن جي مومن مرهاتا.

مخدوم محمد هاشم پنهنجي ڪتاب ”بناء الاسلام سنڌي“ ۾ پڻ ساڳيو مقصد بيان ڪري ٿو:

”سنڌي ڪيم سُهلي ڪڍي ڪارڻ تن“

علي اڪبر نالي عالم سنه 1162ه (1749ع) ۾، زڪواة جا مسئلا پنهنجي سنڌي ڪتاب (حِصَصُ الاموال) وڏي محنت ۽ اخلاص سان سنڌي ۾ تصنيف ڪيو.

مگر قدر موجب پانهنجي ڪوشش ڪيم ڪا

ڪو قدر حديثن حبيب صلعم جو ڪڍي ڪتابنئا

جوڙي اٿم جمع ڪيو ڪارڻ نصيحتا

سنڌي ڪيم تنهن جي خالص لڳ خدا.

مولوي محمد حسين 1177هه (1764ع) ۾ اصل فارسي ڪتاب ’قصص الانبياء‘ کي ’سير بستان‘ جي نالي سان سنڌي ۾ آندو:

ته لکي ڪريان پڌرا قصا نبين جا

سنڌي وائي سُهکا سي ڪريان بيانا.

سنه 1243ھه ۾ حامد پٽ حسن جي ”قوت العاشقين يا عشقيہ“ ڪتاب عشق ۽ ولين جي نقلن بابت سنڌي ۾ تاليف ڪيو. اصل ڪتاب شيخ عحمان انصاري جو هو. مؤلف حامد جي مرشد (خليفي محمود؟) کيس چيو ته: ”اصل ڪتاب فارسي ۾ آهي“

پر آهيس عبارت اَهُڪي ۽ مغلق مضمونا

جي ٿئي سنڌي تنهين جي ته عام ٿئي نغما“

پوءِ انهيءَ ترغيب سببان هن هڪ ڪتاب فارسيءَ مان سوليءَ سنڌي ۾ ترجمو ڪيو.

رِبح الفقراء (= درويش جو نغمو) جي نالي سان مخدوم احمد عربي ڪتاب ”مقصود القاصدين“ کي سنڌيءَ ۾ آندو انهيءَ لاءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ آڻڻ سان سنڌ وارا ان مان فائدو حاصل ڪري سگهن:

پئو هن عاصيءَ کي دل ۾ خيالا

ته ڪريان نسخو ڪو سنڌيءَ ۾ ڪارڻ مومنا

مانَ پسن، پڙهن، ڪن عمل سي خالص لاءِ خدا.

هي قلمي ڪتاب، هڪ ’اداري سنڌيات‘ جي ڪتبخاني ۾ محفوظ آهي.

محمد مقيم ڪنهن فارسي ڪتاب تان ’تفسير خواب‘ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو انهيءَ لاءِ ته سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي:

هِنِيڙي ۾ محمد مقيم ۾ اچي ايَ پيئي

ته تعبير جو خواب جو سو آهي پارسي
سو سنڌيَ وائيَ لکجي ته سپن ٿيي سهکائي.

سنڌي عالمن ۽ فاضلن جي هن صحيح علمي جذبي ۽ تعليمي خدمت سان هن دور ۾ نه فقط سنڌي ٻولي ۽ علم ادب جا بنياد پختا ٿيا پر پنهنجي مادري زبان ۾ لکڻ پڙهڻ ۽ ڪتاب تصنيف ڪرڻ واري تحريڪ جئن پوءِ تئن وڌي ۽ وڌيڪ ڪامياب ٿي.

2- ”سنڌي درسي نصاب“ جو بنياد مضبوط ٿيڻ

سنڌي ۾ مڪتبي تعليم جي شروعات 10- صدي هجري (16- صدي عيسوي) جي آخر کان ٿي ۽ 11- صدي ۾ ان ۾ وڌو واڌارو ٿيو ۽ ان سان گڏ ’سنڌي تعليمي نصاب‘ جو سلسلو پڻ شروع ٿيو. چئي نٿو سگهجي ته ان ابتدائي مرحلي تي ’نصابي نظام‘ جي صورت ڪهڙي هئي، پر جئن ته ’ديني تعليم ۽ تربيت‘ کي مرڪزي حيثيت حاصل هئي انهيءَ ڪري ان سلسلي ۾ مختلف موضوعن تي درسي ڪتاب لکيا ۽ پڙهايا ويا. مٿي باب ستين هيٺ بيان ٿي چڪو آهي، ته ان دور ۾ اوڻيتاليهن مختلف موضوعن تي جيڪي منظوميا دستياب ٿيا آهن تن مان پنجٽيهه خاص تعليمي سلسلي جا آهن ۽ باقي عام مطالعي وڌائڻ وارن موضوعن تي آهن. ان مان اهو نتيجو نڪري ٿو ته مادري زبان سنڌي ذريعي تعليمي

نصاب جا مکيه مقصد ٽي هئا: اسلامي شريعت بابت ديني تعليم ڏيڻ، اخلاقي تعليم ڏيڻ، ۽ عام مطالعو وڌائڻ. يارهين صدي ۾ انهيءَ نصاب جا بنياد وڌيڪ مضبوط ٿيا.

يارهين صدي ۾ پهرئين نصابي مرحلي تي، اسلامي شريعت ۽ ديني تعليم بابت ”چار علم“ ۽ ”سايون ڇهه ويهون فرضن جون“ جي عنوان سان به درسي منظوميا مُلا عثمان تصنيف ڪيا جيڪو ان وقجو وڏو عالم ۽ استاد ۽ پڻ غالباً سنڌي ذريعي تعليم ڏيڻ واري تحريڪ جو اڳواڻ هو. اهي ايترو ته مقبول پيا جو يارهين صدي جي آخر ۾ ٻئي نصابي دور ۾ به شامل ڪيا ويا. هن ٻئي دور جي سنڌي نصاب ۾ ”ابوالحسن جي سنڌي“ (مقدمة الصلواة) کي مرڪزي درسي ڪتاب واري حيثيت حاصل رهي، پر ان سان گڏ مُلا عثمان جي ’چار علم‘ يا ’چؤ علمي‘ ۽ ’سايون ڇهه ويهون فرضن‘ کي به شامل ڪيو ويو. انهيءَ ڪري ايندڙ دور جي گهڻن قلمي توڙي ڇاپي مجموعن ۾ ’ابوالحسن جي سنڌي‘ جي پويان ’چؤ علمي‘ ۽ ’سايون ڇهه ويهون فرضن‘ جا منظوميا پڻ شامل آهن (1) پنهنجن انهن ٻن منظومين ۾ مصنف مُلا عثمان ڪافي وڏي معلومات کي نهايت ئي مختصر ۽ عام فهم سنڌي ۾ سوَلو ڪري سمجهايو آهي. سنڌي ۾

بنيادي ديني تربيت لاءِ ’ابو الحسن جي سنڌي‘ (مقدمة الصلواة) ۽ ملا عثمان جي ’چوٺ علمي‘ ٻئي معياري ڪتاب آهن: ’ابوالحسن جي سنڌي‘، فقه جي لحاظ سان، مڙني مکيه موضوعن بابت هڪ عالمانه ۽ جامع درسي ڪتاب آهي. ٻئي طرف سنڌي ٻولي ذريعي ٿورن لفظن ۾ ڪيترو گهڻو سمجهائي سگهجي ٿو ان جو معجزي جهڙو مثال مُلا عثمان جي ’چوٺ علمي‘ آهي (2).

اسلامي ارڪانن ۽ شريعت جي احڪامن سيکارڻ کان سواءِ علمي ڄاڻ وڌائڻ، اخلاقي تربيت ڏيڻ ۽ معلومات خاطر سوانح، حڪايتن ۽ قصن وغيره موضوعن وارا ڪتاب نصاب ۾ شامل ڪيا ويا. ان ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ هن دور ۾ اهڙا گهڻا ڪتاب ۽ رسالا لکيا ويا جن جو ذڪر هيٺ ايندو. نتيجي طور، گذريل دور ۾ سنڌي ۾ تعليمي تحريڪ جي شروعات کان پوءِ ڏيڍ سؤسالن اندر، 12- صدي هجري (18- صدي عيسوي) جي شروع کان وٺي تعليمي نظام ۾ ’سنڌي تعليمي نصاب‘ کي خاص اهميت حاصل ٿي جنهن ڪري مادري زبان سنڌي ۾ مطالعي جو ذوق وڌيو.

ٽالپورن جي عهد واري ٽئين نصابي دور ۾، ’سنڌي مڪتب‘ ديني توڙي دنيوي تعليم جو مرڪز بنيو، ۽

مسلمان شاگردن سان گڏ هندو شاگرد پڻ مڪتب ۾ داخل ٿيا. انهن واسطي فارسي زبان ۽ خط و ڪتاب (انشاء) سان گڏ حڪايتن ۽ قصن ذريعي اخلاقي تعليم ’سنڌي نصاب‘ جو لازمي جز بني. سنه 1830ع ڌاري جڏهن رِچَرڊ بَرٽن انگريزن طرفان ٽالپورن جي دربار ۾ سفير هو، تڏهن ابوالحسن جي سنڌي ڪان سواءِ ٻيا هيٺيان ڪتاب سنڌي نصاب ۾ شامل هئا: مخدوم محمد هاشم جو تفسير هاشمي عم سيپاري جو، نور نامو عبدالرحمان جو، معراج نامو، لاڏاڻو (مخدوم عبدالله جو جوڙيل)، سؤ مسئلا تصنيف ڪيل اسماعيل جا، ۽ عام عام معلومات ۽ ادبي ذوق وڌائڻ لاءِ حڪايات الصالحين، سيفل (سيفل الملوڪ جو قصو) ۽ ليليٰ مجنون پڙهايا ويا جن ۾ ’حڪاياب الصالحين‘ وڌيڪ مقبول هو (1).

اهو سنڌي نصاب سنڌ جي ڪنهن هڪ پاڳي (حيدرآباد ۽ لاڙ) جي درسگاهن ۾ هلندڙ هو جنهن ڪان ’برٽن‘ کي واقف ڪيو ويو، چاڪاڻ ته ان وقت جدا جدا درسگاهن ۾ جدا جدا نصاب رائج هئا. برٽن ابوالحسن جي ڪتاب ’مقدمة الصلواة سنڌي‘ (ابوالحسن جي سنڌي) جو نالو ڪونه ڏنو آهي جيڪا غالباً پل آهي، ڪتاب ”لاڏاڻو“ (نبي صلعم جو دنيا مان لاڏاڻُ) بابت برٽن چاٽاو آهي ته اهو مخدوم عبدالله

جو تصنيف ڪيل آهي ۽ ان جو مواد اصل ڪتاب ”حبيب السِيَر“ تان ورتل آهي.

---

[(1)](#). مرحوم محمد صديق ميمڻ ’سنڌ جي ادبي تاريخ‘ ۾ ڄاڻايو آهي ته ”ابو الحسن پنهنجو ڪتاب مقدمة الصلوات سال 1700ع ڌاري لکيو“. سال 1700ع سنه 1112 هه جي برابر بيهي ٿو. هن صاحب اهو اندازو غالباً انهي ڪري لڳايو جو سندس خيال ۾ اهڙي ڪتاب لکڻ جي ضرورت نئي جي نواب حفظ الله خان جي وقت ۾ پئي جيڪو 1103 - - 1114هه وارن سالن ۾ اتي حڪمران هو. سندس لکيي موجب ان وقت ٺٽي ۾ هزارين ماڻهو بغدادي بزرگ جي وعظ نصيحت سان مسلمان ٿيا ۽ ”ايترن نو نصيحت ڪافي نه ئي تنهنڪري ان وقت جي مشهور عالم فقہ مولوي ابوالحسن......... سمجهيو ته ايترن عمر رسيده ماڻهن کي پارسي ۽ عربي سيکاري اسلامي واقيت، ڏيڻ، خاص ڪري فقہ جي مسئلن کان واقف ڪرڻ ممڪن نه آهي تنهنڪري هن ماڻهن جي مادري زبان يعني سنڌيءَ ۾ لکڻ شروع ڪيو“ (’سنڌ جي ادبي تاريخ، دور برطانيه کان اڳ‘، مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد، 1936ع). اصل ۾ اهڙو انومان غالباً انگريزي مصنف Enthoven پنهنجي ڪتاب ’بمبئي علائقي جون قومون ۽ ذاتيون‘ ۾ ڪڍيو جنهن جو حوالو ڀيرومل ’سنڌي ٻولي جي تاريخ‘ (ص 247) ۾ ڏنو آهي. هيءُ دليل صحيح ناهي ڇاڪاڻ جو مصنف واضح طور ڄاڻايو آهي ته هن هيءُ ڪتاب ”ڪارڻ طلب طالبن“ يعني شاگردن جي تعليمي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ لکيو.

[(1)](#). ڪتاب جي نالي ۾ ’سنڌي‘ جي لفظ هئڻ سببان، هن پوئين دور ۾ هڪ عام غلط فهمي اها ئي رهي ته هن ڪتاب ۾ ڪنهن خاص قسم جي سنڌي

بولي يا نظم استعمال ٿيل آهي جنهن کي ’سنڌي‘ چيو وڃي ٿو. پڙهيل طبقي ۾ اهڙي غلط فهمي خصوصاً محمد صديق ميمڻ جي ”سنڌ جي ادبي تاريخ“ (پاڱو پهريون: مطبوع مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد، 1936ع) ۾ ڏنل راءِ سببان ٿي. مصنف جي خيال ۾ ابوالحسن جي ’سنڌي‘ ڪا خاص قسم جي سنڌي آهي، ۽ پاڻ اها ”سنڌي هڪ خاص نظم ۾ آهي، جنهن کي ابوالحسن جي سنڌي سڏين ٿا. ڪانئس پوءِ ٻين عالمن پڻ انهيءَ ’سنڌي‘ ۾ ٻيا ڪتاب لکيا، ۽ پڻ انهيءَ ’ابوالحسن جي سنڌي‘ ۾ لکيل ڪتاب ليٿو ۾ ڇپيا“ (ص ص 57 - 56). هن راءِ جي پيٺ ۾، ڀيرومل جي راءِ وڌيڪ صحيح هئي ته ”مسلمانن عالمن مان سنڌي ۾ جن ڪو ڪتاب لکيو، تن جي سنڌيءَ کي، بلڪ سندن ڪتابن کي، انهن جي سنڌي سڏيندا هئا“ (سنڌي ٻولي جي تاريخ، ڪراچي، 1941ع، ص 248).

[(1)]. محمد صديق ميمڻ ”سنڌ جي ادبي تاريخ، دور برطانيه کان اڳ“، مسلم ادبي سوسائٽي ، حيدرآباد، 1936ع.

[(1)]. تفصيل لاءِ ڏسو راقم جي تصحيح ۽ تحقيق سان ڇپيلڪ ”شاهه لطف الله قادري جو ڪلام“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد سنڌ، 1388هه/1968ع.

[(1)].بعد ۾ ٻين موضوعن تي ٻيا ڪتاب پڻ ’سنڌي‘ ۾ تصنيف يا ترجمي ٿيڻ سببان ’سنڌي‘ سڏيا ويا، جيئن ته اڳتي معلوم ٿيندو.

[(1)]. هي ڪتاب، هڪ ٻئي لڳ ڀڳ ساڳئي نالي واري ڪتاب ”سنڌي مخدوم محمد ابراهيم جي“ کان اڳ جو آهي ۽ پهريائين تصنيف ٿيو.

[(1)]. غالباً ٺٽي جو عالم؛ ’مُرّوحُ المتعلمين‘ ڪتاب جو مصنف پڻ عبدالرحيم نالي عالم آهي ۽ غالباً هي ساڳيو عالم آهي جنهن مٿين ’سنڌي‘ پڻ منظوم ڪئي.

[(1)]. گرهوڙي صاحب سنه 1192 هه (1778ع) ۾ شهيد ٿيو.

[(2)]. راقم جي قلمي ڪتابن جي ذخيري ۾.

[*]. ڪتاب جو مصنف سيد علي محمد شاهه هو، جيڪو ’دائري جي درسگاه‘ (موجوده اڏيرو لال) جو عالمِ استاد هو. ’دائري‘ جي نسبت ۽ سندس نالي جي احترام سان ’جمع‘ ۾ هن ڪتاب کي ”دائري وارن جي سنڌي“ جي عام نالي سان سڏيو ويو. تفصيل لاءِ ڏسو ”مصلح المفتاح يعني دائري وارن جي سنڌي“، راقم جي تصحيح ۽ مقدمي سان، سنڌ يونيورسٽي طرفان ڇپايل، حيدرآباد سنڌ، 1390هه/1970ع.

[(1)]. سنه 1302 هه (1884) کان وٺي اهي ڪتاب هڪ ٻئي پويان ساڳئي جلد ۾ ڇاپيا ويا ته جئن لازمي نصاب طور پڙهڻ پڙهائڻ ۾ سولائي ٿئي.

[(2)]. راقم جي ڪتباني ۾ ان جو هڪ آڳاٽو قلمي نسخو موجود آهي جيڪو خود ملا عثمان جي پٽ ابوالحسن تاريخ 26 شعبان سنه 1115 هه تي لکي پورو ڪيو. هڪ نسخو برٽش ميوزيم ۾ No. Or 1238 موجود آهي جنهن کي غلطيءَ مان ”چوُ علمي ابوالحسن“ جو عنوان ڏنل آهي. جئن ته ’چوُ علمي‘ کي درسي طور پئي پڙهايو ويو انهيءَ ڪري ان کي به مقدمة الصلواة (ابوالحسن جي سنڌي) جي پويان شامل ڪري لکيو ويو. جڏهن ته ڪتاب ڇپجڻ لڳا ته سنه 1869ع ۾ بمبئي مان ۽ 1870ع ۾ ڪراچي مان ’ابوالحسن جي سنڌي‘ جي پويان ملا عثمان جو ’چوُ علمي‘ پڻ گڏ ڇپيو.

[(1)]. رچرڊ برٽن جو انگريزي لکيل ڪتاب ”سنڌ ۽ وسندڙ قومون“، پهروين ڇاپو، صفحا 136 - 135.

## مختلف موضوعن تي وڏي تعداد ۾ سنڌي ڪتابن جو تاليف ٿيڻ

سنڌ جي سڄاڻ عالمن جڏهن اهو اصول قبول ڪيو ته سنڌي ۾ ڪتاب لکيا وڃن ته پوءِ ان اصول تي پڪي طرح عمل ڪيائون. سندن پنهنجي سڄي تعليم جي تڪميل فارسي ۽ عربي ذريعي ٿي هئي، پر جڏهن پاڻ سنڌي ۾ ڪتاب تصنيف ڪرڻ شروع ڪيائون تڏهن هڪ ته نج سنڌي ٻولي ڪم آندائون؛ ٻيو ته هر موضوع کي آسان سنڌي ۾ بيان ڪيائون ته جئن عام پڙهيلن بلڪ اڻپڙهيل ماڻهن جي به سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي. اهو سندن اعليٰ علمي صلاحيت جو ڪارنامو هو جو الاهيات ۽ عقائد جا ڳوڙها مفهوم، فقه ۽ تفسير جا ڏکيا موضوع توڙي تصوف ۽ سلوڪ جا مشڪل مضمون سولي ۽ سکي سنڌي ۾ ڪاميابيءَ سان سمجهايائون.

سنڌي عالمن جي هن ڪاميابي جو مدار سندن اختيار ڪيل ٽن مکيه طريقن تي هو: پهريون ته ڪين هر موضوع ۽ مضمون جي ماهيت ڪلي طور تي معلوم

هئي، ۽ هر موضوع ۽ مضمون جي مختلف مسئلن جي ڪين پوري ڄاڻ هئي. ٻيو ته ڪين هڪ طرف عربي ۽ فارسي زبانن تي ته ٻئي طرف سنڌي ٻوليءَ تي پوري مهارت حاصل هئي. ٿيون ته هر موضوع کي صحيح نموني ۽ آسان عبارت ۾ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪيائون. هنن جڏهن ڪنهن به موضوع يا مسئلي تي لکيو ته ان کي اڳ ڪيل تحقيق جي روشني ۾ جامع نموني سان سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي ڪوشس ڪئي. معاشري جي ڪن خاص مسئلن کي سنڌ جي طبعي ۽ سماجي ماحول جي مناسبت سان سمجهايو؛ سنڌي ۾ اهڙن مسئلن ۽ موضوعن کي صحيح نموني ۾ بيان ڪرڻ خاطر عربي، فارسي ۽ سنڌي لفظن ۽ اصطلاحن جي چنڊ ڇاڻ ڪئي.
سنڌي ۾ درسي ڪتابن جي شروعات سان علمي ذوق ۾ وڌو اضافو ٿيو، ۽ مختلف علمي موضوعن تي ڪيئي ڪتاب هن دور ۾ تصنيف ۽ ترجمو ٿيا. ڪل ڪيترا ڪتبا لکيا ويا، تنهن جو اجا ايترو صحيح ڳاڻيٽو نه ٿي سگهيو آهي. البت اهو رايو صحيح ناهي ته ڪو ”جملي پنجاهه کن ڪتاب“ لکيا ويا (1). ان جي بدران ائين چوڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو ته ڪيترن ئي موضوعن تي سنڌي منظوميا ۽ رسالا، توڙي ننڍا وڏا سنڌي ڪتاب سَوَن جي تعداد ۾ لکيا ويا، جن مان

انگريزن واري دور ۾ سرڪاري طور بي قدري ۽ پنهنجن جي بيرخي سببان گهڻا ضايع ٿي ويا. باوجود انهيءَ جي جيڪي اسان پاڻ ڏٺا آهن يا جن جا نالا سان ڪي معلوم ٿي سگهيا آهن، سي پڻ پنجاهه بدران هڪ سؤ کان وڌيڪ آهن، جيئن هيٺين موضوعن تي لکيل نندين وڏين تصنيفن مان ظاهر آهي (2).

تفسير

— تفسير هاشمي (1): قرآن شريف جي ٽيهين سيپاري (عم يَتَسالون) جو سنڌي ۾ مخدوم محمد هاشم جو سنه 1162هه (1749ع) ۾ تصنيف ڪيل تفسير جيڪو سنه 1290هه/1873ع ۾ يا ان کان اڳ بمبئي مان ڇپيو (2).

— تفسير هاشمي: هيءُ هڪ وڏو ڪتاب آهي جنهن جا ڇڏيل صفحا 503 آهن. قرآن شريف جي اوڻٽيهين سيپاري جو تفسير (جيڪو لکنو ۾ ندوة العلماء جي ڪتبخاني ۾ قلمي صورت ۾ محفوظ آهي.)

— تفسير تبارڪ سنڌي: يعني تفسير سورة ’تبارڪ‘ جو، مخدوم محمد هاشم جو (سنه 1290هه/1873ع ۾ يا ان کان اڳ بمبئي مان ڇپيو).

— منظوم ترجمو ’سورة المُلڪ‘ جو، مخدوم محمد هاشم جي شاگرد عالم خليفي مخدوم عبدالخالق جي فرزند خليفي مخدوم محمد مهيني محرم

سنه 1193ھ ۾ جوڙي راس ڪيو. برٽش ميوزيم لئبرري ۾ قلمي نسخو موجود آهي: سروعات
ساراهجي ته صاحب کي جنهن قادر مُڪو قرآن
مٿي مير محمد ڪارٽي جو شافع سپ جهان

— تفسير سورة يوسف، مخدوم عبدالله نريي واري جو، 1197ھ (1783ع) کان اڳ جو لکيل (1). قلمي ڪتاب، برٽش ميوزيم لئبرري ۾ موجود آهي.

— تفسير سورة يوسف، مخدوم محدم مقيم نورنگ پوٽي جو (2).

— تفسير سورة الفاتحہ، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي جو

— تفسير سورة الاخلاص، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي جو

— تفسير سورة الکوثر، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي جو

— تفسير پاره عم، مولوي مهرو ولد سرهيو ولد موٺيو، ويٺل پُراڻ، سنه 1206ھ (1791ع) ۾ لکيو (ڇپيل صفحا 574)

— تفسير سورة ”يس“، مخدوم عبدالڪريم سنڌي نقشبندي، 14 ربيع الاخر سنه 1709ھ تي لکي پورو ڪيو (هن ڪتاب جو هڪ قلمي اتارو جيڪو ڪاتب

محمد حسين سومري ويٺل چيهو پڙعيدن سنه 1240 - 1242ھه وارن سالن ۾ ڪيو سو سنڌ يونيورسٽي جي اداره سنڌيات ۾ محفوظ آهي، نمبر 22702).

— تفسير سورة ڪوثر جو، گرهوڙي صاحب جي مٿئين ڪتاب کان جدا ٻيو ڪتاب، جنهن جو قلمي نسخو راقم جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

— قواعدالقرآن سنڌي، تاليف و تصنيف حافظ عبدالرحمٰن قاري سنڌي، خاتمي واريون آخري سٽون:

خاتم مون خسيس جو تون خاوند خير ڪريج
ڪلمون منهنجي قلب ۾ تون ڏٽي ڏرائيج

هن ڪتاب کي مصنف ٻيو پيرو وڌيڪ سوڌيو سنواريو (1).

حديث

— ’ڪتاب چهل حديث مترجم سنڌي‘ (چاليهن حديثن جو منظوم سنڌي ترجمو). هي ڪتابڙو ’مطبع حسني‘ جي مالڪ مولوي محمد صديق 10- شوال سنه 1316ھه (1898ع) تي بمبئي مان شايع ڪيو.

— چاليهن حديثن جو شرح، مخدوم فضل الله پاٽائي (وفات سنه 1292ھه) منظوم سنڌي ۾ هي شرح لکيو.

ـــــ حديثن جو ترجمو، عبدالڪريم نالي عالم 1258ھ (1842ع) ۾ ڪيو:

نسخو هن ناقص جو جڏهن ٿئو ختما
تڏهن جان نهارئا ورهين ۾، ته ڪيترا هوا
تان پارهن سؤ اٺونجاه ورهيه هوا گذرئا (3).

ـــــ حديثن جي حوالي سان نظمن جو مجموعو قلمي، برٽش ميوزيم لئبرري ۾ موجود. شروعات

ساراهيان سبحان کي جنهن ڪامل قدرنا
بخشي ڏوهه بندن جا ڪري عفو خطا

فقہ

هن دور ۾ لکيل اڪثر ڪتابن ۾ اسلامي تعليمات خاطر فقهي مسئلا سمجهايا ويا. ’مخدوم ابوالحسن جي سنڌي‘ به نماز جي مسئلن بابت هڪ فقهي ڪتاب هو (جيڪو سنه 1287ھ/1870ع کان اڳ چاپخاني محمدي بمبئي مان پهريون دفعو ڇپيو). اهڙيءَ طرح ڪي بيا فقهي ڪتاب پڻ ’سنڌي‘ جي عنوان سان آهن. ٻين عنوانن وارن سنڌي ڪتابن مان پڻ پنجاه سٺ کن فقہ جي دفعي ۾ شمار ڪري سگهجن ٿا.

ـــــ زادالفقير: روزن جي مسئلي سمجهائڻ لاءِ، مخدوم محمد هاشم رمضان سنه 1125ھ (1713ع)

۾ تصنيف ڪيو. سنه 1287ھ (1870ع) ۾ ڇاپخاني محمدي، بمبئي مان ٻيو ڀيرو ڇپيو.

— راحت المؤمنين يعني ذبح شڪار سنڌي: شڪار ڪرڻ ۽ شڪار ڪيل جانور کي حلال ڪرڻ جي مسئلن بابت، مخدوم محمد هاشم سنه 1130ھ (1717ع) ۾ تصنيف ڪيو، ۽ سنه 1287ھ (1870ع) ۾ ڇاپخاني محمدي، بمبئي مان ٻيو ڀيرو ڇپيو.

— حِصَص اُلاَموال: علي اڪبر نالي عالم زڪواة جي حصن، فطري، خِراج ۽ عُشر جي فقهي مسئلن بابت 9- ذوالحج 1162ھ (1749ع) تي لکي پورو ڪيو. هي ڪتاب صفدري پريس بمبئي مان مخدوم عبدالصمد نورنگ پوٽي ۽ شيخ جيوا خان سنه 1303ھ (1885ع) ۾ ڇاپائي پڌرو ڪيو.

— وَجِين الفِقہ سنڌي: يعني سنڌي ۾ ’مختصر فقہ‘، سنه 1302ھ کان اڳ بمبئي مان ڇپيو.

— مجموعہُ خلاصة الفقہ: يعين فقہ جو نِڇُ، سنه 1302ھ کان اڳ بمبئي مان ڇپيو.

— سنڌي عبدالرحيم جي: عبدالرحيم نالي ٺٽي جي عالم جو ’ڪن خاص ٿورن مسئلن‘ (ما ينبغي للحمائل من معدودالمسائل) بابت منظوم سنڌي ۾ سنه 1177ھ (1763ع) ۾ لکيل ڪتاب (1).

ـــ سؤ مسئلا (فقہ جا): تصنيف ڪيل اسماعيل جا.هي ڪتاب تيرهين صدي هجري جي پهرئين اڌ ۾ نصاب ۾ داخل هو. هن ڪتاب جو قلمي نسخو لکيل حافظ سلام الله جو، تاريخ 11- ربيع الثاني، چنچر ڏينهن سنه 1197هه (1783ع) جو (راقم جي ڪتبخاني ۾) موجود آهي (2).

ـــ بينڊل پاڻي جو پليتي ۽ پاڪائي بابت، مُلا نيوڙي جو جوڙيل منظوميو (يڪو الف اشباع جي قافيي تي، قلمي، اداره سنڌيات ۾ محفوظ، نمبر 22702).

ـــ مخدوم جعفر بوبڪائي جي فقهي ڪتابن مان انتخاب، مخدوم موصوف جي ڪتاب 'فتح الدارِيَن' ۽ بين ڪتابن مان انتخاب سنڌي ۾ ڪيل "ابراهيم ويڻل شهر مرزا چنہ" جو(1)

دين اسلام

ـــ ڪتاب ساڍيون چهه ويهون فرضن جون: هي ڪتاب حاجي محمود حُليي منظوم ڪيو. ملا عثمان جي ساڍيون چھ ويهون فرضن کان متاثر ٿي هيءَ متاثر ٿي هيءَ منظوميو جوڙيائين، حاجي محمود حليي جو هي منظوميو، سنه 1290ھ (1873ع) ۾ يا ان کان اڳ پهريون پيرو بمبئي مان شايع ٿيو.

ـــ ’عقائد‘ سنڌي: منصف محمد هاشم جي نالي سان ’ڪتاب عقائد هاشمي‘ پڻ سڏيو ويو. توحيد وغيره عقيدن جي سمجهاڻي بابت مخدوم محمد هاشم 1143ھ (1730) ۾ تصنيف ڪيو.
ـــ فرائض الايمان (”فرائض الاسلام خورد، يعني فرائض الايمان“):
سنه 1290ھ/1873ع ۾ يا ان کان اڳ بمبئي مان ڇپيو.
ـ فرائض الاسلام سنڌي: مخدوم محمد هاشم ’فرائض الاسلام‘ عربي ۾ ٻن جلدن ۾ لکيو، جن مان پهرئين جو ترجمو مخدوم عبدالله ڪيو (جيڪو سنه 1691ھ/1874ع ۾ بمبئي مان ڇپيو)؛ پوءِ مخدوم عبداللطيف بن مخدوم محمد هاشم سنه 1171ھ (1767/68ع) ۾ پهرئين جلد کي سنواريو ۽ پڻ ٻئي جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيو ( جيڪو پڻ 1691 هه ۾ بمبئي مان پهريون پيرو ڇپيو)
ـــ بناء الاسلام، سنڌي: دين اسلام جي بنيادي عقيدن بابت، مخدوم محمد هاشم 5- ذوالحج 1143ھ (31 -1730ع) تي پورو ڪيو هيءُ ڪتاب 1678ھ (1870ع) کان اڳ ڇاپخاني محمدي مان ڇپيو.
ـــ ڪلمي طيب جي سمجهاڻي: احمد نالي عالم جي منظوم ڪيل (1).

— فرائض ۽ حمد ۽ معجزا: هيءَ ڪتاب 1188ھ کان اڳ تصنيف ٿيو. محمد هاشم ۽ عبدالرحمٰن نالي ڪاتبن جو سنه 1188ھ (1774ع) ۾ لکيل قلمي نسخو انڊيا آفيس لنڊن جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

— سراج المومنين (تصنيف مولوي حامد ڪڇي جو؟). تاريخ 24 شعبان سنه 1240ھ ۾ تصنيف ٿيو (هن جو قلمي نسخو سنڌ يونيورسٽي جي 'اداره سنڌيات' ۾ محفوظ آهي، جنهن کي هيٺين سراج المومنين سان پيٽي مصنف جي نالي جي تصديق ڪري سگهجي ٿي).

— سراج الموءمنين سنڌي؛ مخدوم ميين عبدالرسول بن يار محمد (مخدوم نورنگ زاده جي اولاد مان) چئن ضخيم جلدن ۾ منظوم ڪيو. (هن جو مڪمل قلمي نسخو ڪنهن وقت پير جهنڊي وارن جي ڪتبخانن ۾ موجود هو).

— مِفتاح الصلواة سنڌي: سنه 1305 ھه (1886ع) کان اڳ مطبع فتح الڪريم بمبئي مان ڇپيو.

— ڪتاب ترتيب الصلواة: مخدوم فضل الله پاٽائي (وفات 1290ھه) جو.

ـــــ ترتيب الصلواة سنڌي (ميان عثمان نورنگ پوٽي جو؟): پنجن خطبن سان گڏ سنه 1287ھ (1870ع) ڪان اڳ ڇاپخاني محمدي بمبئي مان ڇپيو.

ـــــ ترغيب الصلواة: يعني رسالو ’آخر الظهر‘، سنه 1305ھ (1887ع) ڪان اڳ مطبع فتح الڪريم بمبئي مان ڇپيو.

ـــــ صلواة سنڌي، مختصر منظوم، سيد هارون جي.

ـــــ ڪنزالعبرت: ٻه جلد، حديثن جي روشني ۾ فقہ ۽ اسلامي تعليمات (ايمان، عبادات، معاملات، معنوعات، سيرت، اخلاق وغيره مسئلن) بابت مخدوم عبدالله سنه 1175ھ (”30- رمضان، ڏينهن سومار“) ۾ تصنيف ڪيو. هي ڪتاب ڇاپخاني محمدي بمبئي مان سنه 1287ھ (1870ع) ڪان اڳ ڇپيو. هن جو قلمي نسخو برٽش ميوزيم لئبرري ۾ موجود آهي، جيڪو ڪاتب محمد بن محمد اشرف لکيو.

ـــــ نورالابصار سنڌي: مخدوم عبدالله سندس پنهنجي ڪتاب (؟) ’خزانة الابرار‘ جي شرح طور هيءَ ڪتاب 3- جمادي الثاني مان سنه 1287ھ (1870ع) ڪان اڳ ڇپيو. ان بعد سنه 1300ھ (1882ع) ۾ مخدوم عبدالصمد نورنگ پوٽي، قاضي

فتح محمد ۽ نور الدين بمبئي جي حيدري پريس مان ڇاپي شايع ڪيو.

— خزانة الاعظم، مخدوم عبدالله جي پنهنجي ڪتاب ’ڪنزالعبرت‘ جو شرح، جيڪو هن ستن وڏن جلدن ۾ منظوم ڪيو (1). هڪ ننڍي جلد ۾ پڻ هي ڪتاب مختصر ڪيو ويو.

— نماز جي تاڪيد بابت سنڌي منظوميو، تاليف ڪيل تاجل فقير جو.

— مجموعه ست ڪتابي، بمبئي مان ڇپيو.

— تسهيل الفرائض: ورثي ۽ ترڪي (جي حصن ۽ انهن جي تقسيم) بابت علي نالي عالم، 1-شعبان 1162ھ (1749ع) تي منظوم سنڌي ۾ جوڙي پورو ڪيو.

— حيات العاشقين يعني مناسِڪ حج (حج جي احڪامن بابت): مخدوم محمد هاشم جي پٽ مخدوم عبدالرحمان 1168ھ (1755ع) سندس والد مخدوم محمد هاشم جي لکيل فارسي ڪتاب مان سنڌي ۾ آندو ۽ 20 ربيع الاول سنه 1288ھ (1871ع) ۾ بمبئي جي ڇاپخاني محمدي ۾ ڇپجي شايع ٿيو. (پوءِ سنه 1307ھ (1890ع) ۾ پڻ مطبع فتح الڪريم بمبئي مان ڇپيو).

ــــ        بدرالمنير في احوال قيامت ڪبير (وڏي قيامت جي بيان ۾) مخدوم عبدالله منظوم سنڌي ۾ سنه 1184هه ۾ تصنيف ڪيو، ۽ سنه 1290هه ۾ يا ان کان اڳ بمبئي مان ڇپيو.

ــــ        مخدوم عبدالخالق ٺٽوي جو روز محشر بابت منظوميو (قلمي برٽش ميوزيم لئبرري لنڊن ۾ محفوظ):

۽ ڏاڍو ڏينھ قيام جو ڪر سُھکو سڀاجھا
جن شفاعت شفيع جي، ڇٽو تاء تني کا
جن ڇيو ڪلمو ڪريم اتي سھجا سچ منجھا

ــــ        دعائن بابت رسالو مخدوم محمد هاشم جو.

ــــ        صلواة سڳوري بابت رسالو، مخدوم محمد هاشم جو.

ايمان ۽ عقيدي، ريت ۽ رسم بابت وضاحت

ــــ        رسالو ايمان مجمل ۽ ايمان مفصل (غالبا مخدوم عبدالله جو عربي مان سنڌي منظوم ترجمو)، هيٺين تصنيف سگ نامي سان گڏ مجموعي جي صورت ۾ ڇپيو.

ــــ        سگ نامو، ويجھي عزازت قرابت (محرمات)، ساڳي ماء جو کير پيڻ، طلاق وغيره جي مسئلن بابت، مخدوم عبدالله لکيو، ۽ (سنه 1290هه/1873ع ۾ يا ان کان اڳ پھريون ڀيرو ۽ ان

بعد سنه 1336ه/1918ع ۾) ٻين پنجن ڪتابڙن جي گڏيل مجموعي ۾ ڇپيو.

— نڪاح جي تربيت بابت رسالو، ’سگ نامي’ سان گڏ ڇپيو.

— خطبو نڪاح جو، ’سگ نامي‘ سان گڏ ڇپيو.

— آداب الّنڪاح سنڌي: (نڪاح بابت) هڪ قلمي نسخي جي مٿان ڇاٽايل ته مخدوم محمد هاشم جو، پر اندر مطالعي مان مخدوم صاحب جو نالو نظر ڪونه آيو.

— ميّت جي وقت وارڻ بابت رسالو، 20 ذوالقعده سنه 1167ه (1754ع) تي تصنيف عبدالرزاق جو، مٿئين سگ نامي سان گڏ ڇپيل.

— ميت جي ڇوٽڪاري لاءِ دعا جو رسالو ”مرحوم خليفي عبدالخالق“ جو منظوم ڪيل برٽش ميوزيم ۾ موجود - شروعات

ساراهجي سو ذٽي جو جياري ۽ ماري.

— منتخب الفوائد، مخدوم عبدالله جي پٽ حافظ عبدالرحمٰن جو تاليف ڪيل.

— مُوضِحُ الشِرڪ سنڌي (شرڪ جي وضاحت بابت): سنه 1287ه (1870ع) ڪان اڳ ڇاپخاني محمدي بمبئي مان ڇپيو.

— رسالو محرمات جو: سنه 1290ھه/1873ع ۾ يا ان کان اڳ پهريون پيرو بمبئي مان ڇپيو.

— رسالو عقد نڪاح جو: مٿين پريس مان ساڳئي سال ڇپيو.

— رسالو طلاق جي بيان بابت: مٿين پريس مان ساڳئي سال ڇپيو.

— رسالو قسم کڻڻ جو: مٿين پريس مان ساڳئي سال ڇپيو.

— رسالو ميراث (ورثي بابت) جو: مٿين پريس مان ساڳئي سال ڇپيو.

— عهدنامو، اسناد نامو، يا سنڌي عهد نامي جو: مٿين پريس مان ساڳئي سال ڇپيو.

— رسالو عقيقي جو: تصنيف محمد اسماعيل جو، مخدوم محمد ابراهيم پٽي جي 'سنڌي' سان گڏ مطبع حيدري بمبئي سان سنه 1874ع ۾ ڇپيو.

— رسالو عقيقي بابت، منظوم ڪيل (غالباً ٻئي ڪنهن بزرگ جو).

— نڪاح نامو: مخدوم فضل الله پاتائي سنه 1271ھه ۾ يا ان کان اڳ تصنيف ڪيو. قلمي نسخو ڪتابت ڪيل سنه 1271ھه جو موجود آهي.

— اسلامي عقائد ۽ معراج جي رات بابت منظوميو، سنه 1201ھه (1780ع) کان اڳ لکيو ويو.

هن ڪتاب جو قلمي نسخو لکيل 21 رمضان 1201ھ (1780ع) جو برطانوي ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

— رسالو رد وهابيہ، عبدالرؤف سرائي سنه 1278ھ ۾ منظوم ڪيو.

سوانح ۽ تاريخ

— نبي صلعم جي ولادت، سنه 1196ھ (يا 1197ھ) کان اڳ تصنيف ٿيل منظوميو.

— نبي صلعم جي بيبي خديجہ سان شادي، سنه 1196ھ (يا 1197ھ) کان اڳ جو منظوم ٿيل.

— شمائل نبوي سنڌي، تِرمذي جي عربي ڪتاب ’شمائل نبوي‘ تان مخدوم عبدالسلام جو سنه 1197ھ ۾ ڪيل منظوم سنڌي ترجمو، مطبع فتح الڪريم بمبئي مان 1290ھ (1873ع) يا ان کان اڳ ڇپيو. هيءَ ضخيم ڪتاب وڏي تختي وارن 296 صفحن ۾ ڇپيل آهي ۽ سڄو الف اشباع جي قافيي ۾ منظوم ٿيل آهي (1).

— سيد هارون جي سنڌي: سيد هارون دانهيري وارو (2) شاهه عبداللطيف جو غالبا وڏو معاصر. عموماً هي ’سيدن واري سنڌي‘ سڏبي هئي، ۽ ڪڇ جي مڪتبن ۾ پڙهائي ويندي هئي.

— قمرالمنير، نبي صلعم جي معجزن بابت ڪچ جي عالم مخدوم عبدالله نريي واري جو، ٻارهين صدي ۾ تاليف ڪيل، سنه 1290ھ (1873ع) ۾، عبدالصمد نورنگ پوٽي جي ڪتاب سان بمبئي مان ڇپيو.

— بدرالمنير، نبي صلعم جي سيرت ۽ سوانح تي مخدوم عبدالله هي ٻيو ڪتاب تنصيف ڪيو.

— معراج نامو، مخدوم عبدالله جو تنصيف ڪيل. پهريائين سنه 1290ھ (1873ع) ۾ يا ان کان اڳ مطبع نامي ڪريمي بمئي مان ڇپيو.

— معراج نامو، جوريل محمد حسن سومرو (قلمي 'اداري سنڌيات' ۾ موجود).

— معراج نامو، الف اشباع جي قافيي تي منظوم ڪيل ۽ غير معتبر روايتي رنگ ۾ چيل احمد جو، سنه 1279ھ کان اڳ جو (قلمي 27 ماه جمادي اوليٰ 1279ھ جو لکيل 'اداري سنڌيات' ۾ موجود، ۽ پڻ سنه 1325ھ ۾ مطبع علوي بمبئي مان ڇپيل).

— نبي صلعم کان التجا ۽ مناجات، جيڪا اصل عربي ۾ هئي (يا قبر طيب هل نبّک يسمع) تنهن کي ڪنهن بزرگ سنڌي نظم ۾ آندو (قلمي برٽش ميوزيم لئبرري).

— هڪ ٻئي موضوع بابت سنڌي منظوميو (مٿئين سان گڏ ساڳئي جلد ۾ قلمي برٽش ميوزيم لئبرري).

— هڪ ٻئي موضوع بابت سنڌي منظوميو (مٿئين سان گڏ ساڳئي جلد ۾ قلمي برٽش ميوزيم لئبرري)،

---

[(1)]. پهريائين پيرومل اهو تعداد ڄاڻايو جنهن کي پوءِ محمد صديق ميمڻ پڻ نقل ڪيو. پيرومل جي لکڻ موجب ”جملي پنجاه کن ڪتاب ابوالحسن جي سنڌي نموني آڳاٽي صورتخطي ۾ لکيل موجود آهن“ (سنڌي ٻولي جي تاريخ، ڪراچي ڇاپو، 1941ع، ص 248). ان کان پوءِ محمد صديق ميمڻ پڻ بنا ڪنهن وڌيڪ پڇا ڳاڇا جي پيرومل وارو ساڳيو عدد ڄاڻايو ۽ لکيو ته ”اهڙا ڪتاب تخميني پنجاه کن ٿيندا“ (ص 57).

[(2)]. اهي درسي ڪتاب جيڪي ’سنڌي‘ جي عنوان سان هن کان اڳ مٿي بيان ٿي چڪا آهن، سي الڳ آهن. جملي 138 کن نالا هن باب هيٺ آيا آهن.

[(1)]. جنهن جو عنوان ڪن قلمي نسخن ۾ ’تفسير هاشمي عم جو‘ يا ’تفسير هاشمي سنڌي جزء عم‘ پڻ ڄاڻايل آهي.هن تفسير جا خود مصنف جي دور جا دستخط نسخا موجود آهن. ’هڪ تاريخ 21 ذي قعده سنه 1165هه‘ جو لکيل سنڌ صوبائي ميوزم ۾ محفوظ آهي. ٻيو هڪ سهڻو خوشخط نسخو تاريخ 14، ڏينهن اڱاري، ماه جمادي الثاني سنه 1169هه تي حافظ محمد حسن نيرون ڪوٽي جو لکي پورو ڪيل راقم جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

[(2)]. هي ڪتاب ۽ ٻيا هيٺ ڏنل ڪتاب جن جي ڇپائي جو سال 1290هه يا ان کان اڳ ڄاڻايل اهي، تن جا نالا ڪتابن جي ان ’فهرست‘ ۾ ڏنل آهن،

جيڪا بمبئي مان ڇپيل ڪتاب ”قمرالمنير“ جي پويان ڏنل آهي. قمرالمنير جي لکائي ڇپائي جي تاريخ ”14- ربيع الاول 1290ھ ۽ 31 جئي 1854ع“ ڄاڻايل آهي. انهن ٻنهي تاريخن ۾ مطابقت ڪانهي، ۽ لکڻ ۾ ڪا غلطي ٿي آهي. سنه 1290ھ جيڪڏهن قائم رکجي ته پوءِ عيسوي سال 1873ع تي بيهندو.

[(1)]. قلمي نسخو لکيل حافظ سلام الله جو، تاريخ 11 ربيع الثاني، ڇنڇر ڏينهن، سنه 1197ھ، راقم جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

[(2)]، هيءَ ڪتاب قلمي صورت ۾ راقم جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي، ۽ ’سنڌي منظوميي‘ جي صورت ۾ تصنيف ٿيل آهي.

[(1)]. راقم هي سنواريل قلمي نسخو شيخ محمد سومار مرحوم وٽ بدين ۾ ڏٺو.

[(1)]. مرحوم حڪيم معين الدين ڪنياروي جي ڪتبخاني (نواب شاهه) ۾ راقئم ڏٺو.

[(2)]. رچرڊ بَرٽَن پنهنجي ڪتاب ” سنڌ ۾ وسندڙ قومون“ ۾ ان جو ذڪر ڪيو آهي.

[(1)]. مرحوم حڪيم معين الدين ڪنياروي جي ڪتبخاني (نوابشاهه) ۾ راقم ڏٺو. افسوس جو ايترو وقت نه مليو جو هن ڪتبخاني جي قيمتي ڪتابن جا نقل هٿ ڪجن ها. بعد ۾ حڪيم مرحوم جو ڪتبخانو منتشر ٿي ويو، ۽ ڪي ڪتاب راقم (بحيثيت وائس چانسلر) جي ڪوشش سان گڏ سنڌ يونيورسٽي جي ڪتبخاني لاءِ خريد ڪري محفوظ ڪيا ويا.

[(1)]. مختصر يا ناقص) جنهن جو قلمي نسخو محترم محمد سومار شيخ مرحوم وٽ بدين ۾ ڏٺو ويو.

[(1)]. پير جهنڊي جي ڪتبخاني ۾ ڪنهن وقت سچو موجود هو، ۽ پوءِ به پهريون ۽ ٽيون جلد موجود هئا جي راقم ڏٺا.

[(1)]. انگريز مصنف رچرڊ برٽن، ڪتاب ”سنڌ ۾ وسندڙ قومون“ ۾ ان جو ذڪر ڪيو آهي.

[(2)]. سيد هارون عرف ميون هارون، ٺُوٽڪي واري مقام (ٻني، تعلقي ڪاهوڙي) ۾ مدفون.

# شروعات:

ساراهجي سو ڏڻي واحد سڀ ويرا
جو رب رحمان رحيم ڏڻي جليل جبارا

— لاڏاڻو، هيءَ ڪتاب مخدوم عبدالله اصل ڪتاب ”حَبِيبُ السِيرَ“ تان سنڌي ۾ آندو، 13- صدي جي پوئين نصف ۾ هي ڪتاب سنڌي نصاب ۾ داخل هو [(1)].

— ”بَزع الحبيب“ يا ”بزغل جا ڪلما“: ’بزغ الحبيب المجتبيٰ في سُحمَةِ الليل الدّجيٰ‘، مشهور مدحيه سنڌي منظوميو چيل مولوي محمد صلاح جو جيڪو شاهه عبداللطيف جو همعصر هو.

—— نبي صلعم جي شان ۾ چيل منظوميو ، ڪتابت جي تاريخ 12- رمضان 1201ھ (يعني ته ان سان گڏ اڳ جو. برٽش ميوزيم لئبرري ۾ موجود).

—— نبي صلعم، حضرت علي ۽ مامن بابت عوامي رنگ وارو حڪايتي منظوميو: شروعات:

هيءَ حڪايت هيڪڙي سان پڙ سٽيجاھه
ته قادر قدرت جو ڏٽي غالب غيورا
مٿئين سان ملندڙ ثنا ۽ تعريف جو منظم
واڪاڻئو واحد ڪي جو قدرت ڪمالا
مشهور ڪيائين محمد پير جو جلوو جمالا

—— بسم الله جي برڪت بابت منظوميو (هيءُ، ۽ مٿيان ٻئي ۽ ”سيِّد هارون جي سنڌي“ يعني ٿيه اکري، چارئي قلمي، هڪ ساڳئي جلد ۾، برٽش ميوزيم لئبرري ۾ موجود).

هاڻي برڪت بسم الله جي سهڻو مومناه
آهي جنهن جي ’بي‘ ۾ سڄي قرآن جي معنا

*- نبي صلعم جي معراج بابت منظوميو، سنه 1251ھ کان اڳ جو:

جڏهن رسئو رسول رب جو هاشمي حرما

*- نبي صلعم جي شان ۾ منظوميو، سنه 1251ھ کان اڳ جو:

ساراهيان سو ڏٽي رهندو جو آهي

*- نبي صلعم جي شان جو ٻيو منظوميو، سنه 1251ھ کان اڳ جو:

پاڪي سڀ الله جل جلالہ آهي جيڪا ڪا
جو بزرگ بلند بارءُ مڙنئو وڏو وڏيئا

*- ٻيا ٻه منظوميا بني صلعم، حضرت علي ؑ امانن سڱورن جي ساراهه

۾ چيل، سنه 1251ھ کان اڳ جا.

- ڦُوت العاشقين: نبي صلعم جا هڪ سؤ سٺ معجزا، مخدوم محمد هاشم سنه 1127ھ ۾ تصنيف ڪيو (ڪتبخاني انديا آفيس لنڊن واري قلمي نسخي جي ڪتاب ”2- رمضان 1167ھ“ (1783ع) جاٽايل آهي. هي ڪتاب سنه 1290ھ/1873ع ۾ يا ان کان اڳ بمبئي ۾ ڇپيو.)

— معجزا، سنه 1228ھ (1813ع) کان اڳ جا، جيڪي هڪ قلمي نسخي ۾ سيد هارون جي ٺيهه اڪري جي پويان لکيل آهن.

— معجزا، ’الف اشباع‘ جي قافيي سان منظوم ڪيل احمد جا، جيڪي برطانوي ڪتب خاني جي قلمي نسخي (No Add, 26335) ۾ موجود آهن.

— معجزو، منظوم ڪيل مخدوم فضل الله پاٺائي (وفات 1290ھ) جو.

— نور نامو، نبي صلعم جي نور مان ڪائنات جي تخليق بابت، تصنيف ڪيل عبدالرحمان جو، سنه 1290ھ/1873ع ۾ يا ان کان اڳ پهريون ڀيرو بمبئي مان ڇپيو.

— مجموع وفات نامو، سنه 1290ھ/1873ع ۾ يا ان کان اڳ بمبئي مان ڇپيو.

— حيات العاشقين، مخدوم محمد هاشم سنه 1168ھ (55 - 1754ع) ۾ تصنيف ڪيو، ۽ جنهن جو پوءِ سندس فرزند مخدوم عبدالرحمان منظوم ترجمو ڪيو جيڪو 20- ربيع الاول سنه 1288ھ (1871ع) ۾ ڇاپخاني محمدي بمبئي مان ڇپيو. (مخدوم عبدالرحمان جي ترجمي جو صاف سهڻو قلمي نسخو خواجه منور علي هروي جو سنه 1227ھ ۾ ڪتابت ڪيل، برٽش لئبرري ۾ Mss Sindh نمبر سان موجود).

— معجزو نبي صلعم جو، سنه 1327ھ (1909ع) ۾ مطبع علوي بمبئي مان انن ڪتابڙن جي مجموعي ۾ شايع ٿيو.

— غزوات نبي صلعم يعني جنگيون نبي ڪريم جون، مخدوم عبدالله جو، تصنيف ڪيل سنه 1290ھ/1873ع ۾ يا ان کان اڳ پهريون ڀيرو بمبئي مان ڇپيو.

— شجاعت سيد الانام (نبي صلعم جي بهادري بابت)، تصنيف ڪيل مخدوم عبدالله جو.

— قصو بي بي خديجہ جو، تصنيف ڪيل مخدوم عبدالله جو، سنه 1290ھ (1973ع) ۾ يا ان کان اڳ پهريون پيرو بمبئي مان ڇپيو.

— قصو خديجة الڪبريٰ جو (غالباً ساڳيو)، 1327ھ (1909ع) ۾ مطبع علوي بمبئي مان اٺن ڪتابن جو مجموعي ۾ شايع ٿيو.

— خلفاء راشدين، تصنيف ڪيل مخدوم عبدالله جو، سنه 1290ھ (1873ع) ۾ يا ان کان اڳ پهريون پيرو بمبئي مان ڇپيو.

— سيدنا امير عمر جو اسلام آڻڻ، تصنيف ڪيل مخدوم عبدالله جو، سنه 1290ھ (1873ع) ۾ يا ان کان اڳ پهريون پيرو بمبئي مان ڇپيو.

— ’شهادت امام حسين سڳوري جي جو بيان‘، تصنيف ڪيل مخدوم عبدالله جو، سنه 1290ھ (1873ع) ۾ يا ان کان اڳ پهريون پيرو بمبئي مان ڇپيو.

— شهادت نامو امام حسين سڳوري جو، منظوم ڪيل محمد نالي عالم جو، الف اشباع جو قافيي سان (1).

— قصو شهادت امام حسين جو، منظوم ڪيل محمد مقيم جو، برٽش ميوزيم لئبرري ۾ قلمي نسخو موجود. شروعات:

سڀ ساراه رب ڪي جل جلاله وصف وڏايا
آهين جهين جهان ۾ عجب ڪها ڪمڙا

— روضة الشهداء سنڌي، سنڌ جي عالم احمد هيءَ ڪتاب ملاحسين ڪاشفي جي ڪتاب ’روضة الشهداء‘ تان سنه 1172هه (1758/59ع) ۾ سنڌي ۾ آندو. سنه 1287هه (1870ع) کان اڳ ڇاپخاني محمدي بمبئي مان ڇپيو.

— مناقب مرتضوي، منظوم ڪيل خليفي محمد جو، ٺيهه اکري جي صنعت ۾، قلمي نسخو برٽش ميوزيم لئبرري ۾ موجود. شروعات:

”هيءَ مناقب مرتضوي سڻهو سنڌي واءِ“

— مناقب مرتضوي (الف اشباع جي قافيي سان). هي ڪتاب پڻ آڳاٽو تصنيف ٿيو. ان جو قلمي نسخو راقم جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

— افادة العَينين (عربي) تان ڪنيل ۽ منظوم ڪيل خليفي محمد جو. قلمي نسخو، برٽش ميوزيم لئبرري ۾ موجود.

— قصو حضرت يوسف جو، احمد نالي عالم ’سوره يوسف‘ ۾ ڏنل اهڃاڻن جي روشني ۾ منظوم ڪيو. پنهنجو نالو هن طرح آندائين:

”الاهي احمد چئي آهيان عاصي اپارا“

هن قصي جو هڪ آڳاٽو قلمي نسخو سنه 1180ه ۾ ڪتابت محمد ملوڪ جو لکيل برٽش لئبرري ۾ موجود آهي.

— قِصَص الانبياء (نبين جا قصا)، مولوي محمد حسين شعبان سنه 1177ه (1763ع) ۾ سنڌي ۾ ترجمو ڪيو، ۽ سنه 1287ه (1870ع) کان اڳ ڇاپخاني محمدي بمبئي مان ڇپيو.

تصوف، اخلاقيات

— نصيحت نامو (موت کان پوءِ واري حالت بابت)، مخدوم محمد هاشم جو.

— تحفة التائبين (گناهن کان توبهه ڪرڻ بابت) مخدوم محمد هاشم جو.

— هدايت المريدين، مخدوم محمد ابراهيم بن مخدوم عبداللطيف سنه 1206ه (1791ع) ۾ لکيو ۽ سنه 1290ه (1873ع) ۾ يا ان کان اڳ بمبئي مان ڀهريون ڀيرو شايع ٿيو.

— سنڌي ابراهيم جي *، تصوف ۽ نقشبندي طريقي بابت، جنهن جو قلمي نسخو ”29 ذوالحج سنه

1317ه“ ۾ لکيل، اسان مرحوم حڪيم معين الدين جي ڪتبخاني (نواب شاهه) ۾ ڏٺو. آخر ۾:

آگا هن عاجز کي تون پنهنجي رنگ رنگيج
طرف طاعت تائب ڪري، ڏونہ عبادت آڻيج

—— تذڪرة لطابين سنڌي، مخدوم مولوي عبدالله مقتدي مخدوم محمد هاشم جو.

—— سراج المشتاقين، تصنيف اسماعيل شاه ويٿل شهر پانڌ (ڪڇ جو)، 23 ربيع الاخر 1760ه ۾ تصنيف ڪيائين.

—— مجمع الفيوضات، پير صاحب محمد راشد روضي ڌڻي جي ملفوظات جنهن کي خليفي محمود نظاماڻي سنه 1248ه (1832ع) ۾ تاليف ڪيو.

—— سيد هارون جو ٺيهه اکري منظوميو، الخاقي نصيحت ۽ هدايت بابت، قلمي نسخو برٽش لبئرري لندن ۾ محفوظ. غالباً اها ٺيهه اکري ”مجموعه سي حرفي سيد هارون ميان عبدالله“ جي نالي سان 1287ه (1870ع) ۾ يا ان کان اڳ ڇاپخاني محمدي بمبئي مان ڇپيل.

—— سيد هارون جو ٻيو ٺيهه اکري منظوميو. اخلاقي، نصيحت ۽ هدايت بابت، قلمي نسخو برٽش لئبرري لندن ۾ محفوظ.

— تصوف ۾ رسالو، خليفي محمود نظاماڻي (وفات 1267هه) تصنيف ڪيو.
— مفيد الانام، سنه 1290هه (1873ع) ۾ يا ان کان اڳ پهريون پيرو بمبئي مان ڇپيو.
— وحدت نامو يا توحيد نامو، مخدوم فضل الله پاٽائي سنه 1264هه (1848ع) ۾ تصنيف ڪيو.
— تصوف نامو، جنهن ۾ مخدوم فضل الله (وفات 1290هه) توحيد نامي جي پهرين ڀڱ سڻن جو شرح ڪيو.
— انيس العابدين (يا منهاج الزاهدين يعني انيس العابدين)، سنه 1290هه (1873ع) ۾ يا ان کان اڳ پهريون پيرو بمبئي مان ڇپيو.
— زيورنامو، مخدوم فضل الله پاٽائي سنه 1278هه ۾ تصنيف ڪيو.
— موت نامو، اُنن ڪتابن جي مجموعي ۾ مطبع علوي بمبئي مان سنه 1327هه (1909ع) ۾ ڇپيو.
— ڪتاب انيس المتقين، سنڌي منظوم، 1285هه کان اڳ تاليف ٿيو.
— حڪايت الصالحين، اخلاقي تعليم ۽ تربيت لاءِ مولوي ولي محمد سنه 1220هه (1805ع) ۾ سنڌي ترجمو ڪيو، ۽ سنه 1287هه (1870ع) کان

اڳ ڇاپخاني محمدي، بمبئي مان ڇپيو (وڏو ڪتاب 578 صفحا).

— معراج المؤمنين، رسالو شيخ عبدالرسول حجازي جي سنڌي ۾ تصنيف ڪيو (جنهن تان محمد صديق نصرپوري عبارت نقل ڪئي جنهن جو ذڪر سيد علي محمد شاهه دائرائي پنهنجي بياض ۾ ڪيو آهي).

— منهاج الزاهدين ۽ سراج للعابدين سنڌي، جوڙيل محمد جو (نورنامي سان گڏ ڇپيل).

سماجي اصلاح

— مُلڪي سنڌي (گهٽ علم وارن اڻ ڄاڻ مَلن جو اجاين خيالن ۽ ڳالهين جي پٺڀرائي تي تنقيد)، تصنيف محمد شريف راٽي پوري جي سنه 1160ھ (1747ع) ۾ تصنيف ڪيل:

”ڪاره سؤ گذرئا، ٻيو سانيڪو ورهن“

(6 صفر 1310 ھ برابر 29 آگسٽ 1892ع ۾ قاضي ميان نور محمد صاحب سانوٽي پنهنجي پريس مان ليٿو ۾ ڇپيو.

— نصيحت نامو: نقصانڪار سماجي رسمن ۽ انهن جي نتيجن بابت، تصنيف ڪيل مخدوم عبدالله جو، سنه 1290ھ (1873ع) ۾ يا ان کان اڳ بمبئي مان ڇپيو، ۽ ٻيو دفعو اٺن ڪتابن جي مجموعي ۾

مطبع علوي بمبئي مان سنه 1327هه (1909ع) ۾ ڇپيو.

ـــــ تنبيه الجاهلين، مخدوم عبدالله جو منظوم سنڌي ۾ تصنيف ڪيل جيڪو سنه 1290هه (1873ع) ۾ يا ان کان بمبئي مان ڇپيو، ۽ پوءِ مطبع نامي ڪريمي بمبئي مان (1336هه/1917ع) ۾ پڻ مفيد عام پريس لاهور مان ڇپيو.

ـــــ تنبيہ الغافلين، محمد اسماعيل جو (؟)، مطبع حيدري بمبئي مان سنه 1291هه (1874ع) ۾ ڇپيو.

ـــــ جاهلن کي تنبيهه، مخدوم غلام محمد بگائي جو قاضي نورمحمد قريشي هالائي ڇاپايو.

ـــــ حقوق الخزَّوجَين (گهرو زندگي کي سهڻي نموني نباهڻ لاءِ زال ۽ مڙس کي هدايت)، انهن ڪتابن جي مجموعي ۾ مطبع علوي بمبئي مان سنه 1327 هه (1909ع) ۾ ڇپيو.

طب

ـــــ حڪيم محمد جعفر، رمضان 1264 هه (1848ع) ۾ طب ۾ ڪتاب 'مفيد الخلق' سنڌي ۾ منظوم ڪيو، جيڪو 'خطب جعفري' جي نالي سان 1294هه ۽1303هه ۾، ۽ پڻ ان کان پوءِ بمبئي مان شايع ٿيو.

تعويذات

ــــ مجمع الفوائد تعويذات ۽ فالنامو، ٻئي گڏ 1287هه (1870ع) کان اڳ چاپخاني محمدي بمبئي مان ڇپيا.

4- ڪتابن جي ترجمن جو سلسلو شروع ٿيڻ

هن دور اندر سنڌي ۾ تعليمي تحريڪ جي ڪاميابي، سنڌي ٻولي جي ترقي ۽ توسيع لاءِ راهه هموار ڪئي ۽ سنڌي ۾ پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جو ذوق وڌيو. نتيجي طور نه صرف سنڌي ۾ درسي، علمي ۽ عام مطالعي جا ڪتاب تصنيف ٿيا پر ڪتابن جي ترجمن جو سلسلو پڻ شروع ٿيو: نه فقط عربي ۽ فارسي مان سنڌي ۾ ڪتاب ترجمو ڪيائون، پر سنڌي جو اعليٰ فڪر وارو مواد پڻ عربي ۽ فارسي ۾ ترجمو ٿيو.

(الف) سنڌي مواد جو عربي فارسي ۾ ترجمو ٿيڻ: فڪر جي بلندي ۽ اعليٰ معياري جي لحاظ سان هن دور اندر سنڌي زبان ۾ اهڙو اهم مواد ظهور پذير ٿيو، جو ان کي وسيع علمي حلقن ۾ روشناس ڪرائڻ جي ضرورت محسوس ڪندي ان کي فارسي ۽ عربي ۾ ترجمو ڪيو ويو.

ــــ محمد رضا ٺٽوي، پنهنجي مرشد ميين شاهه ڪريم جي سنڌي بيتن، قولن ۽ هدايتن کي سنه 1038هه (1628ع) ۾ ’بيان العارفين‘ جي نالي سان فارسي ۾ لکيو ۽ محفوظ ڪيو.

— مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي (شهادت 1192ه/1778ع) پنهنجي مرشد ۽ ولي خواجه محمد زمان جي سنڌي بيتن جو عربي ۾ ترجمو ۽ تفسير ڪيو.

— مخدوم فضل الله پاٽائي. سنه 1284ه (1867ع) ۾ سيد علي محمد شاهه جي سنڌي ڪتاب 'مصلح المفتاح' جي علمي اهميت محسوس ڪندي ان کي 'اصل المصلح و المفتاح' جي نالي سان فارسي ۾ آندو.

(ب) عربي ۽ فارسي ڪتابن جا سنڌي ۾ ترجما ٿيڻ. هن دور ۾ نه فقط سنڌي ۾ ڪتاب تصنيف ڪيا ويا، مگر ٻين ٻولين جا به سنڌي ۾ ڪتاب ترجمو ڪيا ويا. انهن ترجمن جو مکيه مقصد اهو هو ته اصل ڪتابن جو تحت لفظي ترجمي بدران شروع کان آخر تائين صاف مطلب ۽ مفهوم سولي سنڌي ۾ سمجهايو وڃي. هيٺيان ترجما مشهور ۽ معلوم آهن.

— آخوند عزيزالله متعلوي (1160 - 1240ه/1746 - 1824ع) قرآن عنوان سان ڪيو، جيڪو 1293ه (1877ع) ۾ پهريون ڀيرو (؟) بمبئي مان ڇپيو.

— مخدوم عبدالله، عربي ڪتاب 'شرح سراج المنير' کي 'قمر المنير' جي نالي سان سنڌي ۾ آندو.

ـــــ مولوي احمد، ملاحسين ڪاشفي جي پارسي ۾ لکيل ڪتاب ’روضة الشهداء‘ تان سنه 1272ھ (58 - 1759ع) ۾ ’روضة الشهداء سنڌي‘ تيار ڪيو (مطبع ڪريمي بمبئي مان 1321ھ ۾ ڇپيو. وڏو ڪتاب، 463 صفحا)

ـــــ قصص الانبياء (نبين جا قصا) جيڪو اصل فارسي ۾ هو، تنهن جو مولوي محمد حسين شعبان سنه 1177 ھ (1763ع) ۾ ’سير بُستان‘ جي نالي سان سنڌي ۾ ترجمو ڪيو.

ـــــ فالنامو، فارسي تان سنڌي منظوميي جي صورت ۾ ترجمو (اداره سنديات ۾ قلمي نسخو محفوظ، نمبر 22702).

ـــــ مخدوم عبدالسلام، ترمذي جي ڪتاب شمائل نبوي، جو جمادالثاني مهيني سنه 1197ھ (1783ع) ۾ سنڌي منظوم ترجمو جوڙي راس ڪيو. حضرت جن جي صورت ۽ سيرت جو تفصيلي احوال، ڪتاب وڏي تختي تي 296 صفحا ليٿو ۾ ڇپيو.

ـــــ فرائض الاسلام سنڌي: مخدوم محمد هاشم جي عربي ڪتاب ’فراض الالسلام‘ مان جملي 1262 صفحن جو سنڌي ترجمو علي بن حافظ (ذات جو پيجورو بزرگ، جيڪو چون ٿا ته سن لڳ ڇڇرن

جي ڳوٺ جو ويٺل هو) سنه 1177 هه (1763ع) ۾ ڪيو. قلمي نسخو برٽش لئبرري لنڊن ۾ موجود آهي.

ـــ فرائض الاسلام سنڌي: مڪمل سنڌي ترجمو مخدوم محمد هاشم جي عربي ڪتاب، 'فرائض الاسلام' جو، پهرئين ڀاڱي جو مخدوم عبدالله ۽ ان بعد ٻئي ڀاڱي جو مخدوم عبداللطيف سنه 1181هه (1867/68ع) ۾ ڪيو.

ـــ سراجي سنڌي: علم ميراث، يعني ورثي ترڪي بابت لکيل عربي ڪتاب 'سراجي' جو سنڌي ترجمو علي بن حافظ (مٽئين بزرگ) سنه 1162هه (1749ع) ۾ ڪيو.

ـــ مخدوم عبدالخالق، اسلامي مسائل بابت ابوالدرداء طبراني جي عربي ڪتاب 'الطريقة المحمدية' کي سنه 1157هه (1744ع) ۾ 'مطلوب المؤمنين' جي نالي سان سولي، سنڌي ۾ آندو جنهن جو ذڪر اڳ اچي چڪو آهي.

ـــ عبدالرحمان بن ملوڪ ڪاٺ ڀانڊ، ميين شاهه ڪريم جي فارسي ۾ لکيل ملفوظات 'بيان العارفين' کي 1210 - 1213هه (1795 - 1798ع) وارن ٽن سالن ۾ سنڌي ترجمو ڪيو. سنه 1291هه ۾ مخدوم عبدالصمد نورنگ پوٽي ان کي مختصر ڪيو

۾ سنواريو، ۽ 27 رجب سنه 1293ھ ۾ ان کي مطبع مرغوب هرديار بمبئي مان ڇاپايو.

— مخدوم فتح محمد سنڌي جي فارسي ڪتاب ’مفتاح الصلواة‘ جو مخدوم محمد انور لاڙائي سنڌي ۾ ترجمو ڪيو، جنهن جو ذڪر علي محمد شاهه ڪيو آهي: يعني ته ’مطلح المفتاح‘ جي تصنيف 1270 - 1277ھ کان اڳ ٿيو. پڻ ان جو ذڪر مخدوم فضل الله پاٽائي ڪيو آهي. هي ترجمو 1302ھ (1884 -- 1885ع) کان اڳ مطبع فتح الڪريم بمبئي مان ڇپيو.

— حامد پٽ حسن جي ’قوت العاشقين يا عشقيہ‘ نالي سان شيخ عثمان انصاري جي اصل فارسي ڪتاب تان، مهيني شعبان سنه 1243ھ (1827ع) ۾ ترجمو ڪيو. (شولداس ڪتب فروش شڪارپور طرفان سنه 1915ع ۾ ڇپيو.

— محمد عارف ’صنعت‘ شڪارپوري (وفات 1266ھ) شيخ مصري جي فارسي ڪتاب ڪريما جو منظوم ترجمو ڪيو.

— ڪتاب انيس المتقين، سنڌي منظوم ترجمو، شيخ عبدالصمد جي عربي ڪتاب ’انيس المتقين‘ جو، سنه 1285ھ (1868ع) کان اڳ ٿيو. هن جو قلمي

نسخو ڪتابت ڪيل ”فقير سومار ابن اسحاق ساڪن شهر و نجان ملڪ ڪڇ 1285ھ“ جو موجود آهي.
— محمد مقيم نالي ”تفسير خواب“ فارسي مان سنڌي ۾ ترجمو ڪيو.
— عبدالصمد ولد حاجي محمد مقيم نورنگ پوٽي، مخدوم فتح محمد سنڌي جي فارسي ڪتاب ’مفتاح الصلواة‘ تان سنڌي ترجمو ’مفتاح الصلوات سنڌي‘ 15- محرم 1288ھ (1871ع) تي ڪيو، جنهن کي قاضي عبدالرحيم ڪوٽ عالمي واري وڏيڪ سنواري 7- ذوالحج سنه 1293ھ تي پورو ڪيو.
— قاضي عبدالحڪيم (هاله ڪندي جي) سنه 1280ھ کان اڳ هندوستان جي عالم محمد هادي جي ’ڪتاب رد نصاريٰ‘ جو اردو مان سنڌي ۾ ترجمو ڪيو.
— عيسيٰ پٽ موسيٰ جي، مير امن دهلوي جي فارسي مان اردو ۾ ڪيل ترجمي تان، ”قصو چار درويش“، ذوالحج 1262- ربيع الاول 1263ھ (1846ع) وارن سالن دوران سنڌي ۾ ترجمو.
5. تجرباتي تحقيقي نتيجن کي سنڌي ۾ شايع ڪرڻ.
موضوع جي علمي چاڻ، ۽ ان مان گڏ عربي ۽ فارسي توڙي سنڌي ٻولي ۾ مهارت جي لحاظ سان هن دور

جي سنڌي عالمن جي علم جو معيار نهايت بلند هو. انهيءَ اعليٰ لياقت نه فقط سندن تحقيق جي معيار کي بلند ڪيو، پر ان سان گڏ سنڌي لغت جي استعمال توڙي عبارت ۽ بيان ۾ صحت ۽ وسعت پيدا ڪئي. مثلاً ابوالحسن جي ڪتاب ’مقدمة الصلواة‘ (ابوالحسن جي سنڌي)، مخدوم محمد هاشم جي ڪتابن ’بناء الاسلام‘ ۽ ’ذبح شڪار‘، ۽ علي نالي عالم جي تصنيف ڪيل ’تسهيل الفرائض‘ ۾ موضوعن ۽ مسئلن بابت ڪيل علمي تحقيق، صحت ۽ جامعيت جي لحاظ سان، مثالي ۽ معياري آهي. ان جو هڪ خاص مثال مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي تجرباتي تحقيق ۾ ملي ٿو جيڪا هن ’پُور - منجهند‘ واري پاڇي جي لڙڻ ۽ وڌڻ، بابت ڪئي، ۽ جنهن جي بيان ۾ آڳاٽي سنڌي ٻولي توڙي ان وقت جي ٺٽي واري ٻوليءَ جي لغات جا انوکا مثال موجود آهن.

پاڇي لڙڻ جي لحاظ سان اڳين نماز جي وقت مقرر ڪرڻ تي تحقيق.

هر نماز مقرر وقت مطابق ئي پڙهڻي آهي، ۽ اڳين نماز (ظهر) جو وقت پُور - منجهند ٿيندي ئي سج جي لڙڻ (”زوال“) ساڻ شروع ٿئي ٿو ۽ وڌندڙ ’پاڇي جي مقرر ڊيگهه‘ تي پورو ٿئي ٿو. پور - منجهند بعد پاڇي جي ٿوري ورڻ سان ئي سج جي لاڙي کي

هرڪو پروڙي ٿي سگهيو، پر سوال هو ته اڳين نماز جي آخري وقت واري مقرر حد کي لڙيل پاڇي جي لحاظ سان ڪيئن سڃاڻجي. هڪ هزار ورهيه کن اڳ جڏهن واچون نه هيون ۽ وقت پاڇي جي لحاظ سان ئي سڃاڻبو هو تڏهن فقہ جي امامن ظهر نماز جي آخري حد لاءِ هي قاعدو مقرر ڪيو:
آخر وقت ظهر تا آن کہ رسد سایہ هر چیز بدو برابر او سواي فيء الزوال نزد ابي حنيفہ - وبہ یک برابر او سواي في الزوال نزد صاحبیہ و شافعي و احمد.
[يعني: اڳين نماز جي آخري وقت جي حد ابو حنيفة جي چوڻ موجب اها آهي جو ڪنهن به شيء جي پور - منجهند واري پاڇي کان پوءِ اهو پاڇو وڌي ان شيء جي قد کان ٻيڻو ٿئي، ۽ صاحبيہ (ابو يوسف ۽ محمد) شافعي ۽ احمد جي قول موجب اهو وڌي ان شيء جي قد برابر ٿئي].
هن قاعدي موجب ڪنهن به شيء جي ڊيگهه، ۽ منجهند بعد ان جي لڙيل پاڇي جي ڊيگهه کي سمجهڻ ضروري آهي. ان لاءِ فقيهن لڙندڙ پاڇي تي تحقيق ڪري هن قاعدي کي آسان بنايو: هنن هر ماڻهو جي پنهنجي قد جي لحاظ سان لڙندڙ پاڇي جي ماهوار سراسري ڊيگهه جي ماپ خود ماڻهو جي پنهنجي ’قدم‘ يا ’پير‘ جي ڊيگهه سڄي حساب سان مقرر

ڪئي؛ جئن هرڪو ماڻهو پنهنجو لڙندڙ پاچو پاڻ قدم قدم وقت سمجهي سگهي. اها ماهوار سراسري ڊيگهه شمسي مهينن جي حساب سان ڏني وئي، جو هر سال ساڳئي مهيني ۾ ساڳئي ماڳ تي سج جو پاچو اندازاً ساڳي ماپ وارو ٿو رهي.

---

(1). انگريز مصنف رچرڊ برٽن، ڪتاب ”سنڌ ۾ وسندڙ قومون“ ۾ ان جو ذڪر ڪيو آهي.

*. اهي پنج منظوميا جدا جدا فاضلن جا جوڙيل 138 ورقن جي ذخيري ۾ شامل، جيڪو خليفي محمد بن مرحوم عبدالخالق تاريخ 21- رمضان 1251ه تي لکي پوروڪيو، ۽ هاڻي برٽش لئبرري لنڊن ۾ محفوظ آهي.

(1). قلمي چڱو وڏو ڪتاب، آڏو ۽ پويان ناقص، جناب مير علي شاهه صاحب (ڳوٺ جوٽا، تعلقه گولاڙچي) جن وٽ اسان ڏٺو.

*. غالبا ساڳيو مٿيون ڪتاب مخدوم ابراهيم جو (؟)، چاڪاڻ جو هن قلمي نسخي مٿان سندس نالو وڏي احترام سان ڪنيل آهي: ”تاليف تصنيف مولانا هادينا مهدينا سيدنا و مرشدنا دام فيوضاتہ مخزن الشمس مع شجرة العارفين“

سنڌ جي ڪنهن عالم آڳاٽو انهيءَ ماهوار سراسري ڊيگهه واري جَدوَل کي سنڌي مهينن جي نالن ۽ حساب سان هيٺينء طرح منظوم ڪيو:

اَٺ ڏنائين ’پوه‘ کي، اٺ ڏنائين ’ماهِ‘
ڇهه ڏنائين ’ڦڳڻ‘ کي، چار ڏنائين ’چيٽِ‘

ٽي ڏنائين ’وِهاءَ‘ کي، ٻه ڏنائين ’چيٽِ‘
هڪ ڏنائين ’آراڙ‘ کي، ’ساوڻ‘ ڏنائين هيڪَ
ٻه ڏنائين ’ٻدري‘ کي، ٽي ’اَسُوءَ‘ کي
چار ڏنائين ’ڪَتي‘ کي، ۽ ٻه ’نهاري‘ کي
پڻ وري وڏائين مٿان ٿي ’ساڍ‘ سپن کي.

ٻئي سنڌي بزرگ کي ڪنهن ٻي ماهوار سراسري جدول کي هن طرح منظوم ڪيو.

اٺين پيرين پوه ڦگڻ، ڇهين نِهاري چيٽ
چَئين ڪَتي وِهاءُ، ٽئين اَسو چيٽ
ٻين ٻَدرو آراڙِ، ڏيڍ ماه، ساوڻ هيڪ
ساڍَ سپني اڳري ڏيئي ڪجي چيٽ

يعني: پوءِ ڦگڻ ٻنهي مهينن ۾ ماڻهو جو پنهنجو پاڇو منجهند بعد لڙي جيستائين ڊيگهه ۾ سندس پنهنجن اٺن پيرن جي ماپ جيترو ڊگهو ٿئي تيستائين اڳين نماز جو وقت آهي، ۽ جڏهن اها ڊيگهه پوري ٿي ته اڳئين نماز جو وقت ختم ٿيو. اهڙيءَ طرح اڳتي ٻين مهينن لاءِ اها ڊيگهه هيٺين طرح ڏني وئي آهي:

نِهاري (ناهري) ۽ چيٽ، ٻنهي مهينن لاءِ ڇهه پير
ڪَتي ۽ وهاءُ (ويساک)، ٻنهي مهينن لاءِ چار پير
اَسو ۽ چيٽ، ٻنهي مهينن لاءِ ٽي پير
ٻدرو ۽ آراڙ (آکاڙ) ٻنهي مهينن لاءِ ٻه پير
ماه (ماگهه) مهيني لاءِ ڏيڍ پير ۽ ساوڻ لاءِ هڪ پير

پر مٿين سپني اندازا ۾ ساڍ (اڌ پير) جيتري ماپ وڌائي سگهجي ٿي. ماپ جي لحاظ سان ٻنهي جدولن ۾ فرق آهي. اهي جدولون شايد سنڌ کان ٻاهر ڪنهن ٻئي ملڪ لاءِ اتي جي عالمن عربي يا فارسي عبارت ۾ لکيون جن کي سنڌي ۾ منظوم ڪيو ويو. تاريخي لحاظ سان اهي منظوميا آڳاٽا آهن ۽ انهيءَ لحاظ سان سنڌي تحرير جي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. ٿي سگهي ٿو ته اهي منظوميا ڏهين يا يارهين صدي هجري (16 -- 17 صدي) جا هجن ڇاڪاڻ جو 12-صدي جي اوائل ۾ انهن کي مخدوم محمد هاشم ٺٽوي پنهنجي ڪتاب ۾ نقل ڪيو آهي جيڪو هن سنه 1133ھ (1721ع) ۾ اڳين نماز جي وقت جي سڃاڻڻ لاءِ پاڇي جي حساب بابت تصنيف ڪيو(1). مخدوم صاحب انهن ٻنهي منظومين ۾ آندل جدولن کي غلط ٺهرايو آهي ڇاڪاڻ جو سندس چوڻ مطابق اهي جدولون سنڌ سان نٿيون لڳن. غالباً اهي ٻئي ڪنهن ملڪ لاءِ عربي يا فارسي ۾ بنايون ويون ۽ پوءِ سنڌ جي بزرگن انهن کي سنڌي ۾ ترجمو ڪيو. مخدوم صاحب به انهن ٻنهي بزرگن جا نالا ڪين لکيا آهن، جنهن جي معنيٰ ته اهي بزرگ اڳ ٿي گذريا، پر سندن اهي منظوميا ماڻهن کي ياد هئا ۽ عام مشهور هئا جو مخدوم صاحب نقل ڪيا. انهن ۾ ڪن سنڌي مهينن جا نالا جنهن

صورت ۾ آندل آهن ان مان پائنجي ٿو ته اهي ڪافي اڳ هلندڙ هئا. ’نِهاري‘ (ناهري)، ’ماهُ‘ (ماگهه)، وهاءُ (ويساک) ۽ آراڙ (آکاڙ) ڪافي آڳاٽا نالا آهن جيڪي ٺٽي واري پاڳي ۾ رائج رهيا آهن. سنڌي ٻولي جي آڳاٽي لغت جي لحاظ سان، اهي ٻئي منظوميا هڪ دستاويزي حيثيت رکن ٿا. مخدوم محمد هاشم انهن ٻنهي نظمن کي ”ابيات سنديہ“ (سنڌي بيت) سڏيو آهي.

انهن ٻنهي جدولن ۾ غلطيون محسوس ڪندي مخدوم محمد هاشم پاڻ پوءِ تحقيقي تجربو ڪيو جو هڪ ڪاٺي کوڙيائين ۽ هڪ سڄو سال ان جي پُور -- منجهند (پورن ٻن پهرن) واري پاڇي جي ڊيگهه کي ماپيائين؛ وري ٻئي سال به ٿورن ٿورن وقفن تي ماپون وٺي پهرئين سال وارين ماپن جي تصديق ڪيائين. ان بعد انهن ماپن جي آڌار تي هر ’اڌ مهيني‘ جي ’سراسري ماپ‘ ڪڍيائين ۽ جدول ٺاهيائين. اهڙيءَ طرح ٺٽي ۽ نصرپور جي ٻنهي پرڳڻن لاءِ ان جدول جي تصديق ڪري (1)، پهريائين ان کي فارسي ۽ پوءِ سنڌي بيتن ۾ هيٺينءَ طرح منظوم ڪيائين (2).

سايو اصلي ملڪ سنڌ جو سُٺهو مومنا (1)
لکي ڪريان پڌَرو ڪارَڻ رَبَّ رضا
ڪِيَم محنت تِنہ تي چوئيہ ماهَ سڄا (2)

اڌ اڌ مهيني جا سَپَڪهين لڪان پيرَ جدا (3)
ورهُ وِهي وهاءَ ڪنا، ڪريان شروع ٿِئا (4)
پهرِن اڌ ۾ وهاءَ جي ادائي پيرَ ٿين
پوئين اڌ ۾ به ٿئا، اَٺَّي ياد ڪجن
پهري اڌ کي جيٺ جي ڏيڍ پير ڏبو
پويين اڌ کي تنہ جي قدم هيڪڙو (5)
اڌ ۾ پهري آراڙ جي اڌ پير پِسجي (6)
تِها پوءِ اچي سج برابر ٿيي، پاچو ڪين رهي (7)
نڪين ويين اڌ ۾ آراڙجي، نه ساوڻ سپ سُجي
جو ساوڻ لنگهي هليو ٿو وري سو وڌي
اڌ پسجي پير جو پَنره ڏينہ ٻڍري (8)
پويان پنره تنہ جا سڄو پير ٿئي
اَسُو پهري اڌ ’ڏيڍ‘ ٿيي، پويين به پورا (9)
ڪتي پنرهه پهرا پير ٽري، پويان چار هئا
پنج پهري اڌ نَهاري جي، سادِا پنج پُئا (1)
چَه پير پهري اڌ پوه جي، پوئين چه سادِا
پهري اڌ ۾ ماهَ جي پورا ست ٿئا (2)
مُور نه وڌي سنڌ ۾ سايو ستنِئا (3)
وري موٽي واڌ ڪَنا اچي ان ماڳا
ڦِري سادِا چه ٿئا پويين اڌ ماها (4)
چه پير پهري اڌ ڦگڻ جي، پوءِ سادِا پنج ٿئي
سادِا چار پهري پنرهين چيٺ جي، پوئين سادِاٽي

پاڇا ٻارهن ماهن جا اڇي پُنا اِي
پرپون مِڙئي اتر پار ڏانهه، ڏکڻ ڪونه پوي (5)
سڪي سي ياد ڪَرِ هو ته آن کي رب ٿُسي
پر آن توکي ڇان ڳال جا، سٽيج ساساري (6)
تِه جني ساڍ- اٺ پير لڪئا ’پوه‘ ڪيين ’ماه‘ مي (7)
اُو ڪم نه ايندي ڳالڙي مُوران سنڌين کي
سنڌ ۾ ستن پيرنئون پاڇو ڪين وڌي
مگر ڪَهين ٻئي ملڪ سين جيڪر هوند جُڙي (8)
سايو سپني ملڪن ۾ تفاوت ڪري (1)
پڻ جَني ڏنو ساوڻ کي ڏيڍ - پير سچو
اُو نه جُڙندو سنڌ سين، چوڪاري ڏسو (2)
سنڌ منجهه ساوڻ ماه ۾ پاڇو مور نه پوءِ
مگر قدر پن ٿن آڱرين جي، جنهه اعتبار نه ڪو (3)
سٽي دين شريعت کي سڪي ياد ڪرهو
ويندا سي ايمان سين ڪلمو جن چيو.

مخدوم محمد هاشم جيتوٽيڪ پنهنجي ڪيل تجربي جي نتيجن کي پهريائين فارسي ۾ لکيو مگر ساڳئي وقت انهن کي سنڌي ۾ پڻ منظوم ڪيائين. سندس مٿيون منظوميو سنه 1133ھ (1721ع) جو جوڙيل آهي، جڏهن شاهه عبداللطيف جي عمر ايڪٽيهه سال کن هئي. انهيءَ ڪري هي منظوميو به سنڌي لغت ۽ بيان جي لحاظ سان خاص اهيمت رکي ٿو.

6- سنڌي نثر ۾ عبارتن ۽ ڪتابن لکڻ جو شروع ٿيڻ
هن کان اڳئين باب ۾ بيان ٿي چڪو آهي ته سنڌ جي
عالمن ۽ فقيهن 10- صدي هجري (16- صدي
عيسوي) کان وٺي سنڌي جي ڪن خاص اصطلاحن،
فقرن ۽ جملن تي بحث شروع ڪيو، جيڪو هن دور
۾ پڻ جاري رهيو. اهي اصطلاح، فقرا ۽ جملا سنڌي
نثر جا هئا، جيڪي سڀ کان اڳ لکيت ۾ آيا. هن دور
۾ مخدوم ابوالحسن جي 'مقدمة الصلواة سنڌي'
(ابوالحسن جي سنڌي) کان وٺي هڪ نئين قسم جو
'نظم نما نثر' رواج ۾ آيو، جنهن سادي سنڌي نثر لاءِ
ميدان تيار ڪيو. انهن ڪتابن ۾ سادا سليس نثري سٽاء
وارا 'منظوم بند' استعمال ٿيا (جن تي اسان هيٺ
وڌيڪ روشني وجهنداسون)، جن سان اڳتي هلي
سنڌي نثر ۾ ڪتابن لکڻ ۾ آساني ٿي. "سنڌ جي ادبي
تاريخ" جي مصنف صحيح چيو آهي ته مخدوم محمد
هاشم جي عربي ڪتاب جي سنڌي ۾ ڪيل ترجمي
"فرائض الاسلام وارو نظم تمام سادو آهي: چڻڪ
رڳو نثر نما نظم آهي" (1).
'فرائض الاسلام' جا سنڌي ۾ ترجما مخدوم محمد
هاشم جي وفات (1174هه) کان پوءِ ٿيا، پر ان کان
گهڻو اڳ 'ابوالحسن جي سنڌي' ۽ ان بعد خاص طرح
مخدوم محمد هاشم جي هڪ ٻئي پويان تصنيف ڪيل

سنڌي ڪتابن - جهڙوڪ زادالفقير (1130ھه)، راحة المؤمنين (1130ھه)، بناء لاسلام (1143ھه) ۽ عقائد سنڌي (1143ھه) - ذريعي نثري سٽاء وارو نظم عام مقبول پيو، ۽ 12 صدي هجري (18- عيسوي) جي پهرين پنجاهه سالن ۾ سنڌي نثر ۾ عبارتن لکڻ جو سلسلو شروع ٿيو. انهيءَ سلسلي جي سنه 1152ھه ۾ لکيل هڪ عبارت مثال طور هيٺ ڏجي ٿي(2).

سنه 1152ھه (1739ع) جي سنڌي نثر ۾ لکيل عبارت *

وِيہَ ڳُورِي سَيِدَ صاحِبَ ڏِني وارِي
ايڪِيہً ئي جا پَئِيسا سُورَه ڳُورِي ساهوءَ
جي هَٿَتا اني ڏِني اهين ڪِڪا ڪي
چَه ڳُورِي صالِحَ ڪَنا حسنَ ڳَني وَهِيُو
چَه ڳُورِي بازارِ ۾ چُوري ڳَني مَنجَا مُن ڏني اي سَيِئي بابَ ٿِئا
ڳُورِي اُونوَنجاهُ

سي سَپ ڏِنِي اهينِ ڪِڪا کي مَنج وَرَ ڏِيَ
جي اَڏِّپا: جي ڪِن ڳَنايُو ٿي ڪِڪا ڪَنا آڏِئي
ديو يرا

هي عبارت ڳوٺين جي وچور بابت هيٺئين طور آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته ان وقت ۾ ڪي هندو يا

مسلمان هٿ جو ليکو به واڻڪي اکرن بدران سنڌي صورتخطي ۾ لکڻ لڳا هئا.

وِيهه ڳُوٽيون سيد صاحبڏني واريون
ايڪيهن جا پئسا (ڏنا ويا) سورهن ڳوٽيون ساهُوءَ
جي هَٿ تان آٽي ڏنيون آهنِ ڪِڪا (ڪِڪي) کي
ڇهه ڳوٽيون صالح ڪنا حسن کڻي ويو آه
ڇهه ڳوٽيون بازار ۾ چوڙي ڳِٿِ منجها مون ڏنيون
اي (اهي) سپئي باب (پاڳا) ٿئا ڳوٽيون اوٽونجاه
سي سپ ڏنيون آهنِ ڪِڪا کي منجهه وَرَ ڏي جِي
اَڏِيا
جيڪِين کڻايون ٿي ڪِڪا ڪَنا آَڏئي
ڏيوٽا (يا ڏيوي راء)

سنڌي بيان العارفين. رجب سنه 1038 هه ۾ محمد رضا ٺٽوي ميين شاهه ڪريم جي ملفوظات کي ”بيان العارفين“ جي نالي سان فارسي ۾ تاليف ڪيو. عبدالرحمٰن بن محمد ملوڪ ڪاٺ - ٻانيڻ تاريخ 1- ربيع الاول 1210هه کان وٺي 20- ربيع الاول 1213هه تائين ان جا 11 باب سنڌي ۾ آندا ۽ 5 باب ٻيا ان بعد پورا ڪيائين، اهڙيءَ طرح ’سنڌي بيان العارفين‘ جي نالي سان ٻن جلدن ۾ ڪتاب تيار ڪيائين. انهيءَ لحاظ سان نثر ۾ اهو پهريون سنڌي

ڪتاب آهي (جنهن ۾ بيت پڻ شامل آهن)، جيڪو هن وقت تائين معلوم ٿي سگهيو آهي [(1)].
قرآن شريف جو ترجمو. سنڌي نثر جي سلسلي ۾ هن دور جو وڏي ۾ وڏي ڪارنامو قرآن شريف جو سنڌي ترجمو هو، جيڪو ٽالپورن جي دور جي وڏي عالم استاد آخوند عزيزالله (بن قاضي محمد ذاڪر بن حافظ محمد صديق) ڪيو. هو مٽياري ۾ سنه 1160هه (1747ع) ۾ ڄائو ۽ سنه 1240هه (1824/25ع) ۾ لواري ۾ وفات ڪيائين [(2)]. مٽيارين جي وڏي درسگاه جي استاد مخدوم محمد عثمان وٽ پڙهيو ۽ فارغ التحصيل ٿيو. اندازي موجب چئي سگهجي ٿو ته هن صاحب اهو ترجمو سندس پنهنجي تعليم پوري ڪرڻ ۽ ان بعد ڪافي علمي مطالعي ڪان پوءِ چاليهن سالن جي عمر کان پوءِ واري عرصي (1200-1240هه) ۾ ڪيو هوندو. آخوند صاحب وارو ترجمو مخدوم عبدالصمد ولد حاجي محمد مقيم نورنگ پوٽي ويٺل ميرپور بٺوري واري سنه 1293هه ۾ 'مرغوب هر دئار ڇاپخاني' بمبئي مان ڇپائي پڌرو ڪيو. ڇپيل قرآن شريف مان هيٺ سوره 'اَلّحَمد' جي معنيٰ ڏجي ٿي:

”سورة الفاتح نازل ٿي مڪي ۾ ڪن چيو مديني ۾ منجهس

ست آيتون آهينِ
شروع ٿو ڪريان ساڻ نالي خدا جي جو رزق ڏيندڙ
۽ بخشيندڙ
آه
سڀڪا ساراهَ جڳاءِ الله کي جو مالڪ آه مڙني عالَمن
جو
جو صاحب آهي رحمت جو دنيا ۽ آخرت جو پڌرو
بادشاه
ڏيندو منجهه ڏينہ قيام جي
توکي خاص عبادت ٿا ڪريهون ۽ توکان همراهي ٿا
گهرون
منجهه عبادت
ڏيکار اسان کي آگا واٽ سئين پنهنجي جا آه واٽ تَنِ
نبين جي نعمت ڪِي تو مٿي جَنِ نه واٽ تَن جِي
ڏمرُ ڪِئو ٿئو مٿي جَن يَهُودَنِ ۽ نه واٽ گهمراهن
جِي
جي آهينِ نصاريٰ
هيءُ تحت لفظي ترجمو آهي، پر جڏهن ان کي ان دور جي يا ان کان پوءِ جي فارسي يا اردو تحت لفظي ترجمن سان ڀيٽجي ٿو ته هيءُ ترجمو، نثر جي سٽاء ۽ معنيٰ جي لحاظ سان ڪافي سليس نظر اچي ٿو.

آخري سٽ ۾ ’ضالين‘ جو ترجمو ’يهودي‘ ڪيل آهي، جنهن مان گمان نڪري ٿو ته شايد مخدوم نوح رحه جو فارسي وارو ترجمو جنهن ۾ پڻ اها معنيٰ ڪيل آهي ان کان هو واقف هو. قاضي صاحب سورتن جي متن جي ترجمي کان سواءِ، پاسي تي ڪيترائي حاشيا پڻ سنڌين نثر ۾ ڏنا آهن. هو صاحب لواري وارن بزرگن جو مريد هو ۽ انهيءَ لحاظ سان سلوڪ ۽ طريقت ۾ باطني ۽ روحاني رازن ڏانهن مائل هو، جنهن ته سندس لکيل ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو. سندس ڪن حاشين وارو بيان پيچيده آهي پر ڪن حاشين ۾ سهڻي سنڌي نثر جي جهلڪ نظر اچي ٿي. مثلاً

”محبت خدا جي گهرجي ته لڪائجي سيني کان، بلڪ پاهنجي جسي کان ۽ نفس کان پڻ لڪائجي، مگر روح سان لڪي اورجي“.

18- صدي جي خاتمي ۽ 19- صدي جي شروعات کان انگريزن جي حڪومت جي پٺڀرائي سان ڪرستان پادرين ملڪي ماڻهن کي ڪرستان بنائڻ لاءِ پنهنجي مذهبي ڪتابن جا ڏيهي ٻولين ۾ ترجما شروع ڪيا. انهيءَ سلسلي ۾ هندوستان ۾ سيرامپور جي پادرين سنه 1825ع ۾ بائبل جي باب ’مِتي‘ جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيو، جنهن جو نئون سنڌي ترجمو

ڪئپٽن جارج سٽئڪ ديوناگري صورتخطي ۾ ڪيو جيڪو سنه 1850ع ۾ ڇپيو.ٻه سال پوءِ برنس، بائبل جي باب ’يوحن‘ جو ترجمو سنه 1852ع ۾ عربي سنڌي صورتخطي ۾ ڪيو (1). بائبل جي ترجمن کان پوءِ پادرين اڳتي وک وڌائي ملڪي ماڻهن جي مذهبن تي حملا شروع ڪيا، جنهن جا ڪين هتان جي عالمن جواب ڏنا. هندوستان جي عالم محمد هادي سنه 1222ھ (1807ع) ۾ ڪرستان پادرين جي اسلام تي ڪيل حملن جي جواب ۾ ’ڪتاب رد نصاريٰ‘ لکيو هو، جنهن کي هالا ڪنڊي (پراڻن هالن) جي عالم قاضي عبدالحڪيم سنڌي نثر ۾ ترجمو ڪيو. شروع وارا الفاظ هن طرح آهن: ”هي رسالو منجهه بيان سوالن عيسوي جوابن محمدي جي“. سنڌي نثر ۾ هي ڪتاب سنه 1280ھ (شروع 18- جون 1863ع) کان اڳ لکيو ويو (2).

ٽالپور اميرن واري دور م سنڌي نثر ۾ ٻيا ڪي ڪتاب لکيا ويا، پر انگريزي دور ۾ انهن ڏانهن بي توجهي سببان اهي ضايع ٿي ويا (3).

7- سنڌي لفظن ۽ صرف - نحو (گرامر) جو مطالعي هيٺ اچڻ

---

(1). مخدوم محمد هاشم جي ڪتاب جو نالو ”رَشفُ الّزوال في فيءِ الّزوال“ آهي جيڪو قلمي صورت ۾ موجود آهي. پير جهنڊه جي ڪتبخاني جي قلمي

نسخي تان قاضي فتح الرسول صاحب نظاماڻي مهرباني ڪري راقم لاءِ هڪ نقل تيار ڪيو هو جنهن ۾ اهي جدولون ائين ئي ڏنل آهن. مخدوم محمد هاشم جو پنهنجو هٿ لکيل نسخو موجود ڪونهي جو اصلوڪي متن جو صحيح اندازو لڳائي سگهجي.

[(1)]. پانئجي ٿو ته جيتوڻيڪ مخدوم محمد هاشم پنهنجو تجربو ٺٽي واري اراضي ۾ ڪيو پر ساڳئي وقت نصرپور طرف به ڪنهن کي پاڇي جي ماپن وٺڻ لاءِ چيائين ۽ اهي ماپون پڻ پنهنجي آڏو رکي نتيجا قائم ڪيائين.

[(2)]. ڪتاب جي ’ٻئي فصل‘ ۾ فارسي نظم ڏنو اٿس، ۽ ڪتاب جي ’خاتمي‘ ۾ سڄي جدول سنڌي نظم ۾ ڏني اٿس. نظم کان اڳ ’خاتمي‘ واري عبارت هيئين طرح آهي:

”خاتمہ رسالہ در بيان تقدير اقدام سايہ اصلي ملک سند بزبان سنديہ: بايد دانستہ که آنچہ از تحقيق و امتحان از سايہ اصلي ملک سند معلوم شد پيشتر آن را در ابيات فارسيہ درج کرده شد بود - کما تقدم في الفصل الثاني - و الحال باز آن را در ابيات سنديہ درج نموده مي شود تسهيلا علي المبتدين و تعميما للفائده بدين طريقہ کہ:

[(1)]. سايو اصلي پور منجهند وارو ڇاپو. سهڻو = سڻو، ٻڌو.

[(2)]. چوئيہ = چوويهه.

[(3)]. پير جوان ماڻهو جي پيرن جا عدد، سندن پيرن جي ماپ مطابق.

[(4)]. وره وهي = سال شروع ٿئي. وهاءِ ڪنا = ويساک جي مهيني کان. تئا = تئان، يعني ويساک کان.

[(5)]. قدم = پير، يعني هڪ پير جي ماپ.

(6). آڪاڙ مهيني جي پهرئين اڌ ۾ سراسري طور چاپو ’اڌ پير‘ جيترو ڏسڻ ۾ اچي.

(7). آڪاڙ مهيني جي پوئين اڌ ۾ سج بالڪل اچي مٿان چوٽي برابر ٿئي ۽ انهيءَ ڪري هيٺ پاچو به ڪونه پوي.

(8). پنره = پنڌرهن.

(9). اسو پهري اڌ = اسو مهيني جي پهرئين اڌ ۾.

(1). پُئا پويان (پنڌرهن ڏينهن).

(2). ماه = ماگهه مهينو.

(3). سايو = يعني پاچو، ستن پيرن جي ماپ کان وڌيڪ ڪونه وڌي.

(4). ماگهه مهيني جي پوئين اڌ ۾.

(5). ڪنهن به شي جا جن مهينن ۾ زمين تي پاچا پون ٿا، سي ان شي جي اتر واري پاسي پوندا؛ پر ان کان ڏکڻ طرف ڪونه پوندا.

(6). آنٰ = آءٌ چانٰ = چوان.

(7). مهيني پوه يا مهيني ماگهه ۾.

(8). يعني ته ايترو (ستن پيرن کان وڌيڪ) پاچو ڪنهن بئي ملڪ ۾ پوندو هجي.

(1). يعني هر ملڪ جي منجهند واري يا بئي ڪنهن به وقت جي پاچي جي ديگهه ۾ فرق ٿئي ٿو.

(2). چوڪاري ڏسو = جانچي تجربو ڪري ڏسو.

(3). جنہ اعتبار نه ڪو = جنهن کي ڳڻ ۾ نه آڻبو.

(1). محمد صديق ميمڻ: ’سنڌ جي ادبي تاريخ‘ پاڱو پهريون، ص 75.

[2]. هي عبارت مخدوم محمد هاشم جي سنڌي ڪتاب ’بناء لاسلام سنڌي‘ جي برطانوي ڪتبخاني ۾ رکيل قلمي نسخي جي بالڪل آخر ۾ ساڳئي ڪاتب جي لکيل آهي، جنهن ’بناء الاسلام‘ سنه 1152ع ۾ اُتاريو.

[1]. هي ڪتاب ٻن جلدن ۾ هو جنهن کي پوءِ مخدوم عبدالصمد سنه 1293ه ۾ ان بعد مخدوم نورنگ زادي سنواري مختصر ڪري، بمبئي مان ”مطبع مرغوب هردئار“ مان ڇاپايو. ان بعد مرزا قليچ بيت اڳيان قلمي نسخا توڙي بمبئي وارو ڇاپو سامهون رکي ”رسالہ ڪريمي“ مرتب ڪيو جيڪو سنه 1904ع ۾ ڇپيو. ان بعد مرحُم ڊاڪٽر دائود پوٽي ”شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام“ مرتب ڪيو جيڪو سنه 1356ه /1936ع ۾ شايع ٿيو.

[2]. آخوند عزيز الله بابت ڪي معلوت اسان نصرپور ۾ حڪيم مولوي احمد صاحب (آخوند عزيز الله جي ڀاءُ قاضي لطف الله جي پڙ پوٽي)کان هٿ ڪيا، جنهن کان ”سنڌ جي ادبي تاريخ“ جي مصنف مرحوم محمد صديق ميمڻ کي پڻ حالات مليا. بعد ۾ مٽياري مان محترم اسرار احمد قاضي (جيڪو آخوند عزيز الله جي پوٽي قاضي ابوالحسن جو ڏوهٽو آهي) کان آخوند صاحب جي سوانح بابت هڪ تفصيلي مضمون پهتو جنهن ۾ ڄاڻايل آهي ته قاضي عزيز الله انگريزن جي دور جي شروعات ۾ لواري وارن بزرگن جي حمايت ۾ وڪالت ڪئي. انگريزن سنه 1259ه ۾ سنڌ تي قبضو ڪيو، جنهن جي معنيٰ ته قاضي عزيز الله ان سال بعد به جيئرو هو ۽ هڪ سؤ ورهين جي عمر ۾ وڪالت ڪيائين جيڪو ناممڪن آهي.

[1]. ڀيرومل: ’سنڌي ٻولي جي تاريخ‘، ڪراچي ڇاپو، 1941ع، ص 278.

[(2)]. عزت الله نالي ڪاتب هن ڪتاب کي خليفي عبداللطيف لاءِ سنه 1280ھه ۾ نقل ڪيو. اهو قلمي نسخو اسان ڏيپرن ۾ منصوره جي درسگاه جي ڪتبخاني ۾ (2- اپريل 1970ع) ڏٺو.

[(3)]. ”ميرن جي صاحبي جا نثر ۾ جڙيل ٻه ٽي ڪتاب ٻڌجن پيا، پر اڄ تائين ڇپجي پڌرا ڪونه ٿيا آهن“ (پيرومل: سنڌي ٻولي جي تاريخ، ص ص 291 - 292).

تعليمي نگاه کان جڏهن مادري زبان جي اوليت ۽ اهميت وارو اصول قبول ڪيو ويو ته هڪ ته سنڌي ۾ ابتدائي تعليم ڏيڻ لاءِ درسي ڪتاب لکيا ويا؛ ۽ ٻيو ته ثانوي سطح تي فارسي پڙهائڻ لاءِ سنڌي کي ’تعليمي ذريعو‘ بنايو ويو. شاگردن کي سنڌي ٻولي سيکارڻ خاطر ڪم از ڪم ٻه خاص اپاءَ ورتا ويا: (الف) سنڌي لفظن جي صحيح معنيٰ کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ، ۽ (ب) سنڌي ٻوليءَ جي سٽاء يعني صرف - نحو کي مطالعي هيٺ آڻڻ. هن سلسلي ۾، چاٽو استادن جيڪو مواد تيار ڪيو سو سڄو سلامت نه رهيو آهي جو صحيح طور تي اندازو لڳائي سگهجي؛ البت جيڪو مواد قلمي صورت ۾ باقي بچيو آهي، ان مان اهوئي معلوم ٿئي ٿو ته آڳاٽو ڏهين ۽ يارهين

صدي ۾ فارسي لغات ۽ فارسي صرف - نحو (گرامر) سيکارڻ لاءِ پڻ سنڌي ۾ درسي مواد تيار ڪيو ويو.

(الف) ٻوليءَ جي ابتدائي سکيا ڪاءِ ’دو - وايا‘ ۽ ’ٽه - ويا‘. شاگردن کي شروعاتي طور فارسي لفظن سمجھائڻ لاءِ هم - معنيٰ فارسي ۽ سنڌي لفظن جا ’دو - وايا‘ مرتب ڪيا ويا، ۽ اڳتي هلي ساڳئي اصول تي فارسي ۽ عربي لفظن کي سمجھائڻ لاءِ هم - معنيٰ سنڌي، فارسي ۽ عربي لفظن وارا ’ٽه - وايا‘ مرتب ڪيا ويا. اهي ٻئي نصابي نالا سنڌي - آميز آهن، جن ۾ ’وائي‘ (ٻولي) جو مفهوم سمايل آهي: ’دو - وايا‘ يعني ٻن ٻولين (فارسي ۽ سنڌي) وارا هم - معنيٰ لفظ، ۽ ’ٽه وايا‘ معنيٰ ٽن ٻولين (سنڌي، فارسي، عربي) وارا هم معنيٰ لفظ. شاگردن جي شوق ۽ ذوق وڌائڻ خاطر ڪن ’دو - واين‘ ۾ ڪي لفظ ٽُڪ - بندي سان آندائون ۽ پڻ ساڳئي جنس وارا لفظ يڪجاءِ ڪيائون.

’دو - واين‘ ۾ تڪ - بندي جا مثال، جئن ته:

’عُودان‘ ببا - ’گنبذ‘ قبا

’جغرات‘ ڏونرو - ’ڪوزه‘ ڪؤنرو

ساڳي جنس وارا لفظ يڪجاء ڪرڻ، جئن ته رڌ پچاء جا وکر:

فُوفل = مرچ : اَجمُود = ولجاڻ

زيره = جيرو : ڪِشنيز = ڌاڻا

جوزبو = جعفر : قرنفل = لونگ
اَجوان = جاڻ : خرُما = ڪارڪ
ساڳئي ڏنڏي وارا لفظ، جئن ته لوهارڪو ڏنڌو:
آهن = لوهه : تبر = ڪهاڙي
آهنگر = لوهار : ڪلند = ڪوڏر
آتش = باهه : دابس = ڏانئو
اخگر = ٽانڊو : خدنگ = تڪو
اِنگشت = اڱار : سندان = سنڌاڻ، سانداڻ
سنڌ جي ڪن اڳين عالمن ۽ درسگاهن جي بچيل پراڻن پنن ۾ راقم کي مختلف قسم جا 'دو - وايا' (۽ پڻ ڪي 'ٿه - وايا') نظر آيا، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته سڄي سنڌ ۾ سيني وڏين درسگاهن جا استاد پاڻ پنهنجن شاگردن لاءِ اهڙو درسي مواد تيار ڪندا هئا: ان مان اهو پڻ ثابت ٿئي ٿو ته مڪتبي سطح تي جتي ڪٿي 'سنڌي' ئي تعليمي ذريعو هئي.
(ب) سنڌي ذريعي فارسي ۽ سنڌي گرامر جو مطالعو. ڪن استادن طرفان لکيت ۾ آندل مواد جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته نه فقط فارسي اسمن جي ڄاڻ لاءِ 'دو - وايا' مرتب ڪيائون، پر سنڌي ذريعي 'فارسي صرف - نحو' پڙهائڻ لاءِ پڻ مواد مرتب ڪيائون. درسگاه ولهار جي ڪتبخاني جي اجڙيل ذخيري ۾ پن جدا ڪتابن جا ڪي ورق نظر آيا، جن مان هڪ ۾

سنڌي ذريعي ’فارسي صرف - نحو‘ ۽ ٻئي ۾ سنڌي ذريعي ’عربي صرف - نحو‘ جي سمجھائڻي جون عبارتون شامل هيون. مثال طور فارسي لفظ ’چہ‘ (چا) جيڪو حرف ’استفهام‘ آهي تنهن جي سنڌي استفهامي لفظن ذريعي سمجھائڻي ڏنل هئي؛ هيٺيون عبارتون جيڪي وڏيڪ صاف هيون ۽ سمجهه ۾ آيون سي هو بهو نقل ڪجن ٿيون.

”چہ : ڪچاڙو

چہ گفتي : ڪچاڙو تو چيو

چيست : ڪچاڙو آهه، ڪهڙو آهه

چيستي : ڪچاڙو اَيهين تون“1

”چہ : ڪچاڙو

سو ٻہ پيرا اسمن تي ٿو اچي جي ٻئي اسم معنيٰ ۾ هڪ هوندا جهڙو:

چہ مردان لشکر چه زنان

جهڙو (مردن جو) ڪٽڪ تهڙي جماعت جوئن جي

چہ باشد مُيَسّر بزودي فرست

جيڪين هوءِ ميسّر سگهو موڪل“

”سو ڪو... تر تِهڙو گهنُون جيڪو بگو

ثول تهڙو سو ڪوه ته جيڪِ گنون

اي پنجئي مضاءٌ استفهام جي آهين سو استفهامُ

ڪِٿَهِم پروڙ وَٿَن نجانتل ڪالجلاَ مُراد هُجلاَ جهڙو

چہ گفتي : ڪجاڙو چيو تو
(= ’سو‘، ’ڪوه‘،... ’تهڙو‘، ’گهڻو‘ جيڪين به چئو
ٿول تهڙو سو ڪو ته جيڪين گهڻو
اهي پنجئي معنائون استفهام جيون آهين:
’سو‘ استفهام ’ڪٿهين‘
پروڙ ونڻ نه ڄاتل ڳالهه جي مراد هجي جهڙوڪ:
چہ گفتي ڪجاڙو چيو تو؟)

ابالحسن عليا الفاظ التاكيد نفس وعين وكلا
وكلتا وكل واجمع وكتع وابصع وابتع نحوجاء ني
القوم كلهم اكتع ابصع ابتع          واوفاء و
ثم لكن لاوبل   اووامّاوام وحتى لت ليس   همه معاف
پجندي فزون ني كم     مضاف مضمر ذواللام مبهم ست علم
علامت خبر لفظ ابي بدان     بدل كيني سوكهر وبت عطف بيان
سو سي صفت ازوس وهم كري     علامت تميز لت بي سنبتي
جو حال لت منجه حال هون انجي  ڇه مفعول داردنان كي كري
له ولستي هم لبت فيه منجه    معه سان جو جا اضافت بنج
المعرفة ماوضع لشئ معين والنكرما بخلافه
اثنان واثنتان وثنتان واسم واست و
ايم وابن وابنة وامرء وامرءة والاوالما ضي من الا
فعال المنشعبة غير اكرم ومصادرها والالف التي مع

سنڌي ذريعي "عربي صرف نحو" سيکارڻ لاءِ هڪ قلمي صفحي جو
عڪس

جيم مان سين مٿجي جهڙو
چين (مان) صين
چندن (مان) صندل (= سرکن ڪاٺي)
ٻئي هڪ ڪتاب جي ورق ۾ عربي صرف ـ نحو جي عبارت سان گڏ وچ ۾ هيٺيان پنج فارسي شعر ڏنل آهن، جن ۾ ’سنڌي صرف ـ نحو‘ سمجهايل آهي. پانئجي ٿو ته ’سنڌي صرف ـ نحو‘ بابت فارسي ۾ ڪو جدا منظوم ڪتابڙو لکيو ويو جنهن مان اهي شعر نقل ڪيل آهن:
”پنجند نَي فُزون نَي کَم ـ مُضاف مُضمر ذواللام مبهم
ست عَلم علامت خبر لفظ آهي بدان ـ کيني سو کهرو
ست عطف بيان سو، سا، سي از روي اوهم ڪري ـ
علامتِ تميز است بي شبهتي چو حال است منجهه حال
هوئڻ ان جي ـ چو مفعول دارد نسان کي
کري ’لہ‘ واسطي هم سبب ’فيہ‘ منجهه ـ ’معه، سا، جو، جا اضافت پنج“
اهي منظوم سٽون جئن اصل قلمي صورت ۾ لکيل هيون تئن اتاريون ويون آهن. ٻيءَ سٽ جي پهريئن اڌ مان صاف ظاهر آهي ته مصنف سنڌي لفظ ”آهي“ جي سمجهائڻي ڏيئي رهيو آهي ۽ چوي ٿو ته: ”لفظ ’آهي‘ کي ’خبر‘ جي علامت ڪري ڄاڻ.“ اهڙيءَ طرح انهن منظوم سٽن ۾ سنڌيءَ جون نحوي سٽائون

’عربي نحو‘ جي حوالي سان هيٺينءَ طور سمجهايل آهن:
ـــــ ’سنڌي نحو‘ جون سٺائون پنج آهن، نه گهٽ نه وڌ:
(عربي نحو جي مناسبت سان) اهي 1- مُضاف 2- مِضمر 3- ذواللام
4- مبهم 5- عَلَم جي برابر آهن.
لفظ ’آهي‘ خبر جي نشاني ڪري چاڻ
1- ڪيئن 2- سو 3- ڪهڙو، بيان ۾ ’بدل‘ ۽ ’عطف‘ لاءِ آهن.
ـــــ 1- سو 2- سا 3- سي ۽ 4- ڪري
(سنڌي نحو ۾) بلاشڪ تميز جي نيشاني آهن.
ـــــ ’حال‘ مان مراد، ’’منجهه حال هئڻ ان جي‘‘ آهي
’کي‘ ۽ ’ڳري‘ ٻئي ’مفعول‘ جي سڃاڻپ آهن.
ـــــ سنڌي نحو ۾ لفظ ’واسطي‘ (عربي نحو ۾) ’لَہٗ‘ جي برابر آهي، ۽ ’منجهه‘، ’فِيہ’ جي برابر آهي:
ـــــ سنڌي لفظ ’سان‘ برابر آهي عربي ’معه‘ جي، سنڌي ’جو‘ ۽ ’جا‘ ٻئي ’اضافت‘ جي مفهوم لاءِ آهن، اهي جملي ٿيا پنج.

8. سنڌي ”الف - بي“ جو ساڳي هڪ ئي صورت ۾ لکجڻ ۽سنڌي صورتخطي جو وڏيڪ صحيح صورت ۾ رائج ٿيڻ

هن دور ۾، خاص سنڌي اچارن وارن اکرن جون صورتون وڌيڪ ساڳئي سڻاء سان عام ٿيون،۽ انهيءَ ڪري سنڌي الف - بي گهڻي ڀاڱي تائين ساڳي صورتخطي ۾ رائج ٿيڻ لڳي. الف - بي جي حرفن جي سڃاڻپ ۾ وڌندڙ آسانيءَ سان سنڌيءَ جي تحريري ذخيري ۾ وڏو اضافو ٿيو، ۽ ڪاتبن ۽ ڪتابن جي گهڻائي سان سنڌي الف - بي جي ساڳي سڻاء واري صورتخطي ويتر وڌيڪ تڪڙو لکيت ۾ عام ٿي.

’سنڌي الف - بي‘ جي صورتخطي جي تاريخ کي اڻڄاڻائي سببان هن پوئين ويجهي دور ۾ عام طرح ائين سمجهيو ويو ته اها انگريزن جي ڪوشش سان انگريزن جي دور ۾ ٿهي. ٻئي طرف ”سنڌ جي ادبي تاريخ“ جي مصنف، ڪتاب ’ابوالحسن جي سنڌي‘ واري نالي مان

## تصويرون برٽش ميوزيم ۾ موجود، سنڌيءَ جي قديم قلمي نسخن جون

سي ميري لکيم سنڌي ۾ ڪري عربيا
تمان تين سي سهل سکن مؤمن کا
لکيم تفصيل تنجو صحي سهڪائي لاءِ
عربي ۽ فارسي اهڪي ابو جن
سنڌي ڪيم سهڪي ڪدي ڪارڻ
تمان نفع عام ٿيي ڪارڻ مؤمن
ڪنون ٿيي سهلو سکن نا مون
پر اهم اميد اهري تن نيڪن ڪنا
جيڪي پڙن اڳي ڪ سکي سهڪائي لاءِ
تڪرين حقم هن عاجز جي ڳاڍي ڳر دعا جلا اجلائه
ڪيرن تهجي حقم ڪر هن فاتحا
تمان ڪر يس قبول ڪري هن ڪميني ڪنا
بخشي موج ڀڃائي خاطي جي خطا

١١٢١هه: "عقائدالاسلام"

۽ صلواة سلام حضرة رسول تي جو عالم اماما
۽ سني آل انجي ۽ يلن صحا بتنا
جيڪو پڙهي سنڌي سو ڪري ورديا
فقير عبد اللطيف ڪيو سنڌي تصنيفا
منجهوره ايڪاسي ڪاره سا سوا
منجه حق هن عاجز جي ساري مهر منجا
۽ پڻ تهجي اولاد کي پڻ ماسٽرن لاءِ
ته ٿيي خاتمو خير جو تنکي نصيبا
هون دنيا آخرت ۾ خوشنود خوشحالا
آمين آمين آمين ڪرتون قبولا
لا اله الا الله
محمد رسول الله

١١٨١هه جو هڪ قلمي نسخو

وصلواة سلام حضرة رسول ني جو عالم اماما
ونتي آل انجيءِ پلن صحا بنتا
جيکو پڙهي هي سنڌي سو کري وردا
فقير عبداللطيف کني سنڌي تصنيفا
مڃ ورهَ اينکا سي کاره سا سوا
منجه حق هن عاجز جي ساري منهن منجا
ون تنهجي اولاد کي پڻ ماڻهن لاءِ
ڏشي خانمو خير جو تنکي نصيبا
هون دنيا آخرتم خوشنود خوشحالا
آمين آمين آمين کرتن قبولا
لا اله الا الله
محمد رسول الله

اجرائم

---

۱۱۸۱ھ جو هڪ قلمي نسخو

تصويرون برٽش ميوزيم ۾ موجود، ش

سي ميري لکيم سنڌيءَ ۾ ڪري عربيا
تمان تين سي سهل سگهن مؤمن ڪا
لکيم تفصيل تنجو صحي سهڪائي لاءِ
عربي ۽ فارسي آهي ابو جن
سنڌي ڪيم سهڪي ڪڏي ڪارڻ تن
تمان نفع عام ٿئي ڪارڻ مومنن
ڪنون ٿئي سهلو سکن نا موزن
پر آهيم اميد اهڙي تن نيڪن ڪنا
جيڪي پڙن اگي ڪي سکي سهڪائي لاءِ
تڪڙين حڪيم هن عاجز جي ڳاڙي ڳڙ دعا جل اجرانه
ڪي پڙن تهجي حڪيم ڪڙهن فاتحا
تمان ڪرين قبول ڪري هن ڪميي ڪنا
بخشي موج مڃائي خاطي جي خطا

اهو گمان ڪيو ته ٺٽي جي عالم ميان ابوالحسن ”پارسي ۽ عربي لفظن مان پڇ - گهڙ ڪري سنڌي الف - بي ٺاهي“ (1). پر اهو خيال صحيح ناهي ته ميان ابوالحسن ڪا ”خاص صورتخطي ٺاهي“ يا ”نج سنڌي حرفن“ لاءِ هن ڪي اهڙيون ”خاص صورتون مقرر ڪيون“، جيڪي اڳ ڪين هيون ۽ پوءِ استعمال ٿيڻ لڳيون.

موجوده سنڌي - عربي صورتخطي جي ابتدا ۽ اوسر جي تاريخ ابوالحسن جي دور کان اٺ - نَو سؤ ورهيه اڳ شروع ٿي، ڇاڪاڻ جو سنڌي ٻولي لاءِ ’عربي - سنڌي الف - بي‘ ۽ عرب - اسلامي دور کان وٺي استعمال ٿي. 4- صدي هجري (10 صدي عيسوي) جي پوئين اڌ ۾، خاص طرح سنڌ جي منصوره واري پرڳڻي ۾ اها صورتخطي عام رائج هئي، جنهن کي محقق بيروني جي لکڻ موجب ”سَيَندب“ (سَيِّنڌَو = سنڌي) ڪري سڏيو ٿي ويو. ان صورتخطي ۾، عربي الف - بي جي ڪن حرفن تي نقطن وڌائڻ واري اصول سان نج سنڌي اچار نروار ٿيل هئا جو محقق بيروني پڻ انهيءَ نموني سان ڪي خاص مقامي اچارن وارا لکيا (2).

ان کان پوءِ ويندي ڏهين صدي هجري تائين عربي - سنڌي صورتخطي جي لکيت جو ڪوبه نمونو دستياب نه ٿيو آهي جو ان بابت ڪا راءِ قائم ڪري سگهجي 100- صدي هجري (16- عيسوي) ۾ قاضي قادن (وفات 958هه) جي مقبول صوفيانه بيتن جو وڏو ذخيرو (جنهن جو ڪجهه پاڱئو ديوناگري صورتخطي ۾ سلامت رهيو آهي) يقيني طور سنڌي - عربي صورتخطي ۾ قلمبند ٿيو هوندو پر اهو قلمي نسخو سلامت نه رهيو آهي. ان بعد ٻيو وڏو ذخيرو انهن سنڌي بيتن جو آهي جيڪو محمد رضا ٺٽوي سنه 1038هه ۾ ميين شاهه ڪريم (وفات 1032هه) جي ملفوظات 'بيان العارفين' ۾ قلمبند ڪيو، ۽ جنهن ۾ ٻه سؤ تيرهن سٺن ۽ چوڏهن سؤ ايڪاسي کن (سنڌي يا سنڌي ۾ استعمال ٿيندڙ) لفظن وارا هڪ سؤ ڇهه سنڌي بيت ۽ ڪي مصراعون شامل آهن. محمد رضا جو هٿ لکيل اصلي قلمي ڪتاب ويندي هن پوئين ويجهي دور تائين موجود هو جنهن مان سنه 1038هه واري 'سنڌي صورتخطي' جو مطالعو ٿي سگهيو ٿي، پر اتفاق سان اهو اصل قلمي ڪتاب به باقي نه بچيو آهي. ٽيون وڏو ذخيرو 'اوٽيتاليهن منظومين' وارو آهي جيڪو تازو دستياب ٿيو آهي ۽ جنهن ڪي باب ستين ۾ بحث هيٺاندو ويو آهي. موجوده چاڻ

موجب، ٻارهين صدي جي 1067 - 1069ھه وارن سالن ۾ ڪاتب عزت بن سليمان جي لکيل انهيءَ مواد ۾ عربي - سنڌي صورتخطيءَ جو هڪ آڳاٽو نمونو موجود آهي، جنهن جي سامهون رکي ٻارهين ۽ تيرهين صدي هجريءَ جي ڪاتبن جي صورتخطيءَ سان ڀيٽي اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هن دور ۾ ڪيئن ساڳي سڻاء واري سنڌي الف - بي ۽ صورتخطي جي اوسر لاءِ راهه هموار ٿي.
شروع کان وٺي سنڌي عبارتن لکڻ لاءِ ڪاتبن عربي الف - بي ڪم آندي انهيءَ ڪري عربي الف - بي جا سڀ حرف سنڌي الف - بي ۾ شامل ٿيا. خاص سنڌي اچارن لاءِ، عربي الف - ب جي ڪن حرفن تي هيٺيان مٿان نقطا ڏيئي نوان حرف وڌايا ويا. ٿن سنڌي اچارن لاءِ فارسي جا ٽي حرف پ چ گ کنيا ويا ۽ انهن تي نقطا وڌائي ٻيا سنڌي حرف جوڙيا ويا. اها سڄي جوڙجڪ هڪ ئي وقت ۾ ڪنهن هڪ ئي ڄاڻو عالم يا ڪاتب ڪانه ڪئي پر صدين دوران ٿي، سو جيڪڏهن انهيءَ وڏي عرصي واريون سڀ سنڌي لکيتون سلامت هجن ها ته سنڌي الف - ب جي سڻاء ۽ صورتخطي جي سلسليوار اوسر جو صحيح مطالعو ڪري سگهجي ها. في الحال اهڙي مطالعي لاءِ ٻارهين ۽ تيرهين صدي جي انهن قلمي ڪتابن مان

جيڪي دستياب آهن (1) ۽ جن مان گهڻن جي اتاري جا سن سال معلوم آهن، خاص سنڌي اچارن لاءِ جدا جدا ڪاتبن طرفان ڪم آندل حرفن کي شامل خاڪي ۾ نروار ڪيو ويو آهي. هن خاڪي جي مٿئين خالي ۾ ڏنل انگ هيٺين سلسلي جي سجاڳپ جو نشان آهن:

1. 69 - 1067ھ ۾ لکيل اوڻيتاليهن منظومين ۾ خاص سنڌي اچارن لاءِ آندل حرفن جي صورت

2. 1115 ھ ۾ لکيل ڪتاب ”ابوالحسن جي سنڌي“ ۾ سنڌي حرفن جي صورت

3. برٽش ميوزيم ۾ رکيل ’شاه جي رسالي‘ ۾ سنڌي حرفن جي صورت

4. انڊيا آفيس ۾ رکيل شاه جي رسالي ۾ سنڌي حرفن جي صورت.

5. 1206ھ ۾ لکيل ’شاه جي رسالي‘ جي ڪن بيتن جي مختصر مجموعي ۾ سنڌي حرفن جي صورت.

6. 1207ھ ۾ ’شاهه جي رسالي گنج‘ ۾ سنڌي حرفن جي صورت

7. 1207ھ ۾ قاضي موسيٰ واري ’شاه جي رسالي‘ ۾ سنڌي حرفن جي صورت

8. ربيع الاول 1208ھ ۾ لکيل ’منهاج المعرفت‘ ۾ سنڌي حرفن جي صورت

9. ڪئپٽن سٽئيڪ واري ’شاهه جي رسالي‘ ۾ سنڌي حرفن جي صورت
10. مخدوم محمد هاشم جي ڪتاب ’راحة المؤمنين‘ ۾ (جيڪو پوءِ
ٽالپورن جي دور ۾ لکيو ويو) سنڌي حرفن جي صورت
11. سنه 1267ھ ۾ لکيل ’شاهه جي رسالي‘ ۾ سنڌي حرفن جي صورت
12. سنه 1269ھ ۾ لکيل ’شاهه جي رسالي‘ ۾ سنڌي حرفن جي صورت
13. شعبان سنه 1270 ھ ۾ مير امام بخش ٽالپور جي لکايل رسالي ۾ سنڌي حرفن جي صورت
14. جولاءِ 1853ع (1269ھ) ۾ انگريزن طرفان ’هڪ مقرر ڪيل‘ الف -
بي جي صورتخطي

هن خاڪي جي مطالعي مان هيٺيان نتيجا نڪرن ٿا:

(1) يارهين صدي هجري تائين سنڌي لکڻ لاءِ گهڻي ڀاڱي عربي الف - بي استعمال ٿيندي هئي. ڪتاب عزت بن سليمان 69-1067ھ ۾، سنڌي منظومين لکڻ لاءِ بهرحال ساڳي عربي الف - بي ڪم آندي البت ’ٽر‘ ۽ ’ڊر‘ کي ’تر‘ ۽ ’در‘ جي صورت ۾ لکيائين. ڪيس

سنڌي اچارن ’جھه‘ ۽ ’ڇ‘ ۾ ’ھه‘ جي ھئڻ
جي احساس ھو جو انھن کي ”جه“ (جيم جي
پويان ننڍي ’ھه‘) جي صورت ۾ لکيائين.

# سنڌي الف - بي جي اوسر جو خاڪو

(ڏسو صفحا ٣٩٩-٤٠٠)

| ١ | ٢ | ٣ | ٤ | ٥ | ٦ | ٧ | ٨ | ٩ | ١٠ | ١١ | ١٢ | ١٣ | ١٤ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ب | ب | ٻ | ٻ | ٻ | ٻ | ٻ | ب | پ | ب | ٻ | ٻ | ٻ | ٻ |
| ب | ڀ | ڀ | ڀ | ڀ | ڀ | ڀ | ب | ڀ | ب | ڀ | ڀ | ٻ | ڀ |
| ب | پ | پ | پ | پ | پ | پ | پ | پ | پ | پ | پ | پ | پ |
| ٮ | ٽ | ٽ | ٽ | ٽ | ٽ | ٽ | ٽ | ٮ | ٽ | ٽ | ٮ | ٽ | ٽ |
| ٮ/تر | ٮ | ت | ت | ت | ت | ت | ت | ت | | ت | ث | ت | ت |
| ٮ/ٺ | ث | ث | ث | ث | ث | ث | ث | | ث | ٺ/ٮ | ث | ث | ٺ |
| ج/ڄ | ج | ج | ڄ | ڄ | ج/ج | ج/ج | ج/چ | ج/ج | ج | ڄ | ج | ج/ج | ڄ |
| ج | ج/چ | ج | ج | ج | ج | ج | ج | ج | ج | چ | ج | | چ |
| ج | چ | چ | چ | چ | نج | | چ | | نج | ج | چ | چ | چ |
| ج | چ | چ | چ | چ | چ | چ | چ | چ | چ | چ | چ | چ | چ |
| ج/ڇ | ج/ج | ڇ | ڇ | ڇ | ڇ | ڇ | ڇ | ڇ | ڇ | ڇ | | ڇ | ڇ |
| د | ڏ | ڏ | ڏ | ڍ/ڏ | ڏ | ڏ | ڏ | ڏ | ڏ | ڏ | | ڏ | ڏ |
| د | ڌ | ڌ | ڌ | ڌ | ڌ | ڌ | ڌ | ڌ | ڌ | ڌ | ڌ | ڌ | ڌ |
| د/ڊر | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ | | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ |
| د | ڊ | ڌ | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ | ڊ |
| ر/ل | ر | ر | ر | ر | ر | ر/ڙ | ر | ر | ر | ر | ر | ر/ڙ | ڙ |
| ن | ق | ق | ق | ق | ق | ق | ق | ق | ق | ق | ق | ق | ق |
| ک | ڪ | ڪ | ڪ | ڪ | ڪ | ڪ | ڪ | ڪ | ڪ | ڪ | ڪ | ڪ | ڪ |
| ک/خ | ک | ک | ک | ڪ/ک | ک | ک | ک | ک | ک | ک | ک | ک | ک |
| ک | ک | ک | ک | گ | گ | گ | ک | ک | ک | گ | ک | ک | گ |
| ک | ک | ک | ک | ک | ک | ک | ڪ | ک | ک | ک | ک | ک | ڳ |
| ک | ک | ک | ک | نک | نک | ک | ک | ک | ک | ک | ک | نک | ڱ |
| ک | ک | ک | ک | گ | ک | ک | ک | کم | ک | کم | ک | ک | گھ |
| ن | ن | ن | ن | ن | ن | ن | ن/ر | ن | ن | ن | ن | ڻ | ڻ |

(2) يارهين صدي کان وٺي جڏن سنڌي ذريعي مڪتبي تعليم شروع ٿي ۽ سنڌي ۾ لکڻ پڙهڻ جو سلسلو وڌيو ته عالمن ۽ ڪاتبن عربي الف - بي جي ڪن حرفن تي نقطن وڌائڻ ۽ الف - بي جي ٽن حرفن (پ چ گ) کي شامل ڪرڻ ۽ پڻ انهن تي نقطن وڌائڻ سان خاص سنڌي اچارن لاءِ نوان حرف جوڙيا. سنه 1270ھ (سنه 1853ع) ۾ خاص سنڌي اچارن وارن حرفن مان هرهڪ کي فقط هڪ ئي صورت ۾ لکڻ جو ”انتظامي فيصلو“ ٿيو، پر خاص سنڌي اچارن جي سڃاڻپ وارا گهڻا سڀ حرف ان کان اڳي ئي استعمال پئي ٿيا.هن خاڪي مان هيٺين حرفن جي موجودگي جو ثبوت ملي ٿو:

ٻ ڀ ٽ ٿ ٺ ڃ ڄ ڇ ڇ

ڌ ڏ ڊ ڍ ڙ ڦ ڪ ک گ ڻ

’ٺ‘ ۽ ’ڳ‘ حرفن جون صورتون هن خاڪي ۾ موجود ناهن مگر پيا به ڪيترائي ڪتاب جيڪي هن عرصي ۾ لکيا ويا تن ۾ يقيني طور اهي صورتون موجود هونديون چاڪاڻ جو هڪبئي مٿان ٻن ٽٻڪن واري صورت ’ٻ‘ ۾ موجود آهي.

(3) عربي الف - بي ۾ ’ڪاف‘ جي ٻن صورتن (ڪ ۽ ک) مان، ڪ کي صفا ’ڪ‘ جي اچار لاءِ ۽

’ڪ‘ کي ان سنڌي اچار لاءِ استعمال ڪيائون جنهن ۾ ’ڪ‘ سان گڏ ’ھ‘ جو اچار شامل هو.
(4) ’جھ‘ ۽ ’گھ‘ واريون صورتون انهن اچارن لاءِ آندائون جن ۾ ’ج‘ ۽ ’گ‘ وارن اچارن سان گڏ ’ھ‘ جو اچار شامل هو.
(5) ڪن ڪاتبن ’ڃ‘ ۽ ’ڱ‘ جي اچارن کي ’نج‘ ۽ ’نگ‘ (= نگ) جي صورت ۾ لکيو، يعني ته ’ڃ‘ جي اچار کي ’ن +ج‘ جو ادغام (ميل) ۽ ’ڱ‘ جي اچار کي ’ن + گ‘ جو ادغام ڪري سمجهيائون جنهن ۾ اصولي طور هو صحيح هئا.
(6) هن خاڪي مان اهو چٽيءَ طرح ثابت ٿئي ٿو ته ڪيئن آهستي آهستي گهڻن ڪاتبن ڪي حرف ساڳي هڪ ئي صورت ۾ لکڻ شروع ڪيا. هن خاڪي مطابق خاص سنڌي اچارن واريون ٽيويهن (23) حرفن مان (اڌ کان گهڻا) ٻارهن حرف (ٻ ڀ ٽ ٿ ٺ ڄ ڃ ڇ ڌ ڊ ڪ ک) اهڙا آهن جن کي گهڻن ڪاتبن هڪ ساڳي صورت ۾ پئي لکيو. ان مان ظاهر آهي ته هن دور ۾ (سنه 1853ع واري انتظامي فيصلي کان اڳ) هڪ ته سنڌي الف - بي جا گهڻي ۾ گهڻا حرف جدا جدا تحريري صورتن ۾ آيا، ۽ ٻيو ته گهڻن عالمن ۽ ڪاتبن جي آزادانه اختياري عمل سان

خاص سنڌي اچارن وارن حرفن کي ساڳي هڪ ئي صورت ۾ لکڻ وارو اصول تسليم ٿيڻ لڳو.
سنڌي تحرير جو وڌيڪ صحيح صورت ۾ رائج ٿيڻ.
هن دور جي قلمي ڪتابن جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته عالمن ۽ استادن سنڌي لفظن جي صحيح هِجي تي ڪافي توجهه ڏنو، ۽ اچارن جي مختلف صورتن کي جدا جدا نشانين ۽ نمونن سان نروار ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون. انهيءَ سلسلي ۾ هيٺيون ايجادون ۽ اپاء، هن دور ۾ سنڌي صورتخطي کي عام فهم بنائڻ ۾ مددگار ثابت ٿيا.
(1) هر ننڍي وڏي لفظ کي زير زبر سان لکيو ويو. سنڌي صورتخطي جي سلسلي ۾ هيءَ هڪ نهايت ئي اهم ۽ علمي قدم هو. هن دور ۾ سنڌ جي عالمن جو علمي معيار نهايت ئي بلند هو ۽ پڻ سنڌي سندن ملڪي يا مادري زبان هئي. جيڪڏهن هو پنهنجا ڪتاب زيرن زبرن کان سواءِ لکن ها ته به انهن کي آساني سان سمجهي سگهن ها؛ پر هنن ٻوليءَ جي صحت، معنيٰ ۽ مفهوم جي اهميت، ۽ پڙهندڙ جي آساني ۽ سهوليت خاطر چڻ هڪ علمي اصول قائم ڪري ڇڏيو ته ’زيرون زبرون سنڌي صورتخطي جو لازمي جز آهن‘. سنڌي صورتخطي جي هن

بينادي اصول جي هن سڄي دور ۾ پوري طرح پابندي
ڪئي وئي.
(2) زبر، زير، پيش، جزم، مد ۽ شد کان سواءِ، سنڌي
جي ٻن وچٿرن * ٻگهن اچارن لاءِ 3 نيون نشانيون
ايجاد ڪيون ويون:
’او‘ (زبر يا پيش کان سواءِ) جي اچار لاءِ مٿان ابتو
پيش آندو
ويو، جئن ته اوّڪر، چوَّڪر، روَّڪڙ
وغيره.
’اي‘ (زبر يا زير کان سواءِ) جي اچار لاءِ هيٺيان اُپي
ليڪ
آندي وئي، جئن ته ڪَري، هير، وير وغيره.
(3) عربي ’تنوين‘ واري اصول ذريعي ’ن‘ گُهٽي
وارا ’اين‘، ’اِينٖ‘ ۽ ’اُونٗ‘ اچار نروار ڪيا ويا:
وچٿرو اچار ’اينڍ: ۽، ۾
زبر وارو اچار اِين: ڪِ، سِ، ڪياءِ (ڪيائين)
پيش وارا اچار: آءٌ، ڏناءٌ، چياءٌ
(4) لفظن جي آخر ۾ ’هه‘ ۽ ’ء‘ کان پوءِ ’ن‘ واري
گُهٽي اچار کي ’م‘ جي آواز ذريعي نروار ڪيو ويو.
جئن ته:
جڏهم = جڏهن ماڳهم = ماڳهين
ڪڏهم = ڪڏهن سانئيم = سائين

(5) ’ٽر‘ ۽ ’ڊر‘ ٻئي روز مره جي سنڌي ٻوليءَ جا مخصوص اچار تسليم ڪري، انهن صَوتين جي صورتخطي پڻ ’ر‘ جي اضافي سان قائم ڪئي وئي. جئن ته:

ٽري، ٽِرئو، ٽريئي، پُٽر، مائٽر، آڳاٽرو

ڊريگهه، چنڊر، سمنڊر، چنڊر

(6) ٻولي جئن ڳالهائبي هئي تيئن ان کي لکيت ۾ آندو ويو. ڪي عربي يا فارسي لفظ جيئن روزمره واري عام سنڌي ٻوليءَ ۾ اُچاربا هئا، تيئن ئي لکيا ويا: يعني ته بنيادي طور اهو تسليم ڪيو ويو ته جيئن ٻولي ڳالهائجي ٿي، تيئن ئي لکجي. مثال:

’بيان العارفين‘ ۾ ٻلڙي واري لاڙي محاوري مطابق ’شال‘ کي ’چال‘ ڪري لکيو ويو.

مخدوم عبداللطيف پنهنجي والد مخدوم محمد هاشم جي عربي ڪتاب ’فرائض الاسلام‘ کي سنڌي ۾ آندو ۽ لکيائين ته:

”فقير عبداللطيف ڪئي سنڌي تصنيفا

منجهه وَرِهه ايڪاسِي ڪارَه سؤ پورا“

پوئين سٽ ۾ هلندڙ ٻولي مطابق ’ڪاره سؤ‘ (= ڪارهن سؤ) لکيائن ۽ نه ’يارهن سؤ‘.

9. سنڌي لغات بابت تحقيقي مواد جو شايع ٿيڻ

مٿي باب ڇهين هيٺ تفصيل سان بيان ٿي چڪو آهي ته ڏهين صدي هجري (12 عيسوي) کان وٺي سنڌ جي عالمن ۽ استادن سنڌي ٻولي جي مطالعي ۽ سنڌي لغات جي تحقيق جي سلسلي ۾ وڏي ڪوشش ڪئي. ڪين سنڌي لفظن، اصطلاحن ۽ جملن جي معنيٰ ۽ مفهوم کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي ضرورت ٿن خاص مقصدن کي پوري ڪرڻ خاطر پيئي: فقهي، تعليمي ۽ لغوي. سماجي زندگي ۾، شادي ۽ طلاق، وصيت نامن، قسم - نامن، ماپن ۽ ماٽن، وهنوار ۽ وعدن ۾ آڳاٽي وقت کان وٺي خالص سنڌي لفظ استعمال ٿيندا پئي آيا، جن جي اصطلاحي تشريح ۽ فقهي توضيح جي ضرورت ٿي ته جيئن صحيح فتوائن مطابق فيصلا ٿي سگهن. مخدوم جعفر بوبڪائي طرفان طلاق جي سلسلي ۾ استعمال ٿيندڙ سنڌي لفظن ’ڇڏي‘ ۽ ’ڇڏيم‘جي ڪيل تشريح ۽ توضيح هجن سلسلي جو هڪ آڳاٽو مثال آهي. مخدوم جعفر ڏهين صدي هجري جي آخر ڌاري وفات ئي پر لغات جي تحقيق جو سلسلو ڪانئس پوءِ جي عالمن به جاري رکيو، ۽ سنڌي لفظن جي نه فقط لغوي معنائن پر سماجي مفهومن کي به مُتعيَّن ڪيو ويو. مثلاً لفظ ’يار ’ جي باري ۾ سيوهڻ جي عالم مخدوم محمد عارف چيو ته اهو ’دوست‘ جي برابر آهي، پر اتر

توڙي لاڙ جي ٻين عالمن خصوصاً مخدوم عبدالڪريم متعلوي (مٽياروي)، انهي خالص لغوي معنيٰ تي وڌيڪ ويچار ڪندي، ان وقت جي سنڌي معاشري ۾ استعمال ٿيندڙ لفظ ’يار ’ جي اصطلاحي ۽ سماجي معنيٰ کي زير غور آندو ۽ ان کي ’ٻاءُ‘ جي برابر ٺهرايو.

---

(1). مصنف بنان ڪنهن ثبوت جي محض پنهنجي گمان موجب لکيو آهي ته: ”ابوالحسن مرحوم کي سنڌي صورتخطي ٺاهڻ ۾ جا دقت پيش آئي، سا خاص طرح نج سنڌي آواز ڏيکاريندڙ حرفن ۾... مولوي صاحب. نج سنڌي حرفن لاءِ هيٺيون صورتون مقرر ڪيون هيون“ (ان بعد هن صاحب انهن حرفن جون صورتون ڏنيون آهن) ميمڻ محمد صديق: ”سنڌي ادب جي تاريخ، برطانيه کان اڳ جو دور“، ص ص 26-58.

(2). ڏسو مٿي باب ٿيون.

(1). هن دور جا ٻي قلمي ڪتاب به موجود آهن، پر انهن جي فوري طور دستياب نه ٿيڻ سببان في الحال تيرهن قلمي ڪتابن کي سامهون رکيو ويو آهي. هر ڪتاب مان ڪاتب جون استعمال ڪيل هڪ يا وڌيڪ حرفن واريون ’نيون صورتون‘ کنيون ويون آهن، پوءِ پل کٽي اهي فقط هڪ يا ٻه دفعا ستعمال ٿيون هجن.

*. ’وچٿرا اُچار‘ يعني ته ’اَو‘ ۽ ’اُو‘ جي وچ وارو وچٿرو اچار ’او‘؛ يا ’اَي‘ ۽ ’اِي‘ جي وچ وارو وچٿرو اُچار ’اي‘.

موجوده ڄاڻ موجب، ٻارهين صدي هجري (18-عيسوي) جي شروعات کان وٺي ڪن عالمن ۽ استادن ، علمي ۽ تعليمي مقصدن خاطر ’سنڌي لغات‘ ڪي وڏيڪ وسيع مطالعي هيٺ آندو. هن سلسلي ۾ سنڌن لکيل ڪتابن مان ڪن جو هيٺ مختصر طور ذڪر ڏجي ٿو.

1- نظام الدين جو ڪتاب ’انيس انجمن‘. دربيلي جي عالم نظام الدين بن عبدالرزاق، فارسي صرف بابت ’شمع انجمن’ نالي هڪ تفصيلي ڪتاب لکيو، جنهن جو سنه 1122ه (1710ع) ۾ ’انيس انجمن‘ جي عنوان سان اختصار ڪيائين. هن اختصار جي پهرئين باب ۾ زمانن، فعل جي گردانن ۽ مصدرن جو بيان آهن. باب ٻئي ۾ فارسي اسمن جو سنڌي ۾ الف - بي وارو ترجمو ڏنل آهي: پر جئن ته مصنف جو مکيه مقصد ’سنڌي لفظ‘ آهن، انهيءَ ڪري ’الف - بي وارا‘ وارو اصول به ’سنڌي لفظن‘ سان لڳايو اٿس ۽ نه فارسي لفظن سان؛ يعني ته ’الف‘ جي باب هيٺ، معنيٰ طور، اهي سنڌي لفظ آندا اٿس جيڪي الف سان شروع ٿين ٿا. مثلاً

| فارسي لفظ | سنڌي لفظ ’الف‘ سان |
| --- | --- |
| افسانه | آکاڻي |
| روده | آندرو |

| | |
|---|---|
| انب | آمُون |
| شِڪنبہ | اوجهري |
| بُڪاءُ | اوچنگار |
| غُنودن | اوجهرائڻ |
| دَرز | اوٿِي |
| دَلَمل | آپون |
| آبخور | آنُهه |
| دوغ | آڪُر |
| سَرماڪ | اڪ پوٺ (راند) |
| آونگ | اُڄٺ (چڪو) |
| افلت | اڻ - طهريو |
| قَي | اٿلڻ |

هن سٽاء مان ظاهر آهي ته مصنف ”سنڌي - فارسي لغات“ ئي لکي رهيو هو. ان جي وضاحت هن باب جي آخر ۾ سندس لکيل هيٺين عبارت مان ٿئي ٿي جو ’ي‘ وارا لفظ آندا ئي ڪونه اٿس:

”ياي در (اول) لفظ سندي نمي آيد و هر حرف که در اول سندي نمي آيد بمکان خود ياد کرده ايم“

يعني ته: ’ي‘ (ڪنهن به) سنڌي لفظ جي شروع ۾ ڪانه ٿي اچي؛ انهيءَ ڪري اهڙا حرف جيڪي سنڌي لفظن جي شروع ۾ نٿا اچن سي پنهنجي جاءِ تي آندا اٿم.“ سنڌي لغت جي مطالعي جي لحاظ سان،

مصنف جو هيءُ بيان نهايت اهم آهي ته ڪوبه نج سنڌي لفظ ’ي‘ سان شروع نٿو ٿئي. اهڙيءَ طرح ’ش‘ هيٺ پڻ لفظ ڪين آندا اٿس ۽ ڄاڻايو اٿس ته:

”ڪي حرف اهڙا آهن جيڪي سنڌي لفظ جي شروع ۾ نٿا اچن ۽ اهي هي آهن: ث، ح، خ، ذ، ز، ش، ص، ض، ط، ظ، ع، غ، ف، ق، ي“

ان مان ڪن ٿورن سنڌي لغت جي انهيءَ انوڪائي ڪي، جنهن ڏانهن مصنف ڌيان ڇڪايو آهي، محسوس ڪيو هوندو ته ڪوبه نج سنڌي لفظ ش، ف يا ي سان شروع نٿو ٿئي.

فارسي ۽ سنڌي جي مترادف لفظن جي هي مختصرم مگر پهرين ’فهرست‘ آهي جيڪا ڪتاب ’انيس انجمن‘ ذريعي اسان تائين پهتي آهي. ان جي ٻي خاص اهميت اها آهي جو هن ’فهرست‘ ذريعي نه فقط ڪي انوکا سنڌي لفظ سامهون اچن ٿا، پر ڪن ٻين معلوم سنڌي لفظن جون صحيح معنائون به ملن ٿيون، جئن ته هيٺين مثالن مان معلوم ٿيندو.

(1) سَراب = اُوج. عام طرح سنڌي لفظ ’رُج‘ آهي، پر معلوم
ٿيو ته ’رج‘ کي ’اوج‘ به چئبو. ڪن آڳاٽن سنڌي بيتن ۾ آهي ته: ’عقل ات اوجون ٿيو، هو هليا سامهون هوءِ‘ - اوجون ٿيو يعني ته عقل رهنمائي نه ڪئي، بلڪ

رُج مثل ڏوڪو ڏنائين. عام طرح انهيءَ مصرع جي پڙهڻي: ”عقل ات اوچون ٿيو، هوءِ هليا سامهون هوءِ“ آهي، مگر غالباً وڌيڪ صحيح لفظ ’اوجُون‘ آهي.
(2) سڪتہ = اوهاريو. لفظ ’اوهاريو‘ معلوم آهي: ”ڪو چوي
اوهاريو ۽ ڪو چوي سِرسام آ“ (اصغر) . مگر ’اوهاريو‘ جي معنيٰ فارسي ۾ کولي سمجهائي آهي. اهڙيءَ طرح ڪي ٻيا لفظ جيڪي اڳ اسان کي معلوم آهن، پر هن ’فهرست، ذريعي (جنهن جا اصل نمبر هيٺ لفظن اڳو آندا ويا آهن) انهن جي معنيٰ جي تصديق ٿئي ٿي. جئن ته (4) هدف = آچم. لفظ ’آچام‘ سنڌي شعر ۾ آيو آهي، پر معلوم ٿيو ته آچم توڙي آچام ٻنهي جي معنيٰ آهي نشان. (10) شڪار = آهيڙو. اسان کي معلوم آهي ته آهيڙي معنيٰ شڪاري، پر هاڻي معلوم ٿيو ته شڪار کي ’آهيڙو‘ چئبو. (12) ”اڏ ٻنڌ“ لفظ اسان کي معلوم آهي ”ڪن اڏو ٻنڌ انگيون مارو منهنجا مير“. پر هن فهرست ذريعي يقيني طور معلوم ٿيو ته ’اڏو ٻنڌ‘ معنيٰ ساڙهيءَ مثل يڪو ڪپڙو جيڪو اڏ هيٺ ۽ اڏ مٿي ٻڌجي. (22) پاٻوهه = تبسم. لفظ پاٻوهڻ ۽ پاٻوهه اسان کي معلوم آهن پر هاڻي تصديق ٿي ته: پاٻوهه = مشڪڻ.

(3)    ڪي سنڌي الفاظ اهڙا آهن جيڪي اڳ وڏيڪ استعمال

ٿيندڙ هئا، مثلاً (9) ايرائون = ڪدو. (11) اول = مخالف حاڪمن جا ماڻهو جن کي ضمانت طور پاڻ وٽ رکجي. نادر شاهه، سنڌ مان ميان محمد مراد ياب، ميان غلام شاهه ۽ ڄام نندي ٽالپور کي 'اول' ڪري وٺي ويو هو. (21) پِروُن = پُلهڻ. (22) چاڳو = ڦاڙهو (شاخدار سڱن وارو). (34) پَريو = پوڙهو. مضمون نويسي ۽ عبارت آرائي (انشاء) جي سکيا بابت منشي جامع ڪتابڙو لکيو (1) جنهن ۾ هڪ نئين سکندڙ کي فن انشاء جي تعليم ڏيڻ خاطر عبارت - نويسي جا الفاظ، اصطلاح ۽ محاورا گڏ ڪيل جنهن ۾ هم معنيٰ سنڌي لفظن ۽ اصطلاحن ذريعي ذهن نشين ڪرايو ويو آهي: يعني ته فارسي ۾ انشاء جي تعليم سنڌي ذريعي ڏنل آهي. فارسي لفظن جي معنيٰ سمجهائڻ لاءِ هيٺينءَ طور هم - معنيٰ سنڌي لفظ آندل آهن.

| | |
|---|---|
| گذران = حال چال | ظرف = ٿانءُ |
| پيوستہ = لڳل | تمهيدات =سانباها |
| دوستار = پُٽار | واژگون = ابتڙ |
| جنبيدن = لُڇڻ | دار = سُورِي، ڪالُورُ |
| رفتنيها = پنڌ | لرزه = ڏڪٽي |

کد خدائي زن = پرڻہ (پرڻو)   بدل = مٽجڻ
کش مکڻ = چڪتاڻ  نيام = مياڻ
خسوف = چنڊ گرھڻ   مَشرب = تڙ
مَجمع = ميڙ   نمونه = وَڻِڪ
معهد = گُجي   بلندي = چوٽي
مِحَڪ = ڪسوٽي   هالہ = پِڙُ _چنڊر جو)
تعلق = لاڳاپو   سُبکسار = هلڪو
مَجْمَر = ڍَهو، ٻٺي

3. آخوند عبدالرحيم عباسي جي ”جواهر لغات سنڌي اڪيچار“. آخوند عبدالرحيم ولد محمد وفا عباسي هيءَ لغات يقيني طور 70- 1269ه (54-1853ع) وارن سالن کان اڳ لکي، ڇاڪاڻ جو انهن سالن ۾ سنڌي الف - بي واري تختي سرڪاري طور مقرر ٿي چڪي هئي؛ پر آخوند عبدالرحيم ان تختي کان جدا صورتخطي واري الف - بي استعمال ڪئي آهي ۽ سنڌي لفظ به ان موجب الف - بي وار ڪري لکيا اٿس. هن تصنيف جي اها خصوصيت آهي جو هڪ ته سنڌيءَ ۾ هيءَ پهرين آڳاٽي ۾ آڳاٽي ۽ پوري الف - بي واري لغات آهي، ۽ ٻيو ته هن ۾ سنڌي لفظن جون معنائون فارسي ۾ ڏنل آهن. انهيءَ لحاظ سان، مصنف سنڌي لغات کي سمجهائڻ لاءِ فارسي زبان کي ذريعو بنايو آهي. جيتوڻيڪ ’جواهر لغات‘ جي شروع ۾ ڏنل

صرف - نحو واريون ڪي سمجهاڻيون توڙي ڪن لفظن جون معنائون صحيح ناهن، تنهن هوندي به سنڌي لغات جي سلسلي ۾ هيءُ پهريون اعليٰ علمي ڪارنامو آهي.

عالمن طرفان لغت نويسي جو هيءُ ساڳيو سلسلو هن دو ربعد پوءِ به جاري رهيو جنهن جا مثال هيٺيون تصنيفون آهن.

4- آخوند محمد حسن سانوڻي جو ڪتاب ”حسن الفوئدواحسن تعليم الصبيان“. هالن پراڻن جي عالم ۽ استاد آخوند محمد حسن سانوڻي هي ڪتاب خاص طرح تعليم ۽ تدريس ۾ آساني خاطر تصنيف ڪيو ۽ تاريخ پهرين رمضان سنه 1293ه تي ڪي پورو ڪيو. مقصد هو ته جئن سنڌي ذريعي فارسي لفظن جون معنائون آساني سان سمجهه ۾ اچن. راقم جيڪو قلمي نسخو ڏٺو سو ڪتاب جو چڻ اوائلي مسودو آهي جنهن ۾ الفاظ ’الف - بي وار‘ نه بلڪ بنان ترتيب جي قلمبند ٿيل آهن. هي سنڌي لغات جو هڪ چڱو وڏو ذخيرو آهي، جنهن مان ڪن سنڌي لفظن جي ماهيت ۽ معنيٰ وڌيڪ چٽائي سان معلوم ٿئي ٿي. مثلاً

نرغول = نربانپ (جانور)

ممول = ملهالي (پکي)

خَرِتُن = بِرُو (يعني بِرُون يا بُلهڻ جانور)

محصول = رائُڙ (جيڪو حاڪم، حقي توڙي ناحقي وٺي)
دَلمل = اَپون
دَلمل نيم پخته = ڏٿور آپون (’ڏٿور‘ جي لحاظ سان خاص نالو ’ڏٿڙي‘ مٽرن جي)
نيلوفر = ڪُوٽِي

5- عبدالغفور همايوني صاحب جو ’الفاظ اَدوِيہ‘، طب جو علم ۽ شعل سنڌ ۾ آڳاٽي وقت کان وٺي عام مقبول رهيا ، جنهن ڪري جڙين ٻوٽين ، ٻرپن ۽ دوائن جا نالا پڻ سنڌ ۾ آڳاٽي وقت کان وٺي رائج ٿا 40 صدي هجري (10- عيسور ۾ عبدالوهاب فزاري ۽ 5- صدي هجري (11- عيسوي) ۾ ابوريحان بيروني پنهنجن ڪتابن ۾ جڏهن جڙين ٻوٽين ۽ دوائن جا سنڌي نالا پڻ نائون. ان وقت گذرڻ سان، سنڌ ۾ غالباً طبي علم ايترو اوج تي نه رهيو جنهنڪري سنڌي ۾ طبي نالا به ايترو عام رائج نه رهيا ۽ اڪثر عربي فارسي نالن کان ڪم ورتو ويو. هن پوئين ويجهي دور ۾ سنڌ جي ٻيبن وري سنڌي لغات طرف توجهه ڪيو ۽ ’فرهنگ جعفري‘ جهڙن ڪتابن ۾ جڙين ٻوٽين ۽ دوائن جا سنڌي نالا به آندا ويا. همايوني صاحب جو ڪتاب ’الفاظ ادويہ‘ (’دوائن جا نالا‘) انهي ڪري اهم آهي جو مصنف هيءَ ڪتاب لکيو

ئي انهي ڪري ته جيئن عربي ۽ فارسي نالن سان گڏ دوائن جا سنڌي نالا به معلوم ٿي سگهن. شروع ۾ ڄاڻايو اٿس ته: ”ڪن مصجفن (طب جي ) عربي، يوناني ۽ فارسي لغات کي هندي (اردو) ۾ ترجمو ڪيو آهي، مگر سنڌ وارن کي ان مان ڪو فائدو ڪونه ٿو پهچي. باوجود انهيءَ جي اڄ تائين ڪنهن اها ڪوشش نه ڪئي آهي جو فارسي، يوناني لغات لغات کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪن ته جيئن هت عام فائدو ٿئي. انهيءَ ڪري ڪن سڄڻن جي تقاضا تي، جيڪي شال سلامت هجن، هن فقير حقير هن ڪم ۾ اڳتي قدم وڌايو آهي.“

همايوني صاحب جي هيءَ طبي البت مختصر آهي. ان جي شروعات ’الف‘ سان هن طرح ٿئي ٿي:

آرغيس = هي ’زرشڪ‘ وڻ جي پاڙ آهي جنهن کي سنڌي ۾ به زرشڪ چئجي [راقم کي اهو علوم ڪونهي].

آلسن = هر مل [هر ملو به چون]

آطِر ايلال = هڪ قسم جو گاهه، سنڌي ۾ ’ڪانو پير ‘

هن ڪتاب جي آخر ۾ ’ه‘ ۽ ’ي‘ جا لفظ هن طرح آندل آهن:

هيضہ = سنڌي ۾ ’ڏاڪي ‘ جنهن کي عام ’ويا‘ چون

يرقان = ڪامڻ [’سائي‘ به چون]

يرقان = صفر هيڊرو ڪامڻ
يرقان اسود = ڪارو ڪامڻ

10.سنڌ جي روايتي ادبي ذخيري ۾ تفصيلي ۽ تخليقي واڌارو

مٿي باب چوٿين هيٺ بيان ٿي چڪو آهي ته سومرن وارو دور قصن ۽ داستانن وارو بنيادي دور هو، جنهن ۾ سسئي - پنهون، سورٺ - راءِ ڏياچ، مومل - راڻو، ليلان - چنيسر، عمر - مارئي، مورڙي - مانگر مڇ ۽ دودي - چنيسر واريون ڳالهيون شروع ٿيون. ان بعد سمن واري دور ۾ نوري - ڄام تماچي جو نئون داستان اُسريو ۽ پٺن پانن کي انعام اڪرام مليا جن اڳين ڄامن سبڙ ۽ فڪري جي سخا کي ساراهيو، ۽ پڻ لاکي - اوڏڻ ۽ اُڏي - هوٿل پري جي قصن کي نئين سر بيان ڪو. دولهه درياخان - همون راڻوڙ جو داستان سمن جي دور جي بالڪل آخر ۾ اسريو، ۽ پوءِ ٻداماڻي - پنري جو سورهيائي وارو واقعو اغون - ترخانن - مغلن وار دور ۾ ٿيو: اهي ٻئي ڳالهيو (جن ۾ مغلن خلاف واقعن جو ذڪر هو) غالباً مغلن جي حڪومت جي خاتمي کان پوءِ سنڌ جي پنهنجن حڪمرانن ڪلهوڙن ۽ ٽالپورن جي دور ۾ ڳائجڻ لڳيون، مغلن واري دور ۾ موکي - متارا داستان

اسريو ۽ ٽالپورن واري دور ۾ ’سنڌ راڻي - مير باگي‘ جو داستان مشهور ٿيو. پر ڪلهوڙن ٽالپورن واري دور ۾ وڏي اهتمام سان ڳايون ۽ پڙايون ويون .. 1990 - 1957ع دوران لوڪ ادب جي تفصيلي مطالعي حڪايتون ۽ منظوم روايتون، گهٽو ڪري 12 صدي (18- صدي عيسوي) کان شروع ٿيو، ۽ ان وقت کان وٺي هن روايتي ذخيري ۾ ’تفصيلي‘ ۽ تخليقي‘ اضافا ٿيا.

(الف) بيان جي تفصيل ۾ واڌارا. هر ڳالهه، قصي يا داستان جي شروعات ڪن ٿورن ٽاڻن ۽ مختصر بيانن سان ٿي، پر جئن پوءِ تئن سگهڙن ۽ شاعرن جڏهن انهن کي نظم يا نثر ۾ بيان ڪرڻ شروع ڪيو ته هر هڪ پنهنجي ٻُڌ سُڌ ۽ ذاتي ذوق مطابق انهن کي ڻاهڻ جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ وڌيڪ تفصيل سان وڌائي وڌو ڪيو. مٿي باب ڇهين هيٺ بيان ٿي چڪو آهي تي پهريائين ارغونن - ترخانن - مغلن واري دور ۾ - ليلان - چنيسر، سسئي - پنهون، عمر - مارئي ، مومل - راڻي جي داستان کي توڙي دودي - چنيسر کي فارسي نظم يا نثر ۾ آندو ويو. انهيءَ ڪوشش ۽ ڪاوش ۾ ، فارسي داستان - گوئي جي اثر هيٺ، انهن قصن ۽ داستانن جي بيانن ۾ واڌ ٿي. ان بعد 13- صدي (18- صدي عيسوي) کان وٺي جڏهن

شاعرن سگهڙن انهن کي سنڌي منظوم بندن ۽ بتن ۾ بيان ڪيو ته انهن کي وڌيڪ تفصيل سان ڳيجهايو ۽ وهجايو. پڻ هن دور ۾ ڪن پاهرين قصن جهروڪ يوسف - زليخا، سڪندر بادشاهه، شاهه بهرام، شيرين - فرهاد، ليليٰ - مجنون، سيف الملوڪ، جمجمہ سلطان وغيره کي، جيڪي اڳ عربي فارسي شعر ذريعي مشهور هئا، هن دور جي سگهڙ شاعرن نئين سر سنڌي منظوم بندن، بيتن ۽ مثنوين ۾ بيان ڪيو. مثلاً:

---

[(1)]. راقم جي آڏو ستن قلمي ورقن ۾ سمايل هي ڪتابڙو آهي جنهن تي منشي عبدالرؤف جي مهر لڳل آهي جنهن ۾ سال 1174هه ڏنل آهي.

ليليٰ - مجنون. هي عشقيه داستان ڪڇ جي سيد فاضل شاهه ، 12- صدي جي شروع ۾ (27 رمضان 1126ه) تي سنڌي ۾ منظوم ڪيو. بعد ۾ خليفي عبدالله نظاماڻي سنه 1208ه ۾ منظوم ڪيو.

سسئي - پنهون” هيءَ عشقيه داستان پهريائين غالباً محمد عارف ڪلهوڙي ۽ پوءِ موريي فقير سنه 1290ه ۾، ڏگهن سنڌي بيتن ۾ ڻاهيو. ٻئي طرف خليفي نبي بخش صاحب سنه 1250ه ۾ سرائيڪي مثنوي ۾

، محمد واصل سنه 1299ھ ۾ سنڌي مثنوي ۾ تفصيل سان منظوم ڪيو.
مورڙو مانگرمڇ. هيءَ قصو 12 صدي (18 - صدي عيسوي) ۾ امين کٽي ٻگهن سنڌي بيتن ۾ بيان ڪيو.
ليلان - چنيسر. ’قصو ڪوءنرو چنيسر‘ جي عنوان سان مير شير محمد خان جي هندو منشي موريي فقير ٻگهن سنڌي بيتن ۾ 6- ربيع الثاني 1296ھ ۾ جوڙي راس ڪيو.
مومل - راڻو. 12 صدي ۾ يعقوب کٽي هيءُ قصو ٻگهن سنڌي بيتن ۾ منظوم ڪيو. پوءِ ڀٽائي صاحب جي ننڍي معاصر ۽ لس ٻيلي جي شاعر شيخ ابراهيم سنڌي بيتن ۾ بيان ڪيو. ساڳئي وقت (؟) هن قصي کي پڻ پير ڏني گادر (کٽي) منظوم ڪيو (جنهن جو حوالو خداداد خان ”وقائع جيمسلمير“ ۾ ڏنو آهي) ۽ پوءِ لعل بخش عرف حفيظ تيوٽي (1810 - 1885/90ع) هيءُ قصو ٻگهن سنڌي بيتن ۾ جوڙيو جيڪو گهڻو مشهور ٿيو.
يوسف - زليخا. ٽن شاعرن غلام محمد ٻُگائي، محمد ملوڪ (وفات 1189ھ) ۽ احمد هيءُ قصو قرآن شريف جي مثالي روايت مطابق منظوم ڪيو. هن

قصي بابت غلام محمد بگائي جا ڪي ٿورا سنڌي بيت جيڪي دستياب ٿيا آهن سي اعليٰ معيار وارا آهن*

سيف الموڪ ۽ بديع لامجمال. بهار بپڙ 12- صدي جي وچ ڌاري سنڌي بيتن ۾ جوڙيو ۽ پوءِ 199ھ ۾ لطف علي نهايت پر لطف سرائيڪي بيتن ۾ منظوم ڪيو.

بانڪو بهرام.چَتي ڪٿي 12- صدي جي وچ ڌاري ٻگهن سنڌي بيتن ۾ بيان ڪيو، ۽ پوءِ 13- صدي جي شروع ڌاري لس ٻيلي جي شاعر شيخ ابراهيم ”قصو شاهه بهرام گهور ۽ حسن بانو جو“ عنوان سان سنڌي بيتن ۾ جوڙيو.

جمجمہ سلطان جو قصو. 12- صدي جي شروع ۾ جوڙيل برٽش ميوزيم لئبرري لنڊن ۾ قلمي صورت ۾ موجود آهي بعد ۾ شاعر عبالرحمان نالي ”اربع ڏينهن 5 جماد الاخر سنه 1226ھ“ ۾ هي قصو جوڙيو.

انهن سڀني قصن ۽ داستانن جي مختلف روايتن کي، ۽ پڻ دودي - چنيسر جي وڏي مشهور ڳالھ ۽ ٻين ڳالهين کي جيڪي ڳاهن سان ڳايو ويون ڪافي تحقيق سان سنڌي لوڪ ادب جي جدا جدا تيرهن (13)جلدن ۾ شايع ڪيو ويو آهي جن کي وڌيڪ تفصيلي معلومات لاءِ ڏسڻ گهرجي.

ٽالپورن جي دور ۾ قصن جي عام مقبوليت ايترو ته وڌيل هئي جو سنڌ جي قبضي ڪرڻ بعد ڪن انگريز مصنفن سنڌي قصن جي اشاعت ڏانهن توجهه ڪيو . ڪئپٽن سٽڪ پنهنجي ”سنڌي گرامر“ ۾ جيڪو 1849ع ۾ ڇپيو، راءِ ڏياج جي قصي جا بيت مثال طور آندا؛ ٽُرمپ سنه 1858ع ۾ فاضل شاهه جو ’ليليٰ مجنون‘ ڇاپايو؛ متن انگريزي ترجمي سان شايع ڪيو؛ رچرڊ برٽن ٽالپورن جي دور ۾ ئي سسئي - پنهون جي داستانن جي هڪ روايت کي پنهنجي ڪتاب ”سنڌ ۾ وسندڙ قومون“ ۾ مختصي طور قلمبند ڪيو. ٽالپورن ڪتاب ”سنڌ ۾ وسندڙ قومون“ ۾ مختصر طور قلمبند ڪيو. ٽالپورن واري دور جي ڳالهين ڪٽندڙن، ڳائيندڙن ۽ سگهڙن جي رس رهاڻين واري روايت پنجاه سٺ سال کن پوءِ ويندي 19- صدي جي آخر ۽ 20- صدر جي شروعات تائين وڏي شوق سان هلندي آئي (1).

(ب) تخليقي اضافا. هن دور ۾ جئن ئي قصن ۽ داستانن کي عام ڪچهرين ۽ محفلن ۾ بيان ڪرڻ ۽ انهن کي چاهه سان ٻڌڻ جو سلسلو وڌيو ته هڪ طرف هنرمند ڳالهيون ڪٽندڙ ساماڻا جن ’ڳالهين ڳائڻ ‘ جي فن کي اوج تي پهچايو ته ٻئي طرف وڏي سوچ سمجهه وارا سگهڙ ساماڻا جن قصن ۽ داستانن جي ٺاڻن ۽ اهڃاڻن

کي پرکڻ لاءِ ’ڳجھارت‘ جي فن کي وڌايو، ۽ پڻ انهن جي معنويت واري مام کي پروڙڻ لاءِ ’ڏور‘ جي تمثيلي شاعري شروع ڪئي. اجان به وڌيڪ پين وڏن سياڻن سگهڙن هن دور ۾ ’هنر‘ جي تجنيسي شاعري ۽ ’سنڌي سينگار شاعري‘ کي تخليق ڪيو. اهي سڀ فني تخليقون، روايتي ادبي ذخيري جي پرک پروڙ ۽ اعليٰ چاڻ جي نتيجي طور شروع ٿيون ۽ علمي سلسلن کان ٻاهر عوامي سطح تي عام ڪچهرين ۾ اوج کي پهتيون. ڪاريگرن ۽ ڪاسبين - خاص طور ڪٿين،ڪنڀارن، لوهارن ۽ واڍن جا دڪان سگهڙن ۽ سياڻن جي ڪچهرين جا مرڪز بنيا جتي روايتي ادب جي موضوعن تي رهاڻيون ٿيون ۽ ڏور، ڳجهارت، هنر ۽ سينگار جا سلا وڏي وڻ ٿيا. انهن موضوعن مان هر هڪ تي لوڪ ادب سلسلي جي هڪ جدا جدا ۾ تفصيل سان روشني وڌي وئي آهي، جنهن مان انهن جي ادبي ۽ فني اهميت واضح ٿئي ٿي.

هن وقت تائين راقم جي لوڪ ادب تي ڪيل تحقيق جي روشني ۾ ڪافي وثوق سان چئي سگهجي ٿو ته جلال ڪٿي جيڪو شاهه عبداللطيف جو وڏو معاصر هو، سو 12- صدي ۾ سنڌ جي سياڻن سگهڙن جو سرتاج هو جنهن سگهڙپائي جي فن کي اوج تي پهچايو. خاص طرح ’هنر جي شاعري‘ ۽ ’سنڌي

سينگار شاعري‘ جي تخليق جو سهرو سندس سر تي آهي. جلال، مُوندر (تعلقي دادو) جو ويٺل هو ۽ غالباً پٺائي صاحب کان ٿورو اڳ 60 - 1150هه وارن سالن ۾ وفات ڪيائين، ۽ ’پير ٽُرهي جي مقام‘ ۾ دفن ٿيو جتي سندس قبر موجود آهي. لوڪ ادب سلسلي جي ”سنڌي سينگار شاعري“ (ڇپيل سنه 1406هه/1986ع) ۾ سگهڙن جي سرتاج جلال جي سوانح ۽ شاعري تي ڪافي تحقيق سان روشني وڌي وئي آهي، جنهن جو مطالعو وڌيڪ معلومات لاءِ مفيد ٿيندو.

11- سنڌي اساسي شاعري جي عمارت جو اڏڻ

سنڌي اساسي (ڪلاسيڪي) شاعري جو بنياد يا اساس اعليٰ انساني قدرن وارو فهم ۽ فڪر آهي: اهڙي شاعري جنهن ۾ محض ڪنهن قصي ۽ واقعي جي بيان يا محض شاعرانه خوبين جي اظهار بدران ڪا اعليٰ مقصد واري معنيٰ سمايل هجي. هن اعليٰ سنڌي شاعري جو اَساس، ڪائنات جي خالق جي وحدانيت ۽ ڪامل يقين، انسان ذات سان محبت ۽ انساني وحدت ۾ ويساه، ۽ معاشري ۾ اعليٰ خوبين واري شخصي ڪردار جي مفهوم تي ٻڌل آهي. مجموعي طور سان، سنڌي اساسي شاعري انسان جي ايمان ۽ ارادي جي سچائي ۽ عملي ڪردار جي اعليٰ

معيارن جي تشريح ۽ تعبير آهي. گهڻي حد تائين اها تشريح، اسلامي تصوف ۽ طريقت جي ان صاف پاڪ روايت جي روشني ۾ ٿيل آهي جيڪا سنڌ ۾ آڳاٽي وقت کان وٺي عام مقبول ٿي.
سنڌي اساسي شاعري، وڏي ڄاڻ وارن صوفين سالڪن ۽ وڏي نظر ۽ وڏي دل وارن دانائن ۽ دردمندن جو ڪلام ۽ پيغام آهي جنهن ۾انسان جي عارضي زميني زندگي ۽ سندس دائمي بقاء سان لاڳاپيل حقيقتن جا اهڃاڻ سمايل آهن. انهن حقيقتن مان ڪي نهايت اهم هي آهن: ڪائنات جي خالق جي احديت، خالق ۽ مخلوق جي رشتي جي حقيقت، ڪائنات جي تخليق ۾ وحدت ۽ ڪثرت، انساني وحدت لاءِ توحيد جي عقيدي ۽ ايمان جي سچائي جي ضرورت، عملي زندگي ۾ انسان لاءِ اعليٰ مقصد جي هجڻ ۽ ان مقصد تائين پهچڻ لاءِ مسلسل ڪوشش جي اهميت، زندگي جي مشڪل مرحلن توڙي سماجي لاڳاپن ۽ پيار جي رشتن جي نازڪ مرحلن تي انساني اخلاق ۽ ڪردار جي عظمت، اساسي شاعريءَ ۾ هر صوفي، عارف ۽ دانشمند پنهنجي پنهنجي ڄاڻ مطابق انهن حقيقتن کي دليلن، اشارن ۽ اهڃاڻن سان سمجهايو آهي.

موجوده ڄاڻ موجب، قاضي قادن اساسي شاعري جي عمارت جو باني مباني هو. هو سنڌي ٻولي جو پهريون وڏو شاعر ۽ اساسي شاعري جو ابو هو. ڏهين صدي هجري ۾ قاضي قادن (وفات 958ع) اعليٰ سنڌي شاعري جي پيڙهه وڌي ۽ ميين شاهه ڪريم (وفات 1032هه) ان پيڙهه کي پختو ڪيو. هو ڪنهن حد تائين قاضي قادن جي سالڪانه فڪر جو شارح هو. يارهين صدي جي آخر ۽ ٻارهين صدي ۾ شاهه لطف الله قادري، ميين شاهه عنايت ۽ شاهه عبداللطيف جي رسالن ۾ اساسي شاعري جي عمارت، هيئت ۽ صورت جي لحاظ سان، جڙي راس ٿي. اعليٰ فڪر ۽ مضمونن جي نکيڙ جي لحاظ سان شاهه عبداللطيف ان کي سينگاري سهڻو ڪيو، پڻ اهڙي راهه روشن ڪئي جو اڳتي لاءِ ان کي سينگارڻ جو سلسلو ويندي چوڏهين صدي تائين جاري رهيو. خاص طرح عبدالوهاب سچل، صوفي فقير محمد صديق، قنبر علي شاهه پاڏائي، خليفي نبي بخش ۽ آخر ۾ غلام محمد خانزائي اعليٰ اساسي شاعري جي ’رسالن واري‘ ايوان کي سنواريو ۽ وڌائي وڏو ڪيو. هن دور ۾ اساسي شاعري جي تاريخ ۾ هڪ نهايت ئي مفيد رجحان پيدا ٿيو: يعني ته ’سلوڪ ۽ طريقت وارن بيتن جي روايت‘ ۽ ’عوامي بيتن جي روايت‘

۾ معنوي ميلاپ ٿيو. اهو ميلاپ ميين ساهه عنايت جي ڪلام ۾ واضح طور نظر اچي ٿو. هن کان اڳ سنڌي بيتن جا ٻه جدا سلسلا هلندڙ هئا: هڪ طرف صوفي سالڪن، عارفن ۽ عالمن پنهنجن معياري ’معنوي بيتن‘ ۾ توحيد ۽ طريقت، ايمان ۽ اخلاقيات جا سب پئي سمجهايا ته ٻئي طرف ڳالهين ڪٿندڙن ۽ سگهڙن شاعرن عوامي قصن ڪهاڻني کي ’بيان بيتن‘ ذريعي پئي ورجايو ۽ ڳايو. ميين شاهه عنايت (وفات 1133هه) جي ڪلام ۾ پهريون ڀيرو هن ٻه - درياهي جي گڏيل ڀالوٽ نظر اچي ٿي. ڪانئس اڳ ڪن عارفن ۽ سالڪن توحيد ۽ طريقت جي اعليٰ معنوي اهڃاڻن کي عوامي عنوانن ذريعي پنهنجن ڪن بيتن ۾ بيان ڪيو، پر اها اڃان شروعات هئي. مثلاً ميين علي شيرازي، ميين شاهه ڪريم ۽ ڪن ٻين جا ڪي ٿورا بيت سنڌ جي عام قصن ۽ داستانن جهڙوڪ مورڙيي - مڇ، سسئي -- پنهون، عمر - مارئي، ليلان -- چنيسر، مومل -- راڻي، سهڻي -- ميهار جي ٿاڻن اهڃاڻن ۾ سمايل ملن ٿا. ميون شاهه عنايت اعليٰ اساسي شاعري جو پهريون شاعر هو جنهن انهيءَ رجحان کي پنهنجي ڪلام ذريعي پختو ڪري عام مقبول بنايو. هن مٿين عوامي قصن سان گڏ (الف) سورٺ- راءِ ڏياچ - مگڻي، نوري -- ڄام تماچي

ٻلاڪي -- ريبارين جي داستانن، (ب) ڪاري - ڪيڙائن ۽ جوڳين - پوربين - سامين جي ڪاوشن، (ج) پيشه - ور ڪاپاتين، ۽ (د) سورهين ۽ سختين جهڙوڪ ابڙي، جکري ۽ ڪَرن جي ڪردارن کي پنهنجن بيتن ۾ بيان ڪيو. اهڙيءَ طرح، ميين شاهه عنايت پنهنجي ڪلام ۾ اعليٰ فڪري روايت ۽ عوامي روايت ٻنهي کي هڪ جاءِ ڪيو. ان بعد شاهه عبداللطيف پنهنجن بيتن ۽ واين ۾ ٻنهي روايتن جي رخ ۽ رس کي ملائي هڪ ڪيو، ايتري قدر جو اڳتي لاءِ اهو پيچرو اعليٰ اساسي شاعري جي شاهراهه بنجي ويو.

مقدار جي لحاظ سان، هن دور ۾ اساسي شاعري جو سرمايو وڏي انداز ۾ وڌيو، اعليٰ معنوي بيتن جا ذخيرا ’رسالي‘ جي خاص نالي سان صورت پذير ٿيا. شاهه لطيفي الله قادري پهروين شاعر هو جنهن توحيد ۽ طريقت بابت پنهنجن معنوي بيتن جي مجموعي کي ’رسالي‘ جو نالو ڏنو. شاهه لطف الله کان وٺي اعليٰ اساسي شاعري جا اٺ وڏا شاعر اهڙا ٿيا جن کي ”رسالي جا ڌڻي“ سڏي سگهجي ٿو. مختصر طور انهن سڀني جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو.

شاهه لطف الله قادري اگهم ڪوٽي. سنه 1020ھ (1611ع) ڌاري قديم تاريخي شهر اگهم ڪوٽ ۾ ڄائو ۽ سنه 1090ھ (1679ع) ڌاري وفات ڪيائين.

پنهنجي وقت جو عالم ۽ عارف هو. طريقت ۽ تصوف جي سلسلي ۾ به ڪتاب ’تحفة السالڪين‘ ۽ ’منهاج المعرفت‘ فارسي ۾ تصنيف ڪيائين. پويون ڪتاب جيڪو سنه 1078ھ ۾ لکيائين سو قلمي صورت ۾ موجود آهي، ۽ ان جي ايڪيهن بابن مان ڪن جي پويان هڪ يا به سنڌي بيت پڻ ڏنل آهن. ان کان پوءِ تصوف ۽ طريقت جي خاص خاص موضوعن ۽ معنائن کي سمجهائڻ لاءِ ستن بابن تي مشتمل سنڌي بيتن ۾ ’رسالو‘ تصنيف ڪيائين جنهنجي اصل نسخي ۾ٽي سئو اوڻاسي (379) بيت هئا. اهڙيءَ طرح ٻنهي ڪتابن ۾ شاهه لطيف الله قادري جي چئن سَوَن سنڌي بيتن جو شمار بيهي ٿو جيڪو هڪ وڏو ذخيرو آهي. موجوده ڄاڻ موجب، شاهه لطيف الله قادري جو رسالو سنڌي نظم جي تاريخ ۾ پهريون وڏو ڪتاب آهي، جيڪو سڄي جو سڄو وڏي معنيٰ وارن سنڌي بيتن ۾ تصنيف ٿيل آهي: هيءُ رسالو راقم جي تصيح ۽ تحقيق مقدمي سان ’سنڌالاجي‘ جي اداري طرفان سنه 1388ھ (1968ع) ۾ شايع ٿيو ۽ وڌيڪ تفصيلي مطالعي لاءِ موجود آهي.

ميون ساهه عنايت رضوي نصرپوري. سنه 35 - 1030ھ (26 - 1621ع) ڄاري ڄائو ۽ سنه 1133ھ (1721ع) ۾ وفات ڪيائين (1). شاهه خيرالدين

قادري سڪر واري جي درگاهه سان عقيدت هئس ۽ تصوف ۾ قادري طريقي جو بزرگ هو. ميين شاهه عنايت پنهنجي ڪلام ۾ ’سنڌي وائي‘ جي سٽاء جي تڪميل ڪئي جيڪو هڪ تخليقي ڪارنامو هو. هن عام سنڌي قصن ۽ داستانن جي ٽاڻن توڙي پين اهڃاڻن کي پنهنجن اعليٰ معنوي بيتن جو موضوع بنايو جنهن سان اعليٰ سنڌي شاعري جو دائرو وسيع ٿيو ۽ ان ۾ ’موضوع وار‘ يا ’سُر وار‘ بيتن ۽ واين جو سلسلو شروع ٿيو. هن ڪان اڳ شاهه لطف الله قادري جو رسالو فقط تصوف ۽ طريقت واري هڪ ئي موضوع بابت چيل اعليٰ معنوي بيتن وارو رسالو هو. جدا جدا موضوعن بابت بيتن ۽ واين تي مشتمل پهريون رسالو ميين شاهه عنايت جي ڪلام جو مجموعو آهي. جنهن ۾ ٻاويهن مختلف موضوعن يا سرن تي 471 بيت ۽ 40 وايون موجود آهن. ’ميين شاهه عنايت جو ڪلام‘ راقم جي تصحيح ۽ تحقيقي مقدمي سان سنڌي ادبي بورڊ طرفان سنه 1963ع ۾ ڇپيو جنهن جو وڌيڪ تفصيلي مطالعو ڪري سگهجي ٿو.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي (1102 - 1125هه/ 1689 - 1752ع). شاهه ڪريم وفات ڪئي (1030هه) ته ميون شاهه عنايت ڄائو، ۽ ”ميين شاهه عنايت وفات ڪئي ته ڀٽائي صاحب جوان ٿيو. ميين شاهه عنات

عوامي موضوعن ۽ اعليٰ معنوي مضمونن کي ڳنڍڻ جي شروعات ڪئي، ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي کي ملائي هڪ ڪيو جو عوامي موضوعن جي خاڪن ۾ اعليٰ فڪر جو روح ڦوڪيائين ۽ اعليٰ معنوي موضوعن کي عوام الناس جي سوچ سمجهه واري سطح تي آسان ڪيائين. ميين شاهه عنايت جو ڪلام ٻاويهن موضوعن تي مشتمل هو پر شاهه صاحب ڪيترن ئي وڌيڪ موضوعن تي بيت چيا. ’شاهه جي رسالي‘ ۾ اوڻٽيهه کن سُر اهڙا آهن جيڪي گهڻي ڀاڱي شاهه جي پنهنجن بيتن ۽ واين تي مشتمل آهن. انهن مان ڪي سر اهڙا آهن جن ۾ هڪ کان وڌيڪ موضوع شامل آهن. شاهه صاحب عوامي زندگي جي عام ڌنڌن پيشن جهڙوڪ سانگين ۽ سنگهارن، ڪنڀارن ۽ لوهارن، ڪورين ۽ ڪاسبين، منگتن ۽ مڱڻهارن، ڌٽ ڌوريندڙن ۽ مارو ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي جي ٽاڻن ۽ اهڃاڻن کي پڻ پنهنجن اعليٰ معنوي بيتن ۾ آندو. تعداد جي لحاظ سان ’شاهه جي رسالي‘ جي جدا جدا قلمي ڇاپن ۽ رسالن ۾ اندازاً ٻه سؤ کن وايون ۽ ٽي هزار بيت اهڙا آهن جن مان گهڻا سڀ صحت ۽ معيار جي لحاظ سان شاهه صاحب جا پنهنجا چيل آهن.

انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته ’شاه جو ڪلام‘ شعر، فڪر، معنيٰ ۽ بيان جي لحاظ سان اعليٰ اساسي سنڌي شاعري جي آسمان جو سج آهي. شاهه جي هڪ وڏي عظمت انهيءَ ۾ آهي جو اعليٰ فڪري ۽ اخلاقي نُڪتن نروار ڪرڻ سان گڏو گڏ هن مختلف سرن ۽ داستانن ۾ زندگيءَ جي مشڪل ۽ صبر - آزما موڙن 7 مرحلن تي مختلف ڪردارن جي نفسياتي ڪيفيتن کي نروار ڪيو آهي. انساني شعور ۽ لاشعور ۾ سندس گهري سرت ۽ نرت مان ظاهر آهي ته شاهه انسان جي نفسياتي ڪيفيتن جو فطري شارح آهي.

عبدالوهاب سچيڏنو عرف سچل. سندس ولادت جي پڪي تاريخ معلوم ناهي پر هڪ روايت موجب هو پٺائي صاحب جي وفات (1165ھ) کان اڳ ڄاول هو. هن سنه 1242ھ (1827ع) ۾ وفات ڪئي. شاهه عبداللطيف کان پوءِ، رسالي جي بيتن ۽ واين جي صورت ۾ جيڪو اعليٰ فڪر وارو ڪلام چيو ويو سو ’رسالن‘ جي صورت ۾ مرتب ٿيو، سواءِ سچل جي ڪلام جي جيڪو مقدار، معنيٰ ۽ سر وار موضوعن جي لحاظ سان رسالي جي صورت ۾ مرتب ٿيڻ جي لائق آهي. سندس ڪلام ۾ ٻين سرن سان گڏ سهڻي، پورب، ڏهر، بروي، رامڪلي جي سرن وارا

بيت موجود آهن. پر انهن سرن جي عنوانن سان شايع ٿيل نه آهن. هن پوئين ويجهي دور ۾ سچل جو ڪلام، ٻوليءَ جي لحاظ سان، سنڌي ۽ سرائيڪي جي ٻن جدا جدا مجموعن ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان 1959ع ۾ شايع ٿيو، جن ۾ جيتوڻيڪ گهڻو ڪلام شامل آهي پر اڃان وڌيڪ ڪلام انهن مجموعن کان ٻاهر آهي جنهن کي تحقيق ۽ تصحيح سان سهيڙڻ جي ضرورت آهي. شعر جي ڪسوٽي جي لحاظ سان، سچل سنڌس سرائيڪي قافين ۾ وڌيڪ وڌو 'شاعر' اهي ۽ باقي ڪلام ۾ 'نظم - گو'؛ ۽ جيتوڻيڪ ان منظوم ذخيري ۾ به شاعري جون جهلڪون موجود آهن پر اهو گهڻي ڀاڱي سادي سٺاء ۽ سادي بيان وارو آهي. سچل جي ڪلام مان مجموعي طور تي اهو واضح ٿئي ٿو ته هو فارسي خواندو پڙهيل شاعر آهي، ۽ صوفيانه فڪر توڙي ان جي بيان ۾ سمايل تلميحن ۽ اهڃاڻن ۾ مٿس سنڌي روايت کان وڌيڪ فارسي روايت جو اثر آهي. بعضي سنڌس عشقيه عبارت به فارسي غزل جي روايت ڏڪي وجي ٿي جو هو محبوب کي مهڻي - هاب ڪري ٿو. سنڌ جي روايت ۾ محبوب بي ميار آهي. 'حال' ۽ 'خيال' ٻئي سچل جي ڪلام ۾ نمايان آهن پر 'حال' تي سنڌس 'قال' وڌيڪ ڇانيل آهي. 'خيال' ۽ 'دم' به سچل جي فڪر جا خاص نِڪات

آهن پر هو ’خيال‘ کي ’دم‘ کان مٿي سمجهي ٿو. ’وحدت الوجود‘ ۽ ابن العربي جو عَينِيّت وارو فڪر سندس فڪر جو بڻ بنياد آهي پر هو ماضي کان هلندڙ ’ادب‘، ’اطاعت‘ ۽ ’تقليد‘ واري رسم ۽ روايت کان ٻاهر نڪرڻ جي ترغيب ڏئي ٿو. هو ’صفات‘ کان وڌيڪ ’ذات‘ واري فڪر ۽ معنيٰ کي ورجائي ٿو، ۽ ’خودي‘ توڙي ’بي خودي‘ واري رخ سان خود آگاهي ۽ خود اعتمادي جا سبق سمجهائي ٿو.

---

* تازو راقم کي هي بيت مولانا جامي جي ’يوسف - زلاخا‘ جي هڪ قلمي نسخي جي حاشيي تي لکيل نظر آيا آهن ، هن وقت مطالعي هيٺ آيل آهن ۽ سگهو شايع ڪيا ويندا (نبي بخش، 29 جولاءِ 1990).

(1)انگريز جي قبضي بعد سنڌ جي پنهنجن عالمن، ڪاريگرن، هنرمندن، موسيقارن، قصه خوانن سگهڙن جي قدرداني ۽ انعام اڪرامن سان حوصله افزائي جا سلسلا ختم ٿا. 1930 بعد براج واهن جو وهڻ ۽ 1937ع ۾ سياسي چڪتان شروع ٿيڻ بعد اڳين فراغت توڙي محفلن واري محبت گهٽ ٿي جنهن ڪري لوڪ ادب جا توڙي محفلن واري محبت گهٽ ٿي جنهن ڪري لوڪ ادب جا سرچشما پڻ سڪڻ لڳا.

(1). ميين شاهه عنايت جي ڪلام کي مرتب ڪرڻ وقت سندس وفات جي تاريخ اندازي موجب ڄاڻائي وئي. بعد ۾ هڪ آڳاٽي قلمي عبارت ذريعي تصديق سان معلوم ٿيو ته سنه 1133هه ۾ وفات ڪيائين.

